ڪلام حضرت حافظ محمد صديق رح ڀرچونڊوي

# رسالو سلوڪ جو



شرح، تحقيق ۽ مقدمو

مير حسان الحيدري سهروردي






مالڪانؒ جي مهر جو نشان جنهن ۾ ڪلمہ طيبہ . سندن نالو مبارڪ ۽ هجري سن 1287 ھ صاف پڙهيو وڃي ٿو. واضح هجي تہ مالڪانؒ پرچوندي ۾ مسجد جامع جي تعمير کان فارغ ٿي ڪري 1287ھ ۾ ٿي خانقاه قائم ڪئي هئي .

جيڪو چڙهي تنهن ٻيڙي ۾ سو امن منجهه ٿئي
ڪنان طوفانن خيالات دنيا ۽ آخرت جي
(حضرت مالڪانؒ)

كلام حضرت حافظ محمد صديق رح ڀرچونڊوي

# رسالو سلوڪ جو

شرح ، تحقيق ۽ مقدمو

مير حسان الحيدري سهروردي

حافظ الملت اڪيڊمي

خانقاه عاليه ڀرچونڊي شريف ڏهرڪي (سنڌ)

تہ جيکي خلاصو سلوڪ جو موقوف اِت ٿيو
هڪ صفائي دل جي ، نفس پاڪ ٻيو
(حضرت مالڪانؒ)

بسم اللہ الرحمٰن الرحيم

# رسالہءِ سلوڪ

يعني

# رسالو سلوڪ جو

تصنيف لطيف

رئيس الا و لياءَ قطب الاقطاب حافظ الملت

حضرت حافظ مُحمد صديق رحمتُ اللہ عليہ

بانيءِ خانقاہ عاليہ ڀرچونڊي شريف

شرح ، تحقيق ۽ مقدمو

مير حسان الحيدري سهروردي

باني صدر: حافظ الملت اڪيڊمي

ناشر: حافظ الملت اڪيڊمي خانقاہ عاليہ ڀرچونڊي شريف

ڏهرڪي (سنڌ) پاڪستان

ضابطو


ڪتاب : رسالو سلوڪ جو

مصنف : حضرت حافظ محمد صديق رح

مقدمو، شرح، تحقيق : مير حسان الحيدري سهروردي

ڪمپوزنگ : خالد حسان چانڊيو طرفان درگاه عاليه جي نذر ڪئي وئي

ٽائيٽل :

ڇاپيندڙ :

ڇپائيندڙ : حافظ الملت اڪيڊمي، خانقاه عاليه ڀرچونڊي شريف،
پوسٽ آفس ڏهرڪي ضلعو گهوٽڪي (سنڌ)

ملهه : 200 روپيا

Book : Risalo Salook Jo
Auther : Hazrat Hafiz Muhammad Siddique(R.A)
Editing and Commentry : Mir Hassaan-ul-Haidri Suharwardi
Composed by : Khalid Hassaan Chandio for Chairity to
Khanqah-e-Aalia Bharchundi Sharif
Title :
Printer :
Hafiz-ul-Millat Academy, Khanqah-e-Aalia
Bharchundi Sharif , P.O. Daharki,
District ghotki (Sindh)
Price : Rs: 200

# نالي

جنت مڪان امان (جيوڻ خاتونؒ)
۽ ابا سائين (دين محمدؒ) جي
جن آخري پساهن تائين مونکي دعاؤن ڏنيون
۽
منهنجي ماءُ ۽ سندس وسيبي ماٺهن کي جن مونکي
ماٺهپ ۽ ڏاهپ بخشي

ايهي لطائف علم باطني ۾ آهن حرفن جهڙا
جهڙو پڙهجن ا، ب، ت ، ث علم ظاهري لا (ء)
(حضرت مالڪانؒ)

# فهرست

| عنوان | صفحو نمبر |
|---|---|
| پهرين ڳالهه | |

**ٻاڳون ڀيون _ متن ۽ سمجهاڻي**

# حافظ الملت رح اڪيڊمي جي سوڪڙي

1993ع ڌاري حافظ الملت ڪانفرنس جي موقعي تي حضرت حافظ الملت رح ۽ سندن نامور خلفا جي علوم و افڪار تي (خاص طور) ۽ قرآن، حديث، تصوف، ۽ تاريخ تصوف تي (عام طور) علمي، ادبي، تحقيقي، ڪتاب ۽ مقالات لکڻ، لکرائڻ ۽ انهن کي ڇپرائي پڌرو ڪرڻ لاءِ حافظ الملت اڪيڊمي جي بنياد رکي وئي. حضرت پير عبدالخالق (سجاده نشين خانقاه عاليه) کي اڪيڊمي جي سرپرست اعلىٰ جو عهدو پيش ڪيو ويو ۽ مير حسان الحيدري سهروردي کي اتفاق راءِ سان باني صدر چونڊيو ويو. حافظ الملت اڪيڊمي پنهجي محدود وسائل ۽ هڪ دور افتاده ننڍڙي ڳوٺ (ڀرچونڊي شريف) ۾ واقع هجڻ جي باوجود هن مختصر عرصي ۾ هر ڪانفرنس جي موقعي تي پيش ڪيل علمي، ادبي ۽ تحقيقي مقالات ۽ منظومات تي مشتمل اٺ ڪل ڇهه مجله "معارف حافظ الملت رح" جي نالي سان مير حسان الحيدري جي نگراني هيٺ شائع ڪيا ۽ هن کان علاوه هيٺيان بلند پايه تحقيقي ڪتاب به ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا آهن.

(1) عبادالرحمٰن : (خانقاه جي تاريخ تي پهريون معتبر ڪتاب) علامه سيد مغفورالقادري مرحوم

(2) جامِ عرفان : (ملفوظات حضرت مالڪانؒ جو اردو ترجمون) سيد فاروق القادري (ايم.اي)

(3) نفحات الرحمٰن : (حضرت پير عبدالرحمٰن عرف پورل سائينؒ جي سوانح عمري) سيد فاروق القادري (ايم.اي)

(4) پير عبدالرحيم شهيدؒ : (شير خدا شهيد جا احوال ۽ آثار) سيد فاروق القادري (ايم.اي)

(5) ذڪر ميلاد النبي (صلي الله عليہ وسلم) کي مقدس محفلين (عربي کان اردو ترجمون) مير حسان الحيدري سهروردي

(6) ديني و معاشرتي مسائل _ جنڪو اختلافات ڪا سبب بنايا گيا (عربي مان اردو ترجمون) مير حسان الحيدري سهروردي

(7) رسالو سلوڪ جو (حضرت حافظ الملتؒ جو سنڌي نظم ۾ مقامات سلوڪ تي لکيل رسالو) نثر ۽ سمجهاڻي مير حسان الحيدري سهروردي

هي ڪتاب جيڪو اوهانجي هٿن ۾ آهي پرچوندي شريف جي خانقاه جي باني ۽ جنيد وقت حافظ الملت حضرت حافظ محمد صديقؒ جي بابرڪت لکيت آهي جيڪا سلوڪ جي طالبن لاءِ سوجهري جو منارو آهي هن عظيم روحاني درگاه جي گادي نشين ۽ حافظ الملت اڪيڊمي جي سرپرست سائين پير عبدالخالق قادري جن جي فرمائش تي رسالهء سلوڪ جي شعرن جي سليس نثر ۽ صوفيانہ مقامات جي سمجهاڻي اڪيڊمي جي صدر سائين مير حسان الحيدري سهروردي جن لکي آهي . مير صاحب سرائڪي، سنڌي، اردو زبانن ۾ لکڻ کانسواءِ عربي ۽

فارسي زبانن جي گهري ڄاڻ رکندڙ آهن . سرائڪي ادب ۽ تاريخ
تي انهن جو ڪم 1971ع ۾ پنجاب يونيورسٽي لاهور طرفان
تاريخ ادبيات پاڪستان جي چوڏهين جلد ۾ ڇپيو . 62 _ 1957ع
تائين جي زماني ۾ ملتان مان غوث العالم حضرت بهاءُالدين
زڪريا ملتانيؒ جي خانقاه تان ماهوار رسالو ”آستانهءِ زڪريا“
شائع ڪندا رهيا ۽ انهيءَ ڪانپوءِ هفتيوار ”طوفان“ جا چيف
ايڊيٽر ٿي رهيا . آستانهءِ زڪريا جو هڪ سنڌي ايڊيشن به ڇپندو
رهيو جيڪو مير صاحب جي پنهجي ڳوٺ اپاوڙي موٽي اچڻ بعد
بند ٿي ويو . سنڌ کان ٻاهر پنجاب يا سرائڪي وسيب ۾ هي
سنڌي جو پهريون ۽ آخري رسالو هيو . انهيءَ دور ۾ مير صاحب
ملتاني، بهاولپوري، ديري والي سڏجڻ واري ٻولي کي پهريون
دفعو متفقه طور تي سرائڪي جو نالو ڏئي ڪري ”سرائڪي
اڪيڊمي“ قائم ڪئي . سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين جي صوفيانه
شاعري خاص ڪر خواجه فريد جي صوفيانه شاعري تي انهن
املهه ڪم ڪيو آهي . خانقاه عاليه پرچوندي شريف سان انهن
جي روحاني عقيدت سببان ”حافظ الملت اڪيڊمي“ قائم ٿي ۽
هن اڪيڊمي هن وقت تائين انهن جي رهنمائي ۽ حضرت پير
عبدالخالق قادري سائين جي سرپرستي ۾ سيمينار ۽ ڪانفرنس
ڪرائڻ ڪانسواءِ تمام اهم ڪتاب به ڇپرايا آهن . جنهن جو ذڪر
اسان مٿي ڪري آيا آهيون .
مير حسان الحيدري صاحب جا هيٺ ذنل ڪتاب ترتيب ۽ اشاعت
هيٺ آهن .

(1) رسالۂ سلوڪ (منظوم اردو ترجمو ۽ هر بيت جي اردو ۾ نثر تشريحات ۽ سمجهاڻيون)

(2) ملفوظات مالڪانؒ (فارسي مان براه راست سليس سنڌي ترجمو، تحقيقي حاشين ۽ هڪ ڀرپور مقدمي سان)

(3) حضرت مالڪانِ ؒ ڀرچونڊي _ سنڌ جي روحاني ثقافت جو روشن منارو (سوانح، احوال و آثار ۽ علوم و افڪار)

(4) عبادالرحمٰن (علامہ سيد مغفور القادري جو سليس سنڌي ترجمو)

(5) حسن اولائڪ رفيقا (قبلہ عالم حضرت حسن جيلاني تنبو ڏٺيؒ سوئي شريف جا احوال آثار ۽ علوم و افڪار)

(6) ڪنزالامت (منتخبات الاحاديث) حضرت مالڪان حافظ الملت عليہ الرحمت جي ترتيب ڏنل 66 حديثن جي مجموعي جو عربي ۽ فارسي تان سليس سنڌي ترجمو، تشريحات، معاني ۽ حديثن جو استخراج (صحاح ستہ مان حوالا)

(7) ڪنزالامت (مٿي ڄاڻايل) اردو ترجمو (تشريحات، حواشي ۽ استخراج سوڌو)

ڀرچونڊي شريف جي فقرا جي جماعت ۽ سلوڪ جي طالبن لاءِ حافظ الملت اڪيڊمي جي هي قيمتي ۽ يادگار سوکڙي هن اميد سان پيش ڪجي ٿي تہ شل انهيءَ جي برڪت سان اسان سيني جا ڏک دور ٿين .

پروفيسر محمد اسماعيل سومرو

جنرل سيڪريٽري حافظ الملت اڪيڊمي

خانقاہِ عاليہ ڀرچونڊي شريف ڏهرڪي (سنڌ)

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله رب العلمين والعاقبة

للمتقين والصلوة والسلام على رسوله

حديث اول

محمد وآله اجمعين قال النبي صلى الله

عليه وسلم من قرء وحفظ اربعين

حديثا من امتي سماه الله تعالى

في السماء وليا وفي الارض فقيها و

يحشره الله تعالى مع الصالحين

الذين

هي عكس مالكان[ح] جي ترتيب ڏنل ء هٿ لکيل ڇاهٺ (66) حديثن جي مجموعي جي پهرين صفحي جو آهي .

# حافظِ آداب معرفت وصاحب تحقيق، مالڪانِ مقامِ تصديق، حافظ الملت حضرت حافظ محمد صديق پرچونڊوي قادري نقشبندي رحمت الله عليہ

**اسم و رسم:** اسم مبارڪ "محمد صديق" ۽ رسم و نشان "مالڪان" " خاڪ راهِ درد مندانِ طريق ".

**القاب** : حافظ الملت ، امام العارفين ، جنيد زمانہ ، قطب الاقطاب ، رئيس الاولياءَ ، مرد راهِ طريق، پير دستگير، روشن ضمير ، مفتاح انوار الحقائق، مصباح رموزالدقائق، قدوت المحققين، عمدت المدققين، امام السالڪين، شيخ المشائخين وغيره.

**ولادت :** حضرت حافظ الملت جو پهريون سوانح نگار سيد مغفور القادريؒ "عبادُالرحمن" ۾ لکي ٿو تہ

"حضور قبلہ شيخ ثالث مولينا عبدالرحمن جي کولي ٻڌائڻ جي مطابق حضرت شيخ اعظم ؒ(حافظ الملت) جي عمر مبارڪ

چوهتر سال آهي ۽ ڪاشي جي هڪ سهڻي سر تي سندن تاريخ وصال 10 جمادي الثاني 1308 هه لکيل آهي . هن حساب سان سندن ولادت جو سال 1234 هه بڻدو آهي ".

(اردو کان ترجمون عبادالرحمن طبع ثاني ص 30 )

مشرق و مغرب ۽ عرب وعجم جي بزرگان دين باري عام طور تي ۽ سنڌ جي بزرگن ۽ شخصيتن لاءِ خاص طور تي سندن سوانح نگار يا ملفوظات سهيڙيندڙ ۽ خلفاءَ حضرات سندن ولادت ۽ وصال جون بلڪ پوري دور جون تاريخون ۽ سن لکڻ کان هميشه پاسو ڪندا رهيا آهن تنهن ڪري سندن دور ۽ زماني جي پس منظر ۾ هن دور جا مذهبي تعليمي، سياسي، معاشي، تمدني ۽ تهذيبي حالات لکندي اهل قلم بالخصوص اهل تحقيق کي وڏيون مشڪلون پيش اچن ٿيون . خانقاه عاليه پرچونديءَ شريف جي باني حضرت مالڪان رح جي ٻه نه رڳو ولادت ۽ وصال بلڪ زندگي جي مختلف ادوار جون تاريخون اسانجي نظر کان پوشيده آهن . خانقاه عاليه پرچونديءَ شريف جي پهرئين مؤرخ ۽ تذڪره نگار محب مخلص حضرت سيد مغفور القادري البخاري جي قبر مبارڪ تي الله تعالىٰ بطفيل حبيب پاڪ صلي الله عليه وسلم ۽ بوسيلهء حضرت مالڪان رح پنهجي خاص ڪرم ۽ رحمت جي ورڪا ڪري جنهن "عبادالرحمن" جهڙو دردِ محبت ۽ سوزِ عشق سان ڀرپور ڪتاب لکي اسان جهڙن گهٽ ڄاڻ رکندڙ طالبن کي مالڪن رح جي ذات با برڪات ۽ سندن فڪر و نظر تي لکڻ

جي وات ڏيڪاري . جتي سيد صاحب مغفور و مرحوم کي هن راه ۾ اوليت جو شرف حاصل آهي اتي ڪيس " من صنف قد استهدف ( جيڪو ماڻهو ڪا ڪتاب جوڙيندو آهي اُن کي ماڻهن جو نشانو بہ بڻڻو پوندو آهي) جي مرحلي مان بہ ضرور لنگهڻو پوندو . هي ڳالهہ واضح آهي تہ حضرت مالڪان رح جي زندگي ۽ سوانح تي "عبادالرحمن" کان اڳ ڪو بہ ڪم ڪو نہ ٿيل هيو . علامہ مغفور القادري مرحوم وٽ بہ ڪو اهڙو ريڪارڊ نہ هيو جنهن مان استفادو ڪري هو ڪا درست معلومات لکي سگهي ها سو انهن مجبورين جي ڪري سيد صاحب مرحوم کي جماعت جي فقيرن کان ٻڌل ڏند ڪٿائن ۽ ڪن خانداني روايتن تي ئي پنهجي ڪتاب جو بنياد رکڻو پيو . سيد مغفور القادري مرحوم لکيو آهي تہ "حضور شيخ الاعظم (مالڪان) جي تاريخ وصال ڪاشي جي هڪ سهڻي سر تي 10 جمادي الثاني 1308 هہ (1891 ع) لکيل آهي ۽ حضرت پورل سائين چوندا هئا تہ حضرت مالڪان رح جي عمر مبارڪ 74 سال هئي ۽ ان حساب سان سندن ولادت مبارڪ 1234 هہ (1819 ع) بڻي ٿي" . حضرت مالڪان رح جو سال ولادت سائين سيد مغفور القادري مرحوم توڻي جو اندازي تي لکيو آهي چو تہ ڪين تحريري يا دستاويزي ثبوت ڪو نہ ملي سگهيو هو .

**ولادت جي بشارت :** حضرت مالڪان رح جي زندگي مبارڪ جا تي واقعا پورل سائين رح جي ٻڌايل عمر ۽ مغفور شاہ رح جي

لکيل سن ۾ سال (1234 ھ) جي تائيد ڪن ٿا . ھيءُ واقعو تہ پرچوندي شريف جي پهرين سوانح نگار سيد مغفور القادري جي لفظن ۾ پيش ڪيان ٿو . سيد صاحب مرحوم حضرت مالڪان رح جي ولادت جو ذڪر ڪندي لکن ٿا تہ "پاڻ ڪريمن جي والد ماجد جو نالو ميان محمد ملوڪ ھو سندن گذران پوک تي ھئي ھڪ دفعہ ھڪ بزرگ سندن زمين سان لاڳيتي بادشاھي سڙک جي ڪناري تان لنگھاؤ ٿيو جتي شيخ اعظم (حضرت مالڪان رح ) جو والد ماجد حضرت ميان صاحب ھر پيو ڪاھي . اھو بزرگ گھوڙي ڪان لھي ميان صاحب (حضرت مالڪان رح جي والد ماجد) سان ڏاڍي عزت ۽ مان سان مليو ۽ وڏي شفقت ۽ محبت سان خير و عافيت پڇيائين پوءِ وري ادب وچان اُيتي پيرين ھلي ڪري وڃي پنهجي گھوڙي تي سوار ٿيو . ڪجھہ ڏينھن ڪان پوءِ اھو ساڳيو بزرگ وري انھي واٽ تان گزريو تہ ميان صاحب (حضرت مالڪان رح جو والد) ھن ڏينھن بہ پنھجي ھني تي بيٺا ھئا . ھن دفعي ميان صاحب پاڻ ھلي ڪري مسافر بزرگ کي وڃي مليا پر بزرگ ڪا خاص توجہ نہ ڏني رڳو رواجي طور ھٿ ملايائين ۽ روانو ٿي ويو بزرگ کي خادم عرض ڪيو تہ سائين ھڪئي شخص سان ملاقات ڪرڻ ۾ ايڏو فرق ڇو ؟ بزرگ فرمايو تہ پھرين دفعہ مان ھن جي تعظيم انھي لاءِ ڪئي ھئي جو ھن جي پيشاني ۾ ھڪ مرد ڪامل جو نور پيو چمڪيو پر ھاڻ اھو نور ٻي جاءِ امانت ۾ منتقل ٿي چڪو آھي" . (عبادالرحمن ص 29)

**انوکو شاگرد :** هيو واقعو ساڳئي بزرگ جو وري هن ريت آهي ته حضرت مالڪان رح جڏهن احمد پور لمه (صادق آباد جي آباد ٿين ڪان اڳ وارو تعلقو) جي هڪ مشهور ڳوٺ ماڙي جندو خان ڏهر ۾ پڙهندا هئا ته بقول علامه مغفور القادري "حضور خواجه صاحب السير رح جو هن وستي (ماڙي جندو خان) ڪان گذر ٿيو ته پاڻ خادم کي فرمائن ٿا

گفت بوئي بوالعجب آيد به من
همچنان ڪه مرنبي را از يمن

(فرماياؤن ته هڪ عجب جهڙي خوشبو مونکي اچي ٿي بالکل اهڙي ريت جئين آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي ذات گرامي کي يمن جي ملڪ کان ايندي هئي .)

خواجه صاحب فرمايو ته " مونکي به هت هن مڪتب مان ڪنهن ڪامل جي خوشبو اچي ٿي" خادم عرض ڪيو ته سائين! هڪ ٿان ڪادي جي ڪپڙي جو وني ڪري شاگردن ۾ ورهائجي ته پاڻهي پتو پئجي ويندو". خادم ڪپڙا وڻ لاء هڪ هڪ شاگرد کي گهرائي پيش ڪري ٿو بينو ۽ حضور خواجه صاحب السير رح پنهجي پاڪ هٿن سان ڪنهن کي ڪرتي جو ڪپڙو ته ڪنهن کي وري چادر جو عنايت فرمائي رهيا آهن طالب علم دستور موجب هڪ ٻي کان اڳ وڃڻ جي ڪوشش ڪن ٿا پر هڪڙو بار (طالب علم) هڪڙي ڪنڊ ۾ بينو پري کان نظر پچائي حضور خواجه عليه الرحمت کي ڏسي رهيو آهي جڏهن سمورا طالب فارغ ٿي ويا ته

حضور خواجہ هن ٻار کي گھرائي چادر ڏيڻ جو ارادو فرمايو. ٻار عرض ڪيو تہ "حضور مان تہ اهڙي چادر جو خواهشمند آهيان جيڪي نہ پراڻي ٿئي نہ تنگ ٿئي ۽ نہ ڦاٽي." حضور خواجہ ٻار کي چادر عنايت ڪندي خادم کي فرمايو تہ هي اُهو ٻار آهي ...!
(عبادالرحمن علامہ مغفور القادري ص ص 30، 31)

**مالڪان رح ۽ اويسي فيضان :** انهن ڀنهي واقعن کي گڏائي مطالعو ڪجي تہ معلوم ٿيندو جو حضرت مالڪان رح جي ولايت ۽ قطبيت کي دنيا ۾ مشهور ڪرڻ ۽ کين اويسي روحاني فيض ڏيڻ لاء ڪاتب ازل کان عاشق محبوب لم يزلي حضرت اويس القرني رضي الله تعالي عنہ (بارگاه رسول صلي الله عليہ وسلم) جي خاص نائبن کي ڪو خاص حڪم مليل هو . اهو سيراني بزرگ جنهن جم کان اڳ حضرت مالڪان رح جي آمد جي پيشين گوئي ڪئي اهو ساڳيو ئي بزرگ آهي جنهن ماڙي جندو خان ڏهر جي مدرسي ۾ وقت جي قطب جي سڃاڻ ڪري هڪ قسم جو اعلان فرمايو تہ جنهن قطب تاري جي نور جو نظارو مان پرچونڊي لڳ شاهي (بادشاهڻ) سڙڪ جي ڪناري ڳوٺ پرچونڊي شريف جي پر سان ڪيو هو اهو هاڻ جندو خان جي ماڙي ۾ "اقرا باسم ربڪ الذي خلق" تي عمل ڪندي هت ظاهري علم پرائي ٿو . ائين لڳي ٿو تہ بارگاه رسول حضرت اويس قرني رضي الله عنہ پاران پنهجن خليفن کي اهڙو حڪم مليل هو تہ وقت بہ وقت هن قطب الاقطاب جي پرگهور لهندا رهو ۽ سندس ابتدائي تربيت ، اويسي

روحاني توجه ۽ ظاهري حفاظت جو ذمو توهان تي آهي .

حضرت مالڪان رح جي ولادت کان اڳ سندن ڪمال ولايت ۽ قطبيت جو اعلان ڪندڙ ۽ ماڙي جندو خان ڏهر جي مدرسي ۾ سندس قطبيت ۽ غوثيت کي نشابر ۽ ظاهر ڪرڻ واري هستي ساڳي آهي . علامه مغفور القادري هن بزرگ کي "صاحب السير" لکيو آهي جيڪو حضرت خواجه محڪم الدين سيراني رح جو لقب هو پر انهن جو وصال حضرت مالڪان جي ولادت کان اٽڪل ستٽيهه (37) سال اڳ 1197 هه ۾ ٿي چڪو هو حضرت مالڪان رح جي ولادت کان اڳ سندن پيشين گوئي ڪندڙ ۽ ماڙي جندو خان ڏهر جي مدرسي ۾ (جڏهن حضرت مالڪان جي عمر مبارڪ اٽڪل ست سال هئي) سندن ولايت ۽ ڪمال جي بشارت ڏيندڙ بزرگ حضرت خواجه عبدالخالق اويسي رح (حضرت محڪم الدين سيراني رح جو مرشد ، استاد ۽ بانيءِ خانقاه اويسيه) جو فرزند ارجمند ۽ پهريون سجاده نشين حضرت خواجه سلطان بالادين اول رح ٿي سگهي ٿو جنهن جو وصال مبارڪ 1241 هه ۾ ٿيو مطلب ته جڏهن حضرت خواجه سلطان بالادين عليه الرحمت ماڙي جندو خان واري مدرسي ۾ حضرت مالڪان رح کي خرقهءِ روحاني طور پنهجن هٿن مبارڪن سان چادر عنايت ڪئي ته مالڪان رح جي عمر ان وقت (1234 هه ۾ پيدائش جي حساب سان) ست سال کن هئي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته حضرت مالڪان رح جو سال ولادت 1234 هه بالڪل درست آهي .

**چمنـدي چـام :** تيـون واقعـو حضـرت مالكـان رح جـي ولادت ۾ رمضان المبارڪ جي چنڊ ڏسڻ سان تعلق رکي ٿو جنهن کي سيد مغفور القادري عبادالرحمن ۾ الاءِ ڇو نہ لکيو آهي حالانڪ اهو واقعو حضرت مالڪان رح جي وڏن خليفن کان وٺي اڄ سوڌو تمام جماعت ۾ مشهور معروف ۽ متداول آهي جماعت جي وڏي فقرا ۽ خاندان جي بزرگن کان روايت آهي تہ حضرت مالڪان رح جي ولادت مبارڪ پهرين رمضان المبارڪ واري رات ۾ ٿي هئي هن رات شايد جهڙ، مينهن يا گرد و غبار جي ڪري چنڊ نظر نہ آيو صبح جو ماڻهن ۾ روزي رکڻ نہ رکڻ باري ڇوُ پول ٿيو تہ حضرت مالڪان رح جي والده ماجده ٻڌايو تہ اڄ سحور جي وقت کان وٺي ٻار کير نہ پيتو آهي چنانچہ ماڻهن انهي شهادت تي روزو رکيو ۽ پوءِ ساري رمضان المبارڪ ۾ حضرت مالڪان رح روزي جي وقت کير نہ پيتو، هن واقعي جي پيش نظر جڏهن مان تقويم تاريخي (عبدالقدوس هاشمي) جو مطالعو ڪيو تہ 1234 ھ ۾ پنجشنبہ (خميس) جي ڏينهن رمضان المبارڪ جو پهريون روزو هيو . انهي حساب سان بہ سندن ولادت مبارڪ 1234 ھ ۾ بالڪل درست ۽ صحيح نظر اچي ٿي .

**ڪنزالامت ۽ مالڪان رح جي عمر:** حضرت مالڪان رح جي تصنيفات تي تحقيق ڪندي خاڪسار جڏهن سندن حديثن واري گلدستي تي غور ڪيو تہ هڪ عجب جهڙي ڳالهہ نظر آئي اها ڪتاب اسان وٽ عام طور تي ”چهل حديث“ جي نالي سان

مشهور آهي مختلف اهل قلم جهڙوڪ محترم پنهل خان ڏهر پروفيسر غلام رسول اڪرم سومرو وغيره جن پنهجن مضمونن ۾ هن مجموعي کي " مجموعہ چهل حديث" جو نالو ڏنو آهي خاڪسار بہ انهن دوستن وانگر حضرت مالڪان رح جي هن مجموعي کي چهل حديث سمجهندو رهيو آهي ڇو تہ جئين چاليهہ حديثن جا مجموعا سهيڙيندڙ سيني بزرگن پنهجي مجموعي جي منڍ ۾ هميشہ اها حديث آندي آهي جنهن ۾ نبي آخرالزمان عليہ الصلوات والسلام پاران سندن چاليهہ حديثون ياد ڪرڻ واري امتي لاءِ خوشخبريون ٻڌايون ويون آهن حضرت مالڪان رح بہ پنهجي مجموعي ۾ پهرين پهرين اها حديث مبارڪ نقل ڪرڻ فرمائي آهي جنهن ۾ چاليهہ حديثون ياد ڪرڻ جي فضيلت ثواب ۽ اهڙي حافظ حديث لاءِ خوشخبري بيان ڪيل آهي ، تنهڪري مالڪان رح جي هن ڪتاب کي شروع ڪندي ئي هر قاري جي خيال ۾ اها ڳالهہ نقش ٿي ويندي آهي تہ حضرت مالڪان رح جو اهو مجموعو بہ چاليهن حديثن تي مشتمل هوندو پر مان هي مقدمون (مهاڳ) لکندي جڏهن حضرت مالڪان رح جي هن گلدستہءِ احاديث تي غور ڪيو تہ ان ۾ مونکي ڇياهٺ (66) حديثون مليون ، مونکي حيرت ٿي تہ جمع احاديث جي شروعاتي دور کان وٺي اڄتائين محدثين ، علما ، مشائخ ۽ فقها يا تہ حديثن تي مشتمل ڪا مڪمل ڪتاب لکندا رهيا آهن جئين صحاح ستہ جا ڪتاب ، مشڪوات شريف يا ڪنزالعمال وغيره جهڙا ڪتاب

يا وري چاليهن حديثن جو ننڍڙو مجموعو ترتيب ڏيندا رهيا آهن.
باقي پنجاه ، سٺ ، ڇياهٺ يا ستر حديثن جو ڪو بہ مجموعو نظر
نہ آيو آهي . آخر مالڪان رح پنهجي مجموعي ۾ ڇياهٺ (66)
حديثون ڇو آنديون؟ وري انهن کي ستر (70) بہ نہ ڪياؤن . هي
ڳالهہ بہ ڌيان طلب آهي تہ هي مجموعو ڪو اڌورو يا اڻ پورو بہ
ڪونهي بلڪہ افتتاحي خطبي کان وٺي تمت باالخير تائين
مڪمل مجموعو آهي . منهجي ناقص خيال موجب ممڪن آهي
تہ ڪين الله تعالىٰ پاران ہڏايو ويو هجي تہ توهانجي عمر ڇياهٺ
(66) سال آهي ۽ اهو ڇياهٺ حديثن جي گلدستي جو تحفو سندن
عمر ۽ وصال ڏانهن اشارو هجي جيڪر ڳالهہ ائين آهي تہ پوءِ هن
عمر جي حساب سان سندن ولادت جو سال يڪم رمضان
المبارڪ بروز خميس 1292هہ (29 مارچ 1827 ء) تي ٿيڻ کپي
والله اعلم باالصواب .

**مالڪان رح جو حسب نسب** : حضرت مالڪان رح جي ذات
قوم قبيلو ۽ وطن متنازعہ رهيو آهي عام طرح سان سندن ذات
سميجو مشهور آهي جيڪي سنڌ جي سمات قبيلن مان ليکجي
ٿي . توڙي جو پاڻ ذات ذمات واري شناخت کان تمام اوچا ۽
مٿانهان آهن . ڇو تہ وحدت واري هن مقام تي پهتل هئا جنهن لاءِ
حضرت بلهي شاه رح فرمايو آهي تہ

بليا کي جاڻان مين ڪون ؟

يا جئين حضرت مولانا جامي رح فرمايو آهي تہ

بندهءِ عشق شدي ترکِ نسب کن جامي
که درين راه فلان ابنِ فلان چيزي نيست

**ترجمون** : اي جامي جڏهن تون عشق جو غلام بڻجي ويو آهين ته پوءِ ذات ذمات ۽ حسب نسب واري ڳالهه کي ڇڏ . ڇو ته هن راه جي پانڌي لاءِ فلاڻو پٽ فلاڻي جو سڏائڻ ڪا شئي ڪانهي (يعني ڪا حقيقت ۽ اهميت نه ٿو رکي) .

**مالڪانؒ عربي يا عجمي؟** : ڪي اهل قلم لکن ٿا ته پاڻ هن علائقي ( پرچوندي ۽ پسگردائي) سنڌ جي ملڪ جا آهن ئي ڪو نه بلڪه عرب کان ايران يا وچ ايشيا رستي هتي پهتا ۽ پوءِ هت سندن وڏن کي نيڪ مرد سمجهي ڪري سندن ڏاڏي کي يا وري سندن والد (ميان محمد ملوڪؒ) کي هتان جي سميجو قبيلي جي ڪنهن فقير دوست ماڻهو پنهجي نياڻي جو سڱ ڏيئي کين پنهجو سڳيڻو ۽ سنڌي بنائي ڇڏيو. شايد سنڌ ڌرتي جو اهو قرض اُتاريندي حضرت حافظ الملت جن امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي جهڙي دانشور سک نوجوان کي روحاني طور پٽ سڏي پنهجو قرب ڏيئي کيس پڪو سنڌي بنائي ڇڏيو ايتري قدر جو لفظ سنڌي سندس نالي جو جزو بڻجي ويو . حضرت مالڪانؒ جي خاندان ۽ حسب نسب جي باري ۾ سندن پهريون سوانح نگار سيد مغفور القادري لکي ٿو ته
” سندن خاندان عرب کان ڪيچ (مڪران) جي رستي سنڌ ۾ داخل ٿيو ۽ پرچندي شريف کان اتر پاسي ٻن ٽن ميلن جي

مفاصلي تي شاهي (بادشاهڻ) سڙڪ جي ڪپ تي آباد ٿي ويو . "
عبادالرحمٰن جو مصنف وڏيڪ لکي ٿو تہ "حضرت حافظ الملت
جي وڏن مان ديار عرب کان ٿي بزرگ سنڌ ۾ داخل ٿيا هئا .
انهن مان هڪڙي انهي سڙڪ (بادشاهڻ) جي ڪپ تي پنهجو
سامانِ سفر لاٿو ۽ سمہ قوم ۾ شادي ڪري هتي آباد ٿي ويو
انهي ڪري سمہ (قوم) شيخ اعظم( باني ڀرچونڊي شريف) جي
ناناڻ آهي ۽ پي جي طرفان سندن تعلق خاندان قريش سان آهي
باقي ٻن بزرگن جي باري ۾ تحقيق جي باوجود بہ معلوم نہ ٿي
سگهيو ." ( ترجمون عبادالرحمٰن (اردو) طبع ثاني ص 28 ، 29 )
سنڌي قومن (ذاتن) مان سما ۽ سومرا ٻہ وڏيون ذاتيون ليکبيون
آهن سندن باري ۾ مرزا قليچ بيگ لکي ٿو تہ
"انهن ( عربن ۽ ايرانين) کان پوءِ سنڌ جون وڏيون قومون سومرا ۽
سما آهن ( سومرن جي ذڪر ڪرڻ کانپوءِ لکي ٿو تہ) سما وري
سام بن عمر بن هاشم ابو لهب جو اولاد هيا... ۽ ڪي وري
سام بن عمر بن عڪرمہ بن ابو جهل جو اولاد ٿا چون ... ڪي
وري انهن کي سام بن نوح نبي جو اولاد ٿا چون انهن جي نالن
(سام جي پنج پٽن جي نالن ) مان سمن جون جدا جدا شاخون
نڪتيون ۽ انهن جي نالن پٺيان ٿيون سڏجن جئين تہ پرهياڙ ،
ڪٺوريجا ، سميجا ۽ ڏاهر وغيره ". اڳتي هلي وري لکي ٿو تہ
"سنڌ جي سمن جو وڏو ڏاڏو ڄام جوٹو هو . جو لاک ولد ڪاهہ
جو پٽ هو انهي کي پنج پٽ هئا انهن مان فقط بابينہ جي اولاد

کي حکومت ڪرڻ جو وجهہ مليو . انهي بابيڻ جو پٽ انڙ 752هہ (1351ء) ۾ ڄام جي لقب سان سنڌ ۾ سمن جو سردار ۽ حاڪم ٿيو" . ( " قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" از مرزا قليچ بيگ ڇاپو ٿيون سال 1990ء سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو حيدرآباد سنڌ ص _ 393 ، 395 )

بهرحال "عبادالرحمٰن" جي مصنف ۽ پرچوندي شريف جي پهرين تاريخ نگار جا مٿيان پٽي بيان منجهيل آهن انهن مان ڪنهن بہ ڳالهہ جي وضاحت نہ ٿي ملي حضرت حافظ الملت جو خاندان عرب مان آيو هن جي ڪا تصديق ۽ وضاحت ناهي ۽ سندن خاندان عربي النسل هو انهيؒ بابت بہ ڪو ثبوت يا تصديق پيش نہ ڪئي وئي آهي ۽ نہ وري اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ پاڻ عربن جي ڪهڙي قبيلي يا قبيلي جي ڪهڙي شاخ مان هئا . انهي ڪري مرحوم سيد مغفورالقادري جي هن بيان جي تاريخي طور تي تصديق يا ترديد ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو مرحلو آهي .

صوفياءِ ڪرام جي اڪثر ملفوظات لکندڙن ۽ سندن احوال وآثار تي ڪتاب يا مختصر رسالا جوڙيندڙ خليفن ۽ عقيدتمندن غلط طور تي هي ڳالهہ طئي ڪري ڇڏي آهي تہ جيستائين ڪنهن بزرگ جو سلسلهءِ نسب عرب سان نہ وڃي ملائجي سندن بزرگي ۽ شخصيت ۾ ضرور ڪو نہ ڪو نقص رهجي ويندو ۽ سندن پيدائش ، جنم ۽ ولادت سان ڳڍ جيستائين ڪنهن ڪرامت ڪي منسوب نہ ڪيو وڃي شايد هو ولي الله نہ ٿي سگهندو جڏهن تہ

اهي ٻئي خيال بالڪل غلط ۽ تاريخ اسلام جي شهادتن جي ابتڙ آهن . صوفياء ڪرام جي تاريخ ۾ ڪيترا ئي وڏا بزرگ غوث ۽ قطب گذريا آهن جيڪي شروعاتي زندگي ۾ يا تہ چور هئا يا وري ڌاڪو ڌاڙيل ۽ شراب ڪباب جا شوقين پر وقت اچڻ تي ڪنهن عام ۽ معمولي واقعي يا حادثي کان متاثر ٿي ڪري سندن زندگي جي ڪايا پلٽ ٿي وئي ۽ هوءُ ڌاڙيل يا چور کان غوث الاغواث ۽ قطب الاقطاب بڻجي ويا . هن جي سڀ کان وڏي مثال حضرت فضيل بن عياض رح جي ذات با برڪات آهي . پاڻ پنهجي وقت جا نالي وارا چور رهزن ڌاڪو ۽ ڌاڙيل هئا اتفاق سان هڪ رات چوري جي خيال سان ڪنهن نيڪ مرد جي گهر ۾ ڪات هڻدي ( سنڌ يا نقب ماريندي) آڌي رات جي وقت اندران ڏاڍي درد ۽ سوز جي لئي سان قرآن مجيد پڙهڻ جو آواز آيو جڏهن حضرت فضيل بن عياض رح ڪي هي آيت ٻڌڻ ۾ آئي تہ اَلَمْ يَأْنِ لِلَّذِيْنَ آمَنُوْا اَنْ تَخْشَعَ قُلُوْبُهُمْ (الايت) ( ڇا ايمان وارن لاءِ اجان اُهو وقت ڪونہ آيو آهي جو سندن دلين ۾ خدا جو خوف پيدا ٿئي) الله جي بي مثال ۽ پر تاثير ڪلام جو تير حضرت فضيل رح جي دل ۾ اهڙو تہ وڃي پيوست ٿيو جو چورين چارين کان توبہ ڪري وڃي مرشد ڪريم جو دامن ورتائين ۽ اتان جڏهن ريتو لال ٿي نڪتو تہ ايتري اوچي مقام تي وڃي رسيو جو پيران پير دستگير غوث الاعظم محي الدين حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني بغدادي رح ( بانيءِ سلسلهءِ عاليہ قادريہ ) بہ سندن مريدن

جي مريدن جو وچي مريد ٿيو . اها هڪڙي مثال ناهي اهڙيون
ڪئي مثالون مشائخ ڪرام ۽ صوفياءِ عظام جي تذڪرن ملفوظن
۽ تاريخن ۾ ملنديون آهن تنهن ڪري ڪنهن بزرگ کي غلط طور
تي سنڌي، پنجابي ۽ هندي سلسلن مان زوري خارج ڪري وچي
عربن ايرانين سان ملائڻ ڪو ڪمال ناهي بلڪ بي ڪمالي نقص
۽ احساس ڪمتري جو اظهار آهي . الله تعاليٰ جي مقدس ڪلام
جو هي فيصلو حتمي ۽ آخري آهي تہ "وَ جَعَلْنَا کُمْ شُعُوْبًا وَّ
قَبَائِلَ لِتَعَارَفُوْا اِنَّ اَکْرَمَکُمْ عِنْدَاللّٰهِ اَتْقٰکُمْ" (الايت) (اسين
اوهان کي قبيلن ۽ پاڙن ۾ (انهي ڪري) ورهايو آهي جو اوهان
(هڪ ٻي کي) سڃاڻي سگهو نہ تہ الله وٽ عزت جو ڪارڻ (ذات ۽
قبيلو نہ) بلڪہ تقويٰ ۽ پرهيزگاري آهي)

هن باري ۾ سنڌ جي هڪ اڳوڻي بيورو ڪريٽ انگريز افسر
پنهجي هڪ تاريخي ڪتاب ۾ سنڌ جي ڪن جڙتو عربي خاندانن
جو ذڪر ڪندي وڏي وات وضاحت سان لکيو آهي تہ " سنڌ ۾
ٻيا بہ ڪيترائي قبيلا پنهجو حسب نسب وچي عربن سان ملائيندا
آهن ۽ قريش نسل مان هجڻ جون اڪثر دعوائون اهڙيون ئي
هونديون آهن جهڙيون دعوائون برطانيہ جا ڪيترا ڪٽنب جڙتو ۽
ڪوڙن شجرن جي آڌار تي نارمن فاتحن جي ساٿارين جي اولاد
مان يا اجان بہ اڳاٽي اوچي ٻڻ مان هجڻ جون ڪندا آهن سنڌ جا
جيڪي قبيلا عربن مان هجڻ جون دعواڻ ڪندا آهن تن جا اصل
نالا ونن حبڪر بي واجبي نہ ٿيندو تہ بہ انهن ۾ ناراضپو ضرور

پيدا ڪندو" .

( "سنڌ هڪ عام جائزو" ايچ . ٽي . لئمبرڪ ترجمون سليم احمد سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ 1982 ء ص 377 )

لئمبرڪ جي هن لکت مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ننڍي کنڊ جي ٻين علائقن وانگر سنڌ ۾ بہ اهو مرض عام هيو جو هتان جا ڪيترا خاندان جڙتو عرب هئا ۽ ڪوڙا شجرا پڻ جوڙائي وڃي زوري سيد قريشي عباسي انصاري وغيره بڻجي ويندا هئا .

هن ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ امام العارفين حضرت مالڪان رح جو مقام ولايت ايترو تہ بلند آهي جو اتي ڪنهن ذات ۽ قبيلي جي بلندي نہ پهچي سگهي ٿي پر هن جي باوجود سندن حسب نسب کي واضح ڪرڻ ضروري آهي تہ جيئن مستقبل جا مؤرخ هن باري ۾ ڪنهن شڪ يا غلط فهمي جو شڪار نہ ٿيندا رهن .

**بمڪتب مي رود حافظ رح** : اردو زبان وارا چوندا آهن تہ "هونهار بروا ڪي چڪني چڪني پات" سرائيڪي جي اکاڻ آهي تہ "بال ٻلوتڻي وچ ئي پرکيا ويندي" ۽ سنڌي ۾ چوندا آهيون "ڦلاڻو ڄمندي ڄام آهي" . سو حضرت حافظ الملت رح بہ ٻنان ڪنهن وڏاءُ جي "ڄمندي ڄام" هو ۽ هن نيڪ بخت ۽ سعادت آثار ٻار کي جڏهن قرآن مجيد جي قاعدي لاءِ پرچوندي شريف جي هڪ ويجهڙي ڳوٺ ۾ سندن والده ماجده حافظ محمد موسيٰ پنهور رح وٽ وهاري آئي (ياڻ ٻالپڻ ۾ ئي يتيم ٿي ويا هئا تنهڪري والده

ماجده کي ئي سڀ ڪجهہ ڪرڻو پوندو هو) تہ هن نيڪ بخت استاد کيس نون (9) پتي قاعدو پڙهائي قرآن مجيد ۾ روان ڪري والدين کي چيو تہ ٻار کي ڪنهن وڏي درسگاه ۾ داخل ڪرايو تہ بهتر رهندو چنانچہ والده کيس وري راڇنپور (لڳ اُٻاوڙو) جي مدرسي ۾ وهاري آئي مدرسي جي مهتمم ۽ مدرس ميان صاحب ميان محمد عثمان (وڏي) ٻار جي پيشاني ۾ جڏهن علم لدني، روحانيت جا آثار ۽ نور ڏٺو تہ اچرج ۾ پئجي ويُو ۽ تمام ٿورڙي عرصي ۾ کيس هڪ اڌ سيپارو حفظ ڪرائي راڇنپور جي فقير دوست عالم ۽ استاد ميان عثمان حضرت حافظ الملت رح جي والده ماجده کي گهرائي چيو تہ امڙ! هن ٻار کي اسانجي مرشد ۽ عالمن جي اڳواڻ حضرت سيد حسن شاه جيلاني جي بابرڪت مدرسي سوئي شريف ۾ وڃي داخل ڪرايو چو تہ هن جو ظاهري توڙي باطني علوم جو حصو لوح محفوظ مطابق سوئي شريف منجهہ ئي لکيل آهي . چنانچہ ميان محمد عثمان (بانيءِ مدرسہ راڇنپور) جي صلاح مطابق حضرت مالڪان رح کيِ سوئي شريف جي ديني ۽ روحاني مدرسي ۾ داخل ڪرايو ويو . ڪن ڏند ڪٿائن عوامي روايتن ۽ آثارن مان معلوم ٿئي ٿو تہ مالڪان رح بلا شبہ قرآن شريف جو حفظ، فن قرات ۽ تجويد جو علم پنهجي مرشد حضرت سيد حسن شاه جيلاني رح (تنبو ڏٽي رح) جي نگراني هيٺ سوئي شريف ۾ پورو ڪيو هوندو چو تہ تلاوتِ قرآن جي جيڪا روايت، طرزِ قرات، تجويد ۽ لهجو هن وقت تائين

پرچوندي شريف جي مدرسي توڻي خانقاه ۾ جاري ۽ ساري آهي . سا روايت ، قرات ، تجويد ۽ لهجو راڄنپور جي عالمن مولوين ۽ حافظن جو ناهي بلڪ حضرت جيلاني بادشاهؒ جي مدرسي جو آهي . بهرحال سوئي شريف جي مدرسي مان قرآن مجيد حفظ ڪرڻ ۽ فن تجويد ۽ قرات جي مڪمل سکيا حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ حضرت مالڪانؒ کي حضرت جيلاني بادشاه جي صلاح سان خانقاه عاليہ پير موسيٰ نواب سهروردي ؒ (جيڪو حضرت غوث العالمين بهاءُ الدين زڪريا ملتاني ؒ جو خليفو ۽ پڻ سوٽ هو) جي هڪ عقيدتمند زميندار جندو خان ڏهر جي قائم ڪيل مدرسي (ماڙي جندو خان) ۾ داخل ڪرايو ويو . انهي مدرسي ۾ ئي حضرت مالڪان ؒ جي لاءِ سلسلهءِ عاليہ اويسيہ جي نامور بزرگ حضرت خواجہ عبدالخالق اويسي جي پهرئين سجاده نشين حضرت سلطان بالا دين اول اويسي ؒ فرمايو هو تہ هي ٻار وقت جو قطب ٿيندو . معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت مالڪان ؒ حصول علم جي تلاش ۾ ڪيترن ئي مدرسن ۾ وڃي پنهجي علمي اُڃ اُجهاڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن . حضرت مالڪان ؒ جي هڪ خليفي زادي ۽ مريداحمد سائين ؒ خانگڙهي جي سوانح نگار لکيو آهي تہ ”حضرت احمد سائين جي لکت موجب حضرت مالڪان ؒ عربي جي تعليم پٽ ( پٽ يا پات ) جي شهر ۾ وٺندا رهيا هئا اتي قلندري فقير جيڪو عام ماڻهن کان لکل يعني

مستورالحال هيو تنهن سان بہ ملاقات ٿي هيس . (بحوالہ "حضرت احمد سائين رح سوانح حيات ۽ شاعري" مرتب پروفيسر غلام رسول اڪرم سومرو طبع حافظ الملت اڪيڊمي پرچوندي شريف سال 2002 ء ص 9 )

**"عبادالرحمٰن"** (مغفورالقادري) **"حضرت احمد سائين سوانح حيات ۽ شاعري"** (اڪرم سومرو) **" سيد العارفين ڪي علمي ديني روحاني خدمات_ تحقيقي جائزه"** (ڊاڪٽر محمد بخش قمر مقالہ پي ايچ ڊي سال 1996) ۽ ٻين ڪيترن ئي مضمون نگارن ۽ روايت ڪندڙن لکيو آهي تہ حضرت مالڪان رح احمد پور لمہ جي مدرسي ۾ قاضي خاندان وٽ ۽ مولوين جي وستي (ضلع رحيميارخان) ۾ بہ ڪجهہ ڪتاب پڙهيا هئا مطلب تہ حضرت مالڪان رح سنڌ ۽ سابق رياست بهاولپور (هاڻوڪي پنجاب) جي هر ان مدرسي ۾ پهتا آهن جنهن لاءِ ڪين خبر پوندي هئي تہ هت ڪو وڏو عالم يا ڪنهن خاص فن جو ڪو بهترين ماهر استاد آهي . سندن تعليم پرائڻ جي باري ۾ اهڙيون روايتون ۽ تحريري دستاويز هن عامي ۽ غلط ڌند ڪٺا جي بنهہ ترديد ڪن ٿا تہ حضرت مالڪان رڳو حافظ قرآن هئا ۽ ديني علوم يا قرآن حديث جي فهم ڪان ايترا باخبر يا وڏا عالم نہ هئا.

حضرت مالڪان رح جي والد ماجد جي انتقال ڪرڻ وقت سندن عمر (حضرت احمد سائين سوانح حيات ۽ شاعري ص 9 جي تحقيق موجب) پنج ڇهہ سال ڪن هئي ۽ سيد مغفورالقادري مرحوم (عبادالرحمٰن ص 32) موجب جڏهن حضرت مالڪان رح

ڪي والده ماجده حضرت جيلاني بادشاه جي بارگاه ۾ سوئي
شريف ونئي وئي هئي ته سندن عمر اٽڪل ٻارنهن سال ڪن هئي
جڏهن ته جيلاني بادشاه جي وصال (26 ذيعقد 1254 هه ) وقت
حضرت مالڪان ويهن ورهين جا جوان هئا . انهن روايتن مان
معلوم ائين ٿئي ٿو ته (الف) ميانجي محمد موسىٰ پٿو (وستي
پٿو لڳ پرچوندي شريف) (ب) راڄنپور لڳ اپاوڙو (ج) سوئي
شريف (د) ماڙي جندو خان ڏهر (اڳوڻو تعلقو احمد پور لمہ) (هه)۽
وستي مولويان (ضلع رحيميار خان) جي مڪتبن ۽ مدرسن ڪان
علم جا پندار ڪٺي ظاهري ۽ باطني علوم جي متلاشي ۽ اُجيل
هن درويش صفت ، صابر ، شاڪر ۽ جاڪوڙي طالب علم آخر ۾
پنهجي ظاهري مربي ۽ باطني مرشد حضرت جيلاني رح جي بارگاهِ
فضيلت پناه ۾ اچي پناهه ورتي جتي حضرت جيلاني بادشاه کيس
نه رڳو ظاهري ۽ باطني علوم جو ماهر ۽ فاضل بنايو بلڪ
روحاني تربيت ، تزڪيهء نفس ۽ تجليهء روح جي آخري مقامات
مان عملي طرح گذاري امام العارفين جي مقام ۽ قطبيت
وغوثيت جي مسند تي ويهڻ جي لائق ۽ ڪامل بنائي ڇڏيو جنهن
اڳتي هلي پنهجي عمر عزيز ۾ وقت جا ڪيترا ولي الله عارف
بالله ، دنيا ۾ روحاني ۽ ظاهري انقلابات جا سرواڻ ۽ فقر و
ولايت جا سج چنڊ پيدا ڪيا .

يڪ چراغيست درين خانه ڪه از پرتوِ آن
هر ڪجامي نگرم انجمني ساخته اند

**ترجمو ن :** هن گهر ۾ (سلسلهٔ عاليه راشديه جيلانيه جي روحاني گهراڻي ۾) هڪ اهڙو چراغ روشن ٿيو جنهن جي روشني مان اڄ گهر گهر ۾ روحانيت ۽ عرفان جا ادارا پنهجون ڪچهريون ۽ مجلسون آباد ۽ روشن ڪيون ويٺاآهن .

**پير شهيد رح ۽ خاڪسار :** هي خاڪسار تاريخ ۽ خاص طور سان صوفيا ۽ مشائخ جي تاريخ جو هڪ ادنيٰ طالب علم آهي . خاڪسار جو تعلق ۽ واسطو خانقاه عاليه پرچوندي شريف جي بزرگن ۽ واسطيدارن سان اٽڪل 55 . 1954 ڪان رهيو آهي جو خاڪسار پنهجي بزرگ دوست رفيق تدريس حضرت علامہ مغفور القادري (مصنف عبادالرحمٰن) سان گڏجي طالب علمي جي اُن دور ۾ پرچوندي شريف ايندو رهيو آهي . اُن دور ۾ ناصرالاسلام والمسلمين حضرت پير عبدالرحمن عرف پورل سائين جي بارگاه ۾ سلام پرڻ ۽ دعا پنڻ ڪانپوءِ اسان ٻئي رفيق وجي قلندرِ زمانہ شيرِ خدا پير عبدالرحيم شهيد جي فقير خاني تي مهمان ٿيندا هئا سي جتي ابوالڪلامي چانهن ۽ ماهي لسي سان گڏ جوئر جي مکڻ لڳل ماني ٻاجهري جا ميٺي پريل اقراتا ذوق ۽ محبت وچان پيش ٿيندا هئا ۽ انهن مادي لذتن ڪان وڌيڪ دردِ عشق سوزِ محبت ۽ ذوق و شوق جون محفلون قائم ٿينديون هيون جن جي لذت اڄ سوڌو جسم ۽ جان ۾ رچيل ۽ وسيل آهي .

باز گو از نجد و از يارانِ نجد
تا در و ديوار را آري بہ وجد

اڄ بہ محبت جي واديء نجد (پرچوندي شريف) جي رستن ، واٽن ، گهٽين ، ڪلين ، راهن ، رَندن ، مسجد ۽ سندس ڪونن (حجرن) ۽ هادي سائين جي بنگلي جي ڪنڊ ڪنڊ مان صاحبِ ذوقِ شديد شيرِ خدا شهيد جي محبت ڀريل گفتگو جي خوشبو جا هبڪار روح ۽ جسم کي معطر ڪن ٿا ۽ تازگي بخشن ٿا . افسوس تہ پير عبدالرحيم شهيد جي دستار بندي کان پوءِ ڪجهہ عرصي تائين محبت ، الفت ، انسان دوستي ، ذڪر و فڪر ، علم و ادب ، ۽ ذوق و عرفان جا پندار ونديڻ واري سرزمين بد قسمتي سان افراتفري ، حرص وهوس ۽ انتشار جي ور چڙهي وئي هئي جتي اسان جهڙو ڪو فقير ، محبت ۽ امن جو سفير وجي بہ نہ پيو سگهي بهرحال70 _1969 ء واري سياسي حالات ۽ ملڪي فضا پير عبدالرحيم شهيدرح جهڙي محب وطن کي آرام سان وهڻ نہ ڏنو ۽ دل ۾ سوچيائين تہ پنهجي علمي ادبي سنگت ۽ دانشور ٽولي کي گهرائي ڪو اهڙو پليٽ فارم تيار ڪجي جنهن جي ذريعي پنهجي ملڪ وطن قوم ۽ دين لاءِ ڪجهہ ڪري سگهجي . انهي پس منظر ۾ 55_1954 ء جا وچڙيل ساٿي وري اچي گڏ ٿيا سون ۽ هاڻ ان بهاني سان وري هن خاڪسار جو تعلق ۽ واسطو پرچوندي شريف جي روحاني شهنشاه ۽ گادي نشين سائين شهيدرح سان اهڙو تہ مضبوط ٿي پيو جو اڄ سوڏو سندس قرب جو ڦاهو ڳل ۾ پيل آهي ۽ وتا گهلبا ۽ چڪبا آهيون . بقول مولانا رومرح

رشتهٔ در گردنم افگنده دوست
مي برد هر جا ڪه خاطر خواه اوست

**ترجمون** : دوست منهجي ڳچي ۾ پنهجي محبت جو ڦاهو (رسو) ڦاسائي ڇڏيو آهي ۽ هاڻ جتي سندس دل گهرندي آهي اُتي گهلي ۽ ڇڪي ويندو آهي .

انهي علمي ۽ روحاني تعلق جي ڪري ۽ تاريخ جي هڪ طالب علم هجڻ جي ناتي منهجو فرض بڻدو آهي ته پرچوندي شريف جي تاريخ ۽ تحريڪ تي جيتري قدر مواد مسالو ملي سگهيو آهي اُن کي ساندي سهيڙي ڇاڻي ڇندي صاف ۽ واضح ڪري عوام ۽ خواص جي خدمت ۾ پيش ڪيان ته جئين پرچوندي شريف جي تاريخ ۽ تحريڪ تي ڇانيل اڻ ڄاڻائي ، بيخبري ، غفلت ۽ غلط فهمين جا ڇانيل ڪڪر صاف ٿيو پون ۽ هن جو اصل نوراني چهرو روشن ۽ تابناڪ ٿي ڪري وري پنهجي تاريخ کي دهرائي سگهي .

**عرب جا سبائج ، سنڌي سميجا** : پهرين صدي هجري جي سنڌ عرب تعلقات ۾ اسانکي سنڌ کان عرب ڏانهن لڏي ويل قبيلن مان هڪ اهڙي قبيلي جو نالو ملي ٿو جنهن کي عرب تاريخ نگارن ۽ جغرافيه دانن سبائج يا سبائجه جي نالي سان لکيو آهي. ظاهر آهي ته عرب مؤرخين مطابق سنڌ جي عرب حڪمرانن پنهجي مرضي خواهش ۽ حڪم سان هن کي سنڌ مان لڏائي وڃي عرب آباد ڪيو ته هن قبيلي جي نالي جي اصل پاڙ ته اسانکي

سنڌ جي قديم قبيلن ۾ ئي تلاش ڪرڻ گهرجي پر اسان ڏسون ٿا ته عربن جي دور واري سنڌ ۽ پوءِ واري سنڌ ۾ سمائج يا سبائج جي نالي سان ڪو به سنڌي قبيلو نظر نه ٿو اچي .

**سبائج يا سمائج جي لغوي تحقيق** : لفظ جي بناوت ٻڌائي ٿي ته عربن هن لفظ کي جمع استعمال ڪيو آهي ۽ مختلف مؤرخن هن جو واحد سبيجه لکيو آهي پر سنڌ جي قبيلن ۽ قومن جي تاريخ ۾ اسان کي "س" کانپوءِ " ب" سا سبيجه نالي جو ڪو به قبيلو نه ٿو ملي مطلب ته شروعاتي حرف "س" کانپوءِ حرف "ب" سان سبيجه نالي جو ڪو به قبيلو سنڌ جي قبائلي ۽ قومي تاريخ ۾ ڪونهي . البت قديم قبيلن مان سميجه يعني شروعاتي حرف "س" کانپوءِ عربن واري لکيل "ب" بدران حرف "ميم" سان سميجه سنڌي قبيلن مان هڪ وڏو نالي وارو بهادر ۽ حڪمران قبيلو ملي ٿو جنهن جو ذڪر مٿي مرزا قليچ بيگ جي مشهور ڪتاب " قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" جي حوالي سان لکيو ويو آهي جنهن ۾ ڏيکاريو ويو آهي، ته سام بن نوح جي اولاد مان پنج پٽ هئا جن مان هر پٽ جي نالي پنيان قومون ۽ قبيلا مشهور ٿيا. وري لکيو اٿس ته پرهيار. ڪوريجا ۽ سميجا به سما قبيلي جون وڏيون شاخون آهن . سنڌ جي مشهور انگريز مؤرخ ايچ ٽي لئمبرڪ لکيو آهي ته "سنڌ جي قديم قومن ۽ ذاتن مان لهاڻا شهري ۽ واپاري طور تي ۽ سمه ڪڙمي ۽ هاري جي طور تي مشهور آهن" . سنڌ جي هڪ قديم ذات لهاڻا جو ذڪر

ڪندي لئمبرڪ لکي ٿو تہ ” محمود غزنوي جي وقت کانپوءِ لھاڻن
جو سنڌ جي قبيلي يا جاتي جي حيثيت ۾ ذڪر نہ ٿو اچي البت
ان قبيلي جي هڪڙي راڻي جو مذڪور ملي ٿو اهو هو ڏماج جو
پٽ سانير ذات جو ڪوريجو سمون لھاڻو جو انھن ستن
جاگيردارن سردارن مان هڪڙو هو جيڪي تيرھين صدي عيسوي
جي اوائل ۾ ڏيھہ جا حاڪم هيا . جڏھن ملڪ ناصر الدين قباچہ
نواب هو“ وري اڳتي هلي لکي ٿو تہ ” سوين ورهين کان لھاڻا
شھري ۽ واپاري رھيا آھن ۽ سما ڪڙمي“
(سنڌ هڪ عام جائزو ايچ ٽي لئمبرڪ ص 383 )

الغرض مالڪان رح جي حسب نسب بابت حضرت علامہ مغفور
القادري مرحوم کان وٺي ويندي فقير ڪريم بخش ڀنگر تائين
(جنھن جامعہ ڪراچي مان مالڪان رح تي ”سيدالعارفين حضرت
حافظ الملت محمد صديق (ڀرچوندي شريف) ڪي علمي ديني
روحاني خدمات (تحقيقي جائزه)“ جي عنوان هيٺ ڊاڪٽريٽ
(پي.ايچ.ڊي) ڪئي آهي ) هر مؤرخ محقق ۽ مضمون نگار تضاد ۽
اختلاف جو شڪار رھيو آهي سڀ کان وڏو تضاد تہ هي آهي جو
حضرت علامہ مغفور القادري جي پوئواري ڪندي اڪثر مؤرخين
۽ مقالہ نگارن واضح طور تي لکيو آهي تہ مالڪان رح پاڻ عرب
جا رهاڪو ۽ قريشي هئا پر سنڌ جي سمات قوم جي سميجہ
پاڙي مان شادي ڪرڻ جي سببان سندن پويان سميجا سڏجڻ لڳا
جڏھن تہ اها ڳالهہ شرعي اخلاقي ۽ سماجي لحاظ کان غلط آهي

چو تہ نسل ۽ نسب هميشہ ڏاڏن جي نالي تي هلندي آهي نہ کہ

ناناڻن پڻيان ؟ انهي کري هن بي معنيٰ لا ينحل تضاد جو حل

رڳو هڪڙو ئي آهي تہ حضرت مالکان رح کي انهن سبائج سبائجہ

يا سمائج مان تسليم ڪرڻو پوندو جيڪي سنڌي بڻ بنياد جا هئا

۽ پوءِ عرب حڪمرانن جي ڪنهن مصلحت سببان سنڌ مان عرب

هليا ويا ۽ اتي صدين تائين رهڻ ڪري اصل عربن وانگر ٿي ويا

هئا ايتري قدر جو انهن مان وڏا وڏا محدث مفسر فقيہ واعظ

مشائخ ۽ صوفي بزرگ ٿي گذريا سنڌي الاصل سمائج، سبائج يا

سبائجہ جي باري ۾ مان مٿي ڪجهہ اشارا ڏنا آهن پر هاڻ هن

جي تشريح ۽ وضاحت تاريخ جي روشني ۾ ڪريان ٿو اميد آهي

تہ حضرت مالکان رح جا اهل علم پوئلڳ ۽ تاريخ تصوف ۽ صوفيا

جا شائق حضرات خاکسار جي هن تحقيق تي خوشي جو اظهار

ڪندا جو اها تحقيق اٽڪل ٻہ سو سال جي تاريخ تي ڇانيل

اونداهي کي روشن ڪرڻ جي پهرين علمي تاريخي ۽ تحقيقي

ڪوشش آهي جيڪر ڪنهن صاحبِ تحقيق مردِ ميدان کي هن کان

زياده واضح ۽ وزنائتو مدلل ثبوت ملي وڃي تہ خاکسار کي هن

کان ضرور اطلاع بخشيندا تہ جئين ڪتاب جي ايندڙ نسخي

(ايڊيشن) ۾ اصلاح ۽ درستي ڪري سگهجي .

**جت ۽ سبائج عرب ۾** : علامہ اطهر مبارڪپوري پنهجي

جڳ مشهور ڪتاب "هندوستان بنو اميہ جي دور ۾" ۾ لکي ٿو تہ

"جئين تہ پهرين معلوم ٿي چڪو آهي تہ هندوستاني (سنڌ ۽ هند

جا رهاڪو) نسل مان ۽ قسم جا ماڻهو عرب ۾ رهندا هئا هڪڙا
اهي جيڪي جنگي قيدي جي حيثيت ۾ عرب موڪليا ويا ۽ اتي
وڃي عرب قبيلن ۽ عربي ماڻهن سان گڏجي ڪري زندگي گزارڻ
لڳا سنڌين جي هن طبقي ۾ علما ، فضلا ، محدثين ، شعرا ،
اُدبا ، ارباب علم و فن ۽ اهل فضل و ڪمال گهڻا پيدا ٿيا . انهن
جا ڪيترا ڪٽنب ڪيترن نسلن تائين علم و فضل جا مالڪ رهيا
۽ انهن مان آئمہءِ دين جي هڪ جماعت وجود ۾ آئي . سنڌين ۽
هندين جو ٻيو وري اُهو طبقو عرب ويو جيڪو ڏڪار ، مهنگائي
۽ رزق روزي جي تنگي جي ڪري پنهجو وطن ڇڏي عرب ۾ وڃي
آباد ٿيو ۽ پنهجي هڪ آزادانہ زندگي گذارڻ لڳو انهي طبقيٰ جي
ماڻهن (سنڌي مهاجرن) پنهجي لاءِ جدا جدا علائقا چونڊي ڪري
انهن علائقن ۾ پنهجون وستيون وسنديون ڳوٺ ۽ وهڻ آباد ڪيا
۽ پنهجي اصلوڪي پراڻي تهذيب ۽ وطني قومي عادتن ريتن ۽
رسمن کي قائم رکيو . انهن ۾ جت (زط) ميد ۽ سيابجہ جي
گهڻائي هئي . اهي ماڻهو عام طور تي عراق ، بحرين ۽ شام جي
ساحلي علائقن ۾ رهندا هئا انهن علائقن ۾ سندن وڏا ڳوٺ
هئا . جيڪي سندن نالن تي مشهور هئا خلافت راشده واري دور
۾ ميد سيابجہ ۽ جتن جي گهڻي آبادي عراق جي شهر ڪوفہ ۽
بصره ۾ هئي . 49 هہ يا 50 هہ ۾ حضرت امير معاويہ رضي الله
تعاليٰ عنہ جتن ۽ سيابجہ جي هڪ جماعت کي عراق جي شهر
بصره مان شام جي ساحلي علائقن ڏانهن لڏائي شهر انطاڪيہ

کي آباد ڪيو . پوءِ اُتي انهن جي ايتري قدر گهٽائي ٿي وئي جو اهي قبيلا ڇڻي ڪندن ۾ ڦهلجي ويا . انطاڪيہ جي ضلع ۾ هڪ جاءِ " بوقا " نالي هئي هت بہ سندن اولاد وجي آباد ٿي انهن ماڻهن سان گڏ سندن آل اولاد وانگر سنڌ مان ويل ميهن (ماهي مال) جو بہ هڪ وڏو انگ رهندو هيو .

(هندوستان بنو اميہ جي دور ۾ بحوالہ فتوح البلدان "البلاذري" ص ص 166 ، 237 ، 238 )

اهي سبائج يا سبائجہ جنهن جو صيغہ واحد سبيجہ ٻڌو دراصل اهو لفظ "سبيجہ" نہ بلڪ "سميجہ" آهي ۽ عرب مؤرخن کي "سميجہ" جو ميم زبان تي ڏکيو لڳو تہ انهن هن لفظ کي پنهجي گرامر جي خراد تي چاڙهي ميم کي ب سان متايو ۽ سميجہ کي سبيجہ لکڻ ۽ ٻولڻ لڳا جنهنجي جمع وجي ٿي سبائج يا سبائجہ بهرحال علامہ اطهر مبارڪپوري چو تہ هندوستان جو رهاڪو ۽ اتان جو چاول . نپايل آهي تنهن ڪري سندس قلم جي نوڪ تي سنڌ بدران هرهر هندوستان جو لفظ اچي ٿو پيو پر ماهي مال (ميهن) جي ميدن ، جتن ۽ سميجن سان گڏ عرب ڏانهن وڃڻ واري ڳالهہ هن حقيقت کي چٽو ۽ پڌرو ڪري ڇڏيو تہ اهي قومون ۽ قبيلا نج سنڌي آهن چو تہ هن حقيقت کان انڪار نا ممڪن آهي جو ماهو مال (ميهون) انديا جي اصلوڪي علائقن ۾ نہ بلڪ سنڌ ۽ هن جي پر پاسي ۾ ٿيندو آهي ۽ اها عادت بہ رڳو سنڌين ۾ ئي آهي جو لڏ پلاڻ مهل پنهجو مال مويشي بہ هميشہ

پاڻ سان گڏ رکندا آهن .

اڳتي هلي قاضي اطهر مبارڪپوري مينهن جو ذڪر ڪندي وڌيڪ لکي ٿو ته " بنو اميه حڪمرانن جي دور ۾ هندوستان (دراصل سنڌ) جون مينهون (ماهو مال) به وڏي تعداد ۾ شام ۽ عراق جي مختلف علائقن ۾ نيئون ويون جتي انهن مينهن جي نسل تمام وڌي ۽ ويجهي . سڀ ڪان پهريان آل مهلب (عرب) هتان جون مينهون عرب وني ويا هئا . هن ڪان اڳ عرب جا ماڻهو ماهي مال کي نه ڄاڻيندا هئا 106 هه ۾ جڏهن سنڌ ۾ ڏاڍو سخت ڏڪار پيو ته هتان جي جتن کي بلاد فارس (ايراني علائقن) ۾ عرب ڏانهن نيئي آباد ڪيو ويو . اهي ماڻهو پنهجي ٻارن ٻچن ۽ سامان وانگر پنهجون مينهون ( ماهو مال) به ساڻ ورتيون ويا ۽ هت وڃي ڪري انهن مينهن جون نسلون وڌيون" .

(هندوستان بنواميه جي دور ۾ بحواله ڪتاب التنبيه والاشراف للمسعودي ص ص 05_404 )

قاضي اطهر مبارڪپوري سنڌي مينهن جي باري ۾ هڪ عجيب و غريب انڪشاف ڪندي هڪ جاءِ تي لکي ٿو ته " هندوستاني (دراصل سنڌي) مينهن جي باري ۾ معلومات ڏاڍيون دلچسپ آهن جو ملڪ شام جي شهر انطاڪيه ۽ مصيصه جو وچون (درمياني ، وچولو) رستو ڏاڍو خراب هيو جو ته اهو رستو وڻڪار سان ڀريل هڪ تمام گهاٽو جهنگ هيو جنهن ۾ شينهن ۽ چيتا رهندا هئا جيڪي مسافرن کي شڪار ڪري چيري ڦاڙي

پنهجو ڪاڄ بنائيندا هئا وقت جي خليفي وليد بن عبدالملڪ کي
هن باري ۾ دانهن ڏني وئي جنهن تي اُن هن خطرناڪ ٻيلي ۾ چار
هزار مينهون ۽ جهوٽا (وڇا) ڇڏائي ڏنا جن جي ڪري الله تعاليٰ
انطاڪيہ ۽ مصيصہ جي هن خطرناڪ رستي کي پر امن ۽ محفوظ
بنائي ڇڏيو . هن مان ثابت ٿيو تہ شينهن ماهي مال کان ڊڄندو
آهي ۽ شينهن کي آبادي کان پڇاڙڻ لاءِ مينهن ۽ جهوٽن کي
استعمال ڪري سگهجي ٿو . بهر حال هي هڪ وڏي اهم ۽
تاريخي حقيقت آهي جو شام جي علائقن کي سميجن ۽ جتن جي
مينهن ۽ جهوٽن (وڇن) شينهن جهڙي موذي ۽ خطرناڪ درندي
جي تباهي ۽ بربادي کان محفوظ ڪيو . اُئين تہ سنڌ جي فضيلت
۽ شرف لاءِ تاريخ جا ڪتاب ڀريا پيا آهن پر هت اسان رڳو
حضرت مالڪان رح جي با برڪت نامور بهادر ۽ تاريخي قبيلي
جي حوالي سان عرب تاريخدانن جي مستند ۽ جڳ مشهور
ڪتابن جا نقل پيش ڪيون ٿا تہ جئين سمات قوم جي هن
تاريخي قبيلي جي عرب يا غير عرب هجڻ جي حقيقت ظاهر ٿيو
پوي .

علامہ قاضي اطهر مبارڪپوري هڪ هنڌ لکي ٿو تہ "بصره ۾
سبائجہ (سميجن) جي تمام وڏي آبادي هئي ۽ سندن علائقو
"سبائجہ" (سميجن جو علائقو) جي نالي سان مشهور هيو جتي
وڏن وڏن امير ڪبير سميجن جا محل ماڙيون غسل خانا ۽ حمام
هيا". قارئين کي معلوم هجڻ گهرجي تہ عرب جي خوشحالي ۽

فارغ البالي واري زماني ۾ جاگيردارن ۽ اميرن يا حڪمرانن جي محلات ۾ وڏي وڏي حمامن جو خاص اهتمام هوندو هو جئين اڄڪلهہ يورپ ۽ مغربي ممالڪ جي حڪمرانن ، مالدارن ۽ شاهوڪارن جي گهرن ۾ يا وڏن وڏن ڪلبن ۾ سوئمنگ پول آهن . جنهن عرب جي گهر ۾ جيترو وڏو حمام يا سوئمنگ پول هوندو هو اهو اوترو ئي وڏو ماڻهو ليکبو هو) .

ڪتاب الاغاني ۾ علامہ ابو الفرج اصفهاني حارثہ بن بدر جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ ” لما بني فيل مولٰي زياد داره باالسبائجہ صنع طعاما و دعا اصحاب زياد فدخلوا الحمام المعروف ”بحمام الفيل“ ثم خرجوا فتغذو اعنده “

ترجمون : زياد جي غلام فيل محلہ سبائجہ ۾ پنهجو محل تعمير ڪرائي مڪمل ڪيو تہ پنهجي آقا (مالڪ) زياد جي دوست احباب کي دعوت ڏني جن دعوت تي اچي پهريان حمام (سوئمنگ پول) ۾ خوب مزي سان غسل ڪيو ۽ پوءِ انهيءِ جي دعوت کاڌاؤن .

ڪتاب الاغاني جي هن بيان مان معلوم ٿئي ٿو تہ بصره ۾ سبائجہ (سميجن) جو هڪ مستقل علائقو ۽ خطو هيو جيڪو سندن نالي تي مشهور هيو ۽ هن زماني جي لحاظ سان اهو علائقو تمام سهوليات ضرورياتۓ لوازمات سان سينگاريل هيو.

(ص 340)

تاريخ جي اونهي فڪري مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ ۽ هند

جي اوائلي فتح کان پوءِ عرب سنڌ کي پنهجو ٻيون گهر ۽ سنڌي
عرب کي پنهجو ٻيون گهر سمجهندا ۽ خيال ڪندا هئا . جئين ته
هن دور جو هڪ شاعر فخر ڪندي چوي ٿو ته منهجي لاءِ ٻه رستا
۽ ٻه واديون ڪليل آهن هڪ رستو ۽ وادي نجد جو ۽ ٻيو رستو
بلاد سنڌ جو هو چوي ٿو ته

انی سأبدي لك فيما ابدي لي شجنان، شجن بنجد

مان تو کي کولي ٻڌايان ٿو ته منهجي لاءِ ٻه واديون ۽ ٻه رستا آهن
هڪ رستو وادي نجد ۾

وشجن لي ببلاد السند

۽ هڪ وادي يا ڏگ ملڪ سنڌ ۾ آهي

(هندوستان بنو اميه جي دور ۾ بحواله تفسير طبري جلد اول ص 561 ، 355 )

سنڌ مان هجرت ڪري ويل قبيلو سبائجه يا سمائجه به هن ڳالهه
تي فخر ڪندو هو ته هن جي لاءِ به ٻه ٻن واديون ۽ ملڪن جا
دروازا هر وقت ڪليل آهن جڏهن دل گهري عرب هليو وڃي ۽
جنهن مهل خيال پويس پنهجي اباڻن ڪکن جي محبت جي ڪري
سنڌ ۾ اچي رهي پر وقت وڏو ظالم آهي سنڌ مان لڏي ويل جتن
ميدن ۽ سميجن يا ٻين قبيلن تي آخر هڪ وقت اهڙو اچي ويو جو
سن 82 هه ڌاري اموي گورنر حجاج بن يوسف انهن سان ڏاڍايون
ڪيون ۽ ڪين پنهجن گهرن ۽ ملڪتين مان تڙهي ڪڍي وڃي ٻين
علائقن ۾ آباد ڪياؤن هن باري ۾ عرب ۽ سنڌ جو جديد مؤرخ ۽
محقق علامه قاضي اطهر مبارڪپوري لکي ٿو ته " 82 هه ۾ ابن

اشعث حجاج ۽ عبدالملڪ بن مروان جي خلاف خروج (بغاوت)
ڪيو تہ انهن ماڻهن ( يعني جتن ۽ سميجن) هن تحريڪ ۾ ابن
اشعث جو ساٿ ڏنو ۽ اموي خلافت جو مقابلو ڪري هن سان
مهاڏو اٽڪايو . جنهن جو نتيجو هي نڪتو جو جڏهن بغاوت جو
فتنو ختم ٿي ويو تہ حجاج بن يوسف انهن سنڌي عربن سان ڏاڍي
سختي ڪئي انهن جون جايون ۽ محلات ڊانا ويا انهن جي وظيفن
۽ عطيات ۾ ڪٽوتيون ڪيون ويون ۽ ڪن خاندانن کي وري
جلاوطن ڪري ٻيهر هندن ڏانهن موڪليو ويو . حجاج بن يوسف
پنهجي هن ڪاروائي جي جواز ۾ سنڌن پاران حڪومت سان
ڪيل وعدن وعيدن کي بطور حجت پيش ڪيو ۽ چيائين تہ توهان
ماڻهن عرب ۾ آباد ٿيڻ مهل جيڪي شرطون پاڻ تسليم ڪيون
هيون انهن ۾ هڪ شرط هي بہ هئي تہ " توهان سنڌ مان لڏي آيل
قبيلہ اسان عربن جي جهيڙن جهگڙن جي وچ ۾ نہ پوندا وي ۽
ڪنهن بہ هڪ عرب جماعت جي خلاف ڪنهن ٻي عرب جماعت
جي مدد نہ ڪندا وي ."

("هندوستان بنو اميہ جي دور ۾" بحوالہ فتوح البلدان بلاذري ص 267 )

**حضرت عمر بن عبدالعزيز ۽ سنڌ** : حضرت عمر بن
عبدالعزيز 98 هہ ۾ خليفہ ٿيا . هن کان اڳ 92 هہ کان 96 هہ
تائين سنڌ ۽ مڪران کان بہ اڳتي هند ۽ سنڌ جا گهڻائي علائقا
فتح ٿي چڪا هئا ۽ سنڌ جو راجہ داهر ميدان جنگ ۾ مارجي
ويو هو حضرت عمر بن عبدالعزيز حربي يا جنگي سياست کان

پاسو ڪري دعوت ۽ تبليغ جو ميدان سنڀاريو ۽ جنگ وجدل
بدران دعوت ۽ تبليغ جي واٽ تي هلڻ پسند ڪيائون جنهن جي
نتيجي ۾ هتان جي ماحول ۽ فضا ۾ سٺي ۽ خوشگوار تبديلي
آئي نوان مسلمان ٿيندڙ راجائن جي اسلام ۽ مسلمانن سان
عقيدت ۽ محبت ايتري قدر وڌي وئي جو انهن پنهجا نالا اسلامي
نالن تي رکڻ ۾ فخر محسوس ڪيو ۽ مسلمانن سان لاڳاپا ۽
رابطا پيدا ڪيا اسانجو خيال آهي تہ سموري اموي دور ۾
حضرت عمر بن عبدالعزيز جو زمانو هندوستان ( هند و سنڌ) جي
مسلمانن ۽ غير مسلمن جي حق ۾ تمام گهڻو خوشگوار ۽ سٺو
هو . (هندوستان بنو اميہ جي دور ۾ ص ص 367 ، 368 )
حضرت مالڪان رح جي حسب نسب تي تحقيق ڪندي خاڪسار
جيڪي معلومات ۽ تاريخي شاهديون ۽ حقيقتون پيش ڪيون
آهن انهن مان واضح ٿئي ٿو تہ حضرت مالڪان رح عرب بہ آهن ۽
سنڌي بہ مطلب تہ پاڻ سنڌ جي سمات قوم جي هڪ بهادر ،
غيور ، جنگجو بااثر قبيلي سميجہ مان آهن ۽ سميجن جي انهن
خاندانن مان آهن جيڪي پهرين صدي هجري ڌاري عرب فاتحن
جي حڪم ۽ خواهش تي يا پنهجي مرضي مطابق پنهجو اباڻو
ديس "سنڌ" ڇڏي وڃي عرب ۾ آباد ٿيا هئا پوءِ پنهجي مرضي
سان ڪڏهن عرب ۾ تہ ڪڏهن وري سنڌ ۾ ايندا ويندا رهيا .
حضرت مالڪان جا وڏا عرب کان هت ڪڏهن آيا ۽ پهريان سنڌ
جي ڪهڙي علائقي ۾ اچي آباد ٿيا؟ هن باري ۾ اگرچہ تاريخي

ثبوت، اهڃاڻ شهادتون ۽ دستاويز نه ٿا ملن البت خانداني روايتن ۽ ڏند ڪٿائن مان اينترو معلوم ٿئي ٿو ته مالڪان رح جا وڏا گهٽ ۾ گهٽ ست پشت (ان پيڙهيون) مالڪان رح جي ڄمر کان اڳ عرب مان هجرت ڪري ايران ۽ بخارا جي رستي ڪشمور يا پونگ ۽ روجهاڻ مزاري (اڳوڻو چانڊڪو) واري اُن پٽڻ مان سنڌ ۾ داخل ٿيا هوندا جنهن مان ستين صدي هجري جو نامور عالمي سيلاني ابن بطوطہ ايران ۽ وسطي ايشيا کان ٿيندو اچي اُباوڙو (ضلع گهوٽڪي) ۾ منزل انداز ٿيو هو .

**"اباوڙي" جي تاريخ ۽ تهذيب :**

تاريخ شاهد آهي ته ملتان ۽ سنڌ ۾ جڏهن به ٻه الڳ ۽ آزاد حڪومتون نهيون آهن ته سندن سرحدي دنگ هميشہ اباوڙو ۽ پرپاسي جا علائقا رهيا آهن . "پٽڻ واهڻ" ۽ "پونگ پارو" کان وٺي اوباوڙي پرڳڻي تائين جي ڪنهن مناسب وچولي ڳوٺ يا علائقي ۾ ٻنهي صوبن يا رياستن جا سرحدي دنگ قائم ڪيا ويندا رهيا آهن جئين ته ايچ ٽي لئمبرڪ به تاريخ معصومي ۽ تحفتہ الڪرام ۽ ٻين معتبر تاريخن جي حوالي سان اروڙ جو ذڪر ڪندي هڪ هنڌ لکي ٿو ته "اروڙ جي حيثيت هاڻ (عباسي خلفا جي دور ۾)مرڪزي نہ رهي هئي پر اهو ٻنهي پرڳڻن (ملتان ۽ منصوره) جي گڏيل سرحد ڪي ويجهو هو ان جي اهميت جئين پوءِ تئين گهٽبي وئي پر ان جو نالو تيرهين صدي عيسوي (ابن بطوطہ جي سنڌ ۾ داخل ٿيڻ وقت) تائين ٻڌڻ ۾ اچي ٿو .

مشهور مؤرخ البيروني المسعودي کان نوي ورهيہ (اٽڪل هڪ صدي) پوءِ پنهجي جڳ مشهور ڪتاب "ڪتاب الهند" ۾ اروڙ بابت لکندي چوي ٿو تہ "اهو ٻاٽيہ نالي هڪ هنڌ کان اٽڪل پندرنهن (15) فرسخ اولهہ ۾ سنڌ درياهہ جي ٻن شاخن جي وچ ۾ آهي ." (بحوالہ هندوستان بنو اميہ جي دور ۾ ص 390 )

ٻاٽيہ کان مراد اڪثر تاريخ ۽ جاگرافي جي ماهرن پڻ واهڻ جو شهر ورتو آهي . مٿئين بيان مان ثابت ٿئي ٿو تہ اٻاوڙو ملتان ۽ سنڌ جي ٻن صوبن (پرڳڻن) يا رياستن جي دنگ طور ڪم ايندو رهيو آهي ان ڪري بہ ان جي اهميت هر دور ۾ ابتري قدر نشابر رهي آهي جو هت ٻنهن صوبن جا عملدار ۽ حاڪم رهندا هئا ۽ ٻيو ان ڪري جو اٻاوڙي لڳ پونگ ۽ ڳڙهي جهڪ کان ونئي قادر پور تائين درياهہ جو پتڻ عرب ايران ۽ وسطي ايشيا مان ايندڙ سياحن جو لنگهہ هيو ۽ هتان درياہ اڪرڻ کانپوءِ سنڌ جو پهريون شهر اُٻاوڙو ايندو هيو جنهن ڪري بہ اُٻاوڙو ملڪان ملڪ مشهور هو .

**اٻاوڙو ۽ ابن بطوطہ** : ابن بطوطہ پهرين محرم الحرام 734هہ ( سيپٽمبر 1333 ع) تي بقول ريورٽي پنج آب (شايد پنجند) ناهيندڙ سنگهہ وٽ پهتو اتان جتوئي ( شايد جيواني) ۽ اڳتي سيوستان (سهوڻ) ويو. "سنڌ هڪ عام جائزو" جو ليکڪ مسٽر لئمبرڪ مسٽر ريورٽي جي هن نظرئي جي ترديد ڪندي چوي ٿو تہ " مان سمجهان ٿو تہ هو (ابن بطوطہ) اولهہ ۾ اچا پرتي وهندڙ

ڦات منجهان ويو هو" . هو وڌيڪ لکي ٿو تہ "خود ابن بطوطہ جو
سفر نامون پڙهي ڏسبو تہ هي ڳالهہ گهٽي پلائيندڙ ڏسڻ ۾ ايندي
(ا) پهرين تہ هو ڪڇي رستي سنڌ ۾ آيو . (ب) پنج آب (پنجند)
هو چوي ٿو تہ سنڌ دريا جو ٻيو نالو آهي . (ج) ۽ هو درياه رستي
هيٺ ڪونہ ويو بلڪہ درياه اڪري ٻن ڏهاڙن جي پنڌ کان پوء
جناني ( جنهن کي ريورٽي جتوئي ۽ ڪن وري جيواڻي لکيو آهي)
پهتو . اتان هو پيرين پنڌ سيوستان (سهوڻ) ويو . دراصل هو
سوهڻ کان درياهہ رستي هيٺ لاهري تائين ويو جو درياه جي
چوڙ وٽ هو ۽ تي سگهي ٿو تہ ٻيڙي تي اُپارو بکر ۽ اُچ ويو هجي
پر ائين هوءَ چوي ڪونہ ٿو؟ انومان (يعني قياس) آهي تہ هوءَ بکر
کان هيٺ لاڙڪاڻي جي پرپاسي ۾ ڪنهن هنڌان سنڌ ۾ گهڙيو
هوندو . بولان کان اولهہ واري واٽ ونې ڪڇي منجهان لنگهي
ايندڙ قافلن جي اها قدرتي منزل آهي ."
(ايچ . ٽي لئمبرڪ _ سنڌ هڪ عام جائزو ص 324 )
تاريخ اسلام ۾ ابن بطوطہ هڪ نامور ۽ معتبر سيلاني جو نالو
آهي جنهن پنهجي شوق منجهان عرب ۽ عجم جا ڪيترا ملڪ
لتاڙيا انهي شوق ڪيس اُن دور جي سنڌ ۽ هند ۾ بہ پنهچايو .
ننڍي کنڊ (هندو پاڪ) جي سفر کانپوء هو پر پاسي وارن ملڪن
ڏانهن بہ ويو ۽ دهلي جي بادشاه جو سفير بڻجي چين بہ ويو وري
ساڳي رستي موٽ ڪائي سنڌو ندي کي اڪريندي ايران ۽ عربي
سمنڊ رستي پنهجي وطن واپس ٿيو . ابن بطوطہ 745 هہ ڌاري

سيلون ۽ مدورا کان ٿيندي جڏهن ڪوالالمپور رستي هنوز ۽
فاڪنور ويو تہ درميان ۾ درياهي ڌاڙيلن سندن جهاز کي لٽي
ورتو جنهن ۾ بادشاه چين جا قيمتي تحفا ۽ ابن بطوطہ جون
لکيل سفر جون ياد گيريون بہ هيون جنهن جو هن کي ڏاڍو صدمو
۽ ڏک رسيو پر هن همت نہ هاري ۽ حوصلو بلند رکندي پنهجي
حافظي کان ڪم وٺندي پنهجين يادگيرين کي وري ٻيهر لکڻ
شروع ڪيو ۽ ڪيترن سالن جي محنت ڪانپوءِ هن هاٿوڪو موجود
"عجائب الاسفار سفر نامہءِ ابن بطوطہ" مڪمل ڪيو . طويل
سفر ، ڏکن ڏلاون ۽ ڪئي هزار صفحن تي لکيل ياداشتن جي
غرق ٿيڻ ڪري ابن بطوطہ جي دماغ ۾ ڦيرو اچي ويو هو ۽
سندس حافظو گهڻو متاثر ٿيو هو جنهن ڪري هن جي موجوده
سفر نامي ۾ ڪيترا تضاد نظر اچن ٿا . ڪٿي مقامات ۽ جاين جا
نالا غلط لکجي ويا آهن تہ ڪٿي وري طرف ۽ منزلون پنڌ ۽
مفاصلا غلط اچي ويا آهن ڪٿي تہ ائين بہ ٿيو آهي جو اڄ
کي ڪشمور وٽ ڏيکاريو اٿس تہ اباوڙي کي وري سکر ۽ بکر جي
جاءِ تي . جيواٽي يا جناني کي اهڙي هنڌ ڏيکاريو ويو آ جو
ريورٽي جهڙا مؤرخ بہ هن کي ڪيٽي جتوئي جي پر پاسي ۾
سمجهي ڪري ڪيس جتوئي ٿا لکن . پر انهن تمام ڪوتاهين
خامين ۽ چڪن ، ڀلن جي باوجود سنڌ ۽ هند جي تاريخ جا
ڪيترا ئي باب اهڙا آهن جن جو دروازو "سفر نامہءِ ابن بطوطہ"
جي ڪنجي کان سواءِ نٿو کلي سگهي . يورپي مؤرخين يا

مستشرقين جهڙوڪ ڪزنين ، ريورٽي ۽ لئمبرڪ ابن بطوطہ جي سفر نامي منجهان جيڪي نتيجا سنڌ جي مقامات باري ڏيڪاريا آهن انهن ۾ گهڻو مونجهارو آهي انهن ويچارن کي اسانجي ملڪ جي اصل جاگرافي جي ۽ اسانجي قديم شهرن ڳوٺن واهڻن وسندين ۽ ماڳن جي پلا کهڙي خبر . اسانجي درياهہ بادشاہ جي ناراض ٿي ڪري منهن ڦيرائڻ ۽ دڳ مٽ ذريعي اوپر جو اولهہ ۽ اولهہ جو اوپر ، ڏکڻ کان اتر ۽ اتر کان ڏکڻ يا ان جي ابتڙ وهڻ ۽ هلڻ جي خبرن کان تہ گهڻو تڻو خود سنڌ واسي ليکڪ بہ اڻڄاڻ رهيا آهن تہ ويچاري ڪزنين ، ريورٽي ۽ لئمبرڪ کي ڪهڙي ڄاڻ تہ ابن بطوطہ جنهن پتڻ کان سنڌو اکري سنڌ جي سونهاري ڌرتي تي قدم رکيا اهو پتڻ هاڻوڪي جاگرافي مطابق ڪهڙو ۽ ڪٿي آهي؟ ۽ آهي بہ سهي يا پنهجا نشان پتا بہ ميساري هليو ويو ۽ جنهن شهر ۾ هو پهرين داخل ٿيو اهو شهر هاڻ ڪٿي آهي يا اڳ ڪٿي هو ؟ مون کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي تہ ابن بطوطہ جي سفر نامي ”عجائب الاسفار“ جو پهريون انگريزي ۽ اردو ترجمون بہ انهن مستشرقين جي نظر مان نہ گزري سگهيو جيڪو محمد بن فتح الله بيلوني واري مختصر ترين خلاصي تان ورتل ڊاڪٽر لي (1829 ء) واري انگريزي ترجمي جي مدد سان نوازش علي خان ڪيو هو ۽ جيڪو اڄڪلهہ ناياب آهي . هن کان پوءِ اٽڪل 1898 ء ۾ جزي واري اصل عربي متن کان خانبهادر مولوي محمد حسين (ريٽائرڊ سيشن جج) هن جو اردو ترجمون

ڪيو جيڪو پهريـن دفعـ 1898ع ۾ ۽ ٻيهـر وري 1913ع ۾
دهلي مان شائع ٿيو . خانبهادر مولوي محمد حسين مرحوم
سليس ۽ سهڻي ترجمي سان گڏ سفر نامي ۾ ڪتب آيل
مقامات ، جاين ، رستن ، لنگهن ، درياه جي ڦاڪن ۽ پتڻن وغيره
جي نالن جي تحقيق وڏي جاکوڙ سان ڪئي آهي ۽ گهڻو ڪري
غلط نتيجا ڪڍڻ وارن جون بالڪل صحيح درستيون ڪيون آهن .
هاڻ اچو تـ اسين خانبهادر مولوي محمد حسين مرحوم جي هن
ترجمي جي مدد سان سنڌ ۾ ابن بطوطہ جي داخلي ۽ قيام بابت
ويچار ڪيون . ريورٽي ابن بطوطہ جي سفر نامي مان سنڌ بابت
جيڪي رايا ظاهر ڪيا آهن انهن جي غلط هجڻ بابت مان مٿي
لکي آيو آهيان منهجي تصديق هن مان ٿئي ٿي تـ خود لئمبرڪ بـ
هن جي نتيجن کي غلط سمجهيوآهي . لئمبرڪ چوي ٿو تـ
"ريورٽي جو اهو چوڻ درست ناهي تـ ابن بطوطہ کو پنجند جي
سنگم کان سنڌ ۾ داخل ٿيو هو بلڪ پنجند کان گهڻو هيٺ
بلڪ سکر کان بـ گهڻو هيٺ لاڙڪاڻي جي پر پاسي ۾ ڪنهن
هنڌان سنڌ ۾ گهڙيو ۽ سنڌو اڪريو هوندو" پر منهجي نظر ۾ تـ
هت مسٽر لئمبرڪ بـ خود غلطي ڪري ويو آهي .

**اباوڙي ۾ رسم ستي جو مشاهدو** : چو تـ ابن بطوطہ پاڻ
"عجائب الاسفار" ۾ هندوستان ۾ رن زال (ٻي واهہ عورت) جي
ستي ٿيڻ بابت ذڪر ڪندي لکي ٿو تـ "هن انهي رسم جو
مشاهدو پنهجي اکين سان ٽي دفعا ڪيو آهي هڪ ڀيرو اهو

مشاهدو سندس لکت موجب پاڪ پتن ۾ حضرت گنج شڪر رح جي
ملاقات کان پنهجي قيام گاه تي اچڻ مهل ۽ پيهر ڪنهن نامعلوم
شهر ۾ ۽ تيون پيرو سنڌ جي هڪ شهر "ابرهي" ۾ ڏسڻ ۾ آيو".
"ابرهي" واري مشاهدي جي تفصيل خان بهادر پيرزاده محمد
حسين جي ترجمي ۽ فٽ نوٽ (حاشئي) جي مدد سان هيٺ ڏجي
ٿي ابن بطوط ٻڌائي ٿو ته " پوءِ ڪجھ عرصي بعد اتفاق سان مان
هڪ شهر ۾ هيس جنهن جا اڪثر رهواسي هندو هئا ۽ جنهن جو
نالو ابرهي (غالبا اپڙي) هيو اتان جو حاڪم سامره (سومرا يا
سماٽ) قوم جو مسلمان هو، هن جي پر پاسي ۾ سرڪش هندو
رهندا هئا هڪ ڀيري انهن ڌاڙو هنيو ته امير شهر هندو ۽ مسلمان
(رعايا) کي گڏ وٺي ڪري انهن سان وڃي وڙهيو ڏاڍي سخت
ويڙھ ٿي ۽ رعايا مان ست هندو مارجي ويا انهن مان ٽن جون
زالون هيون انهن ستي ٿيڻ جو ارادو ڏيکاريو ستي ٿيڻ هندون ۾
واجب (فرض) ڪونهي پر جيڪي رن زالون پنهجي مڙس سان گڏ
سڙي وينديون آهن تن جو خاندان (ڪٽنب) عزت ۽ مان وارو ڳڻبو
آهي ۽ اهي زائفون پاڻ وفادار ليکبيون آهن .
جئين ته حضرت امير خسرو رح ستي جي رسم بابت هڪ شعر ۾
تصوف جي اونهي رمز بيان ڪندي چوي ٿو ته

خسروا! در عشق بازي ڪم ز هندو زن مباش
ڪو برائي مرده سوزد زنده جانِ خويش را

**ترجمون** : اي خسرو ! عشق بازي ۾ هندو عورت کان پوئتي نه

رهجائين ٿو تہ هو هڪ مثل مردي خاوند لاءِ پاڻ کي جيئرو ساڙي ٿي ۽ تون تہ زنده ۽ حي و قيوم ذات سان عشق جي دعوي ڪرين ٿو (پوءِ جان ڏيڻ کان ڇو ٿو ڪيٻائين).

"جيڪي رن زالون ستي نہ ٿينديون آهن ڪيس ٿلها ڪپڙا ( شايد ٿلهي جوڙي جا يا ڪدر ۽ ٽاٽ جا) اوڍڻا پوندا آهن ۽ قسمين قسم جي ذلت ۽ خواري ۾ زندگي گهارڻي پوندي اٿن . اهڙين رن زالن کي پنهجي مڙسن جو وفادار بہ نہ سمجهيو ويندو آهي پر ڪنهن بہ عورت کي ستي ٿيڻ تي مجبور نہ ڪيو ويندو آهي ".

وري لکي ٿو تہ "جن ٽن رن زالن (ابرهي يا اپڙي ۾) ستي ٿيڻ جو ارادو ڪيو هو تہ اهي ٽي ڏينهن اڳ ڳايڻ وڄايڻ (خوشي ڪرڻ) ۽ کائڻ پيئڻ ۾ مشغول ٿي ويون هيون ڇڻ تہ دنيا مان لاڏاڻو ڪرڻ واريون آهن انهن وٽ هر پاسي کان عورتون اينديون هيون. چوٿين ڏينهن انهن لاءِ هڪ هڪ گهوڙو آندو ويو پوءِ هر هڪ رن زال سنگري پنگري خوشبو لڳائي گهوڙي تي سوار ٿي وئي انهن جي ساڄي هٿ ۾ ناريل هو جنهن کي هٿن ۾ اڇلائينديون ويون ۽ سندن کاٻي هٿ ۾ شيشو (آئينو) هيو جنهن ۾ پنهجو منهن ڏسنديون وينديون هيون . انهن جي چوڌاري برهمن (ٻانڀڻ) جمع ٿيل هئا ۽ انهن جا مائٽ بہ انهن سان گڏ هئا . انهن جي اڳيان نغارا ۽ نوبتون وڄنديون پي ويون ۽ هر هندو کين چوندو پيو هلي تہ منهجا سلام منهجي پي ماءُ يا پاءُ يا دوست کي وڃي چئجو ! جنهن جي جواب ۾ هو چونديون هيون تہ "چڱو هاءُ " ۽ ڪلنديون

ٿي ويون . مان بہ پنهجن دوستن کي وني انهن جي سڙڻ (ستي ٿيڻ) جي ڪيفيت ڏسڻ لاءِ ويس. اسان انهن سان گڏ ٿي ڪوهہ پنڌ ويا سون ۽ هڪ هنڌ پهتا سون جتي تمام جهجهي پاڻي ۽ وڻڪاري جي گهٽائي ڪري رڳو اونداهي ئي اونداهي هئي وچڪار ۾ چار گنبد (قبا) هئا ۽ هر هڪ گنبد ۾ هڪ هڪ بت رکيل هو ۽ گنبد جي وچ ۾ پاڻي جو هڪ حوض (هود) هو جنهن تي وڻڪار جي ڇانو ڪري ڏُپ (اُس) نہ پوندي هئي. اونداهي ڪري هي جاءِ جهنم جو ٽڪرو لڳندي هئي. جڏهن اهي عورتون انهن گنبدن جي ويجهو پهتيون تہ هود (حوض) ۾ لهي ڪري انهن تڙ ڪيو ۽ حوض ۾ غوطا (ٽپيون) ڪاڏاوُن ۽ پنهجا لٽا ۽ زيور (ڳهہ) لاهي ڪري هڪ پاسي رکي ڇڏياوُن ۽ هڪڙي ٿلهي ساڙهي اوڍياوُن . حوض (هود) جي ويجهو هڪ جهڪي (هيٺانهين) جاءِ تي باهہ ٻاري وئي ۽ جڏهن هن باهہ جي مٿان سرنهن جو تيل وڌو ويو تہ هوءَ شعلا (اُلنبا) مارڻ لڳي اٽڪل پندرهن ڪن ماڻهن جي هٿن ۾ ڪانين جون ڳنڍڙيون (ٻريون) هيون ۽ اٽڪل ڏهہ ڪن ماڻهو ڪان جا وڏا وڏا ٽڪر (پچر) هٿن ۾ ڪنيون بيٺا هئا. نغارن ۽ نفيرين وارا بہ بيواهہ عورتن جي انتظار ۾ بيٺا هئا باهہ کي سوڙن (رضائين) جي اوٽ ۾ لڪايو ويو هو . تان جو ڪنهن عورت جي نظر هن تي نہ پئجي سگهي . انهن مان هڪڙي عورت زوري انهن کان سوڙ ڇني (ڪسي) ورتي ۽ چيائين تہ ڇا مونکي خبر ناهي تہ هي باهہ آهي ؟ ڇا اوهان مونکي ڊڄاريو ٿا ؟ پوءِ

انهي عورت نوڙي هٿ ٻڌي ڪري ٻاهه کي سلام ڪيو ۽ پاڻ کي ٻاهه ۾ ڪٽي اڇليائين. انهي مهل نغارا ۽ شرنايون وڄڻ لڳيون ماڻهو سنهيون ڪانيون جيڪي هٿن ۾ جهليون بيٺا هئا ٻاهه ۾ وجهڻ لڳا انهي جي مٿان وري ٿلها ڪاٺ وڌاؤن تان جو عورت چري نه سگهي موجود ماڻهن ڏاڍو لڙهه ڪيو. مان ته اهو منظر ڏسي ڪري بي هوش ٿي ويس ۽ گهوڙي ڪان ڪرڻ تي هيس جو منهجي دوستن مونکي سنڀاري ورتو منهجي منهن تي پاڻي وڌو ۽ منهن ڌوتاؤن مان دوستن سان گڏجي هتان موٽي آيس."

<u>اٻاوڙو ابن بطوطه جي دور ۾</u> : هن سموري بيان مان اسان کي هي معلومات وضاحت سان ملي ٿي ته (1) ابن بطوطه جڏهن 1333ع 734هه ڌاري هند ۽ سنڌ ۾ داخل ٿيو هو ته هن وقت به مالڪان رح جي جنم ڀومي اٻاوڙو هڪ آباد شهر ۽ درياهه سنڌ جو هڪ وڏو پتڻ ۽ لنگهه هيو. هتي سنڌ جي بادشاه طرفان هڪ حاڪم رهندو هو. عرب ۽ عجم جا سياح دانشور جاگرافيدان مؤرخ ۽ طالب علم هن شهر ۾ ڪجهه ڏينهن ضرور ترسندا هئا. هن شهر ۾ سياحن ۽ مسافرن لاءِ سراؤن ۽ آرام ده هوٽل به هيا جتي سياح ۽ مسافر هفتن جا هفتا بلڪ مهينن جا مهينا به ترسي پوندا هئا. اٻاوڙي جي اتر اوڀر پاسي جنهن مرگهٽ يا مسواڻ جو نشان پتو ابنِ بطوطه ٻڌايو آهي اهو اڄ سوڌو انهي طرف ڏانهن موجود آهي پر جيڪو مفاصلو هن ٻڌايو آهي اهو اڄڪلهه ايترو ناهي ممڪن آهي ته ابن بطوطه واري زماني ۾

اہاوڙي جو شهر اجان بہ ڇهہ ست ميل ڪن ڏکڻ اوڀر واري پاسي
هجي جنهن جا نشان ديهہ گٹگ ۽ جهنگل ملڪ ڳوٺ واري پاسي
اڄ بہ موجود آهن . ابن بطوطہ جي چوڻ مطابق ستي ٿيڻ وارين
عورتن کي شهر کان ٽي کوهہ (اٽڪل ڇهہ ميل ڪن) پري نيو ويو.
ٿي سگهي ٿو تہ ان زماني ۾ هندون جو مسواڻ لانگهي کان بہ
اڳيرو ڪڙڪ ہوڙي واري پاسي هجي يا وري اوہاوڙي جي
هاٽوڪي محل وقوع پنج ميل ڪن ڏهرڪي واري پاسي هجي يا
وري ديهہ گٹگ ۽ ديهہ جهنگل ملڪ جي وچڪار ۾ هجي جنهن
جا اهڃاڻ اجان بہ ملن ٿا ڇو تہ درياهہ بادشاه هن شهر کي تاريخ
جي مختلف زمانن ۾ ہوڙيندو , لوڙهيندو ۽ لوڙيندو رهيو آهي .
انهن سڀ ڳالهين کي رد ڪري هي بہ چئي سگهجي ٿو تہ دماغي
ڦيري جي ڪري ابن بطوطہ کان مفاصلي لکڻ ۾ غلطي ٿي وئي
هجي . بهرحال منهجو مطالعو ۽ تاريخي اهڃاڻ ٻڌائن ٿا تہ ابن
بطوطہ سنڌ اندر نہ پنجند کان داخل ٿيو آهي نہ ملتان ۽ اڄ کان
درياهہ اڪريو اٿس بلڪہ هو پونگ روجهاڻ ۽ ڪشمور قادر
پور(گهوٽڪي) جي وچ ذاري ڪنهن پتڻ مان ٽپي سڌو اہاوڙي
پهتو آهي . سنڌ جي تاريخ تي تحقيق ڪندي مشرق ۽ مغرب جي
جديد ۽ قديم مؤرخين موجب ابن بطوطہ اڄ ۽ بکر (موجوده سکر
بکر) جي وچ ذاري ڪنهن پتڻ مان درياهہ اڪري سنڌ ۾ داخل
ٿيو آهي.
هن باري ۾ ايچ ٽي لئمبرڪ لکي ٿو تہ " گهٽ ۾ گهٽ 1333 ع

ذاري جڏهن مشهور سيلاني ابن بطوطہ اتان (بکر مان) لنگهيو هو تڏهن بکر پاڻي سان پوري طرح وڪوڙجي چڪو هو" . هو (ابن بطوطہ) بکر بابت لکي ٿو تہ "اهو هڪ سهڻو شهر آهي منجهانس سنڌ درياهہ جي هڪ ڇاڙ لنگهي ٿي ان ڇاڙجي وچ ۾ هڪڙو عاليشان مهمان خانو اڳئين والي جو جوڙيل آهي جتي مسافرن جي خدمت ڪئي ويحي ٿي" . خاڪسار جي تحقيق موجب اهو مهمان خانو يا سرائي اُها آهي جنهن کي بعد جي ليکڪن ۽ سنڌ جي گهڻن مؤرخين "منزلگاه" جي نالي سان لکيو آهي ڇو تہ عرب ۽ عجم کان ايندڙ مسافرن جا قافلا هتي اچي منزل انداز ٿيندا هئا . هن مهمان خاني سرائي يا منزلگاهہ لڳ مسافرن لاءِ هڪ مسجد بہ تعمير ٿيل هئي جنهن ۾ مسافر ۽ مقامي نماز ادا ڪندا هئا .

## هاڪڙو ۽ سنڌي تمدن:

درياهہ جي دڳ مٽ جي تاريخ ٻڌائي ٿي تہ تيرهين صدي عيسوي تائين نارو يا هاڪڙو دائمي درياهہ هو ۽ سمنڊ ۾ وڃي پوندو هو. اهو ان ڪري هو جو اهو ستلج جو پڇاڙي وارو وهڪرو هو" .

(ايچ . ٽي . لئمبرڪ _ سنڌ هڪ عام جائزو ص 315)

لئمبرڪ اڳتي هلي لکي ٿو تہ " سورهين صدي عيسوي جي ذاري (ستلج ۽ بياس جو) گڏيل وهڪرو " گهارا" سڏجڻ لڳو هو ان تي ستلج نالو وري تڏهن پيو جڏهن انگريز عملدار ارڙهين صدي عيسوي جي پڇاڙي ذاري ان جي وڌيڪ اهميت کان متاثر ٿي ان

جو اهو نالو ونڻ لڳا".

وري لکي ٿو ته " هتي آءُ پنهجو هي مفروضو ورجائيندس ته اڳي هاڪڙي ستلج گهارا مان جيڪو اُتل پاڻي نيم سان ملندو هو ۽ سو شايد ڳڏيل وهڪري جي ڪجهه "نندي دڳ مٽ" جي ڪري بند ٿيو هو ۽ ان دڳ مٽ سنڌوءَ جي رخ ۾ سکر کان مٿيرو (غالبا بلڪه يقينا اپاوڙي ۽ ڪينجو واري تر ۾) آيل رواجي پر اهم ڦيري سان گڏجي سنڌ (درياهه) ۾ اهي تبديليون آنديون" (ص 316 )

لئمبرڪ سنڌ درياهه جي وڏي دڳ مٽ جي باري ۾ اڳتي هلي لکي ٿو ته "سو منهجي خيال ۾ تيرهين صدي جي وچ ڌاري (مطلب ته 1250 کان 1260 تائين جي دوران) درياهه جي رخ ۾ مٿي (اروڙ ۽ سکر کان مٿي اُپارئين پاسي جيڪو ڪينجهو ۽ اپاوڙي تي مشتمل ڀاڱو آهي) وڏو ڦيرو اچي ويو هو" (ص 331)

هاڪڙي جي باري ۾ وري لکي ٿو ته "ظاهر آهي ته ستلج سورهين صدي جي اوائل ۾ هاڪڙي کي پاڻي ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو هو البت ڪڏهن ڪڏهن اُتل جو پاڻي ڏيندي هجيس ته ڏيندي هجيس ستلج ۽ بياس جو ڳڏيل وهڪرو جو اڳيئي "گهارا" سڏجڻ لڳو هو . 1524 ع ۾ سنڌ جي حاڪم مرزا شاه حسين ارغون ۽ ملتان جي سلطان حسين لنگاهه جي وچ ۾ سرحد مقرر ٿي ." (سنڌ هڪ عام جائزو ايچ ٽي لئمبرڪ ص 335)

1621 ع ڌاري لکيل تاريخ طاهري ۾ هي ڏيان جوڳي ڳالهه ڪيل آهي ته "سنڌ جو جيڪو ڀاڱو هينئر پريو ڀاڱو آهي سومرن جي

صاحبي وقت آب سنڌ جي گهڻتائي ڪري "نسوري سيج" هو تڏهن
انهي سڄي تر ڏي ڪو پاڻي ڪونہ وهندو هو . هت سنڌ جي
ڪهڙي پاڳي ڏانهن اشارو آهي سو چاٽايل نہ آهي پر ممڪن آهي
تہ اهو اُتر اولهہ سکر جي سرڪار هجي . ان جي اُبتڙ ڳالهہ بہ
اوتري ئي درست ٿي سگهي ٿي يعني سنڌ جو جيڪو ڏکڻ اوڀر
وارو پاڳو سومرن جي ڏينهن ۾ سنڌو جي تڏهوڪي اُپرندي شاخ
"پراڻ" ۽ "هاڪڙي" منجهہ پاڻي جام هجڻ ڪري ايترو سرچو ۽
وسيل هو سو 1621ع ۾ "نسوري" سيج بڻجي ويو هجي ڇو تہ
اهي واهڙ گهڻو وقت اڳي وهڻ بند ٿي ويا هوندا" .

( ايچ ٽي لئمبرڪ ص 335 ، 336)

اڳ ۾ اسين تاريخي حوالن سان سنڌ ۽ ملتان سرڪارن جي وچ
۾ اپاوڙي کي سرحد طور مقرر ڪرڻ لکي آيا آهيون هاڻ هڪ بيو
حوالو ان سلسلي ۾ ڏجي ٿو.

ايچ ٽي لئمبرڪ لکي ٿو تہ "مغل شهنشاه محمد شاه
1739ع ۾ جيڪو علائقو نادر شاه دراني جي حوالي ڪيو تنهن
جي ڏاکڻي پاڳي جي حد نادر شاه هيٺيون هاڪڙو (زيرين هاڪڙه)
مقرر ڪئي هئي يعني ونجهروٽ (وڃٽوٽ تعلقو اپاوڙو ڏهرڪي)
کان وني ڪڇ جي رڻ تائين عهد نامي ۾ هن کي نالہ شنکر
ڪونيو ويو آهي ۽ ظاهر آهي تہ اهو ان ڪري چاٽايو ويو هو تہ
جئين تڏهوڪي سنڌ سڄي ايران سان ڳنڍجي وڃي. جيڪڏهن
سنڌو جي سموري وهڪري کي حد مقرر ڪيو وڃي ها تہ سنڌ بہ

پاڳن ۾ ورهائجي وڃي ها ۽ ان جو حاڪم يا والي ميان نور محمد ڪلهوڙو ٻن بادشاهن جي ماتحت ٿي وڃي ها . ائين نٿي ٿي سگهيو تہ نادر شاه ڪنهن اهڙي سٽاءَ سان اتفاق ڪري ها جنهن سان سنڌ جي وفاداري ٻن حصن ۾ ورهائجي وڃي ها شايد نادر شاه جي نيت هئي تہ جيڪو علائقو آڳاٽن ڏينهن ۾ ايراني سلطنت جو ويهون پرڳڻو هوندو هو سو وري هٿ ڪريان .

(ايچ . ٽي. لئمبرڪ _ سنڌ هڪ عام جائزو ص 336)

"هاڪڙي" اڳوڻي رياست بهاولپور کان وني بکر سکر تائين جي سرزمين کي ڪيتري عرصي تائين سرسبز ۽ آباد رکيو هن باري ۾ ريورٽي لکي ٿو تہ "ائين وسهڻ لاءِ سبب آهي تہ ارڙهين صدي عيسوي ۾ هاڪڙو سنڌ منجهان پيو نہ تہ ڪڏهن ڪڏهن ضرور وهندو هو. ان ڳالهہ جي چٽي ثابتي آهي تہ 1742 ع تائين ان منجهان شايد سٽائي مند ۾ روهڙي تڪرين جو پهڻ عمر ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ هڪڙي هنڌ تائين نيو ويندو هو (لئمبرڪ ص 336)

بهرحال الله تعاليٰ جي فرمان مطابق "تلڪ الايام نداولها بين الناس" ( اسين ماڻهن (قومن) جي وچ ۾ ڏينهن (زمانن) جي ڦير ڦار ڪندا رهون ٿا) سنڌ جي ڌرتي بہ درياه بادشاه جي ڪنهن وڏي دڳ مٽ جي ڪري ڪڏهن آباد ۽ شاداب تہ ڪڏهن وري نسوري سڃ ، رڻ پٽ ۽ بي آب ٿيندي رهي آهي . لئمبرڪ جي لکڻ موجب "عيسوي سن 1819 کان سنڌو جي رخ ۾ ڪي بہ انقلابي ڦيرا نہ آيا آهن. البت هو پاڻي جي منداڻي گهٽ واڌ سار

مڪاني طرح ڦير ڦار (ايڊجسٽمنٽ) سدائين ڪندي رهي ٿي ۽ ان واسطي ان کي وقت به وقت ننڍين ننڍين مفاصلن لاءِ چئن پنجن ميلن جو لوڏو کائڻو پوي ٿو. ان مدي اندر (1819 ع ۽ هن جي لڳ ڀڳ) ۽ خاص ڪري هن جي پوئين اڌ (1850 ع کان پوءِ واري دور) ۾ سنڌ جي سيني تي سڀ وڏيون تبديليون انسان (آدم) جي ڪري آيون آهن . ٽالپر حاڪمن ڪلهوڙن جي ڪم کي جاري رکيو ۽ هو انگريزن کي واهن جو هڪ ڪارائتو سرشتو (نظام) ورثي ۾ ڏيئي ويا .مياڻي جي جنگ کانپوءِ گهٽ وڌ نوي (90) ورهن تائين سنڌ جو وڏو حصو انهن واهن تي آباد ٿيندو رهيو جي انهن ٻن گهراڻن (ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن) جي راڄ ۾ نهيا هئا ۽ جن ۾ سندن جانشين (انگريزن) رڳو سڌارو يا واڌارو آندو پر غير آباد زمينن جي جن وڏن وڏن ٽڪرن کي خاص ڪري ايرندي سنڌ ۾ (سانگهڙ کان اباوڙي ميرپور ماٿيلي جي رڻ پٽ تائين "م _ ح" ) انهن واهن جو پاڻي نه ٿي پهتو تن کي انهي وچ ۾ نوان ۽ وڏا ويڪرا واه سائنسي طريقي سان کوٽي آباد ڪيو ويو" (لئمبرڪ ص 341)

حضرت مالڪان رح جي جنم ڌرتي اباوڙي ۽ سنڌ بابت اوهين ڏٺو ته ڪيترن ڏکن ڏولاون ۽ ڏوجهرن مان گذرندي رهي آهي پر سنڌ ۽ سنڌو ازل کان انسان ذات جي وسندين واهڻن ۽ وستين کي سدائين آباد ، سرسبز ۽ شاد رکڻ ۾ مصروف رهيا آهن سوين انقلاب آيا ڪيترين قومون ۽ تهذيبون سنڌ جي سيني تي چڙهي منگ ڏاريندڙ ديون ۽ کيس ڦتوڙي ڪنديون رهيون پر سنڌ

۽ سنڌي تهذيب اڄ ٻہ جئين جي تئين زنده ، آباد ۽ شاداب آهي ۽ قيامت تائين زنده ۽ شاد و آباد رهندي ڀلا جنهن ڌرتي کي مشرق و مغرب جي لازوال روحاني شاعر ۽ ولي جي هي دعا هجي اها ڌرتي سڃي ۽ رڃ پٽ ڪئين ٿي سگهي ٿي .

سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست تون دلدار عالم سڀ آباد ڪرين

انهي حقيقت کي ايچ ٽي لئمبرڪ پنهجي انداز ۾ بيان ڪندي لکيو آهي تہ " گذريل زمانن تي نظر وجهڻ سان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ سنڌ جي تاريخ ڪئين نہ هر دور ۾ سندس جاگرافي جي هٿ وس رهي آهي اُپرندي واريا سي جو وڏو رڃ پٽ سندس تقدير کي سدا هندوستان کان سڃي ليکي ڌار رکندو آيو آهي ڪجهہ سان البت سنڌ جا ناتا وقت بہ وقت ويجها رهيا آهن پر ڪجهہ پاڻ بہ اوڀر وارن ڏيهن کان گهڻو الڳ ٿلڳ رهيو آهي ان ڪري سنڌ جا سياسي لاڳاپا گهڻو تڻو اولهہ ۽ اتر سان رهيا آهن پر جئين تہ انهن ملڪن سان لهہ وچڙ بہ دراصل هاٺوڪي وقت ۾ اچي سٽائي ٿي آهي سو سنڌ زمانن جا زمانا مڪمل سياسي نويڪلائي ۾ گهاريندي پنهجن ڏيهي گهراڻن جي ئي حڪمراني هيٺ رهي آهي. اهڙا وقت بہ گذريا آهن جڏهن ملڪ جي بنيادي هم آهنگي جي باوجود مٿين ۽ هيٺين سنڌ الڳ الڳ ۽ هڪ ٻي جي حريف حاڪمن جي ماتحت رهي آهي . ٻيلنا واري ڏيهہ ۾ سومرن جي ڌري گهٽ لاڳيتي خود مختاري جو مدو ٽن صدين کان ڪو گهڻو

گھٽ نہ ھو ان ساڳي مدي اندر مٿين سنڌ تي هڪ ٻي پٺيان
طاقتور غزنوي ۽ غوري سلطان دهلي جا غلام بادشاه ۽ خلجي
گهراڻي جا عيوضي قابض رهيا سومرن جي راڄ تي وقت بوقت
جلهون ٿيون پر مات نٿي سگهيا (لئمبرڪ ص ص 342 ، 343 )

**اباوڙو ۽ مالڪان رح جو مولد** : سنڌ جي تهذيبي
سماجي روايت ۽ تمدني قدرن بابت تہ ڪيئي ڪتاب لکي
سگهجن ٿا پر هن مختصر مقدمي ۾ رڳو ڪي ضروري اشارا ئي
ڪري سگهجن ٿا. جئين اوهان اڳ ۾ پڙهي چڪا آهيو تہ
**اوباوڙو** اتر سنڌ جو هميشہ دنگائي علائقو رهيو آهي .
**اباوڙي** پرڳڻي جون حدون ڪٿان ڪان ڪيس تائين هيون تفصيلي
تاريخي حوالا ۽ آثار نہ هجڻ جي ڪري ان ڳالهہ کي حتمي ۽
فيصلائتي انداز ۾ بيان ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي پر "حال پريان نال"
موجب پنهجي جاڻ . مطالعي ۽ ڪن ڏند ڪٿائن جي سوجهري ۾
جيڪي ڪجھ معلوم ٿي سگهيو آهي سو پڙهن جي خدمت ۾
پيش ڪجي ٿو.

**اباوڙو** جئين تہ ابن بطوطہ جي سفر نامي ۾ ٻڌايو ويو آهي
اٺين صدي هجري (چوڏهين صدي عيسوي) جي اوائلي ڏهاڪي ۾
مشرق ۽ مغرب جي سياحن جو مرڪز ۽ سنڌو کي ڪشمور يا
پونگ واري پتڻ کان ٽپڻ بعد سنڌ جو پهريون مرڪزي شهر هو
جنهن ۾ بقول ابن بطوطہ حاڪم (گورنر) رهندو هو جتي ابن
بطوطہ جهڙي عالم کي مقامي اهل علم جي صحبتن . علمي

ادبي ۽ روحاني ڪچهرين ۽ روح رهاڻين ايڏو تہ متاثر ڪيو جو هو هن شهر ۾ اڌ مهينو ڪن رهيو پيو هو . وري هتان جي اهل علم دوستن جي مشوري سان ئي هو درياه ٽپي پارين ڪنڌي ونـي هند ۽ سنڌ جي نالي واري سهروردي بزرگ ۽ ان وقت جي عالمِ اسلام جي وڏي ماهر تعليم روحاني پيشوا ۽ فارسي زبان جي صاحبِ طرز شاعر حضرت عثمان المروندي مشهور بہ لعل شهباز قلندر سهروردي جي ملاقات لاءِ سهوڻ شريف وجي پهتو . غرض اباوڙي پرڳڻي جي تهذيبي تمدني ۽ لساني آثار جي پکيڙ اڄ سوڌو مشرق ڏانهن هاڙوڪي ضلع رحيميار خان جي تعلقي ليـاقتپور (اڳوڻي الله آباد) تائين اولهہ ۾ قديم زماني ۾ اروڙ تائين ۽ مغليہ دور کان ونـي ڪيترين صديون هاڙوڪي ضلع گهوٽڪي جي تاريخي ڳوٺ سرحد تائين (سرحد جو نالو سرحد انهي ڪري ئي پيو جو اباوڙي جي ڏهر سردارن جي جاگير کي هاڙوڪي ڳوٺ سرحد جي ذريعي دنگ ڏيئي ڪري محدود ڪيو ويو هو) ڏکڻ ۾ ضلع جيسلمير جي دنگائي علائقن تائين، اتر اوڀر ۾ پونگ پارا ۽ سونمياڻي (لڳ اڳوڻو چانڊڪو هاڙوڪو روجهاڻ مزاري) تائين ۽ اتر اولهہ ۾ ڪشمور ۽ غوثپور تائين هئي . اباوڙو ڪنهن هڪ ڳوٺ شهر يا واهڻ جو نالو نہ هو پر هڪ تهذيبي سماجي ۽ تاريخي خطي جو نالو هو جنهن جي جاگرافيائي پکيڙ مٿي بيان ڪئي وئي .

اباوڙو جيئن تہ سنڌ ۽ ملتان جو گهڻو عرصو دنگائي شهر رهيو آهي انهي ڪري سنڌ تي اتر يا اولهہ کان بلڪ خود

اوڀر واري دنگائي صوبي (ملتان) ڪان جيترين بہ جلهون ۽ حملا
ٿيندا رهيا سمورن حملن جو "ميدان جنگ" سدائي اڀاوڙو رهيو
آهي ۽ اڀاوڙي جي پر پاسي ۾ رهندڙ قومون ذاتيون ۽ قبيلا
هميشہ انهن جنگن جو ڪاڄ بڻندا رهيا آهن پر تاريخ ٻڌائي ٿي تہ
اوٻاوڙي جي رهواسين حملہ آورن جي هر دور ۾ مزاحمت ڪئي
آهي شايد اهو سبب آهي جو اُٻاوڙي جا ماڻهواڄ سوڌو مزاحمتي
مزاج ۽ ذهن رکن ٿا . ڏهر سردار ۽ هتان جي غريب عوام حملہ
آورن خلاف مدد لاء هميشہ داؤوالہ (لڳ مريد شاخ) جي پر سان
پراڻي ناري جي ڪنڌي تي صدين ڪان آباد چاندين ڪي واهر ۽ مدد
لاءِ هر دور ۾ سڏ ڪندا هئا ۽ هر دور ۾ ڪنڌي ۽ پونگ پاري جي
علائقي ۾ ڦهليل چاندين پونگ پارا ۽ اُٻاوڙو تي حملا ڪندڙ
دشمن ڪي ڏڪاري پي ڪڍيو آهي . بهرحال حضرت حافظ
الملت رح جي جنم ڀومي اڀاوڙو هر دور ۾ مظلوم ۽ پسمانده هجڻ
جي باوجود هڪ پر امن صلح پسند محبت ۽ ميٺ واري ڌرتي
رهي آهي هن ڌرتي هر اچڻ واري مسافر کي پنهجي مادرانہ شفقت
واري جهولي (هنج) ۾ جاءِ ڏني آهي . اهو ئي ڪارڻ آهي جو
حضرت مالڪان رح جو خاندان جتان جو بہ هيو پر اڀاوڙي جي
سرزمين سندن وڏن کي پنهجا ٻئي ٻازو کولي ڀاڪر ۾ وجهي
استقبال ڪيو ۽ ماءُ جي جهولي (هنج) ڪان بہ وڌيڪ پيار ۽ قرب
بخشيو شايد اهو ئي سبب آهي جو سندن وڏن پنهجو اصلوڪو
وطن ۽ خاندان ئي وساري ڇڏيو . حضرت حافظ الملت عربي هئا

يا عجمي مشرق جا هئا يا مغرب جا پر هاڻ هو اڀاوڙي جا ئي آهن ۽ اڀاوڙي جي ذرتي هن نسبت ۽ شرف تي جيترو بہ فخر وٺان ڳاٽ اُوچو ڪري ڪيس سونهي ٿو .

## خانقاه جو قيام، ظاهر و باطن جون تعليمات :

خوشا مسجد و خانقاهي ڪہ باشد
هميشہ در و قيل و قال محمد

جئين مٿي لکي آيا آهيون تہ حضرت مالڪان رح مختلف مدارس ۽ مڪاتب مان ظاهري تعليم پرائي والده ماجده جي رهبري ۾ اٽڪل يارنهن ورهين جي ڄمار ۾ وري پيهر وڃي سوئي شريف پنهتا ۽ مرشد جيلاني رح جي خدمتِ اقدس ۾ سندن وصال گهڙي تائين حاضر رهي ڪري ظاهري ۽ باطني علوم جي تڪميل ڪندا رهيا .

"عبادالرحمن" جي صفحي 9 جي حاشئي ۾ لکيو ويو آهي تہ "مطابق 1254 هہ 26 ذيعقد ۾ حضرت سيد صاحب (جيلاني بادشاه) جو انتقال ٿيو . هن وقت حضرت حافظ صاحب جي عمر ويهہ ورهيہ هئي" . هن لحاظ سان حضرت مالڪان رح اٽڪل نو (9) سال حضرت جيلاني رح جي مُدرسي ۽ خانقاه ۾ قيام پذير رهيا . انهن نون ورهين ۾ جيڪر پنج ڇهہ سال ڪن ظاهري علوم جي تڪميل ۾ ببيا گذاريا هوندائين تہ اٽڪل ٽي چار سال ڪن وري باطني تعليمات تزڪيۂ نفس، تصفيۂ قلب ۽ تجليۂ روح ۾

۽ ضرور گھاريا ھوندائين . ھن ڳالھ جا ثبوت موجود آھن تہ حضرت جيلاني بادشاه رح علوم تصوف ۽ علوم قرآن وحديث جا وڏا ماهر ۽ عارف هئا . هڪ طويل عرصو حرمين شرفين ۽ بغداد ۾ رهي ڪري وڏن وڏن عالمن ، عارفن ۽ ڪاملن کان قرآن حديث ۽ سلوڪ و معرفت جا علوم پرايا هيائين .

حضرت مالڪان رح بہ نو سال (سوئي) جي قيام ۾ حضرت جيلاني بادشاه کان ايترو ڪجھ تہ پرايو جو سندن علمي استدلال روحاني رمزون ۽ نڪتا ، قوت گويائي ۽ روحاني تصرفات ڏسي ڪري وڏا وڏا عالم ، صوفي ، پير ، صاحب ذوق شاعر ۽ اديب دنگ رهجي ويندا هئا.

حضرت جيلاني بادشاه جي وصال کان پوءِ حضرت مالڪان رح ڪجھ ٿورڙو عرصو سوئي شريف ۾ ترسيا پر پوءِ جلد اچي پرچوندي شريف ۾ قيام پذير ٿيا سڀ کان پهريان هڪ جامع مسجد جي تعمير جو آغاز فرمايائون جيڪي اڄ سوڌو پوري علائقي جي مسجدن مان تمام وڏي ، وسيع ، خوبصورت مسجد ۽ سندن هڪ عظيم يادگار آهي .

پرچوندي شريف جي اها جامع مسجد " لمسجد اُسس علي التقوي" جو عظيم الشان مظهر آهي ڇو تہ سندس تعمير وقت هر سر تي فقير وضو سان ڪلمي پاڪ جو ورد ڪندا هئا ۽ مالڪان رح پاڻ بہ سرون ڪڻڻ ، گارو بنائڻ ، ڏيڻ ۽ ٻين تعميراتي ڪمن ۾ فقيرن سان گڏ شامل رهندا هئا . انهن سيني فقيرن ۽ خود

حضرت مالڪان رح تي حضور صلي الله عليه وسلم جو هي فرمان مبارڪ صادق اچي ٿو ته " من بني لله مسجد ابني الله له بيتا في الجنت"

(جنهن ماڻهو محض الله جي رضا لاءِ مسجد تعمير ڪئي الله تعالي ان جي لاءِ بهشت ۾ هڪ گهر بنائي ڇڏيو آهي)

## خدا رحمت کند این عاشقان پاک طینت را

مسجد جي تعمير ڪانپوءِ ٻه گهر يا اوطاق بناين جي فڪر ڪونه هين ڇو ته قرونِ اولٰي وانگر مسجد شريف ئي سندن عبادت گاهه درسگاهه ذڪر و فڪر جو حجرو مهمان خانو ۽ اسمبلي هال هئي. رسالهءِ سلوڪ جا پڙهندڙ پيارا دوستو ! عالم تصور ۾ ٿورو خيال ته ڪيو جو هن مسجد شريف جي هڪڙي ڪنڊ ۾ خانقاه پرچونڊي جو صاحبِ سجاده (هادي سائين رح) ذڪر و فڪر ۾ محو آهي ته ٻي پاسي خليفو دلمراد ڪوسو مراقبي ۾ مشغول آهي ته ڪنهن پاسي وري خليفو عبدالغفار خانگڙهي ڇهن لطيفن جي مشق ۾ لڳو پيو آهي. هڪڙي گوشي ۾ سيدالمجاهدين مولانا تاج محمود امروٽي مجاهدات روحاني ۽ جهادبالنفس جي مشقن ۾ رڌل آهي ته سندس پرپاسي ۾ وري عبدالقادر رائيپوري رح ۽ شيخ الحديث مولانا حسين احمد مدني رح جو پيرومرشد دينپور جو تاجدار خليفو غلام محمد علمي ۽ روحاني نڪتا حل ڪرڻ جي خيالات ۾ مگن، خاموش، مراقبي ۾ ويٺو آهي . جيڪر مسجد جي محراب جي ڪنڊ ۾ خليفو ابوالخير (ڪوئٽه

وارو) خليفو محمد عمر شاهہ عراقي رح ۽ ڪابل مان آيل خليفو
عبدالرحمٰن ڪابلي ذڪر و فڪر جي مراقبن ۾ مشغول آهن تہ
وري مسجد جي ٻاهرين دروازي واري حجرن مان ڪنهن حجري ۾
امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي ڪائنات جي فلسفي،
انگريزي استعمار جي خاتمي ۽ جاگيردار ساهوڪار، ڪامورا
شاهي معاشري جي پيچ ڊاهہ جي فڪر ۾ ۽ ديني، روحاني
خانقاهي ۽ معاشي و اقتصادي نظام لاءِ انقلابي پروگرام تي
ويچار ڪرڻ ۾ مست ۽ محو نظر اچي ٿو. هن جي پر واري حجرن
۾ وري خليفو شمس الدين احمد پور لموي، خليفو رب ڏنو
هڪڙو، خليفو پير عمر جان نقشبندي (چشمہ ڪوئٽہ وارو) خليفو
عبدالعزيز (ڪالا باغ وارو) فقير غلام محمد سميجو (رهڙڪي
وارو) ۽ خليفو غلام علي فقير خشڪ مولودن، نعتن ۽ سماع جي
تند تنوار ۾ عارفانہ ڪلام جي زور تي پنهجون محفلون گرم
ڪيون ايستائين وينا هوندا هيا جو تهجد جي اعلان جو وقت ٿي
ويندو هو ۽ پوءِ اهي سڀ جا سڀ پنهجي پيرومرشد مالڪان رح
جي پيروي ڪندي نماز تهجد ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. حضرت
مالڪان رح جڏهن پرچونديءَ شريف کي پنهجو مسڪن ۽ ديرو بنايو
۽ مسجد تعمير ڪري ان منجهہ ئي مدرسي جي بنياد وڌي ۽
باقاعدي خانقاه قائم ڪئي تہ هن وستي جي تقدير ئي بدلجي وئي
هن ڳوٺ ۾ رهندڙ هندو (واڻيا) ۽ مينگهواڙ ماڙيچا بہ لا الہ الا
الله جي ذڪر جي ضربن جي تنوار ٻڌي ڪري پنهجي پاڻ ذوق ۾

اچي ويندا هئا ۽ پنهجن گهرن ۾ انهي ذڪر جي لذت ۽ ڪيف و
سرور مان لطف اندوز ٿي ڪري اهي ڪلما جهونگاريندا رهندا
هئا هي ڳالهه شايد اڄ جي پڙهندڙ ڪي سمجهه ۽ دماغ ۾ نه اچي
تنهڪري مان هن رمز ۽ نڪتي ڪي هڪ روايت ذريعي واضح
ڪيان ٿو . سنڌ جي سعدي فخرالشعرا حضرت علامه بهاءالدين
بهائي مرحوم جي خاندان جو هڪ معتبر فرد فقير مولوي
بدرالدين پتافي روايت ٿو ڪري ته "اسانجو ڏاڏو مولانا بهاءُالدين
بهائي صاحب (جنهن کي نه رڳو هند سنڌ بلڪه ايران وارن به
سعديءِ سنڌ جو لقب ڏنو آهي) جيڪو حضرت مالڪن رح جي
مجلسن ۾ گهڻو رهندو هيو . انهيءَ هڪڙي ڏينهن فرمايو ته مان
گهڻن بزرگن جون ڪرامتون ڏنيون مگر حضرت مالڪان رح جي
منزل ۽ ڪرامتن سان ڪنهن جي به مثال نه ڏئي سگهجي ٿي
مولوي صاحب (بهائي صاحب) فرمايو ته هڪ ڏينهن مان حضرت
حافظ صاحب جي مجلس ۾ موجود هيم هڪڙو هندو پنهجي اهل
عيال سان مالڪن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو عرض ڪيائين ته
سائين منهجا! مان پنهجي نياڻي جي شادي ڪئي آهي مگر گهوٽ
جي محبت گهر واري سان نٿي لڳي مهرباني ڪري ڪو تعويذ ڏيو
ته جئين هن جي محبت پنهجي گهر واري سان لڳي وڃي، مالڪن
ڪريمن انهي ڇوڪري ڏانهن نهاري چيو ته هاءُ ادي ! تون گهوٽ
ڪيو آهي ! مائي عرض ڪيو ته "هاءُ سائين مان گهوٽ ڪيو
آهي" مائي جي زبان کان ازخود نڪري ويو ته "سائين توهان به

شادي ڪئي آهي؟" مالڪن ڪريمن جواب ۾ فرمايو تہ "هائُ ادي!
اسان بہ شادي ڪئي آهي اسانجي گھوٽ جهڙو ڪنهن کي بہ
گھوٽ نہ مليو آهي. اسانجي گھوٽ جهڙو حسين سهڻو ۽ وفادار
ڪنهن جو گھوٽ نہ آهي ۽ هر وقت اسان سان موجود آهي. ادي
جيڪڏهن چوين تہ توکي مان پنهجي گھوٽ جو ديدار ڪرايان؟"
ڇوڪري چيو تہ سائين اهڙي گھوٽ جو ديدار تہ ڪرايو! مالڪن
ڪريمن پنهجي چادر سان گھنڊ ڪري فرمايو تہ ادي اچ منهجو
گھوٽ ڏس جئين جو مائي چادر جو پلاند مٿي ڪري جهاتي پاتي
ڏنائين تہ محبوب خدا محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم پاڻ
موجود وينا آهن مائي جي زبان تان ازخود ڪلمي شريف جو ورد
جاري ٿي ويو ۽ "لا الہٰ الا الله محمد رسول الله" چوندي رهي
ڇوڪري جي ماءُ ذي جي اها حالت ڏسي سوچيو تہ ڪهڙو راز
آهي انهي پلاند ڪٿي ڏنو تہ هن جي زبان کان بہ ازخود ڪلمي
شريف جو ورد جاري ٿي ويو. ايها حالت ڏسي ڪري ڇوڪري
جي پيءُ بہ سوچيو تہ انهن کي ڇا ٿي ويو آهي انهيءَ بہ چادر جو
پلاند مٿي ڪري ڏنو تہ انهي سان بہ ساڳي حالت ٿي وئي ۽
سندس زبان تي بہ ڪلمي شريف جو ورد جاري ٿي ويو آخرڪار
انهي وقت ئي ٽيئي مسلمان ٿي وياءِ پنهجي باقي زندگي مالڪن
جي خدمت ۾ درويش ٿي گذارياؤن". جيڪر بصيرت واري اک
هجي تہ هن هڪڙي واقعي ۾ حضرت مالڪانرح جي پوري زندگي
جو عڪس نظر اچي سگھي ٿو سندن ڪردار ڪيڏو نہ اوچو

پاڪيزه ۽ صاف سٿرو هيو ۽ سندن گفتار ۾ ڪيتري نہ شيريني

اثر ۽ ڪشش هئي ، عشق رسول صلي الله عليہ وسلم ۾ سندن

مقام ۽ مرتبو ڪيڏو نہ بلند و بالا هيو ۽ سندن تبليغ جو انداز

اسلوب ۽ طرز ڪيڏي نہ وڻندڙ ۽ دل جي گهراين ۾ جاء وٺندڙ هئي

جو رڳو سندن چهرو پاڪ ڏسي ڪري ڪافر ڪلمو پڙهندا هئا

الغرض بقول شاعر ع.

## ايڪ مجموعہء خوبي بہ چہ نامت خوانم

(اي تمام خوبين جا مجموعا! مان تو کي ڪهڙي نالي سان سڏيان )

الغرض ڏسندي ئي ڏسندي خانقاه عاليہ پرچونڊي شريف قرآن و

حديث جي تعليمات ۽ روحانيت جو هڪ وڏو مرڪز بڻجي وئي

سندس در و ديوار مان قال الله جل جلالہ ۽ قال الرسول صلي الله

عليہ وسلم جون صدائون بلند ٿيڻ لڳيون ، پرچونڊي شريف رڳو

هڪ روحاني خانقاه نہ هئي بلڪ هڪ عظيم الشان ديني ،

علمي ، ادبي ۽ تحقيقي ادارو بہ هئي جتان قرآن مجيد جي پهرئين

سنڌي مترجم مولانا امروٽي رح ۽ مشڪوات شريف جي پهرئين

سنڌي مترجم سنڌي سرائڪي ۽ عربي فارسي جي وڏي ناليواري

شاعر اديب ۽ مصنف ، حضرت مالڪان جي خليفي مولانا

عبدالغفار خانگڙهي جي صاحبزادي حضرت احمد سائين جهڙا

قلندر ، مجاهد ۽ولي ڪامل پيدا ٿيا . خليفي دلمراد ڪوسي جهڙا

مستجاب الدعوات ولي الله ۽ آزادي جي علمبردار ، امام انقلاب

مولانا عبيدالله سنڌي جهڙا انقلابي اڳواڻ ۽ فلسفہ ولي اللهي

جا شارح مفسر ۽ استاد هتان پڙهي ۽ ڪامل ٿي نڪتا .
پرچوندي شريف جي دبستان علم و حڪمت ۽ مڪتب فڪر ونظر
جي روشني جا ڪرنا سرزمين حجاز ، افغانستان ، ايران ، ترڪي
۽ مصر کان ٿيندي وڃي ماسڪو جاپان ۽ يورپ تائين پهتا عام
ماڻهن جو خيال آهي ته حضرت مالڪان رڳو قرآن مجيد جا حافظ
هئا يا پين لفظن ۾ سندن مراد هي آهي ته حضرت مالڪان رح
هڪ حافظ . مياڻجي ۽ الله الله ڪندڙ درويش ۽ فقير هئا ، باقي
علوم قرآن و حديث ۽ فقه و تصوف جا ماهر يا مجاهد ، مجتهد ۽
روحاني انقلاب جا امام نه هيا پر ائين ناهي سندن ڪتبخاني
جي وسعت ۽ قلمي ڪتابن جو تنوع ٻڌائي ٿو ته حضرت مالڪان رح
صرف جيد عالم مفسر محدث فقيه ئي نه هئا بلڪه فقه ۽
روحانيت جي اعمال و اشغال ذڪر و فڪر ۽ لطائف و مراقبات
جي مسائل ۾ مجتهدانه نظر رکندا هئا . هن باري ۾ سعديءَ سنڌ
حضرت مولانا بهاءُالدين بهائي مرحوم جي هڪ روايت پيش
خدمت آهي ، مولوي فقير بدرالدين پتافي لکي ٿو ته " منهجو
ڏاڏو حضرت مولانا بهائي ٻڌائيندو هيو ته هڪ پيري مان خواجهء
خواجگان حضرت خواجه غلام فريد رح جي محفل ۾ وينو هيس ته
حضرت خواجه عليه الرحمت جن مون کان پڇيو ته "حضرت حافظ
محمد صديق جن خوش هئا" مان عرض ڪيو ته "هاءُ سائين!
حضرت حافظ صاحب خوش هئا". تنهن کانپوءِ حضرت خواجه
عليه الرحمت جن فرمايو ته "مان هڪ دفعا حضرت حافظ صاحب

جن جي خدمت ۾ پرچوندي شريف وبو هوس سندن مجلس ۾ ويٺا
هيا سين تہ ڪجهہ ماڻهو ڪو شرعي فتويٰ پڇڻ لاءِ حاضر ٿيا
حضرت حافظ صاحب سائلن کان مسئلي جي صورتحال معلوم
ڪري جواب ۾ فتويٰ ڏيندي پهريان قرآن مجيد مان استدلال
فرمايو وري حديث شريف جي حوالي سان مسئلي جي تائيد پيش
ڪئي ۽ پوءِ وري فقہ جي ڪتابن جي حوالن سان مسئلي کي
واضح ڪرڻ فرمايو حالانڪہ هن مهل انهن وٽ ڪو بہ ڪتاب
موجود نہ هيو ." مولانا بهائي جي روايت مطابق پوءِ حضرت
خواجہ رح جن فرمايو تہ " مان انهي چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿو
سمجهان تہ حضرت حافظ محمد صديق رح صرف حافظ القرآن نہ
آهي بلڪہ حافظ الحديث ۽ حافظ الفقہ بہ آهي ۽ وڏو باڪمال
عالم آهي ."

ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ حضرت مالڪان رح جي ملفوظات ۾
جامع ملفوظات فقير مولوي عبيدالله مرحوم مختلف مقامات تي
قرآن حديث فقہ ۽ تصوف جا ڪي اهڙا اسرار ۽ رموز مالڪن جي
زبان دُر فشان مان نقل ڪيا آهن جيڪي ڪنهن بہ مروج ۽ متداول
تفسير فقہ يا تصوف جي ڪتاب ۾ نہ ٿا ملن انهي ڪري هي
خاڪسار حضرت مالڪان سيدنا حافظ الملت رح ڪي بلا مبالغہ
پنهجي وقت جو هڪ مجدد ، مجتهد ۽ نابغہءِ روزگار سمجهي ٿو .
تيرهين صدي ۾ مشرق ومغرب جي انقلابي صوفيا جي قافلي جو
هي سرواڻ آخر ڪل من عليها فان جو جام پي 10 جمادي الثاني

1308 ھ مطابق 22 جنوري 1891 ع تي وڃي پنهجي مالڪ حقيقي جي قرب ۾ جاگزين ٿيو (رحمہ الله تعاليٰ و رضي عنہ)

**هاديءِ سالڪانؒ** : امام العارفينؒ جي مصلي تي پهرين سجاده نشين جي حيثيت سان سندن ڀائٽي مولانا حافظ محمد عبداللهؒ کي پنجويهہ سال جي عمر (1283ھ 1866ع) ۾ ويهاريو ويو . جنهن جا روحاني ڪمالات ڏسي ڪري علما ۽ مشائخ کين "هاديءِ سالڪانؒ" جو لقب ڏنو . هادي سائينؒ جماعت جي نظام ۾ جملي خانقاهي امور کي حضرت مالڪانؒ جي اصولن ۽ سندن تقاضائن مطابق هلايو . پاڻ رڳو هڪ خانقاه نشين فقير نہ هئا بلڪ امام العارفينؒ وانگر وڏا مدبر، منتظم ۽ فراست ايماني جا پيڪر هئا اهو ئي سبب آهي جو پاڻ پنهجي دور ۾ جماعتي ۽ خانقاهي امور سان گڏ حضرت مالڪانؒ جي تعليمات کي، سندن مجاهدانہ ڪارنامن کي، تحريڪي، تبليغي ۽ اصلاحي مشن کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا . ننڍي کنڊ ۾ جڏهن ڪانگريس ۽ سنڌس پوئلڳ مولوين تحريڪ خلافت جي آڙ ۾ "ترڪ موالات" جو حڪم ڏنو تہ هن تحريڪ جي نتيجي ۾ ننڍي کنڊ جي مسلمانن کي بالعموم ۽ سنڌ جي مسلمانن کي خاص طرح سان وڏو ڪاپاري ڌڪ پيو لڳو تنهڪري هن تحريڪ جي خلاف هادي سائينؒ سنڌ جي نامور عالم دين حضرت مخدوم محسنؒ (پٽ ميان ضلع شڪارپور) ۽ اعليٰ حضرت مولانا احمد رضا بريلويؒ جهڙي اڪابر علما کان فتويٰ گهرائي هن تحريڪ

خلاف سخت مزاحمتي ڪردار ادا ڪيو ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾
هي آواز پنهچائي ڪري سنڌ جي مسلمانن کي هن هاجيڪار
تحريڪ جي اثرات کان بچايو . هادي سائينؒ جي دور ۾
پرچونڊي شريف جي جماعت ۾ عشق الهي جو سوز ، دردِ محبت
جي بيقراري ۽ گريه و زاري عام جام ٿي وئي هئي . پرچونڊي
شريف جي ڪنڊ ڪنڊ مان عارفانه ڪلام ، سوزِ قرات ۽ ذڪر
ضربي تي وجد ، رقص ۽ ديوانگي جا عجب نظارا ڏسڻ ۾ ايندا
هئا . هادي سائينؒ جو علمي ادبي ذوق چو ته مالڪانؒ جي
علمي چشمي مان سيراب ٿيل هو تنهڪري سندن دور ۾ تصوف ،
ڪلاسيڪي ادب ، قرآن ، حديث ، فقه تاريخ ۽ قرات و تجويد تي
ڪيترا قلمي ڪتاب خانقاه عاليه جي ڪتب خاني ۾ محفوظ ڪيا
ويا . هن انقلابي شخصيت جو وصال 25 رجب 1346 هه (1927ء)
۾ ٿيو (رحمت الله عليه)

**پورل سائينؒ** : حضرت هادي سائينؒ جي وصال تي سندن
واحد فرزند ارجمند ناصرالاسلام حضرت پير عبدالرحمٰن عرف
پورل سائينؒ (ولادت 1310 هه 93_ 1892ع) مسندِ صديقي تي
جلوه افروز ٿيو . سندن ظاهري تعليم لاءِ جوڳو بندوبست ڪيو
ويو . فقه ، فرائض (ميراث) ۽ رياضي جي برک عالم حضرت
مولانا مفتي سراج احمدؒ (خانپوري) ۽ مولانا عبدالڪريم
هزارويؒ جهڙا استاد مقرر ڪيا ويا . سندن دستار بندي
پرچونڊي جي هڪ نامور خليفي احمد سائينؒ خانگڙهي ڪرائي.

پورل سائينؒ پنهجي بزرگن جي مسند جو نالو ايڏو ته روشن ڪيو جو هن خانقاه جو پڙاڏو ننڍي کنڊ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين وڃي پهتو . سندن تاريخي ڪارنامن مان آل انڊيا بنارس سني ڪانفرنس (1946ع) جي صدارتي خطبي ۾ پاڪستان جو مطالبو پيش ڪرڻ ۽ مسجد منزل گاه سکر جي تحريڪ ۾ جيل قبولي مسجد کي هندو غنڊن ۽ انگريز حڪومت کان واگذار ڪرائڻ وڏي اهميت جا حامل ڪارناما آهن . سندن وصال 9 جمادي الاول 1380 هه (30 آڪٽوبر 1960 ع) تي ٿيو (رحمہ اللّٰہ تعالیٰ) .

**شير خدا شهيدؒ**: پورل سائينؒ کانپوءِ سندن فرزند اڪبر شير خدا پير عبدالرحيم شهيدؒ جي دستار بندي ٿي . سندن مختصر (ڏهه سالہ) دور فارسي جي هن مصرعي جي تصوير آهي . ع

**خام بدم پخته شدم سوختم**

(ڪچو هيس جئين پڪو ٿيس ته عشق جي اڙاه ۾ سڙي ويس)

سندن دکدائڪ شهادت کانپوءِ موجوده سجاده نشين جو گرامي قدر والد ماجد پير عبدالحليم (سنهڙو شهيدؒ) پنهجي شهيدؒ والد جي گدي جو وارث بڻيو ۽ سندس ورثي جو حق ادا ڪري ڏيکاريائين . سندن مختصر دور لاءِ ڪنهن فارسي جي شاعر ڪيڏو نه سهڻو چيو آهي ته

**خوش درخشيد ولي شعلہءِ مستعجل بود**

(ڏاڍو سٺو چمڪيو ، پر افسوس ته اوبهرو شعلو هيو جيڪو جلد اجهامي ويو)

پورل سائينؒ جي طويل دور کان وٺي سنهڙي شهيدؒ جي مختصر ترين دور تائين حالات جو درياه ڪڏهن اپارو تہ ڪڏهن وري لهوارو وهندو رهيو اهڙي حالات تي ڇا چئي ڇا چئجي بس اهلِ ذوق ۽ اهلِ درد جي خدمت ۾ چند شعر حاضر آهن ، جن کي پڙهي اڪيون آليون ڪري سگهجن ٿيون شل انهن سڀني تي الله جون لکين رحمتون هجن (آمين)

پورل سائينؒ جي حضور ۾ نذرانو

وي صورتين الهي کس ديس بستيان هين
اب جنکي ديکني کو اکيان ترستيان هين

شير خدا شهيد بادشاهؒ جي بارگاه ۾ خاکسار پاران عقيدت جا گل

گريزد از صف ما هر ڪ مرد غوغا نيست
کسي ڪ کشتہ نہ شد از قبيلۂ ما نيست

هو حلقۂ ياران تو بريشم کي طرح نرم
رزمِ حق و باطل هو تو فولاد هي مومن

شايد شاد عظيم آبادي اهڙين هستين لاءِ چيو تہ
ڍوندو گي همين صحرا صحرا ملني کي نهين ناياب هين هم

سنهڙي شهيدؒ جي روح پر فتوح لاءِ نذرانو !

نہ سنتي وہ جو غيرون کي زباني
بهت دلچسپ ٿي اپني کھاني
(الله بس باقي هوس)

**مسجد منزلگاہ پرچونڊي جو روشن باب :** جئين مان اڳ لکيو آهي تہ حضرت مالڪانؒ عام خانقاهي پير نہ هئا بلڪ مجاهدِ ڪبير هئا ۽ اهو جذبہ جهاد ڪين پنهجي روحاني امام خاندان راشديہ (پيران پاڳارہ) کان ورثي ۾ مليل هو جنهن جي وڏي مثال "جهاد پٽڻ منارو" آهي جنهن جي تفصيل عبادالرحمن ۽ بين ڪتابن ۾ آيل آهي . خانقاہ پرچونڊي جي هن جذبہ جهاد جو آخري نظارو تحريڪ مسجد منزلگاہ ۾ نظر اچي ٿو. سنڌ جي وبجهي تاريخ ۾ ورهاڱي کان اڳ سکر جي قديم ۽ تاريخي مسجد منزلگاہ جي ملڪيت تي هندو مسلم فسادات برپا ٿيا هئا. جنهن ۾ ضلع سکر، جيڪب آباد، لاڙڪاڻو ۽ ڀرپاسي جا سمورا مسلمان گڏجي ويا ۽ مسجد منزلگاہ جي هن تحريڪ جي اڳواڻي ناصرالاسلام والمسلمين حضرت پير عبدالرحمن عرف پورل سائين (ٻيون سجادہ نشين ۽ ٽيون شيخ پرچونڊي شريف) جن ڪئي هئي، حضرت پورل سائين پنهجن هزارن مريدن کي وٺي وڃي "مسجد منزلگاہ" ۾ لنگر انداز ٿيا. سکر جي انگريز ڊپٽي ڪمشنر پوري صوبي جي پوليس جا اٽالا گهرايا پر پورل سائينؒ ۽ سندن هزارين سرويچ مريد مسجد منزلگاہ کي

وڪوڙي ويا آخر نيم فوجي دستن ۽ پوليس جي اٽالن جي ڀرپور
حملي سان حضرت پورل سائين کي گرفتار ڪري ڪراچي سينٽرل
جيل ۾ بند ڪيو ويو.

**تحريڪ مسجد منزلگاه جا حقائق** : حقيقت هن ريت آهي
ته جڏهن هر پاسون تحريڪ مسجد منزلگاه کي ناڪامي جو منهن
ڏسڻو پيو ته خالص ديني جذبي تحت انهي دوران ۾ هن وقت جي
سجاده نشين پرچوندي شريف پير عبدالرحمن عرف پورل سائين
رح هن تحريڪ جون واڳون پنهجي هٿ ۾ ورتيون ۽ هزارين
عقيدتمندن کي ساڻ ڪري وڃي مسجد شريف ۾ داخل ٿيا .
اڪتوبر 1939ء ۾ حڪومت مسجد منزلگاه کان جيڪو پهرو
هٽايو هو سو پورل سائين جي جماعت جي زور ڪري هٽايو هو.
جڏهن شڪار پور ۽ سکر جي ماڻهن جو پهريون جٿو جيل ۾ بند
ٿيو ته مسجد جو قبضو هن وقت حضرت پير عبدالرحمن آف
پرچوندي شريف جي جماعت جي هٿ ۾ هيو . پير عبدالرحمن
پورل سائين جي شخصيت ۽ پرچوندي شريف جي جماعتي طاقت
کي ڏسي ڪري هندو غندا ڪانگريسي ليڊر ۽ انگريز عملدار
بوکلائجي ويا. ظاهري طور تي هندو اجان تائين مسجد واري
مامري ۾ پاڻ کي الڳ ٿلڳ ۽ غير جانبدار رکيون پي آيا پر
جڏهن پرچوندي شريف جي پير ۽ جماعت هن مامري کي پنهجي
هٿ ۾ ورتو ته هندو مجرجي پيا ڇو ته هندون کي ڪلمو پاڪ
پڙهائي مسلمان ڪرڻ ۽ هندو غندن جي تشدد جو طاقت سان

مقابلو ڪرڻ جي سببان هندون جي سينن ۾ پرچونديءَ شريف جي
اداري لاءِ بغض حسد ۽ ڪيني جي باهه هميشه کان ٻرندڙ هئي .
هان مناسب موقعو ڏسي ڪري اهي نروار ۽ نشابر ٿي ميدان ۾
نڪري آيا چنانچه انهن ڏينهن ۾ جڏهن مسجد منزلگاه جي
تحريڪ عروج ۽ شباب تي هئي ۽ پير عبدالرحمن پورل سائين
جماعت سوڌو مسجد منزلگاه ۾ لنگر انداز هيو سندن فرزند
اڪبر ۽ مستقبل جي سجاده نشين پير عبدالرحيم تي هندون ان
وقت خوني حملو ڪيو جڏهن هو اڪيلي سر چوڪ سبزو جي
بازار مان مشينري جو ڪجهه سامان وٺيون چوڪ گهنٽه گهر
ڏانهن نڪتو پي آيو . هندو غندن مٿس اوچتو حملو ڪيو پر هو
شينهن مڙس هو انهن کي ڏڪيندو مڪيندو پنهجي طاقت جي زور
۽ الله جي مهرباني سان سندن گهيري مان نڪري هڪڙي بگهيءَ
تي سوار ٿي ڪري وڃي سکر ريلوي اسٽيشن تي پهتو ۽ اهڙي
ريت الله تعاليٰ کيس هندو غندن جي خوني حملي کان ذري گهٽ
بچايو .
صاحبزاده ميان عبدالرحيم تي حملي جي باوجود پرچونديءَ جي
جماعت مسجد جي آزادي لاءِ متحرڪ رهي سرڪاري فوج ۽
پوليس جي حملي وقت به مسجد شريف ۾ پرچونديءَ شريف جو
سجاده نشين مجاهد ڪبير ناصرالاسلام والمسلمين سيدنا
حضرت پير عبدالرحمن قادري النقشبندي المعروف پورل سائين
پنهجي جماعت سوڌو موجود هو ۽ سرڪاري افسرن کي پنهجي

گرفتاري ياڻ ڏني هيائين گرفتاري ڏيڻ مهل پنهجي جماعت کي ارشاد فرمايو هياؤن تہ "جماعت سڳوري ! شهيد ٿيڻ قبولجو پر مسجد جو قبضو هندو ۽ انگريز کي نہ ڏجو" ۽ ائين ئي ٿيو جو پير صاحب قبلہ کي سرڪار وٺي وڃي ڪراچي سينٽرل جيل ۾ نظر بند ڪيو ۽ پرچوندي شريف جي جماعت مسجد شريف جي واڳذار ٿيڻ تائين مسجد منزلگاه ۾ مورچہ بند ٿي ڪري پنهجو سمورو وقت ضرب سان "لا الہٰ الا الله" جي ذڪر ڪرڻ، تلاوت ڪلام پاڪ، نعرهء تڪبير "الله اڪبر" ۽ فرضي ۽ نفلي نمازن ۾ مشغول رهي. پرچوندي جي جماعت سان گڏ سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۽ شهرن مان آيل بيا بہ سچا کرا مخلص ۽ سرويچ مسلمان شريڪ جهاد هئا پر هن تحريڪ جي اصل اڳواڻي پرچوندي شريف جي روحاني تاجدار حضرت پورل سائين ڪئي ۽ سرن جون قربانيون ڏيڻ لاءِ وري سندس جماعت سڳوري اڳي سر جهوليو توڻي جو ۾ جماعت کان ٻاهر جا مجاهد مسلمان بہ گهڻي تعداد ۾ شريڪ جهاد هئا بهرحال

**خدا رحمت کند این عاشقان پاک طینت را**

**حضرت مالڪانؒ هڪ مصنف ۽ شاعر:** حضرت مالڪانؒ جي مجلس ۾ هميشہ عالم فاضل درويش شاعر اديب ۽ سخنور حضرات جمع هوندا هئا سندن علمي ادبي ناتا سنڌ ۽ اڳوڻي رياست بهاولپور جي نالي واري اهل علم ۽ ارباب ذوق سان هميشہ قائم رهيا . خواجہ غلام فريد جي مرشد ۽ وڏي ڀاءُ

حضرت فخر جهان، مولانا عبدالغفور همايوني، مفتي محمد ابراهيم ڳڙهي ياسيني، مولانا محمد ابراهيم سرحدي (سنڌ رياست ۽ پنجاب جو وڏو عالم محدث مفسر استاذالعلما مولانا نذر محمد انڊڙ پونگ واري جو استاد)، بگاشير ۽ قبي جامي جا انڊڙ فقير، کهڙن جا مخدوم (حضرت مخدوم عبدالخالق المعروف مخدوم دين محمد وغيره) سنڌي ۽ سرائڪي جي مشهور شاعرن خوش خير محمد فقير ۽ دريا فقير جهڙن صوفي شاعرن سان هميشہ سندن روح رهاڻيون ٿينديون هيون.انهن مان اڪثر ارباب علم و فن حضرت مالڪان رح جي خدمت ۾ پرچوندي شريف حاضر ٿي ظاهري ۽ روحاني ضيافتن کان لذت ياب ٿيندا هئا جنهن جي تفصيل حضرت مالڪان جي اڪثر سوانح نگارن لکي آهي ۽ ڪي واقعا وري حضرت مالڪان جي ملفوظات ۾ بہ محفوظ آهن . حضرت مالڪان رح جو علمي ۽ ادبي ذوق ايڏو تہ پختو ۽ اوچو هيو جو موقع محل جي مناسبت سان گهڻو ڪري فارسي سنڌي هندي ۽ سرائڪي جا دلڪش ۽ خوبصورت بيت پڙهندا هئا جن ۾ بلنديءِ تخيل ۽ رفعت مضمون سان گڏ رموز و اسرار جا نڪتا بہ سمايل هوندا هئا. مالڪان رح جي پنهجي تصنيفات مان هن مهل تائين حضرت صاحب سجاده جي ڪوشش سان بہ ڪتاب مليا آهن هڪ سنڌي بيتن تي مشتمل "رسالہ سلوڪ" ۽ هڪ فارسي ۾ لکيل ملفوظات جو نسخو. جئين اوهان پڙهي چڪا آهيو تہ حضرت مالڪان رح جو ڪتب خانو بلند پايہ

فارسي عربي ۽ سنڌي قلمي ڪتابن جو هڪ نادر خزانو هو .
انهي خزاني مان هت ڪوه نور ڪان بہ وڏيڪ چمڪندڙ ٽن هيرن
جو مختصر تعارف پيش ڪجي ٿو اميد تہ پڙهندڙ حضرات انهيءَ
معلومات مان ڄاڻ ۽ لطف حاصل ڪندا .

**(الف ) ملفوظات حافظ الملت رح فارسي :**

حضرت حافظ الملت جا اهي ملفوظ اٽڪل 145 صفحن تي لکيل
آهن جيڪي مولوي محمد شريف نالي سندن هڪ معتقد مريد ۽
خليفي جي نوجوان پٽ مولوي عبيدالله مرحوم جمع ڪيا آهن ۽
ملفوظات جي روايتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ملفوظات جمع ڪرڻ
جو ڪم حضرت مالڪان رح جي آخري دور ۾ شروع ٿيو هو ڇو تہ
ڪتاب ۾ خانقاه شريف جي بنياد رکڻ ڪانپوءِ هند سنڌ جي ڪنڊ
ڪڙڇ ۾ سندن تبليغي سفرن جو ذڪر گهڻو ڪيو ويو آهي مولوي
عبيدالله فقير جي باري ۾ هن مهل تائين ڪا تصديق شده
معلومات نہ ملي آهي پر خاڪسار جو خيال آهي تہ مولوي
عبيدالله فقير ضلع جيڪب آباد شڪارپور يا لاڙڪاڻي جي
پرپاسي جي ڪنهن ڳوٺ جو هيو . ڪتاب جي آخر ۾ اٽڪل 240
سنڌي پارسي سرائيڪي ۽ هندي بيت سنڌ جي ڪلاسيڪ
صوفي شاعرن جا ذنل آهن جن مان گهڻا بيت حضرت شاه
عبداللطيف ڀٽائي رح جا آهن ھي اُهي بيت آهن جيڪي حضرت
مالڪان رح پنهجي علمي ادبي مجلسن ۾ پنهجي درويشن ۽ فقيرن
سان روح رهاڻ ڪندي موقع محل جي مناسبت سان ٻڌائيندا هئا.

ملفوظات جي جامع مولوي عبيدالله فقير اهي بيت تبرڪ طور ملفوظات جي پڇاڙي ۾ لکي هميشہ لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيا آهن. اهي بيت حضرت مالڪان مختلف اوقات ۾ پاڻ اهل مجلس سان اوريندا هئا . هن ڳالهہ جو ثبوت هي آهي تہ جامع ملفوظات مولوي عبيدالله فقير بيت نقل ڪندي بيتن جي منڍ ۾ لکيو آهي تہ " ابيات ڪہ در حضور موفور السرور آنحضرت قبلہءِ عالم قدس الله سره العزيز باستماع رسيدند ." (يعني تہ اهي بيت جيڪي آنحضرت قبلہ عالم قدس الله سره العزيز جي انتهائي خوشي بخشيندڙ بارگاه ۾ ٻڌڻ ۾ آيا.) انهي مان بہ ڳالهيون ثابت ٿين ٿيون هڪ تہ اها ڳالهہ جو اهي بيت ملفوظات جي جمع ڪندڙ مولوي عبدالله فقير پاڻ حضرت مالڪان رح جي مجلس ۾ ٻڌي نقل ڪيا تہ جئين مالڪان رح جي علمي ۽ روحاني مجلس جا اهي هيرا جواهرات ملفوظات سان گڏ هميشہ لاءِ محفوظ ٿيو پون مولوي عبيدالله فقير (جامع ملفوظات) حضرت مالڪان جي وصال کانپوءِ بہ زنده هيو ۽ ملفوظات جو هي نسخو بہ مالڪان جي وصال کان پوءِ ڪتابت ڪيو ويو آهي ڇو تہ انهن بيتن جي منڍ ۾ عبيدالله فقير جيڪو نوٽ فارسيءَ ۾ لکيو آهي هن نوٽ ۾ مولوي عبيدالله حضرت مالڪان جي نالي سان گڏ قدس الله سره لکيو آهي ۽ اهو جملو وصال کان پوءِ لکيو ويندو آهي. ملفوظات جو هٿ آيل نسخو خود مصنف مولوي عبدالله فقير جي هٿ لکت معلوم ٿئي ٿو ڇو تہ ملفوظات شريف جي پهرين صفحي

(خطبہء افتتاحيہ واري صفحي) تي حاشئي جي ڪاٻي پاسي ڪان مٿي بسم الله الرحمن الرحيم جي پڇاڙي سان لاڳيتو مصنف مولوي عبيدالله فقير جي مهر لڳل آهي . مهر جا لفظ هي آهن (رحمت حق بر عبيدالله ) ۽ مهر جي مٿان سندس خط ۾ لکيل آهي تہ "مالڪ الصحيفتہ المنوره صاحب الخاتمہ" (هن روشن صحيفي (ملفوظات) جو مالڪ هن مهر وارو آهي) ۽ اهي اکر ملفوظات جي ڪتابت (لکائي) سان بالڪل ملن ٿا گويا ساڳيو ئي خط آهي .

اهي ملفوظات مالڪان جي علمي ادبي ذوق قرآني معلومات. علم حديث تي گهري نظر. فقہ ۽ تصوف جي مسائل تي اجتهادي دسترس. جا مظهر آهن . ملفوظات عاليہ مان سندن علمي ادبي بلند نظري جي ڄاڻ پوي ٿي . ملفوظات جو اردو ترجمون اسانجي عزيز دوست سيد محمد فاروق القادري (ايم اي) ڪيو آهي ۽ هاڻ هي خاڪسار ملفوظات جو سنڌي ترجمو فارسي واري اصل نسخي تان ڪري ٿو جيڪو بشرط حياتي ايندڙ سال اهل علم جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويندو . انشاء اللهُ العزيز وما ذالڪ علي الله بعزيز .

## (ب ) ڪنزالامت (مجموعۂ احاديث ) :

منتخبات الحديث (حافظ الملت حضرت مالڪان رح جو ڇياهٺ (66) حديثن جو انتخاب فارسي ترجمي سان)

حضرت مالڪان رح جي ڪتاب خاني ۾ سندن هٿ جو لکيل

چاهٺ (66) حديثن تي مشتمل هي مجموعو ٽيهه صفحن تي لکيل آهي ۽ متن سان گڏ هر حديث جو فارسي ترجمون بہ ڏنل آهي .
احاديث رسول کريم صلي الله عليہ وسلم جي هن انتخاب جو ڪو نالو ڪنهن بہ صفحي تي لکيل نہ آهي البت خاڪسار هن مجموعي کي "حافظ الملت" جي مناسبت سان " ڪنزالامت "جو نالو ڏنو آهي . عام طور تي هن نسخي بابت اهو مشهور رهيو آهي تہ هي چاليهہ حديثن جو انتخاب آهي پر خاڪسار جڏهن مطالعو ڪيو تہ هن ۾ ڇياهٺ (66) حديثون نظر آيون پهرين حديث پاڪ عام رواج مطابق چاليهہ حديثون ياد ڪرڻ جي فضيلت بابت آهي باقي پنجهٺ (65) حديثون هيٺ ڏنل تفصيل موجب ديني ، مذهبي ، اخلاقي ، روحاني ، اقتصادي ، معاشي ، تعليمي ۽ تمدني موضوعات ۽ مختلف امور تي مشتمل آهن منهجي نظر مان حديثن جو ڪو بہ اهڙو مجموعو نہ گذريو آهي جيڪو ڇياهٺ (66) حديثن تي مشتمل هجي عام طرح سان هر دور جي علما چاليهہ حديثن جو انتخاب (پنهجي پسند موجب) ترتيب ڏنو آهي ۽ اهڙا سوين مجموعا دنيا ۾ موجود آهن ڇياهٺ (66) حديثن تي مشتمل انتخاب مونکي پهرين دفعہ ڏسڻ نصيب ٿيو آهي . منهجي خيال ۾ حضرت مالڪان عام روش کان پاسو ڪري چاليهن بدران ڇياهٺ (66) حديثن جو انتخاب شايد ان ڪري ڪيو هجي جو ڪين پنهجي عمر بابت الله تعالي جي عطا سان اها خبر پئجي وئي هجي تہ سندن زندگي مبارڪ جو انگ

ڇياهٺ (66) سال آهي ۽ پوءِ هر سال تي هڪ حديث پاڪ کي
پنهجي آخرت جو ذخيرو ڄاڻي ڪري عام دنيا جي روش کان الڳ
انوکي طرز تي ڇياهٺ (66) حديثن جو انتخاب فرمايو هجن.
بهرحال هي خاڪسار جو پنهجي ذوق موجب محض ذاتي خيال
آهي باقي سندن عمر بابت اڳ ۾ لکي آيو آهيان تہ سندن عمر
حضرت پورل سائين رح جي روايت مطابق ستر (70) سال هئي .
حضرت مالڪان رح احاديث جي انتخاب ۾ پنهجي زماني (تيرهين
صدي هجري ۽ اٺويهين صدي عيسوي) جي حالات مطابق ديني ،
سماجي ، معاشي ، اقتصادي ، علمي ، تعليمي ۽ روحاني مسائل
۽ ضرورتن کي سامهون رکيو آهي ۽ هن نادر ۽ بابرڪت گلدستي
۾ (1) علم ۽ علما جي فضيلت ۾ اٽڪل نو"9"حديثون (2) مسجد
جي آداب ۽ حقوق جي باري ۾ پنج "5" حديثون (3) قرآن مجيد
پڙهڻ پڙهائڻ ۽ سندس فضيلت بابت چار "4" حديثون (4) اهل
ايمان سان حسن سلوڪ ۽ سندن حقوق جي باري ۾ پنج "5"
حديثون (5) اذان جي فضيلت ۽ اذان ۾ آڱوٺا چمڻ بابت بہ "2"
حديثون (6) دنيا ۽ دنيا سان محبت رکڻ وارن جي مذمت ۾ ڇهہ
"6" حديثون (7) نماز جي فرضيت ، آداب ۽ ترڪ نماز جي
عذاب بابت نو "9" حديثون شامل آهن . اهڙي ريت پاڻي پيئڻ جي
آداب ، تڪبر جي مذمت ، ڪلمہ طيبہ جي فضيلت ، زڪوات نہ
ڏيڻ بابت وعيد ، استاد جي فضيلت ، سخي جي فضيلت ، بخيل
جي مذمت ۽ مهمان سان گڏجي ماني کائڻ جي فضيلت جي باري

۾ به هڪ حديث روايت ڪئي وئي آهي .

هن گلدستهء احاديث ۾ ڪي طويل حديثون آهن جن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته (الف) اهي ڇهه ماڻهو ڪهڙا آهن جيڪي حضرت شفيع المذنبين صلي الله عليه وسلم جن کي شفاعت جي اجازت ملڻ کان به اڳ بهشت ۾ داخل ڪيا ويندا (ب) آدم (انسان) جي نفس (ذات) ۾ چار جوهر آهن جيڪو ڇئن غلطين جي ڪري انهن کي وڃائي وهندو آهي (ج) اولاد آدم جا چار قسم آهن (د) سفر لاء سنگتي جو هجڻ ضروري آهي (هه) دنياوي زندگي آخرت جي زندگي لاء هڪ نمونو آهي جهڙي زندگي هت گهاريندا سين اُهڙي زندگي هن جهان ۾ نصيب ٿيندي (و) دنيا جو قوام (قيام) ۽ بقا ڇئن (4) شين تي آهي (ز) دنيا جون سخت تڪليفون ڇئن شين ۾ آهن (ح) الله تعاليٰ بهشت پنهجي فرمانبردارن لاء بنائي آهي توڙي جو هو ٻنهه ڪارا حبشي ڇو نه هجن ۽ دوزخ جي باهه نافرمانن لاء تيار ڪئي اٿس توڙي جو اُهي آزاد حر ۽ اهل قريش ڇو نه هجن (ط) دل (قلب) جا ٽي قسم ۽ روح جا ست قسم آهن (ي) جنهن ماڻهو جا پير الله جي راه ۾ غبارآلوده ٿين (مٽي ۾ پرجي يا دٻجي وڃن) اُن تي دوزخ جي باهه حرام آهي (ڪ) مومن جي دل ۽ سندس نيت جي فضيلت (ل) دنيا مان الله تعاليٰ کي ٽي شيون ڏاڍيون وڻديون آهن (م) جيڪڏهن ماڻهو الله جي رزق ۽ نعمتن جي ڪثرت جي باوجود گناه نٿو ڇڏي ته سمجهڻ گهرجي (اهو مومن ناهي بلڪ) مستدرج آهي (ڪافرن مشرڪن بي دينن

جي شعبده بازي جادوگري ۽ اک منڊ کي عربي ۾ استدراج چيو ويندو آهي ۽ اهڙي جادوگر يا عامل کي مستدرج چوندا آهن (هي ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته اهڙي ماڻهو لاءِ ايمان جي نعمت ڇنجي وڃڻ جو خطرو به هوندو آهي .

## (ح) رسالو سلوڪ جو يا رسالۂ سلوڪ :

حضرت حافظ الملت جي گم ٿيل علمي خزاني مان هٿ آيل ٽيون ۽ سڀ کان وڌيڪ نوراني هيرو حضرت مالڪان رح جو پنهجو تصنيف ڪيل "رسالۂ سلوڪ" آهي . هن رسالي جو قلمي نسخو به پير عبدالخالق قادري دامت برڪاتهم العاليه کي ٻائجي جي شهيد گادي نشين ميان عبدالستار پيرو مرحوم کان حضرت مالڪان رح جي ملفوظات شريف سان گڏ مليو هو . هن مهل تائين اسانکي "رسالۂ سلوڪ" جو اِهو واحد نسخو ملي سگهيو آهي ٻيو ڪو نسخو اجان تائين هٿ نه اچي سگهيو آهي ته جئين اسان هن سان ڀيٽا (تقابلي مطالعو) ڪري سگهون . بهرحال "رسالۂ سلوڪ" جا جملي صفحا چوڏهن (14) آهن ۽ هن ۾ ڪل بيت ٻه سو اٺاهٺ (259) آهن "رسالۂ سلوڪ" جي انهن بيتن مان ڏهه (10) بيت فارسي جا ، ٻه (2) بيت سنڌي جا ، ۽ هڪ (1) بيت هنڌي جو ، ڪل تيرنهن (13) بيت ڏاريا آيل آهن . فارسي جا کي بيت حافظ شيرازي ، مولانا جامي ، مغربي ، شيخ سعدي ۽ امير خسرو وغيره جا آهن پر انهن مان فارسي جو هڪ بيت خود حضرت مالڪان رح جو معلوم ٿئي ٿو هن بيت ۾ حافظ تخلص

ڪتب آئڻ جي ڪري پهرين نظر ۾ هر ماڻهو هن کي خواجہ حافظ شيرازي جو سمجهي ٿو پر خاڪسار هن بيت جي ڳولا ڪندي ديوان حافظ شيرازي جا ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪيترا ئي نسخا نظر مان گذاريا ليڪن اهو بيت ديوان حافظ شيرازي جي ڪنهن بہ نسخي ۾ نظر نہ آيو

جان بجانان ده وگر نہ از تو بستاند اجل
خود تو منصف باش حافظ آن نکو یا این نکو

حافظ شيرازي کان علاوه حافظ جي تخلص سان ٻيو ڪو بہ مشهور شاعر نظر نہ ٿو اچي ، تنهن ڪري خاڪسار جو يقين جهڙو انومان آهي تہ هي بيت حضرت مالڪان رح جو پنهجو آهي سنڌي بيتن مان هڪ بيت حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح جو ۽ هڪ سنڌن ڏاڏي سيد عبدالڪريم شاهہ رح بلڙي واري جو آهي انهن بيتن تي "رسالہء سلوڪ" جي متن ۾ بحث ڪئي وئي آهي ڀڳتي تحريڪ جي سرواڻ شاعر ڀڳت ڪبير جو هڪ سرائڪي نما هندي بيت بہ رسالي ۾ شامل آهي فارسي، اوائلي سنڌي ۽ هندي جي انهن بيتن کي موقع محل جي مناسبت سان استعمال ڪرڻ مان واضح ٿئي ٿو تہ حضرت مالڪان رح جومطالعو گهڻو وسيع ۽ ذوق تمام مٿانهون هيو . حضرت مالڪان رح جي ملفوظات شريف ۾ بہ فارسي سنڌي سرائڪي ۽ هندي جا بهترين ۽ بلند پايہ منتخب اشعار موقع محل جي مناسبت سان استعمال

ڪيا ويا آهن ”رسالءِ سلوڪ“ جو ھي واحد ۽ ناياب نسخو موجوده سجاده نشين محترم پير عبدالخالق کي تلاش بسيار ڪانپوءِ جئين ئي ٻائجي شريف جي شھيد گادي نشين کان دستياب ٿيو تئين ئي محترم پير صاحب ”رسالءِ سلوڪ “ جي عڪسي ڪاپي خاڪسار کي شرح لکڻ لاءِ عنايت ڪئي . پر جئين چيو ويو آھي تہ ”ڪل امر مرھون باوقاتها“ (ھر ڪم جو (قضا ۽ قدر پاران) ھڪ مقرر وقت آھي) . سو الله جي ھڪ مقبول ولي ۽ قطبن جي قطب جي جوڙيل ھن روحاني پنڊار جي ظاھر ٿيڻ ۽ پنھجي فيض کي عام ڪرڻ جو وقت شايد اجان ڪونہ آيو ھو جو پوري تياري ڪرڻ جي باوجود تشريحات لکڻ ۾ رنڊڪون اينديون رھيون ۽ ڪم ڳورو ٿيندو پي ويو. چنانچہ ھن ڏينھن کان وٺي ويندي اڄ ڏينھن (10_7_2004) تائين پنھجي ھن فرض ۾ مشغول ۽ مصروف آھيان ۽ اڄ بہ رسالءِ سلوڪ جي مقدمي (مھاڳ) جون ھيءَ آخري سٽون وينو لکان ٿو ۽ منھجو نور نظر ، فرزندِ عزيز ، جانِ پدر خالد حسان چانڊيو سلمہ ايڊووڪيٽ (ايم اي انگلش ايل ايل بي) ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪري ٿو وينو. شل خداوند قادر و ڪريم اسان گنھگارن جو ھي پورھيو قبول فرمائي (آمين)

**رسالءِ سلوڪ جا مشڪل مقام** : موضوع، اسلوب ۽ مواد جي لحاظ سان ”رسالءِ سلوڪ“ جھڙو ڪو بہ طويل منظوم ڪتاب يا رسالو سنڌي زبان تہ ڇا پر اردو ۽ فارسي زبانن ۾ بہ

نظر نٿو اچي . رسالي جي ٻولي اڄ کان اٽڪل ٻه سو سال ڪن
اڳوٽي آهي . حضرت مالڪان رح اتر سنڌ جا رهاڪو هوندي ٻه
رسالي ۾ اهڙي ٻولي استعمال ڪئي آهي جنهن کي اتر سنڌ .
لاڙ . ڪاڇي ، وچولي سنڌ ۽ ڪوهستان جي ڳوناٺن ۽ شهرين جي
سنڌي لفظن . لهجن ۽ لفظي اُچارن جو هڪ حسين ۽ وٽدڙ
گلدستو چئي سگهجي ٿو . هي رب تعالي جو احسان آهي جو
"رسالهء سلوڪ" جي بيتن جي معنيٰ ۽ شرح جهڙو ڏکيو ڪم
خاڪسار جهڙي ابوجهه کان ورتو اٿس سچ آهي ته

## اين سعادت به زورِ بازو نيست
## تا نه بخشد خدائي بخشنده

بهرحال هي گنهگار خاڪسار ان لائق ته نه هيو پر مالڪن رح جي
عنايت آهي جو انهن پنهجي روحاني تصرف سان اهو ڪم
خاڪسار عاجز . بي وس ۽ هيچمدان (ڪجهه نه ڄاڻدڙ) کان ورتو
آهي جنهن تي جيترو به شڪرانو ڳايان ٿورو آهي .

## ٿورا نه ٿورا مونتي ماروئڙن جا

مان اڳ به عرض ڪري چڪو آهيان ته رسالهء سلوڪ جا ڪيترا
مشڪل مقام اهڙا هئا جن جو مطلب پهرين دفعه مونکان غلط
لکجي ويو جيڪو منهجي دل کي به نه پي لڳو پر مجبوري تحت
لکٿو پيو جو ته ٻيو ڪو به مطلب سمجهه ۾ نه پي آيو. اهڙي
تشريحات جا پنان ڪمپوز ٿي جڏهن پروف ريڊنگ لاءِ حڪسار

وٺ ايندا هئا ته اهڙي منجهيل يا غلط تشريحات پڙهڻ سان دل ۽ دماغ چڪرائجي ويندا هئا . منجهيل بيتن جي درست ۽ صحيح حل نه ٿيڻ ڪان عاجز ٿي ڪري آخر خاڪسار حضرت مالڪان رح جي روضي مبارڪ تي وڃي مراقبو ڪري عرض ڪندو هو ته مالڪا! رسالہ سلوڪ جو هر بيت منهجي نظر ۾ الهامي آهي ۽ مان هڪ اهڙو گنهگار آهيان جنهن جي دل تي سياه ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن عرفان جي دولت ۽ روحاني رمزن جي راهن رندن ڪان بہ نپٽ ڪورو ۽ اڻڄاڻ آهيان

گنگ ويچارو ڪير جو رسي ان رموز کي

تنهن ڪري منهجا سائين! انهن مونجهارن جو حل منهجي قلب تي القاء فرمايو وڃي . بهرحال منهجي ناداني سمجهو يا ديوانگي چئو هن ڏانهُ سان رسالہ سلوڪ جا ڪيترائي مقامات حضرت مالڪان رح جي روحاني توجه ۽ ڪشف سان حل ٿيندا رهيا ۽ خاڪسار لکندو رهيو تنهڪري چئي سگهي ٿو ته ع

يہ سب تمهارا ڪرم هي مالڪ ! ڪہ بات ميري بني بن گئي هي

## رسالہِ سلوڪ جي قلمي نسخي بابت ڄاڻ :

رسالي جي ڪاتب (لکندڙ) هن جا ٻہ ٽائيٽل تيار ڪيا آهن پهرين ٽائيٽل پيج تي هن جو نالو خط نستعليق ۾ "رسالہ سلوڪ" لکيو ويو آهي ٻوء تصنيف ۽ مصنف جي باري ۾ لکيو ويو آهي ته

"تصنيف ڪيل جناب حافظ صاحب رئيس الاولياء قطب الاقطاب محمد صديق رحمت الله عليہ پرچهنڊي شريف واري جو" هي سموري عبارت پهرين هڪ چوڪٽي اندر ٽن لائنن ۾ لکيل آهي وري صفحي جي هيٺ حاشئي واري جاء تي هڪ چوڪٽو (چهار خانو) بنائي هن ۾ ڏاڍي سهڻي عربي خط ۾ "من احب قوما فهو منهم" لکيو اٿس هن چوڪٽي کان پوء صفحي جي آخري لائن ۾ فارسي جو هي بيت لکيو اٿس جيڪو هر ڪاتب پنهجي هٿ لکيل ڪتاب جي پڇاڙي ۾ ضرور لکندو آهي .

من نوشتم صرف ڪردم روزگار
من نمانم تو بماني يادگار

هن پهرين ٽائيٽل پيج جون ٻہ تي ڳالهيون ڌيان جوڳيون آهن .

(الف) هن ۾ قطب جي لفظ ۾ "ط" جي مٿان الف واري ڪشش ڪونهي لکيل جنهن ڪري " قطب" بدران " قصب" پڙهڻ ۾ اچي ٿو جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ڪاتب هي نسخو تڪڙ ۾ لکيو ۽ هن تي ڪيس نظر ثاني جو موقعو بہ نہ ملي سگهيو.

(ب) هن صفحي تي حضرت حافظ صاحب عليہ الرحمت جي ٻا برڪت ڳوٺ جو نالو "پرچوڻڊي" بدران " پرچهنڊي " لکيل آهي جنهن جي معني آهي "چهنڊي پري وڻ" وڏا فقرا ۽ هنان جا قديم خاندان ٻڌائيندا هئا تہ اهو ڳوٺ حضرت حافظ صاحب جي اچڻ کان پوء انهي نالي سان مشهور ٿيو ۽ هن کي جماعت جا ماڻهو"پرچهنڊي" انهي ڪري چوندا هئا جو حضرت مالڪان ج

توڻي جو اڇي هن غير آباد جهنگ ۾ وينا هئا پر جيڪو ماڻهو به
الله جي ڳولا ۾ هتي اچي پيو . فيض جي هن پندار مان وڏيڪ نه
ته هڪ ڇهندي (چيٽي) (جئين ناس جي دٻلي مان شهادت واري
آڱر ۽ اڱوٺي کي گڏائي ڇهندي يا چپٽي پربي آهي) پريون پيو
وجي. بهرحال هت نه "پرچوند" نالي ڪا قوم رهندي هئي ۽ نه وري
ماوراءُ النهر يا بخارا واري مشهور ڳوٺ ۽ نهر " برجند" جو هن
خالص سنڌي ڳوٺ سان ڪو واسطو آهي . گذريل ٽيهارو ڪن
سال اڳ تائين به سنڌ ۽ رياست بهاولپور جا جماعتي فقير ۽
عام عقيدتمند ماڻهو هن پاڪ پرڻي ڳوٺ کي " پرڇهندي" چوندا
هئا ۽ اهو عقيدو رکندا هئا ته هت جيڪو به اچي ٿو هو مالڪن
جي روحاني خزاني مان هڪ ڇهندي ضرور پريون پيو وڃي .
پرچوندي شريف جي ڳوٺ جي قديم نه هجڻ جي سڀ کان وڏي
شهادت هي آهي ته ٽالپر دور کان وٺي وبندي انگريزي دور تائين
هن بابرڪت ڳوٺ جو نالو ڪنهن به سرڪاري ريڪارڊ ۾ درج
ڪونهي جڏهن ته ٽالپور سرڪار يا اڳوڻي سرڪارن جي زماني ۾
ديهن جا نالا ديهه جي ڪنهن وڏي ۽ مشهور ڳوٺ يا اتان جي
ڪنهن گهڻائي واري قوم جي نالي تي ريڪارڊ ۾ چڙهايا ويندا
هئا . جئين ته ڏهرن جي نالي تي شهر ۽ ديهه ڏهرڪي، رهڙن جي
نالي تي ديهه رهڙڪي، چانڊين جي نالي تي ڳوٺ پڪا چانڊيه ۽
ديهه چانڊيه حضرت پير ڪمون شهيد جي نالي تي ديهه ڪمون
شهيد ۽ ڳوٺ جهنگل ملڪ جي نالي تي ديهه جهنگل ملڪ جهڙا

نالا رکيا ويا ۽ اهڙيون پيون بہ ڪيتريون ديهون موجود آهن پر
پرچونڊي جي ناليِ سان ڪا بہ ديهہ ريڪارڊ تي ڪونهي خود
پرچونڊي شريف ديهہ عالم ارائين ۾ آهي چو تہ پرچونڊي
شريف جي پر ۾ عالم ارائين ۽ پٽن جو ڳوٺ آهي . هڪ روايت
موجب حضرت مالڪان رح پنهجي تعليم جو آغاز بہ انهي ڳوٺ
(ڳوٺ پٽا يا عالم ارائين) جي هڪ استاذ ميانجي محمد موسيٰ
پٽو وٽ ڪيو هو . حضرت مالڪان جي هڪ پياري خليفي پياري
مريد فقير غلام علي خشڪ جي خانداني روايتن مان معلوم ٿئي
ٿو تہ حافظ ميانجي محمد موسيٰ پنهجي وقت جو وڏو قاري هو
حضرت مالڪان رح کان علاوہ هن مدرسي ۾ حضرت هادي سائين
(حافظ محمد عبدالله سجادہ نشين اول پرچونڊي شريف) حافظ
شير محمد مشوري (احمد سائينءَ خانگڙهي جو استاد ۽ مربي)
۽ حافظ الله بخش ڏڪڻ بہ پڙهيا هئا . وڏا فقير ٻڌائيندا هئا تہ
حافظ الله بخش ڏڪڻ جي آواز بالڪل حضرت مالڪان رح جي
آواز مبارڪ سان ملندي هئي . حضرت مالڪان جي جمع ڪيل
حديثن جي انتخاب واري اصل ڪتاب جي مٿان ڪور طور ڪجهہ
ڪاغذ استعمال ڪيا ويا آهن پهرين ڪور واري ٿلهي ڪاغذ تي
موسيٰ فقير جي نالي سان سجع جو هڪ فارسي مصرعو هن ريت
لکيل آهي "الهي ڪرم ڪن بموسيٰ فقير" چو تہ اها ڪتاب
مالڪن جي پنهجي هٿ لکت آهي ممڪن آهي تہ اهو موسيٰ
فقير اهو ساڳيو" حافظ ميانجي موسيٰ" هجي جنهن وٽ حضرت

مالڪان ۽ سنڌن وڏا خليفا ۽ سنگتي بغدادي قاعدو ۽ قرآن مجيد جا ڪجهہ سيپارہ پڙهيا هئا .

(ب) پٺين ۾ اندرين ٽائيٽل پيج تي وري رسالي جو نالو "رسالہء سلوڪ" جي بدران " رسالو سلوڪ جو" لکيل آهي ۽ سنڌس لکت جو سال ڪاتب 20 محرم 1335 ھہ لکيو آهي مصنف جي نالي ۽ تصنيف بابت هي عبارت لکي اٿس

" جزيل : جناب قطب الاولياء حافظ صاحب پڙچهنڊي شريف جو ڪنان هٿ ناقص ناچيز نور محمد بن حاجي ابراهيم جي لکجي پورو ٿيو."

هن اندرئين ٽائيٽل واري صفحي جي چوڏاري حاشئي تي رسالي جي ڪاتب ڪي فارسي جا بيت لکيا آهن جن مان هن جي ذوق لطيف جو پتو پوي ٿو رسالي جي ڪتابت ڏادي سهڻي خط ۾ ٿيل آهي . افسوس تہ ڪاتب پنهجي نالي سان گڏ پنهجي قوم ۽ ڳوٺ جو نالو نہ لکيو آهي . اسانجي علائقي ۾ (اُباوڙي ڪان گهوٽڪي تائين) عادلپور جي مولوين ، راڄنپور (لڳ اباوڙو) جي مولوين ۽ داؤوالہ (لڳ مريدشاخ ڪنيڙا) جي مولوين جا خاندان ، خوشخطي ۽ ڪتابت جي ميدان جا ڪوڏيا مشهور هئا. رسالہء سلوڪ جي ڪاتب پنهجو نالو نور محمد لکيو آهي منهجي خيال ۾ عادلپور جي مولوين مان بہ شايد هڪ عالم ۽ ڪاتب مولوي نورمحمد نالي ٿي گذريو آهي ۽ داؤوالہ جي مولي گل محمد جي وڏن مان بہ هڪ عالم ۽ ڪاتب جو نالو مولوي نور

محمد هيو . بهرحال ڪاتب پنهجي تر جو آهي ۽ ڪتابت جو سال حضرت مالڪانؒ جي وصال مبارڪ کان اٽڪل 27 سال کن پوءِ جو لکيو ويو آهي، توڙي جو ايهو عرصو ڪو ايڏو وڏو عرصو ناهي پر تنهن هوندي بہ هي ڳالهہ نہ ممڪن آهي جو 27 سال تائين هن رسالي جي ٻي ڪا بہ ڪاپي (نسخو) نہ لکي وئي هجي ۽ هي نسخو جنهن نسخي تان نقل ڪيو ويو . آخر اُهو ڪيڏانهن ويو ؟ رسالي جي مضامين اسلوب بيان ۽ پنهجي سلسلي جي مرشدن جي ذڪر ۽ ٻين داخلي ۽ خارجي شهادتن جي آڌار تي بالڪل يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ رسالہءِ سلوڪ حضرت مالڪانؒ جي پنهجي تصنيف آهي.ايڏي وڏي هستي بابت ڪنهن کي اها جرات نہ ٿي سگهي ٿي تہ هو ڪنهن جڙتو (جعلي) ڪتاب جي نسبت اهڙي هستي ڏانهن ڪري . رسالہءِ سلوڪ جي حضرت مالڪانؒ جي تصنيف هجڻ بابت هن کان وڌيڪ ۽ معتبر شهادت ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي تہ شهيد ميان عبدالستار پيو مرحوم (گادي نشين بائجي ۽ خليفہ امروٽ شريف) جي بيان مطابق " حضرت مالڪانؒ جا ملفوظات شريف فارسي ۽ رسالہءِ سلوڪ جا نسخا ننڍي کنڊ جي آزادي جي سرواڻ مجاهد تحريڪ حريت تاج العلماءِ والمشائخ مولانا تاج محمود امروٽي جي آخري گهڙي تائين سندس مطالعي هيٺ رهيا آهن ۽ عين آخري وقت ۾ اهي ٻئي تحفا پنهجي سراندي کان وهاڻي جي هيٺان ڪڍي ڪري ميان عبدالستار شهيد جي والد ۽ پنهجي گهڻگهرئي

خليفي ميان محمد صالح مرحوم ۽ مغفور کي ڏيندي ٻنان ڪنهن
نالي وٽن جي چيائين تہ " هي امانت مالڪن تائين پهچائجائين".
حضرت امروٽي رح تي اهو سڪرات الموت جو وقت هيو انهي
ڪري خليفو محمد صالح وڌيڪ نہ پڇي سگهيو تہ اها امانت
ڪهڙن مالڪن کي پهچائڻي آهي" بهرحال چشم فلڪ اهو نظارو
ڏٺو تہ " حق بہ حق دار رسيد " ۽ هڪ طويل عرصي کانپوءِ اهو
نسخو ميان عبدالستار کان جناب پير عبدالخالق قادري (سجاده
نشين پرچونڊي شريف) کي مليو .
جئين تہ رسالہءِ سلوڪ مني صدي اڳ جو لکيل آهي ۽ ڪاتب
کي جيڪو نسخو مليو هوندو اهو لازمي طور تي حضرت
مالڪان رح جي زماني يا سندن هٿ جو لکيل هوندو. ڪن داخلي
۽ خارجي شهادتن مطابق "رسالہءِ سلوڪ" جي تصنيف جو زمانو
اٽڪل 1280 هہ کان 1305 ۾ تائين جو متعين ڪري سگهجي ٿو
حضرت مالڪان رح جا ملفوظات عاليہ بہ انهي دور ۾ قلمبند ٿيا
۽ حضرت مالڪان ڇياهٺ (66) حديثن تي مشتمل گلدستو بہ
انهي زماني ۾ ئي تيار ڪرڻ فرمايو هو تنهڪري خاڪسار جو
خيال آهي تہ رسالہءِ سلوڪ بہ حضرت مالڪان اٽڪل 1280 هہ
کان 1305 هہ جي وچ واري دور ۾ جوڙيو هوندو . حضرت مالڪان
رح پنهجي سلسلہءِ عاليہ قادريہ نقشبنديہ جي تمام ذڪرن، شغلن،
لطيفن، مراقبن جي ادا ڪرڻ ۽ پڙهڻ جا طريقا "رسالہءِ سلوڪ"
۾ ڪولي ٻڌايا آهن ۽ هن سان گڏ روحاني عرفاني ۽ صوفيانہ

اصطلاحن کي پنهجي رسالي ۾ آڻي انهن کي هميشہ جي زندگي عطا ڪري ڇڏي آهي . رسالہ سلوڪ جي ابتدا سلسلہ عاليہ قادريہ جي مختصر ترين تعارف ۽ قادري ذڪر جي طريقي سمجهائڻ سان ڪئي وئي آهي ۽ ذڪر دوران نفس ۽ شيطان جي خطرن کان بچڻ جو عمل بہ ٻڌايو ويو آهي پوءِ ذاڪر لاءِ روحاني قبض ۽ بسط جي ڪيفيتن کي کولي بيان ڪيو ويو آهي . ذڪر نفي اثبات جو بيان ڪندي حضرت مالڪان رح ڏاڍي سهڻي طريقي سان تصوف جي هڪ اهم ترين مسئلي وحدت الوجود کي دليلن سان بيان ڪندي ثابت ڪيو آهي. تصور شيخ ۽ فنا في المرشد تي مفيد ۽ خوبصورت بحث ڪئي وئي آهي . هن کان پوءِ تصفيہءِ قلب، تزڪيہءِ نفس ۽ تجليہءِ روح جا مراحل ۽ شغل بيان ڪيا ويا آهن قلب جي حقيقت بيان ڪرڻ کانپوءِ ڇهن لطيفن جو ذڪر پوري تفصيل ۽ وضاحت سان ڪيو ويو آهي ۽ سندن شغلن ۽ وردن کي بہ کولي ٻڌايو ويو آهي قلب ۾ لطيفن جا جيڪي شغل طالب کي ڪمائڻ ضروري آهن انهن جا طريقا بہ کولي ٻڌايا ويا آهن . شغل اول ذڪر اسم ذات جو. شغل ٻيون اسم يا الله يا هو جو، شغل ٽيون پاس انفاس علي الدوام جو، شغل چوٿون ڇهن لطيفن کي جڳائڻ جو، اهي سڀ شغل ترتيب ۽ تفصيل سان اهڙي ريت بيان ڪيا ويا آهن جو سيڪڙات طالب بہ پڙهي ڪري پاڻ پيو عمل ڪري تہ سلوڪ جون منزلون طئي ڪري سگهي ٿو. وري لطيفن جي مقامات سندن شغلن ۽ رنگن جو پورو

بيان سهڻي نموني سمجهايو ويو آهي . هن وچ ۾ حضرت خواجه آدم بنوري رح ۽ حضرت مجدد الف ثاني رح جي لطيفن بابت اختلاف کي پوري وضاحت سان بيان ڪيو اٿن . پنجون شغل ذڪر سلطاني يا سلطان الاذڪار جي بيان ۾ تہ وري ڇهون شغل نفي اثبات جي بيان ۾ آهي جنهن ۾ فنا في الله ۽ بقا باالله جي مقامات کي دلڪش . نفع بخش ۽ واضح دليلن ۽ مثالن سان سمجهايو ويو آهي . ۽ آخر ۾ پنهجي مرشد حضرت تنبو ڏڻي رح (سوئي شريف) جي مثال پيش ڪندي مونن تي سر رکي منهن کي چادر سان ڍڪي مراقبي اندر ويهي ذڪر و فڪر ڪرڻ ۽ پڻ دعا گهرڻ جو طريقو ٻڌايو ويو آهي .

حضرت مالڪان رح سيدنا محي الدين شيخ عبدالقادر جيلاني رح جي سلسلہ عاليہ قادريہ سان منسلڪ آهن تنهن ڪري پنهجي متبرڪ رسالي جي خاتمي ۾ الله پاڪ جي اسم " قادر" جو استعمال ڏاڍي سهڻي نموني ڪرڻ فرمايو اٿن تہ جئين پڙهندڙ جو ڌيان سلسلہ عاليہ قادريہ جي باني حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني ڏانهن پاڻهين پاڻ ڇڪجي وڃي . چنانچہ پاڻ فرمائن ٿا تہ

پورو ٿيو هي نسخو ساڻ قادر جي ڪرما

## رسالہ سلوڪ جو رسم الخط ۽ ٻولي :

رسالہ سلوڪ جي ڪتابت (لکڻي يا رسم الخط) اڄوڪي سنڌي رسم الخط کان گهڻي قدر بدليل آهي خاڪسار ڪي چند خاص

مثال پيش ڪري ٿو جيڪر هن بابت تفصيل سان لکيو وڃي ته
هڪ پورو باب ٿي ويندو تنهن ڪري ڪي خاص نمونا ڏجن ٿا ته
جئين هاڻوڪي ۽ هن دور جي رسم الخط ۽ لکڻي جو فرق
معلوم ٿي سگهي .

| نمبر شمار | رسالہ سلوڪ جي صورتخطي | هاڻوڪي صورتخطي |
|---|---|---|
| 1 | گهٽون | گهٽو |
| 2 | مشهورِ | مشهورين |
| 3 | پهرياءِ | پهريائين |
| 4 | ويهن | وِهن |
| 5 | جڏهِ | جڏهين |
| 6 | انگرَ | آگر |
| 7 | ونجين | وڃي |
| 8 | لئي | لاءِ |
| 9 | ڪنهِ | ڪنهين |
| 10 | وِڪہ | وڪ |
| 11 | چگّون | چگّو |
| 12 | نندِهي | نندِي |
| 13 | ونجڻ | وڃڻ |
| 14 | اُنجون | اُجو |
| 15 | سنج | سج |
| 16 | اهيو | ايهو |

| 17 | ڏکہ | ڏک |
|---|---|---|
| 18 | جهنگهري | جنهن گهري |
| 19 | ڇهن | ڇهن |
| 20 | کي راتو | کبر آن تون |

اهڙي ريت حضرت مالڪانؒ ڪجهه اهڙا لفظ بہ استعمال ڪيا آهن جيڪي يا تہ اڄوڪي ٻولي ۾ مستعمل ناهن يا وري انهن کي پنهجي لسانياتي خراد تي چاڙهي ڪين هڪ بالڪل نئين ۽ انوکي شڪل ڏني اٿن جئين تہ هيٺين لفظن مان هن جي تصديق ٿئي ٿي

| نمبر شمار | رسالہ ۾ آيل شڪل | هاڻوڪي شڪل |
|---|---|---|
| 1 | لئي | لاء |
| 2 | هيڪڙي | هڪڙي |
| 3 | پوبس | پئيس |
| 4 | پانهجي | پنهجي |
| 5 | معاملو | مامرو |
| 6 | تيسين | تيستائين |
| 7 | ڪجاڙو(جيڪو لاڙ ۾ اڃان بہ استعمال ٿئي ٿو) | چا .چو ۽ ڪيڏانهن لاء |
| 8 | اِيُ | ايهو ، هي |
| 9 | آگو (آگا) | آغو (آغا) |
| 10 | سومهٽي | سمهٽي |
| 11 | جئٽو | ساڃو (سڃو) |

| | | |
|---|---|---|
| 12 | ڏائو | کاہو (کہو) |
| 13 | اُره | سينو |
| 14 | کرين | کرن يا کن |
| 15 | راتيان ڏينهن | رات ڏينهان يا راتين ڏينهان |
| 16 | پنڌن پساهہ جو | بند کرڻ پساه جو |
| 17 | تهان | تنهن کانپوءِ |
| 18 | ڏارون (وڻ جا) | شاخون يا لامون |
| 19 | سنديس | سندس |
| 20 | ستي | وجهي (ڦٽي کري) |
| 21 | کيم چڙي | کين چڙي |
| 22 | پانهن | پهن |
| 23 | وچڙا | وچولا |
| 24 | هَڙهري | هرهر |
| 25 | هُري هُري | هوري هوري (آهستي) |
| 26 | هَري هَري | هلي هلي يا لڏي لڏي |

رسالہ سلوڪ ۾ استعمال ڪيل ڪي لفظ اهڙا بہ آهن جن کي حضرت مالڪان رح پنهجي لسانياتي لغاتي خراد تي چاڙهي نئين شڪل ڏيئي انهن کان ڪم ورتو اٿن جئين تہ حاجين بدران لفظ حاجن يا صوفين بدران صوفن جمع لاءِ استعمال ڪرڻ يا وري صفاتين ۽ ذاتين جي جاءِ تي صفاتن ۽ ذاتن ۽ غبين بدران غبن ۽ پکين بدران پکن جو ڪتب آڻڻ يا ضرورت شعري تحت تهان جي

جاء تي تها جو استعمال ڪرڻ يا "مقام ڪان"، "مقام منجهان" "مقام جو" جي معني لاءِ مقامنئا ۽ انهن معنائن ۾ ئي ذات ڪان ذاتنئا ۽ صفات ڪان صفاتنئا جو استعمال ڪرڻ به انهيءَ قبيل مان آهي .

رسالهءِ سلوڪ ۾ حضرت مالڪان عربي فارسي جا جملا يا آيتن ۽ حديثن جا ڪي ٽڪرا به ڏاڍي سهڻي نموني استعمال ڪيا آهن ۽ اهي عربي فارسي جا جملا حضرت مالڪان رح جي بيتن ۾ ائين پيا جرڪندا ۽ چمڪندا آهن جڻ منڊي ۾ نگينو (ٽيوو) چمڪي ٿو جئين ته

نه چکي سرڪي شخص جو سو نه لهي سا
من لم يذق لم يدر اهج انهي آ(ه)

## حضرت مالڪان رح جو ادبي ذوق :

رسالهءِ سلوڪ جي مطالعي مان واضح ٿئي ٿو ته حافظ الملت حضرت مالڪان رح رڳو مڪتبي علم نه رکندا هئا بلڪ سندن مطالعو ايڏو ته گهرو ۽ وسيع هيو جو تفسير، حديث فقه، منطق ۽ معاني ڪان وٺي وبندي سلوڪ و تصوف ۽ شعر و ادب تائين پاڻ هر ميدان جا شهسوار هئا . سندن ملفوظات شريف ۾ قرآني آيات، احاديث مبارڪ ۽ فقه و تصوف جا اهڙا رموز و اسرار ملن ٿا جن جا مثال عام مشهور ۽ متداول ڪتابن ۾ بہ نظر نه ٿا اچن . هت خاڪسار رسالهءِ سلوڪ جي علمي ادبي مقام جي حوالي سان حضرت مالڪان رح جي ادبي ذوق بابت چند ڳالهيون

پيش ڪرڻ چاهي ٿو تہ جئين سندن ادبي ذوق جي بلندي، پختگي ۽ وسعت جو قارئين کي پتو پئجي سگهي. هن ۾ ڪو شڪ ناهي تہ حضرت مالڪان رح خانقاهي نظام سان وابستہ هئا، پر خانقاه نشين ۽ گوشي نشين فقير ۽ صوفي هجڻ جي باوجود توحيد ۽ سنت جا علمبردار ۽ شريعت سان ٽڪرائيندڙ هر بدعت، رسم ۽ رواج جي خلاف متشدد هئا ايتري قدر جو جنهن کوه يا کڙئي تي تماڪ جو فصل بيٺل هجي ها تہ جماعت ان کوه يا کڙئي جي پاڻي مان وضو ڪرڻ بہ خلاف احتياط سمجهندي هئي فقرا ڍُهلن نغارن ۽ لهو و لعب وارين شادين جي ماني کان هميشہ پرهيز ڪندا هئا. پر هن جو مطلب اهو بالڪل ناهي تہ پاڻ رڳو خشڪ ۽ ڪورا ملا يا بي ذوق ۽ نلها خدائي فوجدار هئا. جو تہ اهڙو بي ذوق ۽ خشڪ ماڻهو ولي تہ ڇا هڪ سنو انسان بہ نہ ليکيو وڃي ٿو هن باري ۾ عارف شيرازي شيخ سعدي سهروردي رح ڪيڏو نہ سهڻو چيو آهي تہ

اشتر بہ شعر عرب در حالت است و طرب

گر ذوق نيست ترا، ڪژ طبع جانوري

(بدوي جو رجزيہ شعر (حدي) ٻڌي ڪري اُن تي مستي ۽ خوشي ڇانئجي وئي آهي. جيڪر تو ۾ سني آواز ٻڌڻ سان ذوق پيدا نہ ٿو ٿئي تہ پوءِ تون اڏنگي (ڏنگي) طبيعت وارو جانور آهين.)

حضرت مالڪان رح جي زندگي جو هر لمحو احڪام الهي ۽ سنت رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي اتباع ۽ احياء ۾ گذريو

آهي هي روايت ڪنهن بہ عالم يا ڄاڻ واري مسلمان کان ڳجهي
ناهي تہ حديث ۽ سيرت جي ڪتابن مطابق سرور عالم صلي الله
عليہ وسلم جي مديني ۾ تشريف آوري مهل انصار جي هڪ
قبيلي (بنو نجار) جي معصوم ٻارڙين (نياڻين) جڏهن هيءَ
استقبالي نغمو

طلع البدر علينا    من ثنيات الوداع

(وداع جي ٻهاڙين جي اوٽ مان (اسانجي شهر يثرب تي) اڄ
چوڏهين جو چنڊ طلوع ٿيو آهي)
دف وڄائي وڄائي ٻڌايو تہ پاڻ ڪريم عليہ الصلوات
والتسليم ،تاريخ جو پهريون نعتيہ لوڪ گيت ٻڌي ڪري ڏاڍا
خوش ٿيا ۽ هي حقيقت بہ "صحاح ستہ" جي احاديث ۾ واضح
طور لکيل آهي تہ حضور پاڪ صاحب لولاڪ صلي الله عليہ
وسلم دربار رسالت جي مقبول ترين شاعر حضرت حسان بن ثابت
الانصاري رضي الله تعالي عنہ کي پنهجي منبر مبارڪ تي وهاري
مسجد نبوي ۾ ذوق ۽ شوق منجهان سندس نعتيہ ڪلام ٻڌندا ۽
خوشي جو اظهار فرمائي ڪيس ظاهري انعام عطا فرمائيندا ۽
باطني انعام طور دعائون بہ ڏيندا هئا . تہ پوءِ حضرت حافظ
الملت رح جهڙو عاشق رسول (صلي الله عليہ وسلم) حضور سرور
ڪائنات جي هن عادت مبارڪ ۽ سنت کي ڪئين نظر انداز ڪري
سگهندو هو . چنانچہ حضرت مالڪان رح درس تدريس مان فراغت
ڪانپوءِ مسجد شريف ۾ يا پنهجي حجري مبارڪ ۾ يا سندن هٿ

راڌل باغ ۾ جماعت جي خاص فقرا کان مولود شريف، عارفانہ
ڪافيون ۽ صوفيانہ ڪلام ٻنان سازن جي فقرا جي سوز ۽ درد
واري هڪ خاص لئي، طرز ۽ سمع (سمہ) واري آهنگ ۾ ٻڌندا ۽
لطف حاصل فرمائيندا هئا . اهڙي ريت جمعہ المبارڪ، يوم
ولادت رسول صلي الله عليہ وسلم . رجبي شريف، ليلہ القدر ۽
عيدين جي موقعي تي ۽ خاص طور تي تبرڪات رسول ڪريم
صلي الله عليہ وسلم ۽ تبرڪات حرم پاڪ جي زيارت جي
موقعي تي اهڙا ڪلام ٻڌندا ۽ گريہ فرمائيندا هئا. هن ڪان علاوه
پنهجي علمي محفلن ۾ نہ رڳو صوفي ۽ سالڪ شاعرن جو عربي
فارسي سنڌي ۽ هندي ڪلام موقع محل جي مناسبت سان ٻڌندا
هئا بلڪ پاڻ بہ ٻڌائيندا هئا . ۽ هن سان گڏ خود پاڻ بہ فارسي،
سنڌي ۽ هندي نما سرائيڪي زبان ۾ شعر چوندا هئا .

## مالڪان رح جا هم ذوق معاصرين :

حافظ الملت حضرت مالڪان رح جا وقت جي اڪابرن جئين تہ
(الف) عارف باالله حضرت سيد حزب الله شاه مسڪين رح روضي
ڌڻي (پير پاڳارو)(ب) سنڌي ڪافي جا برک شاعر ۽ وقت جا ولي
الله حضرت سيد اصغر سائين (پير پاڳارو) (ج) خواجہ فخر جهان
چشتي نظامي رح (خواجہ فريد رح جو مرشد ۽ وڏو پاءُ ۽ فارسي جو
بلند پايہ وحدت الوجودي شاعر) (د) وحدت الوجود جو علمبردار
سرائيڪي ڪافي جو بادشاہ خواجہ فريد رح (هہ)عالم ، فقيہ ۽
عاشق رسول صلي الله عليہ وسلم مولانا عبدالغفور همايوني رح

(جنهن جي هڪ مشهور ۽ مقبول نعت ع "تنهجي زلف جي بند
ڪمند وڌا زندان هزارين مان نہ رڳو" مقبول بارگاهہ رسول آهي)
(و) صوفيانہ ڪلام جو استاد شاعر خوش خير محمد فقير
هيسباڻي (ز) عارفانہ ڪافين ۽ ڏوهيڙن جو بلند پايہ شاعر فقير
دريا خان زنگيجو(ح) سعديء سنڌ حضرت مولانا بهاءُ الدين
بهائي وغيرهم جهڙن اهل ڪمال علما، مشائخ ۽ سخنورن سان
خلوص، محبت ۽ دوستي جا ناتا هئا . اهي سڀ حضرات حضرت
مالڪان رح جي روحاني مقام، خانقاهي نظام ۾ سندن اجتهادي
ڪارنامن، جذبہء جهاد، ديني، مذهبي ۽ روحاني امور ۾ سندن
بصيرت ۽ بلند نظري ۽ سندن پاڪيزه شعري ۽ ادبي ذوق جهڙي
ڪمالات جا دل جي گهراين مان معترف هئا ننديي ڪند ۾ سلسلہء
عاليہ چشتيہ جا آخري شيخ الڪل حضرت خواجہ فخر جهان رح
(ڪوٽ مٺڻ شريف وارا) حضرت مالڪان رح جو ايتري قدر
احترام ڪندا هئا جو جڏهن مالڪان رح پنهجي هڪ عزيز ترين
دوست مخدوم عبدالخالق المعروف مخدوم دين محمد (ڪهڙن
واري) جي ڪنهن ڪم لاء حضرت خواجہ فخر جهان رح ڪان سندن
مريد نواب آف بهاولپور جي نالي سفارشي خط وٺڻ جي سلسلي
۾ ڪوٽ مٺڻ شريف پنهتا تہ هن وقت خواجہ فخر جهان پنهجي
حجري مبارڪ ۾ طلبا کي درس ڏيئي رهيا هئا . حلقہء درس ۾
خواجہ فريد بہ هڪ شاگرد جي حيثيت سان موجود هئا . خواجہ
فخر جهان رح صاحب مالڪن جي وڏي آدر ڀاءُ ڪئي ۽ خادمن کي

حڪم فرمايائون تہ مهمانن جو خاص خيال رکجو . سندن حد کان
وڌيڪ احترام ڪجو ۽ پيو تہ انهن سان ڪنهن قسم جو سوال
جواب نہ ڪجو ! پر هڪ ڏند ڪٿ (زباني روايت) آهي تہ خواجہ
فريد رح حضرت مالڪان رح کان پڇيو تہ "سائين اسان ٻڌو آهي جو
اوهان بي نمازي کي ماني نہ ڏيندا آهيو جڏهن تہ الله تعالي ڪافر
۽ مومن، نيڪ ۽ بد سڀ کي رزق ڏيڻ ۾ ڪو فرق نہ رکيو آهي"
حضرت مالڪان رح جواب ۾ فرمايو تہ "الله تعالي نہ ڪنهن
حڪم جو مڪلف آهي ۽ نہ هن کان ڪنهن قسم جو پڇاڻو ٿي
سگهي ٿو پر جيڪر اسان کان پڇا ڪيائين تہ اوهان منهنجي
فرض جي تارڪ کي ماني ڇو ڏني تہ پوء اسان ڪهڙو جواب ڏيندا
سي". مالڪن رح جو اهو جواب ٻڌي ڪري خواجہ فريد طالب
علمانہ عادت موجب جوش ۾ بحث کي وڌائڻ لڳا تہ سندن مرشد ۽
استاد حضرت خواجہ فخر جهان رح کين منع فرمايايو ۽ چيائين تہ
فريد بزرگن سان بحث ڪرڻ نامناسب ۽ ادب جي خلاف آهي جنهن
تي خواجہ فريد رح مالڪن رح جي خدمت ۾ معذرت پيش ڪئي.
"عبادالرحمن" جي مصنف سيد مغفور القادري مرحوم لکيو آهي
تہ مالڪن رح سان اها بحث ڪرڻ وارو خواجہ فخر جهان جو ڪو
خادم هيو جڏهن تہ ڪنهن بہ خادم يا طالب علم کي اها جرات
۽ همت نہ ٿي سگهي ٿي تہ خواجہ فخر جهان رح جي هڪ معزز
مهمان ۽ وقت جي مشهور بزرگ سان ايڏي حجت ڪري تنهڪري
شاه صاحب جو اهو لکڻ روايت ۽ درايت جي روشني ۾ درست

نہ آهي . ۽ ٻيو تہ بقول سيد مغفورالقادري رح خواجہ فريد جو اهو
چوڻ جو "هي جوان (حضرت مالڪان رح) ظواهر شريعت ۾ قائل
آهي" "ننڍو سنهن وڏي ڳالهہ" جي زمري ۾ اچي ٿو . چو تہ خواجہ
فريد جي پيدائش 1261 هہ (1845 ء) ۾ ٿي آهي جڏهن تہ ڪتاب
"عبادالرحمن" جي مصنف جي ناني واري فرزند ۽ اسانجي عزيز
دوست سيد فاروق القادري "عباد الرحمن" جي ٻئين ايڊيشن جي
مهاڳ ۾ لکيو آهي تہ "هڪ محتاط اندازي مطابق پرچوندي
شريف بطور هڪ روحاني خانقاہ جي 1260 هہ کان اڳ ۾ قائم
ٿي چڪي هئي." (عبادالرحمن جو مهاڳ ص "ي")
فقراء جماعت ۽ جنهن مخدوم صاحب (مخدوم دين محمد) لاء پاڻ
ڪوٽ منڻ ويا هئا سندن خانداني روايتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ
مالڪان رح جڏهن منڻ ڪوٽ ويا هئا تڏهن خانقاہ پرچوندي
شريف اجان پنهجي عروج تي ڪو نہ آئي هئي تنهڪري پاڻ
مخدوم کي چيو تہ "نوابن جي منهن چڙهڻ ۽ وڏن پيرن يا
مخدومن کان سفارش طلب ٿيڻ اسان جهڙي فقيرن کي نہ ٿو
جڳائي" پر مخدوم صاحب سان چو تہ حد کان وڌيڪ دوستي
هين تنهڪري سندن ضد اڳيان مان ڪري هلي پيا ۽ اجرج جهڙي
ڳالهہ هي آهي تہ پاڻ پيادل ويا هئا . هاڻ جيڪر 1260 هہ ۾
خانقاهہ پرچوندي شريف جو قيام تسليم ڪجي تہ هن کي عروج
پڪڙڻ لاء گهٽ ۾ گهٽ ڏہ (10) پندرنهن (15) سال کپن مطلب تہ
هن حساب سان اهو سفر 1270 هہ 1275 هہ تائين ٿين ممڪن

لڳي ٿو ۽ هن لحاظ سان حضرت مالڪانؒ جي ڪوٽ مٺڻ واري سفر دوران خواجه فريد جي عمر ڏهه (10) کان چوڏهن (14) ورهين تائين هجڻ کپي ۽ مالڪن جي عمر مبارڪ سٽيهن (37) کان ايڪتاليهه (41) ورهين تائين ڪاٿي سگهجي ٿي ته هاڻ ڏهن يا پندرهن سالن جو هڪ طالب علم سٽيهن يا ايڪتاليهه سالن جي پخته عمر عالم ۽ بزرگ لاءِ ڪئين چئي سگهي ٿو ته "هي جوان ظاهري شريعت ۾ قائل آهي." حقيقت هن ريت آهي ته مالڪنؒ تي اهو سوال يا اعتراض ڳڙهي اختيار خان (نزد خانپور ڪٽوره) ۾ حضرت مالڪانؒ جي مان ۾ ڏنل هڪ دعوت ۾ ٿيو هو اها دعوت ڳڙهي اختيار خان جي هڪ سجاده نشين پاران ڏني وئي هئي ڳڙهي جي اها خانقاه به ڪوٽ مٺڻ جي چشتي بزرگن جي هڪ شاخ آهي . حضرت مالڪانؒ ڏٺو ته پير صاحب جا مريد خليفا ۽ خادم نماز پڙهڻ جي وقت سستي ٿا ڏيکارن ۽ پنهجن ڪمن ۾ مشغول رهن ٿا جنهن تي مالڪانؒ پير صاحب کي چيو ته ميان صاحب انهن کي نماز لاءِ ڇو نه ٿا چئو ؟ پير صاحب وراڻيو ته حضرت مان ڏاڍو چيو آهي پر هيءُ سستي نه ٿا ڇڏن اهو جواب ٻڌي ڪري حضرت مالڪانؒ فرمايو ته "حضرت! انهن جي ماني بند ڪري ڇڏيو پاڻهي هوشيار ٿي ويندا." پير صاحب وراڻيو ته حضرت مون وٽ چند ڳاڻوان مريد آهن ائين ڪرڻ سان ته اهي به ڀڃي ويندا ۽ ٻيو هي ته "از درگاه خدا وند تعالي جلشانه چندان ڪافران و گبران دوام درحيات

خود رزق ميخورند و حق تعالي روزي ايشان بند نمي كند! چگونہ نان بي نمازان بند كرده شود ". (خداوند تعالي جلشانہ جي درگاه مان كيترا كافر ۽ ٻانڀڻ هميشہ كان سازي حياتي ماني كائيندا ٿا رهن.حق تعالي تہ انهن جي روزي كڏهن بہ بند نہ كئي آهي پوءِ بي نمازين جي ماني كئين ۽ چو بند كئي وڃي؟) تنهن تي مالكان رح جواب ڏنو تہ "حضرت او احكم الحاكمين اكرم الاكرامين ، ارحم الراحمين است از و كسي حساب كتاب نہ كند و از بنده و شما حساب كتاب خواهد شد". (حضرت ! هو بارگاه تہ احكم الحاكمين . اكرم الاكرمين . ۽ ارحم الراحمين جي بارگاه آهي هن كان كو بہ حساب كتاب كو بہ طلب نہ ٿو كري سگهي پر هن ٻانهي كان ۽ اوهان كان تہ حساب كتاب پڇيو ويندو.) (ملفوظات مالكان (فارسي) ص 93 ) الغرض اهو بالكل ممكن آهي تہ ڳڙهي اختيار خان (نزد خانپور ضلع رحيم يار خان) جو اهو واقعو چاچڙان شريف (جيكو خود ڳڙهي كي تمام ويجهو آهي) تائين ۽ هتان كان كوٽ مٺڻ تائين وڃي پهتو هجي ۽ حضرت مالكان رح جي تعارف كان پوءِ خواجہ فريد كي يا ٻين وڏن طالبن كي ياد اچي ويو هجي تہ هي اهو بزرگ آهي جيكو خانقاه جي لنگر مان بي نمازين جي ماني بند كرائيندو آهي ۽ پوءِ خواجہ فريد ننڍپڻ جي كري ، هڪ طالب علم جي حيثيت سان علمي بحثن ۾ شوق سان حصو وٺڻ جي عادت جي كري مالكن كان جيكر اهو سوال كيو هجي تہ كا اهڙي اچرج جي ڳالهہ

ناهي . پر خواجہ غلام فريدؒ جو هي چوڻ تہ "هي جوان ظواهر (شريعت جي ظاهري ڳالهين) ۾ قائل آهي نہ تہ توحيد جي درياہ جو تارو ۽ بحر حقيقت جو ٽوٻو آهي ۽ منهنجي خواهش آهي تہ مان سندس محمل (ڪجاوي) کي پڪڙي هن سان گڏ هلان ".

(عبادالرحمن ص ص 59 60) سيد صاحب جي اها ڳالهہ حقيقت جي آئيني ۾ صحيح نہ ٿي لڳي ڇو تہ خواجہ فريد جي ولادت 1261 هہ (1845 ع) ۾ ٿي ۽ حضرت مالڪانؒ جي ولادت1234 هہ (1819 ع) ۾ ۽ هن طرح خواجہ فريد مالڪنؒ کان اٽڪل 26 سال ننڍا آهن پوءِ اُهي ڪئين چئي سگهن ٿا تہ هي ڳڀرو جوان ظاهري شريعت ۾ ڦاٿو پيو آهي البت هي ڳالهہ ممڪن ٿي سگهي ٿي تہ خواجہ فريد طالب علمانہ عادت موجب ادب کي پيش رکندي مٿيون سوال ڪيو هجي جنهن تي خواجہ فخر جهان مالڪانؒ جي روحاني مقام جي پيش نظرافسوس ڪندي ڪيس معذرت لاءِ چيو هوندو . قرآن مجيد جي تلاوت ڪندي خاڪسار جڏهن هن آيت تي پهتو "لَا يُسْئَلُ عَمَّا يَفْعَلُ وَ هُمْ يَسْئَلُوْنَ" (پ 17 رڪوع اول ) (هو (الله) جيڪي ڪجهہ ڪندو آهي هن کان ڪو نہ ٿو پڇي سگهي ۽ ٻين کان پڇاڻو ٿيندو) تہ مونکي مالڪانؒ جو اهو واقعو ياد اچي ويو. ڪمال آهي جو سندن هر ڳالهہ ۾ قرآني استدلال ملي ٿو.

مالڪانؒ جو قلبي ۽ روحاني تعلق عارف بالله حضرت سيد حزب الله شاہ مسڪين سان تمام گهڻو هو پر هو بادشاہ

حضرت مالڪان رح جي ڏاڏي پير جو سجاده نشين هجڻ جي باوجود حضرت مالڪان رح جي حد کان وڌيڪ عزت بلڪ ساڻن محبت ڪندا هئا . ديوان مسڪين (فارسي) جي مقدمي (مهاڳ) ۾ ديوان جي مرتب لکيو آهي ته "حضرت مسڪين رح جي علالت جي دوران حضرت مالڪان رح سندن عيادت لاءِ حاضر ٿيا ته حضرت مسڪين رح اطلاع ملڻ تي سندن اندر اچڻ کان اڳ سوڙ (رضائي) گهرائي ته در تي ڪري حضرت مالڪان رح لاءِ وڇرائي پوءِ اندر گهراياؤن ۽ گهڻي دير تائين ٻنهن جي وچ ۾ راز رموز، ذوق و عرفان ۽ محبت جون ڳالهيون ٿينديون رهيون گفتگو جي دوران حضرت سيد حزب الله شاه مسڪين مالڪان رح سان مخاطب ٿيندي لب ڪشا ٿيا ۽ فرماياؤن ته " حافظ ! مثنوي مولانا روم ۾ اوليائن ۽ ڪاملن لاءِ جيڪي صفتون ٻڌايون ويون آهن مان ڏسان ٿو ته اُهي سموريون تو ۾ پاتيون وڃن ٿيون." هڪ ٻي موقعي تي پاڻ جن فرمايو ته "حافظ محمد صديق رح جڏهن قرآن مجيد جي تلاوت ڪندو آهي ته ائين محسوس ٿيندو آهي ڄڻ ڪلام رباني هنيئر لوح محفوظ کان نازل ٿئي ٿو".

مولانا عبدالغفور همايوني رح پنهجي وقت جو جيد عالم پير ڪامل ۽ نعت رسول صلي الله عليه وسلم جو خوش ذوق شاعر هيو، مالڪن سان جڏهن ملاقات ٿيندي هين ته حد کان وڌيڪ احترام سان پيش ايندا هئا بلڪ "تصور شيخ" جي مسئلي تي حضرت مالڪان رح جي موقف جي سهڻي نموني تائيد

ڪري سندن علمي ۽ روحاني فضيلت ۽ مقام جو اعتراف ڪيائين
سعديءَ سنڌ حضرت مولانا بهائي جي فارسي ڪليات ۾
قدم قدم تي حضرت مالڪان رح جي منقبت ۽ تعريف ۾ فارسي
غزل نظم قصيدا مثنوي ۽ رباعيات جا انبارملن ٿا .

**مالڪان رح جو شعري انتخاب :** حضرت مالڪان رح جي
ملفوظات واري قلمي نسخي جي آخر ۾ اٽڪل 240 ڪلاسيڪ
بيت فارسي ، هندي ، سنڌي ۽ سرائڪي جي مختلف صوفي
شاعرن جا نقل ڪيا ويا آهن . انهن مان هر بيت ، شعر ، ڏوهيڙي ۽
ڪافي ۾ درد ۽ سوز جو هڪ جهان پنهان آهي عشق و محبت جي
تڙپ سان معمور هڪ دنيا آهي محبوب جي ڳولا ۽ تلاش واري
بيقراري ۽ اضطراب جي هڪ ڪائنات سمايل آهي اهڙا پختہ بلند
پايہ ۽ اچي ذوق جا حامل ابيات . دوها . ۽ ڪافيون ڪو بلند پايہ
صاحب ذوق ئي پسند ڪري ۽ جهونگاري سگهي ٿو .انهن بيتن
جو ڪاتب بہ ساڳيو آهي جنهن فارسي ملفوظات ڏاڍي سهڻي
نستعليق خط ۾ لکيا آهن بيتن واري شروعاتي صفحي تي بسم
الله جي پر سان پاسي ۾ مٿون مٿون لکيو اٿس تہ "ابيات ڪہ در
حضور موفورالسرور آنحضرت قبلہء عالم قدس الله سره العزيز
باستماع رسيداند ". (هي بيت اُهي آهن جيڪي آنحضرت قبلہء
عالم قدس الله سره العزيز جي وڏ ۾ وڏ خوشي بخشيندڙ بارگاه
(محفل) ۾ ٻڌڻ ۾ آيا .)

ملفوظات جي جامع ۽ ڪاتب فقير مولوي عبيدالله مرحوم

جي هن فارسي نوٽ مان بہ (2) ڳالهيون واضح ٿين ٿيون هڪ تہ
هي جو اهي بيت وقت بہ وقت حضرت مالڪان رح پنهجي زبان
فيض ترجمان سان اهل محفل کي ٻڌائيندا رهيا هئا گويا هندي
سنڌي ۽ فارسي جا اهي بيت خود مالڪان رح جي پسند ۽ سندن
پنهجو انتخاب آهي جنهن مان ادب عاليہ تي سندن گهري نظر ۽
ذوق لطيف جو پتو پوي ٿو . ٻي ڳالهہ هي ثابت ٿئي ٿي تہ
ملفوظات جو موجوده قلمي نسخو ملفوظات جي سهيڙيندڙ ۽
ڪاتب فقير مولوي عبيدالله مرحوم حضرت مالڪان رح جي وصال
مبارڪ کان پوءِ لکيو آهي ڇو تہ بيتن جي انتخاب واري هن
فارسي نوٽ ۾ مولوي صاحب مرحوم مالڪان رح جي لاءِ قدس الله
سره العزيز جو جملو استعمال ڪيو آهي جيڪو هميشہ وصال
ياتل بزرگن جي نالن سان لکبو آهي .

ملفوظات واري نسخي جي منڍ ۾ بسم الله جي خاتمي
تي ملفوظات جي مصنف جامع ۽ ڪاتب مولوي عبيدالله جي مهر
لڳل آهي جنهن جا الفاظ هي آهن "رحمت حق بر عبيدالله". هن
مهر ۾ ...13 هہ بہ لکيل آهي جنهن ۾ 13 کانپوءِ وارو انگ صاف
پڙهڻ ۾ نہ ٿو اچي بهرحال 1300 تہ بالڪل صاف پڙهجي ٿو .
حضرت مالڪان رح جي انتخاب ڪيل بيتن جو وچور هن ريت آهي

1 . قاضي قادن (بہ (2) بيت)
2 . دادوديال (ڀڳتي تحريڪ جو سرواڻ شاعر (چار (4) بيت)
3 . خير محمد فقير (هڪ عدد سرائڪي ڏوهيڙو)

4 . فقير غلام حيدر (هڪ سنڌي بيت)

5 . محمد علي نالي جو ڪو قديم شاعر (هڪ سنڌي بيت)

6 . ميوو تخلص جو ڪوقديم شاعر يا سگهڙ (هڪ سنڌي بيت)

7 . هڪ هندي بيت بنان ڪنهن نالي جي آهي شايد ڪبير يا دادوديال جو هجي !

8 . ڦلو ڇيٽ نالي هڪ قديم سگهڙ يا شاعر (ٻه (2) بيت)

باقي اڪثر بيت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح جا آهن جن لاءِ ڪاتب نوٽ لکي ٿو ته "ابيات متفرقه از رساله شاه عبداللطيف صاحب قبله عالم رح "

(مطلب ته شاه عبداللطيف رح جي رسالي جي اُن نسخه مان ڪي متفرق بيت ڏجن ٿا جيڪو رسالو حضرت قبله عالم (حافظ الملت) جي مطالعي هيٺ رهيو آهي)

هن مان معلوم ٿئي ٿو ته حضرت مالڪان رح جي مطالعي ۾ شاه عبداللطيف ڀٽائي رح جي رسالي جو ڪو خاص قلمي نسخو رهندو هيو جنهن مان ڪي منتخب بيت پاڻ پنهجن مجلسن ۾ حاضرين مجلس کي ٻڌائيندا هئا ۽ شاه جي رسالي جا اهي بيت ملفوظات جي پڇاڙي ۾ لکي ڪري مولوي عبيدالله فقير حضرت مالڪان رح جي هن انتخاب کي اهلِ ذوق تي احسان ڪندي هميشه لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيو ( فجزاه الله احسن الجزاء و رحمهُ الله) .

هن انتخاب ۾ جتي دادو ديال جهڙي پڪتي فقير جا اڻ ليي سرائيڪي لهجي واري هندي جا بيت ملن ٿا اتي سنڌ جي وسريل

شاعرن ميوو ، محمد علي ۽ ڦلو چيٽ جي ڪلام جو انتخاب بہ ڏنو ويو آهي جيڪو اڄوڪي اديب ۽ محقق لاءِ هڪ تحفو آهي ۽ سڀ کان وڏيڪ خوشي جي ڳالهہ هي آهي تہ هن انتخاب ۾ جتي روضي ڌڻي مرشد عالم سيدنا محمد راشد رح جي ڪلام جو نمونو ڏنو ويو آهي اُتي حضرت قبلهءِ عالم روزي ڌڻي رح جي ڪلام جو نمونو بہ پيش ڪيو ويو آهي وري هڪ نئين ۽ عجب جهڙي ڳالهہ هي آهي تہ حضرت مالڪان رح جي هن انتخاب ۾ سندن مرشد ڪريم حضرت تنبو ڌڻي رح (سيدنا حسن شاهہ جيلاني رح) جي ادبي ذوق جو بہ هڪ واقعو پيش ڪيو ويو آهي .

حضرت مالڪان رح جي تصنيف ڪيل "رسالهءِ سلوڪ" کان اڳ سندن نالي تي صرف هڪ بيت مشهور هيو جيڪو هي آهي .

لطف سجن دمبدم قهرِ سجن گاهہ گاهہ
هين بہ سڄڻ واهہ واهہ هون بہ سڄڻ واهہ واهہ

مگر هن انتخاب ۾ سندن ٻيا بيت بہ دستياب ٿيا آهن جيڪي جامع ملفوظات جي الفاظ ۾ پيش ڪجن ٿا . جامع ملفوظات لکي ٿو تہ پاڻ مالڪان رح علم جي غرور ۽ گهمنڊ ۾ گرفتار ملن لاءِ اڪثر هي مقولو ٻڌائيندا هئا .

پڙهين ڪان پيچ پري متان ڪائي وڃن تڙي ڪڙي

ٻوءِ مٿون فرمائيندا هئا تہ

علم پڑهيو سون عربي نالو جنهن جو نيڪ
پڙهدي پڙهدي عمر گذري ڪو نہ آيو تنهن ڪئون سيڪ
جڏهن حرف پڑهيو سون هيڪ تہ ورق سڀ وساريا

سرائڪي جي هڪ ڪافي جو ٹلهہ بہ اڪثر پڙهنداهئا

ناهي حاجت پڑهڻ پڑهاوڻ دي
سڪ رمز وجود وسارڻ (وجاوڻ) دي

جامع ملفوظات هڪ ٻي هنڌ لکي ٿو تہ "مقولہء آنحضرت از قبلہء عالم خود" (مطلب تہ هي بيت حضرت مالڪان رح جو پنهجو آهي)

اسان لٽ لئي اسان لٽ لئي
اسان لٹدي چوڙيو ڪفر ۽ اسلام ڈونهين

پنهجي هڪ ٻي مقولہ ۾ مالڪان رح فرمائن ٿا تہ

فقير تنهن کي چئوجي جنهن جي سڀ ري سري
گهر در وجي ڪينڪي گهرون ڪين گهري

هڪ ٻي هنڌ مالڪان رح فرمائن ٿا تہ

مذهب و ملت عشق الهي
تقويٰ، طاعت و زهد، خرابي

انهي بيت سان گڏ هي ڪافي بہ حضرت مالڪان رح جي ياد گار آهي جنهن جو ٹلهہ حضرت سچل سرمست جي هڪ مشهورسنڌي ڪافي مان ورتل آهي . پر مالڪان رح جي ڪافي جو " انترو "

بدليل آهي .

توٽي پٽني لڳي سارو جڳ، تان پي چا ٿيو
حج پڙهي توٽي طاعت، ڪري سارو شب، تا پي چا ٿيو
جيتر نہ پوي من ۾ محبت رب، پيو توٽي سپ، تان پي چا ٿيو

ياد رهي تہ حضرت سچل سر مست جي ان ڪافي کان متاثر ٿي ڪري حضرت خواجہ غلام فريد بہ هڪ بلند پايہ سرائڪي ڪافي لکي آهي . جنهن جو ٽلهہ آهي

ٿي تابع خلقت سب، تان وي ڪيا ٿي پيا
هئي گم ٿيوڻ مطلب

سرائڪي جو هي بيت بہ مالڪان رح ڏانهن منسوب ڪندي جامع ملفوظات لکي ٿو " و مقولہ ديگر از قبلہ عالم رح ".

ڪوڙ ماتا ڪوڙ پتا ڪوڙ ڪل سنسار
ڪوڙ سونا ڪوڙ رپا ڪوڙي پهرڻ هار
ڪوڙ ڪوڙيان نينهن لائي وسر ڳين ڪلتار
جنهان نال لاوان دوستي؟ سپ جڳ چلڻ هار

هڪ هنڌ جامع ملفوظات لکي ٿو تہ "مالڪان اين بيت را در حق مشائخان ظاهري ڪہ از فنون فنائن علم معنوي خالي اند احيانا مي فرمودند" . يعني حضرت مالڪان اهڙن پيرن جي باري ۾ جيڪي پيري جي فن ۾ ظاهري طور تي تہ وڏا فنڪار نظر اچن ٿا

پر علم معنوي جي فنون کان بالکل خالي ۽ ڪورا هوندا آهن

ڪڏهن ڪڏهن هي بيت ارشاد فرمائيندا هئا .

پيري پري ڪيا شيخي وڏن شڪ

جاڏي آهي حق تاڏي منهن نہ موڳن جو

وري مٿون پنهجو هي مقولو ورجائيندا هئا تہ

خلق خدا جي ملڻ مون

هڪڙن هيڪڙائي بين بيائي

بلا مبالغہ هن آخري بيت جي ٻئين مصرعي جي هن جملي ”هڪڙن هيڪڙائي“ ۾ مالڪن جي پنهجي زندگي جو ڀرپور عڪس نظر اچي ٿو .

مولانا عبيدالله سنڌي ڀرچونڊي شريف جي خانقاه ۽ مدرسي جي علمي افادات ۽ روحاني فيوضات مان مالا مال ٿي ڪري جڏهن مزيد علمي ۽ سياسي فتوحات جي سفر تي روانو ٿيڻ لڳو تہ حضرت مالڪان الوداع مهل ڪيس دعا ڏيڻ بعد حضرت سچل سر مست رح جو هڪ مصرعو زندگي جي نصب العين طور پيش ڪندي ڪيس تلقين فرمايو تہ سچل جي هن قول کي پنهجي عملي سياسي ۽ انقلابي زندگي لاءِ رهبر اصول بنائجائين تہ ڪاميابي تنهجا قدم اچيو چمندي

چوڙ گمان گدائي والا

شملہ چا بڌ شاهي دا

امام انقلاب جي لاءِ امام العارفين (حضرت مالڪان رح ) جو
الوداع مهل چيل هي مصرعوآل عمران وارو" تابوتِ سڪينہ"
ثابت ٿيو امام انقلاب پاڻ لکي ٿو تہ " مان هندوستان کان
ڪابل، اتان روس، پوءِ وري ايران ۽ ترڪي کان ٿيندي بالاخر سر
زمين حجاز وڃي پهتس مان جتي بہ ويس حضرت امام العارفين
جي زبان مبارڪ مان نڪتل سچل سر مست جو اهو مصرعو چڻ
تہ منهجي لاءِ روحاني طاقت، ظاهري قوت ۽ ديني شوڪت جو
هڪ سر چشمو ثابت ٿيو مان افغانستان جي بادشاه، زارِ روس
جو تختو اونڌو ڪرڻ واري مردِ آهن لينن ۽ استالن جهڙن قاهر ۽
جابر حڪمرانن سان دوبدو مليس پر ڪنهن تي بہ منهجي تڪ نہ
پي پئي، هرڪنهن جي اکين ۾ اکيون وجهي برابري جي سطح تي
ڳالهائيندو هيس، سموري زندگي پنهجي مرشد امام العارفين
جي ڏنل هن تمغہءِ شجاعت (شملہ چا بڌ شاهي دا) جي نتيجي ۾
ڪنهن جي اڳيان نہ جهڪيس نہ ڪنهن جي رعب ۾ آيس. ۽ نہ
ڪنهن جي اڳيان هٿ ڦهلايم امام انقلاب جي ساري زندگي چڻ
تہ مولانا ماهر القادري مرحوم جي هن شعر جو عڪسِ جميل
رهي آهي.

دارا ڪي لئي هي نہ سڪندر ڪي لئي هي
ڪونين ڪي هر چيز قلندر ڪي لئي هي

هن انتخاب ۾ حضرت مالڪان رح جي حوالي سان هڪ
سنڌي بيت حضرت روضي ڌڻي رح (بانيءِ خاندان و سلسلہء پيران

پاڳاره) جو سيد تخلص سان آيل آهي شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح ۾ ڪيترين ڪافين ۽ بيتن ۾ سيد تخلص استعمال ڪيو آهي خاڪسار جي خيال مطابق ممڪن آهي ته ٻنهي سيدن جا ڪي بيت "شاه جو رسالو" نقل ڪندڙن ڳڏائي ڇڏيا هجن جنهن تي ڪم ڪرڻ گهرجي ۽ ڇنڊ ڇاڻ ڪانپوءِ ٻنهي سيدن جا بيت الڳ ڪري نشابر ڪرڻ ضروري آهي. خير حضرت روضي ڌڻي رح المتخلص به "سيد" جو بيت عرض رکجي ٿو.

مکڻ ڌجي ماڪرن کي ڪتي ڌجي ڪوڙن
بسريون ڌجن تن کي جيڪي تعويذ لکن
رِبِ نه ڌجي تن کي جيڪي رب گهرن
سيد چوي مرُ ته سڌکي ساه ڌين

حضرت مالڪان رح جي هن انتخاب ۾ سندن مرشد حضرت جيلاني بادشاه (السيد حسن الجيلاني المعروف تنبو ڌڻي رح) جو هڪ واقعو لکندي سندن هڪ مصرعو ڏهرايو ويو آهي جامع ملفوظات لکي ٿو ته "وقتي امراه مستانه را ڪه از مستي اظهار اسرار نموده فرمودند".

ڇيتو ڪر ڇري متان ڇني ڪني ذاري

(مطلب ته هڪ دفعه ائين ٿيو جو هڪ مستاني مائي مستي ۾ اچي اسرار الهي ظاهر ڪرڻ لڳي ته حضرت تنبو ڌڻي رح مائي کي چيو ته اي ڇري (مستاني) هوش ڪر! دوست جي ڳجهه جون

ڳالھيون (اسرار الهي) عام ماڻھن کي نہ ٻڌا متان مالڪ
کاوڙجي توکان پنهجي دوستي ڇني توکي ڏار الڳ ڪري ڇڏي ۽
قرب جو ملڪ وڃائي وهين) مائي حضرت جيلاني بادشاه اڳيان
هي مصرعو وراڻيو تہ

## جتون ڇني ڪندا ڏاري اتون گهري لڌم گهير

مائي مستاني جي جواب جي شرح مولوي عبيدالله فقير (جامع
ملفوظات) فارسي ۾ هن ريت لکي آهي " يعني وقتيڪ مرا از
وحدت بہ ڪثرت خواهند آورد اين بعينہ مراد من است ڪہ از
سوراخ ڪثرت بباغيچہ وحدت رسيده ام باز از ڪثرت بوحدت
خواهم رفت" (مطلب تہ مائي مستاني چيو تہ اي جيلاني بادشاه
جنهن وقت مونکي (تنهجي چوڻ موجب) پنهجي ذات کان ڇني
وحدت کان ڪثرت (عالم بالا کان هن دنيا جي قيد خاني) ۾
آڻيدا تہ (مان تہ خوش ٿينديس) ڇو تہ منهجي پنهجي خواهش ۽
مراد اها آهي ڇو تہ مان ڪثرت واري سوراخ (ماءُ جي وجود) مان
نڪري پوءِ دنيا کي ترڪ ڪري وڃي وحدت واري باغيچي (عالم
بالا اندر قرب خداوندي جي باغيچي) ۾ پنهتي آهيان . هاڻ وري
گهران ٿي تہ ساڳئي وحدت واري مڪان ۾ موٽي وڃان .)

"ملفوظات مالڪان رح " ۾ هڪ روايت آهي تہ ڪنهن طالب
حضور جي بارگاه ۾ محبت ۽ عقيدت مان اڃي ٻير پيش ڪيا پاڻ
کائڻ شروع ڪيا پر اتفاقا ٻير اجان ڪچا هئا طالب شرمسار ٿيڻ
لڳو تہ پاڻ ڪريمن محسوس ڪندي هي بيت چيو

کچا پيي قبول آيل آديسين جا
آيا منجهہ حضور لتا حق حساب جا

ملفوظات شريف ۾ اهڙا گهڻا ئي علمي ادبي لطائف ۽ نڪات سمايل آهن پر مقدمي (مهاڳ) جي طوالت جي خوف کان حضرت مالڪان رح جي ادبي ذوق ۽ علمي نڪتہ سنجي جي حوالي سان في الحال ايتري تي اڪتفا ڪجي ٿي .

انشاالله العزيز ملفوظات مالڪان جي سنڌي ترجمي سان گڏ سندن علمي ادبي مقام تي هٿ آيل تمام مواد سهيڙي پيش ڪيو ويندو . مالڪان جي ملفوظات شريف ۽ رسالۂ سلوڪ ۾ شامل عارفانہ ڪلام جون رمزون سمجهڻ لاءِ علم سان گڏ عرفان ، دردِ عشق ۽ سوزِ محبت جي بہ ضرورت آهي شل انهن الله وارن جي صدقي هن عاجز ، گنهگار ، خاڪسار کي ۽ رسالۂ سلوڪ جو مطالعو ڪندڙ هر قاري کي بالخصوص مالڪن جي جماعت جي فقرا کي رب سائين اهو علم فهم درد عشق ۽ سوز محبت ۽ عرفان عطا فرمائي ۽ عمل جي توفيق بخشي آمين بجاه سيد المرسلين صلي الله عليہ و آلہ وسلم! مان هن باب کي حضرت مالڪان رح جي پسند فرمايل هڪ بيت تي ختم ڪيان ٿو.

هنج هريوئي پير چر چني سال ٿيا
گنگ وچارو ڪير، جو رسي انهي رموز کي

## رسالءِ سلوڪ جي طباعت جا مرحلا :

ڪيترا ڪتاب ترتيب ڏنا ۽ ڪيترا تحقيقي ڪم ڪيا سي پر جنهن اوکي لانگهي مان رسالء سلوڪ جي ڪمپوزنگ ۽ طباعت واري مرحلي کان لنگهڻو پيو اهڙو ڏکيو مرحلو ڪنهن بہ ڪتاب يا رسالي جي سهيڙڻ، لکڻ ۽ ڇپرائڻ ۾ ڪڏهن پيش نہ آيو آهي رسالء سلوڪ جي ڪمپوزنگ باري منهجي پريشاني ڏسي منهجي فرزندانِ عزيز جاويد حسان چانڊيو سلمہ ۽ خالد حسان چانڊيو سلمہ سعادت مند ٻارن جيان همت جو سنڌرو ٻڌي چيو تہ بابا! فڪر نہ ڪيو مالڪ جي ڪرم سان اسان پاڻ ڪوشش ڪري اوهانکي ڪمپوزنگ ۽ ڇپائي جو ڪم مڪمل ڪري ڏيندا سون . بهرحال منهجي اکين جي ٺار خالد حسان چانڊيو رسالء سلوڪ جي ڪمپوزنگ شروع ڪري ڏني ۽ اٽڪل چار پنج دفعا پروف ڪڍڻا ۽ ڏسڻا پيا "رسالء سلوڪ" جي متن ۽ شرح جو آخري پروف مڪمل ٿيو تہ سنڌس مقدمي (مهاڳ) لکڻ جو مرحلو آيو جيڪو وري هن کان بہ تمام ڏکيو مرحلو هيو، ڇو تہ محب محترم پير صاحب جي خواهش هئي تہ رسالء سلوڪ جي مقدمي (مهاڳ) ۾ حضرت مالڪان جا مفصل احوال اچڻ گهرجن ۽ سندن علمي ادبي روحاني ۽ انقلابي مقام تي بہ ڀرپور بحث ڪيو وڃي . بهر حال جئين تئين ڪري الله تعالىٰ جي لطف و ڪرم سان مقدمو (مهاڳ) بہ لکجي ۽ ڪمپوز ٿي ويو (فالحمد لله علي ذالڪ) رسالي جي معنيٰ ۽ شرح لکڻ کان وٺي ڪمپوزنگ ۽ ڇپرائي

تائين جن دوستن ۽ گهر ڀاتين سهڪار ڪيو آهي انهن ڪي جس
آهي انهن لک لهڻا جو قدم قدم تي مون عاجز جو ساٿ نڀايو
اٿن . مان پنهجي سموري گهر ڀاتين لاءِ شڪر گذار ۽ دعا گو
آهيان . منهجي جيون ساٿي زينت جهان بيگم (جنهن جي گهر
گهرستي ۽ انتظام داري، همت، حوصلي، صبر، توڪل ۽ ٻارن
لاءِ پنهجا سمورا سک آرام تجي ڏيڻ ڪي مان گذريل چاليهن
ورهين کان سلام ڪندو ٿو اچان) جو ڏينهن رات مونکي رسالي
جو ڪم پورو ڪرڻ لاءِ ترغيب ۽ ترهيب ڏيڻ، منهجي پياري
نياڻي ۽ اکين جو نار نجمہ حسان سلمها الله تعالي و حفظها
پاران رسالي جو ڪم ڪرڻ مهل لائيبريري ۾ هر ضرورت مهيا
ڪري ڏيڻ ۽ منهجي فرزندانِ عزيز جاويد چانڊيو ( چيئرمين
شعبہ سرائڪي اسلاميہ يونيورسٽي بهاولپور) ۽ عزيزم خالد
حسان چانڊيو (ايم.اي (انگلش) ايل.ايل.بي ايڊووڪيٽ هاءِ
ڪورٽ بهاولپور) جن جو ڪمپوزنگ، طباعت ۽ اشاعت لاءِ
ڏينهن رات هڪ ڪري ڏيڻ، هڪ وڏي قرباني آهي . منهجي نياڻي
قدسيہ جاويد سلمها الله تعالي و اولادها( بيگم جاويد
چانڊيو)رسالہ سلوڪ جي پروف ريڊنگ ۽ مهاڳ (مقدمون) لکڻ
دوران ڏينهن رات خاڪسار جي جيڪا خدمت ڪئي ۽ خاڪسار
کي جيڪو سک، آرام ۽ سڪون مهيا ڪيو هن جو اجورو
ڪيس ڏٽي تعالىٰ پاڻ ڏيندو. منهجي دعا آهي تہ شل هو ساري
زندگي پنهجي نيڪ بخت ور جي چانو ۾ سک ۽ سڪون جي

زندگي گذاري ۽ سندس اولاد والدين جي لاءِ دل جي راحت ۽ اکين جو نار ثابت ٿئي آمين بجاه طه و يس (صلي الله عليہ وسلم)

رسالي جي ڪمپوزنگ ۽ پروف ريڊنگ جي شروعاتي ڪم ۾ مهربان دوست پروفيسر غلام رسول اڪرم سومرو ۽ محبي و مڪرمي سائين پروفيسر محمد اسماعيل سومرو جن بہ جيترو وقت مونکي ڏنو مان اُن لاءِ سندن ٿورائت آهيان . صاحب ذوق نوجوان دوست پروفيسر محمد پنهل خان ڏهر (ايم.اي) جو بہ شڪر گذار آهيان جو هو صاحب هميشہ رسالي جي طباعت لاءِ منهجي شوق کي مهميز ڏيندو رهيو آهي .

خاڪسار ، شرح نگار ، خانقاه عاليہ پرچونڊي شريف جي انهن هزارن عقيدتمندن ۽ حضرت مالڪان رح جي سرويچ عاشقن جو بہ شڪر گذار آهي جن رسالہِ سلوڪ جي اشاعت لاءِ گذريل ڏهاڪو ورهيہ کن ڏاڍي انتظار ۾ گهاريا آهن ۽ جيڪي هر سال هر موقعي تي پڇندا ٿي رهيا تہ مالڪن جي انهي تحفي جي زيارت ڪڏهن نصيب ٿيندي؟

سڀ ڪان آخر ۾ خاڪسار ان شخصيت جو ٿورو مڃڻ ۽ شڪريو ادا ڪرڻ پنهجو فرض ڄاڻي ٿو جنهن جو ذڪر خير رسالي جي مقدمي (مهاڳ) ڪان وني پاند تائين هر جاءِ ڪيو ويو آهي . منهجي مراد محبِ گراميقدر فضيلت پناه پير عبدالخالق قادري نقشبندي سهروردي دامت برڪاتہ (**سجاده نشين خانقاه عاليہ پرچونڊي شريف** ) جي ذات گرامي مان آهي ،دعا آهي تہ الله تعاليٰ

سندس علمي ذوق و شوق، علم پروري، ادب نوازي ۽ فقير دوستي ۾ مزيد اضافو فرمائي .(آمين)

## دردمند دل جي دانهن :

هي هڪ تاريخي حقيقت آهي ته ٻارهين صدي هجري جي آغاز کان جئين ئي ننڍي کنڊ ۾ مسلمان حڪومتن تي زوال شروع ٿيو تئين ئي برصغير جي علمي، تعليمي، تهذيبي ۽ روحاني ادارن (مدارس، خانقاهن وغيره) تي به زوال جو آغاز ٿي چڪو هيو. شاه ولي الله محدث دهلوي رح، حضرت مجدد الف ثاني رح، شاه عبدالحق محدث دهلوي رح، حاجي شاه امداد الله مهاجر مڪي رح، مولانا فضل الرحمن گنج مراد آبادي رح، ڪوٽ مٺڻ جو چشتي خانوادو، حضرت پير مهر علي گولڙوي رح، پير جماعت علي محدث علي پوري رح، تونسه شريف ۽ سيال شريف جا خانواده، اعلیٰ حضرت مولانا الشاه احمد رضا خان بريلوي رح، شيخ الڪبير حضرت السيد محمد راشد (روضي ڌڻي) رح، سيد حسن جيلاني (تنبو ڌڻي سوئي شريف) رح، ۽ امام العارفين سيدنا حضرت مالڪان رح (حافظ الملت حافظ محمد صديق رح) جهڙا چند نفوس قدسيه هئا جن پنهجي پنهجي دور ۽ علائقي ۾ معاشري لاءِ انقلابي قدم کنيا ۽ زوال پذير بدليل صورت حال کي منهن ڏيڻ جو پختو ارادو ڪيو. اهڙي ناموافق حالات ۾ حضرت مالڪان رح پرچوندي شريف کي هڪ اهڙو انقلابي ادارو بڻائڻ جو پروگرام رٿيو جنهن ۾ هڪئي وقت ۾ حضرت ابو ذر غفاري

رضي الله تعاليٰ عنه جهڙا نظام مساوات جا علمبردار درويش به پيدا ٿين ته عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جهڙا انقلابي حڪمران ۽ نظام عدل ذريعي ڪائنات تي نظر رکڻ وارا فراست ايماني جا مالڪ به . مالڪانؒ جو اهو مشن حضرت پورل سائينؒ جي درمياني دور تائين ڏاڍي سهڻي نموني هليو پر ناصرالاسلام والمسلمين معمار پاڪستان فاتح منزلگاه حضرت پير عبدالرحمن پورل سائين عليه الرحمت جي حيات مبارڪ جا آخري چند سال ڪن مناظري باز مولوين ۽ خانقاه کي شاهي دربار سمجهڻ واري چند فقيرن جي ڪري خانقاه عاليه جي روحاني ثقافت ۽ تحريڪي ڪردار ۾ ڪجھ سستي ۽ جمود اچي ويو . شير خدا شهيد بادشاه جو سارو دور ناموافق حالات جو شڪار رهيو يوسفِ پرچوندي سنهڙي شهيد جو مختصر ترين زمانو رڳو باد صبا جي هڪ ٿڌي هير کان وڌيڪ ثابت نه ٿيو . بين لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو ته (1370هه 1951ع کان 1400هه 1980ع تائين) اٽڪل 29 سال ڪن خانقاه عاليه جي تعليمي . تدريسي ، تبليغي ، اصلاحي . ۽ علمي ڪمن تي ۽ خاص طرح سان هتان جي روحاني ثقافت ۽ فقيرائي سماج تي جمود طاري رهيو اسانجي مهربان دوست موجوده سجاده نشين صاحب مدظله کي ڪم عمري ۾ ايڏي وڏي روحاني اداري جو بار کڻڻو پيو نه ڪو ساٿي نه صلاحڪار نه ڪو پاءُ نه برادري الله توهار ڪري هن امانت جو بار کنيائين مالڪن پاڻ پنهجي دستار مبارڪ جو پرم مالڪ الملڪ کان رکرايو ۽ پير صاحب جي قافلي

۾ اهل علم ، دانشور ، مشائخ ، قائدين ، سياستدان ۽ اڪابر شامل ٿيندا ويا خدا جي فضل و ڪرم سان خانداني تنازعات بہ سهڻي نموني حل ٿي ويا . هن دور ۾ پير صاحب حضرت مالڪان رح جي (عرس جي موقعي (10 جمادي الثاني) تي "حافظ الملت ڪانفرنس" جو پايو وڌو ۽ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان اڪابر اهل علم و قلم مالڪان رح جي فڪر و نظر ۽ تعليمات تي مقالا لکڻ ۽ پڙهڻ لڳا پر پوءِ الاءِ ڇو روحاني رياست بي سود سياست جي ور چڙهي وئي بقول رومي رح

باز شد انا اليہ راجعون

هن گذارش جو مطلب بالڪل واضح آهي تہ اسان جهڙا ابوذري (رضي الله تعالىٰ عنہ) مذهب رکڻ وارا درويش پير صاحب جي رفاقت ۾ محض ان ارادي سان شامل ٿيا هئا جو خانقاه عاليہ جي گم شده علمي خزاني کي هٿ ڪري عهد حاضر آڏو پيش ڪجي ۽ حضرت مالڪان رح جي پيش ڪيل روحاني ثقافت کي جياري اُجاري خانقاه شريف ماحول کي خلوص ، پيار ، رواداري ، محبت ۽ روحاني ثقافت جو هڪ عظيم مرڪز بنايو وڃي ۽ هن روحاني اداري (خانقاه) ۽ درسگاه کي وري ملڪي ، قومي ۽ ملي وهڪري ۾ شامل ڪري خانقاه عاليہ کي ماضي جيان وري "مينارهءِ نور" بنايو وڃي . پير صاحب جا ارادا جبلن کان اُچا ۽ منصوبا سمنڊن کان بہ وسيع هئا پر مدرسو هجي توڙي اشاعتي ڪم ڪانفرنسون هجن توڙي خانقاه عاليہ جي مسجد ۽

ٻنگلي تي اهل علم و نظر سان علمي روحاني ڪچهريون هاڻ سڀ ڪجهه ائين ٿو لڳي جئين ڪنهن اردو شاعر چيو آهي ته

ع خواب تا جو ڪچ ڪه ديکا. جو سنا افسانہ تا

مان غريب ويچارو ڇا ڪچي سگهان ٿو ۽ منهجي وس ۾ آهي ئي ڇا شاه عبداللطيف ڀٽائي رح جي چوڻ موجب

گنگ ويچارو ڪير جو لهي ان رموز کي

مان خانقاه جي هن جمود کي ڏسي ڪري پير صاحب جي خدمت ۾ اهو ساڳيو پيغام پهچائڻ مناسب سمجهان ٿو جيڪو پيغام ٿر تي ويل سانول سائين کي پنهجي اصل ماڳ تي موٽائڻ لاءِ حضرت مالڪان رح موڪليو هو ته

لاڪا تو سندي لڄا آءُ اوڏي اڳلي آهيان
پڪا تو پرتا اڏيا تنهجي آسري

مهاڳ دل جي ڪوڪن ڪري طويل ٿي ويو پر خاڪسار هاڻ اهلِ شوق قارئين ۽ رسالهء سلوڪ جي وچ ۾ ديوار بڻڻ کان پاسو ٿو ڪيان . شل الله تعالي قادر ڪريم خاڪسار جي هن ڪشالي کي قبوليت جو درجو عطا فرمائي ۽ پڙهندڙن کي حضرت مالڪان رح جي علمي ۽ روحاني فيوض و برڪات کان هڪ وڏو ڀهرو عطا فرمائي (آمين بجاه طه و يسٰ)

يڪي از غلامانِ مالڪان رح
هيچمدان : مير حسان الحيدري سهروردي
چانڊيہ هاؤس اباوڙو. ضلع گهوٽڪي (سنڌ)


يا الله

رساله سلوڪ

تصنيف لطيف جناب حافظ صاحب

رئيس الاوليا قطب الاقطاب محمد صديق رحمة الله

ڀرچُنڊي شريف واري جو

مَنْ اَحَبَّ قَوْماً فَهُوَ مِنْهُمْ

من نوشتم حرف گردم روزگار
من نمانم تو بماني يادگار

رسالهء سلوڪ جي قلمي نسخي جي پهرين ٽائيٽل صفحي جو عڪس

لاحول ولاقوة الا بالله

الحمد لله رب العلمين والصلوة على سيد المرسلين

(جو هي)

# رسالو سلوڪ جو

سنه ١٣٣٥ ھ ۾ محرم

(جڙيل)

جناب قطب الاوليا حافظ صاحب پير جهنڊي شريف جو ڪناڌ

هٿ ناقص ناچيز نور محمد بن حاجي ابراهيم جي ٻکجي پوري ٿيو

از محبان طمع دعا دارم ؞ زانکه من بنده گنه گارم

سپردم تو مايه خويش را ؞ تو داني حساب ڪم وبيش را ؞

رسالهء سلوڪ قلمي جي هٿين ٽائيٽل صفحي جو عڪس



الله جل شانه

محمد صلى الله عليه وسلم

إياك نعبد وإياك نستعين

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله رب العالمين والعاقبة للمتقين والصلوة والسلام على رسوله محمد وآله وصحبه أجمعين

گھڻون مشھور ملڪ ۾ جو آھي طريقو مرشدن
۽ ارشاد ان طريقي سڀڪوري جي ذڪر ظاهر ڪرڻ
طرح تھجي اھڙي سڀ ياد ڪرڻ
ٻارهن ڀيرا قل هو الله پڙهي سان اعوذ ۽ بسم الله
پوءِ روح سڀڪوري حضرت پير جي جو مرشد آهي پيرن
پوءِ اڳيون ويھي صورت مرشد جي تصور دل ۾ ڪرڻ
سيکهن سوئي محمد رسول الله مرتبه چوڻ
ته آهي الله جلشانه هڪڙو ڪو نه ٻيو ري اُن
جي آھي دل ۾ خطرو ته وري چوي هن حرفن

سو آھي طريقو قادري سيني شغلن
جو ڇاڻان نماز سان پنهنجي هميشا پڙهڻ
جو ڀيرا ۽ وضو ڪري گوڏا جوڙي قبلي سان ٿي ويهي
يعني ڀيرا ۽ شروع ڪري اعوذ سان بسم الله ٽيهر تي
ميران محي الدين سيد عبد القادر جيلاني کي بخشيندي ڪن
هزار ڀيري سان حضور دل جي لا اله الا الله پڙهڻ
۽ وقت پڙهڻ ڪلمه شريف جي دل ۾ ايهو چاهڻ
اڇو ڪنان خطرن جي دل کي صاف ڪرڻ
تي ڀيرا اسم يا فعال جو حاضر ڪري من

رسالءِ سلوڪ قلمي جي متن جو پهريون صفحو

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

## (١) گهڻو مشهور ملڪ ۾ جو آهي طريقو مرشدن
## سو آهي طريقو قادري سين ۾ شغلن

**نثر:** مرشد ن (روحاني راه ڏيکارڻ واري بزرگن) جو جيڪو طريقو تمام شغلن (ذڪر ۽ فڪر جي سبقن) جي لحاظ سان اسانجي ملڪ (سنڌ ۽ هند) ۾ گهڻو مشهور آهي سو قادري طريقو آهي.

**سمجهاڻي :** حضرت حافظ الملت (مالڪان عليہ الرحمت) پنهنجي رسالہ سلوڪ جو آغاز طريقہ قادريہ جي ذڪر سان ڪن ٿا چنانچہ فرمائن ٿا تہ ساري ملڪ ۾ روحاني طريقو ۽ صوفي بزرگن جي شغل اشغال ذڪر ، اذڪارجي لحاظ سان جيڪو سلسلو گهڻو مشهور آهي سو قادري بزرگن جو سلسلوۃ طريقو آهي اسانجي ملڪ جا فقير . صوفي . عبادت گذار ماڻهو گهڻو ڪري قادري طريقي جي شغلن ، ذڪرن . لطيفن ۽ روحاني سبقن ۾ مشغول رهندا آهن.

## (٢) ۽ ابتدا ان طريقي سڳوري جي ذڪر ظاهرڪن جو پڇاڙان نماز سانجهي جي هميشان تا پڙهن

**نثر** : قادري طريقي ۾ روحاني شغلن جي شروعات ذڪر ظاهري يعني جهري(بلندآواز ۾ذڪر ڪرڻ )سان ڪئي ويندي آهي. جيڪو هميشه سانجهي (عشاءَ) واري نمازختم ڪرڻ ڪانپوءِ ڪندا آهن .

**سمجهاڻي** : اوچي آواز ۾ ذڪر ڪرڻ (ذڪر جهري يا ظاهري) کي وڏي اهميت حاصل آهي. توڻي جو هر سلسلي ۽ طريقي جا طالب ذڪر ۾ مشغول رهندا آهن ، ڇو ته الله تعاليٰ جو حڪم به ائين آهي .

وَاذْكُرُوااللهَ كَثِيْرًا لَّعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ (القرآن)

**ترجمون** : ۽ توهين الله تعالي جو ذڪر گهڻو (وڏ ۾ وڏ) ڪريو ته جئين توهان کي ڪاميابي نصيب ٿئي.

پر قادري بزرگن جي طريقي ۾ ذڪر جهري (اُچي آواز ۾ ذڪر ڪرڻ) لازمي آهي جيڪو سانجهي واري نماز ( عشاءَ واري نماز ) کان فارغ ٿيڻ بعد هميشه پڙهندا آهن جئين ته سلسله ۽ عاليه راشديه پير جهنڊي جي خاندان جا هڪ صاحب علم و تحقيق بزرگ حضرت ميان مسيح الدين ابو الامين نصر الله شاه المعروف و متخلص به ميان مسڪين پنهنجي ناميارى ڪتاب رشيد التوحيد (تصنيف سال سنه 1317هه 1800ع ) ۾ ذڪر بابت

لکن تا " ذکر رباني نشان ايمان کامل است وحصار يست از عدوشيطان. وپنا هيست از آتش دوزخ. وبيزاريست ازنفاق "

(صفحہ 15)

ترجمون : الله جو ذکر زبان سان اُچي آواز ۾ کرڻ ايمان ڪامل جي نشاني ۽ ازلي دشمن شيطان جي شر کان حفاظت جو هڪ قلعو ۽ ڪڙو آهي. دوزخ جي باهہ کان ذکر پناه جي جاءِ آهي. ۽ منافقت کان بيزاري جو اعلان آهي .

(٣) طرح تنهنجي اهڙي سٽي ياد رکن .
جو پهريائين وضو ڪري گوڏا جوڙي قبلي سامهون وهن

نثر : (ذکر لاءِ قادري طريقي جي طالبن کي) هي سهڻو ۽ وڻندڙ طريقو ياد رکڻ گهرجي تہ ذکر کان پهريان وضو ڪن پوءِ التحيات ۾ ويهڻ وانگر گوڏا جوڙي (پيحي) قبلي ڏانهن منهن ڪري ادب سان وهن .

سمجهاڻي : ذکر ڪرڻ جو هي سهڻو طريقوءِ طرز ياد رکڻ گهرجي تہ سڀ کان پهريان طالب وضو ڪري پوءِ ذکر ڪرڻ لاءِ گوڏا پيحي قبلي رخ وهي مطلب تہ ذکر ڪرڻ مهل اهڙي شڪل ۾ وهي جئين نماز جي قاعدي يعني التحيات ۾ وهبو آهي ، بزرگن جو چوڻ آهي تہ درويش جڏهن هلي تہ رڍ وانگر هلي جيئن تہ هوءِ منهن هيٺ ڪري هلندي آهي هيڏانهن هوڏانهن نہ نهاريندي آهي ۽ وهي تہ اٺ وانگر وهي جو هوءِ گوڏا پيحي ادب سان وهندو

آهي طالب بہ اهڙي نموني قبلي سامهون وهي ذڪر جو آغاز ڪري.
ان بابت حضرت مالڪان رح جو مقولو آهي تہ ”روزي در صحبت عين رحمت خود فرمودند کہ اي ياران رفتن مثل ميش بايد و نشستن مثل شتر“ (بحوالہ ملفوظات مالڪان رح ص 88) (هڪ ڏينهن (مالڪن رح) پنهجي صحبت سراپا رحمت ۾ فرمايائون تہ اي يارو! هلڻ رڍ جهڙو ۽ ويهڻ اُٺ وانگر هجي)

حضرت ميان مسڪين رشيد التوحيد ۾ لکن ٿا تہ

”طالب را بايد کہ بعد از نمازشام وقبل ازصلوات العشاءَ مربع بہ نشيند و يک دانہءِ الاچي بہ خورد و بہ اعوذ و تسميہ يازده بار سورہءِ اخلاص خوانده بروح پُر فتوح غوث الثقلين ابو محمد سيد عبدالقادر جيلاني قدس سره الاقدس بخشد و چشم بستہ نقشِ صورتِ مرشدِ مکرم آئينہ وار در دل تصور نمايد“ (صفحہ 17)

ترجمون : طالب کي گهرجي تہ مغرب جي نماز کان پوءِ ۽ عشاءَ جي نماز کان اڳ ذڪر لاءِ پلٿي ماري وهي ۽ ننڍي ڦوٽي جو هڪ داڻو بہ کائي ۽ اعوذُ باالله ۽ بسم الله سان سورت اخلاص يارهن ڀيرا پڙهي ڪري غوث الثقلين ابو محمد سيد عبدالقادر جيلاني قدس سره الاقدس جي با برڪت روح کي بخشي پوءِ اکيون پوري (پوري) مرشد جي شڪل مبارڪ جو نقش دل جي آئيني ۾ تصور ڪري .

حضرت حافظ الملت رح جي رسالہءِ سلوڪ جي هن بيت موجب

طالب ذڪر مهل گوڏا پيچي وهي جڏهن تہ سلسلۂ راشديہ پير
جهنڊي جا بزرگ ميان مسڪين لکن ٿا تہ مربع طريقي يعني پلٿي
ماري ويهي هن باري ۾ حضرت روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات ۽
سندن خلفاء جي تحرير موجب سلسلۂ عاليہ راشديہ (پيران
پاڳاره) جي بزرگن جو طريقو پلٿي ماري (مربع طريقي) ويهڻ نہ
آهي بلڪ گوڏا پيچي التحيات ۾ وهڻ واري شڪل ۾ ادب سان
ويهي ذڪر ڪرڻ جو طريقو رائج آهي . ۽ اهو ساڳيو طريقو
پرچوندي شريف ۽ سوئي شريف ۾ بہ رائج آهي .

(٤) يارهن پيرا قل هو الله پڙهي سين اعوذ ۽ بسملن
يعني پهريائين شروع ڪري اعوذ سين بسم الله سڀ ڦيري تي پڙهن

نثر : يارنهن پيرا قل هوالله (پوري سورت) اعوذ ۽ بسم الله سان
پڙهي . يعني پهرئين ڦيري تي بسم الله سان گڏ اعوذ بہ پڙهي پوء
وري هر ڦيري تي بنان اعوذ جي رڳو بسم الله سان سورت پڙهي .

سمجهاڻي : مطلب تہ ذڪر شروع ڪرڻ کان اڳ يارنهن ڀيرا
سورت اخلاص پڙهي جنهن ۾ پهرين ڦيري تي بسم الله سان گڏ
اعوذ بالله بہ پوري پڙهي باقي ڦيرن ۾ سورت سان رڳو بسم الله
پڙهندو رهي ۽ يارنهن قل پڙهڻ کان پوءِ ذڪر جو آغاز ڪري ڇو تہ
سورت اخلاص پانهي کي تمام وهمن . وسوسن ۽ گمراهہ خيالن
کان پاڪ ۽ آجو ڪري ڇڏيندي آهي.

( ۵ ) پوء روح سڳوري حضرت پيرجي جو مرشد آ پيرن
ميران محي الدين سيدعبدالقادر جيلاني کي بخش سيئي ڪن

نثر : (يارنهن پيرا قل پڙهڻ کان پوء) اهي قل سڀ پڙهڻ وارا حضرت ميران محي الدين سيد عبدالقادر جيلاني رحمت الله عليه جي روح سڳوري کي بخش ڪن جيڪو پيرن جو پير ۽ مرشدن جو رهبر آهي .

سمجهاڻي : ذڪرجي حلقي ۾ ويٺل سڀ طالب ۽ فقير يارنهن يارنهن دفعا پڙهيل اهي قل شريف قادري سلسلي جي بانيڪار پيران پير دستگير بادشاه مرشدن جي مرشد غوث الاعظم حضرت ميران محي الدين سيد عبدالقادر جيلاني رحمت الله عليه جي روح مبارڪ کي بخشن ، ۽ دل ۾ ائين خيال ڪن ته تلاوت سورت اخلاص جو ايهو تحفو ۽ هديو سوغات ۽ سوکڙي طور پنهنجي روحاني بادشاه کي موڪلن ٿا .حضرت حافظ الملت عليه الرحمت هن بيت ۾ هڪ لحاظ سان ايصال ثواب (مواتي وارن کي ثواب پنهچايڻ )جو مسئلو به حل ڪري ڇڏيو آهي . جيڪي ماڻهو چون ٿا ته اهل قبور کي تلاوت قرآن پاڪ يا ذڪر اذڪار يا خيرات جي ماني يااهڙي ڪنهن به عبادت نفلي يا صدقي جو ثواب قبر واري کي نٿو پنهچي سگهي . انهن لاء حضرت حافظ الملت عليه الرحمت جو هي بيت هڪ رهبر اصول آهي . حافظ الملت رح حضرت پيران پير غوث الاعظم جي

بابرڪت زماني ( ولادت سنہ 471 ھ وصال سنہ 556 ھ) کان وٺي پنهنجي با برڪت زماني (ولادت سنہ 1234 ھ وصال سنہ 1308 ھ) تائين پنهنجي قادري سلسلي جي هزارن اوليائن ۽ مشائخن جو اٽڪل ست سو سال جو ايصال ثواب وارو عمل هن بيت ۾ ٻڌايو آهي تہ قادري طريقي جا سڀ مشائخ ۽ بزرگ ۽ سندن پوئلڳ عشاءِ جي نماز کان پوءِ ذڪر جو حلقو ٻڌي دائري ۾ ويهي يارنهن ڀيرا سورت اخلاص يعني قل هو الله احد پڙهي ڪري پهرئين پنهنجي روحاني پيشوا حضرت پيران پير جي روح پاڪ کي بخشيندا هئا پوءِ ذڪر جي تسبيح جي شروعات ڪندا هئا واضح هجي تہ پيران پير پاڻ بہ قل شريف پڙهي پنهنجي مرشدن جي ارواح کي بخشيندا هئا تڏهن سندن اهو عمل اڄ تائين جاري آهي .

**(٦) پوءِ اڳيون ويهي صورت مرشد جي تصوردل ۾ ڪن هزار ڀيري سين حضور دل جي لا الہ الا الله پڙهن**

نثر : (حضرت پيران پير کي قل بخشڻ کانپوءِ مراقبي جي شڪل ۾ وهن) پوءِ پنهنجي مرشد جي صورت (شڪل شبيہ) جو تصور دل ۾ ڪن ۽ دل کي حاضر رکي ( پوري ڌيان سان) هڪ هزار ڀيرا لا الہٰ الا الله جو ذڪر ڪن .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ قل شريف پڙهڻ ۽ بخشڻ کان پوءِ سمورا طالب هڪ ٻي جي سامهون حلقو ٻڌي وهن ۽ هر هڪ طالب دل ۾ پنهنجي مرشد (جنهن سان بہ هٿ

بيعت هجيس ) جي خيالي صورت جو تصور ڪري يعني ائين
سمجهي تہ جڻ سندس مرشد هوبهو پنهجي وجود مبارڪ سان هن
جي سامهون موجود ۽ حاضر آهي . پوءِ اهڙي حال ۾ دل جي پوري
ڌيان ۽ توجہ سان هڪ هزار تسبيح لا الہٰ الاالله جي پڙهي ،
حضرت حافظ الملت عليہ الرحمتہ هن بيت ۾ تصوف ۽ سلوڪ جو
هڪ وڏو مسئلو بيان فرمايو آهي جيڪو روحانيت ۽ سلوڪ جي
دنيا ۾ هڪ بنيادي مسئلو آهي . مسئلو هي آهي تہ مراقبي جي
حالت ۾ ذڪر ڪرڻ مهل يا روحاني اشغال دوران پنهنجي شيخ
جي شڪل ۽ صورت دل ۾ چٽڻ يا سندس شڪل مبارڪ جي
مثال تمثيل ۽ تصوير کي خيال ۽ تصور ۾ آڻڻ جائز آهي يا نہ؟
هن مسئلي تي وڏن وڏن بزرگن ۽ مشائخن ڪيترا ڪتاب ۽ رسالا
لکيا آهن پر مان هتي بالڪل مختصر طور تي ”ملفوظات
مالڪان رح “ جي روشني ۾ حضرت حافظ الملت عليہ الرحمتہ
جي هن مسلڪ ۽ طريقي جي مزيد وضاحت پيش ڪيان ٿو .
مولوي عبيدالله (جامع ملفوظات) لکي ٿو تہ ”بعد ازين
(مالڪان رح ) فرمودند ڪہ يا مولوي! صورت پرستي دو قسم
است يڪي حلال و آن صورت پرستي صورت عارف ڪامل
(شيخ) است ڪہ موصل الٰي المطلوب است دوم حرام و آن
صورت پرستي صورت غير او (شيخ عارف) است“ . (هن ڪان پوءِ
مالڪان فرمايو تہ اي مولوي! (جامع ملفوظات) صورت پرستي

(ڪنهن جو تصور پچائڻ) جا بہ قسم آهن هڪڙي حلال ۽ اها
صورت پرستي ڪنهن عارف ڪامل (شيخ) جي صورت جو تصور
ڪرڻ آهي ۽ اها ئي صورت پرستي (تصور شيخ) ماڻهو ڪي
پنهجي مطلوب حقيقي تائين پنهچائيندي آهي ٻيون قسم حرام ۽
اُهو عارف ڪامل ڪان سواءِ ڪنهن ٻي جي صورت جو خيال
پچائڻ آهي .) هن ڪانپوءِ مالڪن رح هن جي تائيد ۾ هڪ طويل
حديث پيش ڪندي فرمايو تہ "مطلب آنڪہ صورت حلال صورت
پرستي صورت شيخ ڪامل است نہ صورت غيراو و اين از زمانہ
آنحضرت صلي الله عليہ وسلم بوساطت خلفاءِ الراشدين
المهديين حتيٰ الان جاري و ساري است ".(مطلب تہ شيخ ڪامل
جي صورت پرستي (تصور پچائڻ) حلال ۽ شيخ ڪامل ڪان سواءِ
ڪنهن غير جو تصور پچائڻ حرام آهي ۽ ڪاملين جو اهو تصور
ڪرڻ (صورت پرستي) آنحضرت صلي الله عليہ وسلم جي زماني
ڪان وني اڄ تائين جاري آهي ۽ اهو عمل اسانڪي خلفا راشدين
جي ذريعي پنهتو) اگتي هلي "ملفوظات مالڪان رح " جو
سهيڙيندڙ مولوي عبيدالله لکي ٿو تہ "وقتيڪہ صاحبان قبلہ
عالميان از قريہ همايون بہ شهر ميان گوٹ منزلگاه ساختند اندر
شهر نيز گفتگو در باب صورت پرستي واقع شد . و مخلوقات
ڪثير از علما و سادات دران مجمع حاضر بودند مالڪان رح از
زبان درفشان گوهر سنجان فرمودند ڪہ " ما رب خود حق سبحانہ

و تعالي ازين صورت (پرستي) يافته ايم ، ديگر هر کسي مرضي دار است ". ( بحواله "ملفوظات مالڪان رح " قلمي نسخه ص 4 ، 5)

(جنهن وقت صاحبان قبلهء عالميان ڳوٺ همايون کان مولانا عبدالغفور همايوني جي دعوت مان فارغ ٿي ڪري شهر ميان جي ڳوٺ ۾ منزل انداز ٿيا ته هتي به (ڳوٺ همايون وانگر) صورت پرستي تي گفتگو شروع ٿي وئي هن مجمع ۾ علماءِ مشائخ سادات ۽ پيرن فقيرن جي وڏي تعداد هئي (حضرت) مالڪان رح پنهجي موتي لٽائڻ ۽ جواهرات ڪندائڻ واري زبان مان فرمايو ته . "اسان پنهجي رب حق سبحانه تعالي کي انهي صورت پرستي (خيال ۽ تصور) وسيلي ئي پاتو آهي باقي هر شخص پنهجي مرضي جو مالڪ آهي" (مطلب ته اسين تصور شيخ جو مسئلو مڃائڻ لاءِ ڪنهن کي مجبور نه ٿا ڪري سگهون) .

## ( ٧ ) سپ ڪنهن سو (١٠٠) تي محمد رسول الله مرته چون ۽ وقت پڙهڻ ڪلمه شريف جي دل ۾ اهو چاڻن

**نثر**: سو (100) جي تسبيح پوري ٿيڻ تي لا الـه الاالله سان محمدرسول الله کي به گڏائي پڙهن ۽ پورو ڪلمو شريف پڙهڻ مهل پنهنجي دل ۾ هي ڳالهه پڪ ڪري ڄاڻن ته ...(الله هڪ آهي)

**سمجهاڻي**: جئين مٿئين بيت ۾ بيان ٿيو آهي ته لااله الاالله جو ذڪر هڪ هزار پيرو ڪرڻو آهي هن شعر ۾ وڌيڪ فرمائن ٿا ته جڏهن هن ذڪرجي سو 100 جي هڪ تسبيح پوري ٿئي تڏهن

لاالہ الا الله سان گڏ محمد رسول الله بہ ضرور پڙهن يعني هر تسبيح ختم ٿيڻ تي پوري ڪلمي پاڪ جو ورد هڪ دفعو ضرور ڪيو وڃي ۽ جڏهن پوري ڪلمي پاڪ جو ورد ڪن تڏهن پنهنجي دل ۾ هي خيال بہ ضرور آڻن ( تہ الله هڪ آهي) .

**( ٨ ) تہ آهي الله جلشانہ هڪڙو ڪو نہ ٻيو ري ان**
**اچڻ ڪنان خطرن جي دل کي صاف رکن**

نثر: تہ الله جل شانہ هڪ آهي ان کان سوا ٻيو ڪو الله (معبود) نہ آهي (۽ الله جي هيڪڙائي خلاف) دل کي هر شڪ خيال، وهم ۽ گمان کان بالڪل صاف ۽ آجو رکن.

سمجهاڻي : ذڪر ڪرڻ مهل رڳو زبان سان نہ پر دل جي يقين سان ذڪر ڪجي طالب کي اهو يقين هجي تہ واقعي الله هڪ آهي ۽ جيڪر ذڪر ڪندي طالب جي دل ۾ الله جي وحدانيت ۽ هيڪڙائي خلاف ڪو ڪتڪو ڪوخطرو ڪو وهم گمان ۽ شڪ اچي وڃي تہ نفي (لا) جي جهاڙو(ٻهاري) سان پنهنجي دل مون انهن ڪتڪن، وهمن جا ڪک، ڪندا صاف ڪري ڇڏي هن باري ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پڻ ڪيڏو نہ سهڻو چيوآهي .

**تون ڇئو الله هيڪڙو، ٻي وائي وساري ڇڏ**
**تن هنئين سين گڏ ، سچن ساهہ پساهہ ۾**

**( ٩ ) جي اچي دل ۾ خطرو تہ وري چوي هن حرفن**

## ٽي (٣) ڀيرا اسم يا فعال جو حاضرڪري من

**نثر** : جيڪر (ذڪر مهل طالب کي الله جل شانہ جي ذات صفات جي باري ۾) ڪو شڪ شبهو وهم يا گمان دل ۾ اچي تہ پوءِ هو پنهنجي من (دل ڌيان ۽ توجہ) کي حاضر ڪري هيءَ حرف چوي يعني اسم "يا فعال " کي ٽي ڀيرا (3دفعا) پڙهي .

**سمجهاڻي** : حضرات مشائخ ڪرام رح جي روحاني تجربن ۽ حڪمتن جي روشني ۾ حضرت مالڪان حافظ الملت رح جن جو چوڻ آهي تہ جيڪر ذڪر ۽ شغل جي دوران ڪنهن طالب ۽ سالڪ جي دل ۾ ڪو شڪ خطرو ۽ شبهو پيدا ٿئي تہ هو پوري توجہ سان پنهنجي من ، دل ۽ خيال کي حاضر ڪري ٽي دفعا الله تعاليٰ جو اسم "يا فعال" ورد ڪري تہ جئين هن جي دل جا سمورا خطرا ۽ وهم دور ٿيو پون ۽ ذڪر ۾ ڪيس لذت ، سڪون ۽ قرب نصيب ٿئي.

## (١٠) تہ وري نہ ايندس خطرو قادر جي ڪرمن جي موٽي اچي خطرو منجهہ قلب مبتدين

**نثر** : تہ هن عمل (اسم يا فعال جي پڙهڻ جي برڪت) ۽ قادر جي ڪرم سان ڪو بہ خطرو شڪ وهم ۽ گمان طالب جي دل ۾ وري ڪين موٽي ايندو. پر جي ڪنهن مبتدي (نئين سيکڙاٽ) فقير جي دل ۾ اهڙو خطرو هر هر موٽي پيو اچي تہ هن جو علاج

ايندڙ بيت ۾ ٻڌايو ويو آهي .

سمجهاڻي : طالب ۽ سالڪ جڏهن ذڪر ۽ شغل دوران پيدا ٿيندڙ پريشانيون، خطرا ، شڪ ۽ شبها دور ڪرڻ لاءِ اسم "يا فعال" جو ورد ڪندو ته هن اسم جي برڪت ۽ اثر سان ۽ حضرت حق تعاليٰ قادر جي ڪرم سان اهي سموراخطرا وري ڪين موٽندا پر جي شيطان جي غلبي ۽ نفس جي شامتن جي ڪري اسم "يا فعال" پڙهڻ جي باوجود ڪنهن مبتدي (سيکڙاٽ) طالب جي دل ۾ اهي خطرا ۽ وهم وري ٻيهر موٽي اچن ته پوءِ هن لاءِ حضرت مالڪان رح هيٺئين بيت ۾ علاج ٻڌائن ٿا.

(۱۱) ته اسم مبارڪ کي انهيءَ طرح پڙهن
ته برڪت اسم مبارڪ جي خطرا قطع ٿين

نثر : ته انهيءَ اسم مبارڪ ( يا فعال ) کي وري ساڳئي طرح (ٽي ڀيرا ) پڙهيو وڃي ته جئين سندس برڪت سان سمورا خطرا ڪٽجي وڃن يعني ختم ٿيو وڃن.

سمجهاڻي : هن بيت جي مضمون کي مٿئين بيت جي سمجهاڻي ۾ به ضرورت آهر بيان ڪيو ويو آهي ، مطلب ته حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته مبتدي (سيکڙاٽ) طالبن ۽ سالڪن جي دل ۾اسم يا فعال جي پڙهڻ بعد به جيڪر خطرا وهم شڪ ۽ شبها اچيو وڃن ته اهڙي صورت ۾ طالب کي گهرجي ته هن اسم مبارڪ کي

ايسيتائين پڙهندو رهي جيسيتائين سندس دل ۾ ايندڙ خطرا، وهم، شڪوڪ ۽ شبها هميشه هميشه لاءِ ختم نه ٿيو وڃن.

## (١٢) جئين آهي اسم سڳورو وڃڻ لئي خطرن
## جئين دفع ٿيڻ خطرن جي امر ڪيو شيخن

نثر: جئين ته اسم سڳورو " يا فعال " دل ۾ ايندڙ خطرن وهمن ۽ شڪن کي مٽايڻ ۽ وڃايڻ لاءِ اڪسير آهي ۽ جئين ته اسانجي شيخن مشائخن به اهڙو حڪم ڏيندي ٻڌايو آهي ته اهو اسم سڳورو دل جي خطرن کي دفع ڪرڻ لاءِ ڏاڍو فائدي وارو آهي.

سمجهاڻي: الله تعاليٰ جو اسم "يا فعال" طالب جي دل ۾ ايندڙخطرن وهمن ۽ شڪن کي دور ڪرڻ لاءِ اڪسير جو درجو رکي ٿو. هي اسم پاڪ الله تعاليٰ جو وڏو اثرائتو نالو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي " وڏ ۾ وڏ ۽ وڏي طاقت سان ڪم ڪندڙ " حضرت مالڪان عليه الرحمة فرمائن ٿا ته اسانجي بزرگن ۽ شيخن مشائخن اسان کي ذڪر ۽ شغل جي دوران دل ۾ ايندڙ خطرن جي پاڙ پٽڻ لاءِ امر فرمايو آهي ته اسم "يا فعال" جو ورد ڪيو ته جئين اهي سمورا نفساني ۽ شيطاني خطرا ٽري وڃن ۽ طالب آجو ٿي ڪري پنهنجي ذڪر ۽ شغل ۾ سڪون اطمينان ۽ يڪسوئي سان مشغول ٿي سگهي.

(١٣) ۽ مرشد هن فقير جي امر ڪيو سين اُن
پوءِ جي وقت پڙهڻ ذڪر جي ٿو ظهورو وسوسن

نثر: ۽ هن فقير (حافظ محمد صديق رح) جي مرشد ان فقير ڪي هن اسم جي پڙهڻ جو حڪم ڏنو ۽ فرمايائون ته جيڪڏهن ذڪر ڪرڻ مهل خطرا ۽ وسوسا ظاهر ٿيڻ لڳن ته هن اسم مبارڪ جو ورد ڪجو.

سمجهاڻي : حافظ الملت حضرت حافظ محمد صديق (مالڪان) عليہ الرحمت فرمائن ٿا ته هن فقير ڪي پنهنجي پير ومرشد حضرت سيد حسن جيلاني عليہ الرحمتہ (تنبو ڏٺي رح سوئي واري) پڻ فرمايو هو ته جيڪر ذڪر پڙهڻ جي اوقات ۾ توهان جي دل ۾ وسوسن ، خطرن ۽ شڪ شبهن جو ظهورو ٿئي ته پوءِ اسم "يا فعال" جو ورد ڪرڻ گهرجي ___! ڇو ته ايندڙ بيت موجب هي اسم مبارڪ شيطاني وسوسن جي پاڙ پٽڻ لاءِ اڪسير جو درجو رکي ٿو.

(١٤) ته ساڻ پڙهڻ ان اسم جي پاڙ پٽجي خطرن
موٽي نہ اچن مو رهم تنهنجي خاصيتن

نثر : ته ان اسم مبارڪ (يا فعال) جي پڙهڻ سان سمورن خطرن وسوسن ۽ شڪن جي پاڙ پٽجي ويندي آهي . هن اسم سڳوري جون هي خاصيتون آهن ته هن جي پڙهڻ سان وري ڪڏهن بہ خطرا

۽ وسوسا موتي نہ اچن ٿا .

سمجهاڻي : هاڻ هن ڳالهہ ۾ ڪوبہ شڪ نہ رهيو تہ ان اسم مبارڪ (يا فعال) جي پڙهڻ سان ذڪر ۽ شغل اسم **"الله"** جي دوران سالڪ جي دل ۾ ايندڙ شيطاني وسوسن ۽ خطرن جي پاڙ پٽجي ويندي آهي. مطلب تہ حضرت مالڪان عليہ الرحمت جي چوڻ مطابق هن اسم پاڪ جي وڏي خاصيت هي آهي تہ هن جي ورد ڪرڻ سان سالڪ جي دل ۾ خطرا ۽ وسوسا وري هرگز ڪين موٽي ايندا آهن.

**(١٥) پوءِ الا الله الا الله پيو گهمرو هزار پوروڪن**
**تهنتان هزار پيرا الله جل جلا لہ چون**

نثر : پوءِ وري بي گهمري تي **الا الله** جي هڪ هزار تسبيح پوري ڪن ۽ تنهن ڪانپوءِ هڪ هزار پيرا الله جل جلا لہ چون .

سمجهاڻي : **لا الہ الا الله** جي تسبيح پوري ڪرڻ ڪانپوء پيو گهمرو وري **الاالله ، الاالله** جي تسبيح جو هڪ هزارپيروپوروڪيو وڃي ۽ جڏهن **"الا الله"** جو هڪ هزارپيرو پورو ٿئي تہ پوء طالب کي گهرجي جو ٽيون گهمرو **"الله جل جلا لہ"** جي ذڪر جو هڪ هزار پيرو پورو ڪري ، مطلب تہ اهي ٽيئي ذڪر انهي ترتيب سان هڪ هزار پيرو طالب ورد ڪن

### (١٦) تهنتان هزار پيرو " هو هو " کي پڙهن
### جڏهين چار هزار پيرا پورا ڪن

نثر : تنهن ڪانپوءِ هڪ هزارپيرا " هو هو" جو ذڪر پڙهن ۽ جڏهن چار هزار پيرا پورا ڪيا وڃن يعني هڪ هزار پيرو **" لا الہٰ الاالله"** جو هڪ هزار پيرو **"الا الله"** جو ، هڪ هزار پيرو **"الله جل جلالہٰ"** جو ۽ هڪ هزارپيرو "هو هو" جو پڙهي ڪري چار هزارتسبيحون ذڪرجون پوريون ڪيون وڃن تہ پوءِ ايندڙ بيت تي عمل ڪجي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان عليہ الرحمت فرمائن ٿا تہ هڪ هزار پيرو لا الہٰ الاالله هڪ هزار پيرو الاالله ۽ اسم پاڪ **"الله جل جلالہٰ"** جو هڪ هزار پيرو ختم ٿيڻ ڪانپوءِ وري هڪ هزار پيرو اسم پاڪ " هو" جو ڪيو وڃي ، جڏهن سالڪ ۽ طالب انهن چئن اسمن جو ذڪر چار هزارپيري جي حساب سان پورو ڪري ونن (تہ پوءِ ايندڙ بيت تي عمل ڪن جنهن ۾ وڌيڪ هدايت ڏني وئي آهي) .

### (١٧) تڏهين متوجہ ٿي دل ڏانهن مراقب طريق وهن
### ۽ دل آهي ڏائي ببي هيٺ بهہ آگر چون

نثر: تڏهن (چار هزار تسبيح ذڪر ڪرڻ ڪان پوءِ) دل ڏانهن توجہ ڪري مراقبي جي صورت ۾ وهن . ۽ دل جو مقام بہ آگر ڪبي ببي (پستان) جي هيٺ آهي .

سمجهاڻي :جڏهن طالب ذڪر جهري (اُچي آواز واري ذڪر) ڪان

فارغ ٿيـن مطلب تہ (١) لاالہٰ الاالله(٢)الا الله (٣) الله جل جلالہٗ (٤) هو هو جي ذڪر جون چار هزار تسبيحون پوريون ڪن تہ پوءِ يڪدم مونـن (گوڏن) ۾ منهـن ڏيئي مراقبي جي حالت ۾ وهـي پنهنجي سموري توجہ ۽ ڌيان پنهنجي قلب (دل) ڏانهن رکـن، ۽ هر طالب ۽ سالڪ کي هي ڳالهہ معلوم هجڻ گهرجي تہ انسان جي دل ڏائي (کٻي) ٻـي (پسـتان) کـان ٻہ آڱر هيـٺ آهـي ۽ تمـام مشائخن جي چوڻ موجب دل جو مقام (تڪاٽو) اهو ئي آهي .

(١٨) ۽ سيئي همت پنهنجي اسم الله منجهہ رکن ۽ گهڻو سعيو دل ڏانهن ، سين سرت سڀ ۾ ڪن

نثر : سڀ طالب ۽ فقير پنهنجو ڌيان ۽ توجہ اسم سڳوري "الله" منجهہ رکن ۽ طالب پوري هوش خبرداري ۽ سرت (همت ڌيـان ۽ توجہ )سان وڏ ۾ وڏ خيال ۽ ڪوشش کي پنهنجي دل ڪٻـايون رکن ۽ دل جي ذڪر واري چرپر ڏانهن پڻ ڌيان ڪندا رهن .

سمجهاڻي : ذڪر جي حلقي (دائري) يا گهيري ۾ وينـل سڀ طالب ۽ سالڪ پنهنجي همت ۽ توجہ کي اسم پاڪ "الله " منجهہ مشغول رکن، ۽ سيئي پنهنجي توجہ ۽ خيال جو رخ پوري هوش سرتٰ ۽ سمجهداريءَ سان پنهنجي دل ڏانهن رکـن تہ جئيـن ڪيـن پنهنجي دل جي حرڪت ۽ چر پر جي خبر پئجي سگهي ۽ سندن توجہ سان دل جاري ٿيو پوي مطلب تہ دل مـان اسـم الله جو آواز ڪين ٻڌڻ ۾ پيو اچي .

(١٩) تہ مکان قلب جو چرڻ ڪري معلوم ٿئي تن
پوءِ اسم مبارڪ الله جو سين خيال اُن چون

نثر : تہ جيئن ذڪر جي برڪت ۽ اثر جي ڪري انهن ڪي قلب يعني دل جي چر پر ۽ حرڪت ڪرڻ سان سندس جاء (مڪان) محسوس ٿئي بلڪ ڏسڻ ۾ اچي پوء خيال جي طاقت سان ائين سمجهن تہ سندن دل الله الله ڪرڻ سان حرڪت ٿي ڪري ۽ جوش ۾ ٿي اچي.

سمجهاڻي : هن ريت طالبن ۽ سالڪن کي دل جي حرڪت، ڌڙڪن ۽ چرپر جي ڪري سندس جاءِ مڪان معلوم ٿي سگهندو ۽ روحاني اک جي نظر سان يا خيال ۽ توجہ جي طاقت سان هو ڏسي سگهندا تہ قلب يعني دل ڪٿي آهي؟ ۽ هن شغل دوران طالب پنهنجي خيال جي قوت سان دل جي چر پر ۽ ڌڙڪن مان اسم الله جو ذڪر پيو ٻڌندو مطلب تہ دل جي ڌڙڪن ۽ چرپر جي آواز مان ڪيس ائين معلوم پيو ٿيندو جيئن سندس دل الله الله چوي ٿي .

(٢٠) سين قوت يادگيري جي ضبط تنهن ڪي ڪن
جو ڪڏهين وجي ڪينڪي نقش مٿي پهڻ

نثر : ياد گيري ۽ حافظي جي قوت ۽ طاقت جي زور تي قلبي ذڪر کي اهڙي ريت محفوظ ۽ مضبوط ڪن جهڙي ريت پٿرن ۽

پهڻ تي ڪنهن نقش کي اُڪري محفوظ ڪيو ويندو آهي جو ته پٿر جي ليڪ ڪڏهن به نه مٽندي آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان عليه الرحمت هن بيت ۾ هڪ وڏو نفسياتي روحاني ۽ علمي مسئلو ٻڌايو آهي، فرمائن ٿا ته طالب ۽ سالڪ کي جڏهن ذڪر ۽ شغل دوران دل جي چر پر ڏانهن توجه ۽ خيال سبب قلب جو مڪان ۽ جاءِ معلوم ٿئي ته پوءِ هوءَ دل جي هن مڪان، جاءِ، ۽ محل وقوع کي ياد گيري ۽ حافظي جي طاقت جي زور تي پنهنجي تصور، خيال، شعور۽ لاشعور ۾ هميشه هميشه لاءِ محفوظ ڪري ڇڏي بالڪل اهڙي ريت جيئن ڪنهن تصوير کي پٿريا پهڻ تي نقش ڪبو آهي پوءِ اهو نقش ڪڏهن به نه متجي سگهندو آهي يا جيئن تازي چاول ٻار جي لاشعورخيال ۽ ذهن ۾ آذان چوڻ سان خالق ۽ مالڪ جي ذات جو تصور ۽ سندس توحيد نقش ٿي ويندي آهي اهڙي نموني ذڪر ۽ شغل مهل طالب دل جي چرپريا حرڪت ڏانهن توجه ڪري سندس مڪان ۽ جاءِ کي پنهنجي ذهن خيال، شعور ۽ لاشعور ۾ نقش ڪري ڇڏي .

(۲۱) ۽ ساڻ تڪرار ان جي سعيو گهڻو ڪن،
۽ خطرن ۽ وسوسن کي دل ۾ اچڻ ڪين ڏين

نثر : هن عمل کي باربار ڪرڻ ۾گهڻي ڪوشش ونن ۽ هن عمل جي دوران دل ۾ خطرن، وسوسن، وهمن ۽ شڪن کي ڪنهن به صورت ۾ اچڻ نه ڏين .

سمجھاڻي : ان عمل ۽ شغل يعني ذڪر اسم الله جي عمل ۽ شغل ۾ وڌ ۾ وڌ ڪوشش ونڻ سالڪ لاءِ ضروري آهي . ڪيس گهرجي تہ هر هر اسم ذات(الله)جي ذڪر جو تڪرار پيو ڪري ۽ پنهنجي دل ۾ ڪنهن بہ خطري وسوسي شڪ ۽ شبهي کي هر گز اچڻ نہ ڏي ۽ اسم ذات جي ذڪر کي پنهنجي حياتيءَ جي هر گهڙي هر جهت ۽ هر پل جو معمول بنائي ڇڏي .

## (٢٢) ۽ موجب جمعيت پهنجي منجهہ مراقب وهن پوءِ اٿي ويني هيڪلي ۽ منجهہ مجلسن

نثر : پوءِ دل جي پوري يڪسوئي (جمعيت قلب) سان مراقبي ۾ ويهي هن عمل کي پڪو ڪن تہ جئين ذڪر جي حلقي ۽ مراقبي واري دائري مان نڪرڻ کانپوءِ بہ اُٿندي وهندي هيڪلائي ۾ ۽ مجلسن يا گڏجاڻين اندر (ان اسم جو شغل دل ۾ جاري رکن).

سمجھاڻي : ذڪر جي حلقي ۾ جيترا ماڻهو بہ موجود هجن اُهي سڀ گڏجي دائرو بنائي مراقبي واري شڪل ۾ وهن ۽ اسم ذات جي ذڪر جو هي شغل پنهنجي خيال ۽ توجہ جي قوت سان جاري رکن ايتري قدر جو جڏهن ذڪر جي دائري ۽ مراقبي مان فارغ ٿي ڪري پنهنجي دنياوي ڪاروبار ۾ مشغول وڃي ٿين تڏهن بہ اٿندي وهندي ۽ اڪيلائي ۾ يا مجلسن اندر پنهنجي هن شغل کان غافل نہ رهن .

(٢٣) شغل ان اسم مبارڪ جو دل ۾ ياد رکن
قادر پنهنجي ڪلام ۾ واکاڻيو تن ذاکرن

نثر : طالب هن اسم سڳوري (الله) جو شغل پنهنجي دل ۾ چڱي طرح ياد رکن ٿو ته اهڙن ذاکرن جي ساراهه ۽ واکاڻ خود قادر ڪريم پنهجي ڪلام (قرآن پاڪ) ۾ پاڻ ڪئي آهي.

سمجهاڻي : طالبن کي گهرجي ته هن اسم مبارڪ "الله" جو شغل پنهنجي قلب (دل) سان ساندين ۽ ياد رکن . مطلب ته ذکر اسم ذات جو شغل سالڪ ۽ طالب جي زندگيءَ جو جزو بڻجي وڃي ۽ سندس رهڻ سهڻ، اُٿڻ ويهڻ، کاڻ پيئڻ ۽ ڪم ڪار جي ڪا به گهڙي هن اسم مبارڪ جي شغل کان وانجهي غافل ۽ فارغ نه هجي. جئين ته ڪنهن بزرگ چيو آهي "هٿ ڪار ڏي دل يار ڏي" اهڙن ذاکرن طالبن ۽ سالڪن جي واکاڻ ساراهه ۽ تعريف قادر ڪريم پنهنجي مقدس ڪلام قرآن مجيد اندر خود پاڻ فرمائي آهي ، جيئن ته هن آيت مبارڪ ۾ فرمايو اٿس

أَعُوذُ بِاللهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيمِ

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ

إِنَّ فِي خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ وَ اخْتِلَافِ اللَّيْلِ وَالنَّهَارِ لَاٰيٰتٍ لِأُولِي الْأَلْبَابِ 0 الَّذِينَ يَذْكُرُونَ اللهَ قِيَامًا وَقُعُوْدًا وَعَلٰي جُنُوْبِهِمْ وَيَتَفَكَّرُوْنَ . (القرآن)

**ترجمون** : بيشڪ آسمانن ۽ زمينن جي پيدا ڪرڻ ۾ ۽ ڏينهن رات جي تبديلين ۾ عقل وارن لاءِ نشانيون آهن. (عقل وارا اُهي آهن) جيڪي الله تعاليٰ کي اٿندي ويهندي ۽ سمهندي ياد ڪن ٿا ۽ (ڪائنات جي تخليق ۾ ) غور ۽ فڪر ڪن ٿا .

(٢٤) ذاڪر لئي الله تعالي جي اِن وڏائي ڪان وڌيڪ ڪين لڪن

فَاذۡكُرُونِيٓ أَذۡكُرۡكُمۡ مخلص حق ٿين

**نثر** : الله تعاليٰ جو ذڪر ڪرڻ واري (ذاڪر) لاءِ هن ڪان وڌ ٻي ڪا بہ وڏائي لکڻ جوڳي نہ آهي تہ الله تعاليٰ (سندس واڪاڻ ڪندي ان لاءِ) چيو آهي تہ " تون مونکي ياد ڪر مان پاڻ وري تو کي ياد ڪيان ٿو" اهڙي ريت جڻ تہ ذاڪر الله تعاليٰ جا مخلص ٻانها ليکيا ويندا آهن .

**سمجهاڻي** :هن بيت ۾ حضرت مالڪانؒ مٿين آيت جي تفسير بيان ڪندي فرمائن ٿا تہ الله تعاليٰ جو ذڪر ڪندڙ ٻانهن لاءِ هن ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي وڏائي ، فخر، عزت، احترام ۽ واکاڻ ٿي سگهي ٿي تہ ڪين الله پنهنجو خالص ۽ مخلص ٻانهو ڪري ڪوٺيو آهي ۽ سندن شان ۾ فرمايو اٿس تہ "جيئن هو مونکي پنهنجين مجلسن اندر ياد ڪندا آهن مان بہ ڪين سندن مجلسن کان تمام بهتر مجلس ۾ ياد ڪندو آهيان" .

(٢٥) پوءِ گهرجي طالب کي تہ شغل ۾ ذکر ۽ فکرن
ڪري سعيو ايترو تہ جاري ٿئي منجهہ سيني انگڙن

نثر :( مراقبي اندر ذڪر جي چار هزار تسبيحن واري عمل مان گذرڻ ڪانپوءِ) طالب کي گهرجي تہ هوءَ ذڪر ۽ فڪرن جي شغل ۾ ايتري قدر ڪوشش ۽ سعيو ڪري جو سندس انگ انگ مان ذڪر جاري ٿيو پوي.

سمجهاڻي : طالب جڏهن ذڪر جو شغل شروع ڪري ۽ ذڪر ظاهري جهري (اُچي آواز ۾ ذڪر ڪرڻ) واري عمل ۾ گهڙي ۽ مٿي بيان ڪيل طريقي موجب روزاني عشاءِ جي نماز کان پوءِ چار ذڪرن جي چار هزار تسبيحون پڙهڻ سان قلب کي جيارڻ وارو عمل بہ پورو ڪري تہ پوءِ ڪيس ذڪرن ۽ فڪرن جي شغل واري عمل ۾ گهڻو سعيو ۽ ڪوشش ڪرڻ گهرجي ، ايتري قدر جو سندس هر هڪ انگ بلڪہ هر هڪ وار مان ذڪر ذات (ذڪر اسم الله) جاري ٿيو پوي. مطلب تہ طالب جي سموري وجود جسم ۽ انگ انگ مان ذڪر جو آ وا ز ٻڌڻ ۾ پيو اچي.

(٢٦) جڏهين ذڪر سڄي جثي ۾ ٿئي تڏهين حالت بہ ڏسجن
ڪڏهين حالت قبض جي ۽ بسط ڪنهين وقتن

نثر : جڏهن طالب جي ساري جثي (وجود) ۾ (مطلب تہ هر هڪ انگ عضوي ۽ وار وار ۾) ذڪر جاري ٿئي ٿو تڏهن هن تي ٻہ

حالتون طاري ٿين ٿيون ، ڪنهن مهل قبض( بندش، حبس ۽ گهٽتن) جي حالت ۽ ڪڏهن وري بسط (ڪشادگي، وسعت، فراخي ۽ فرحت ) جي حالت مٿس طاري ٿئي ٿي.

سمجهاڻي : جڏهن طالب ۽ ذاڪر جي سموري جسم اندر ذڪر جاري ٿيندو آهي تہ ڪيس ذڪر جي حرارت، جوش ۽ جذبي جي ڪري پنهنجي وجود ۾ بہ حالتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون پر اهي حالتون هميشہ قائم نہ رهنديون آهن بلڪ ڪنهن مهل طالب تي قبض(فيضان جي بندش ۽ رڪاوٽ)جي حالت ايندي آهي ۽ ڪڏهن وري مٿس بسط (ڪشادگي ،راحت ۽ فراخي) جي حالت طاري اچي ٿيندي آهي .

## (٢٧) اسم قابض ۽ باسط جا اهي سڀ اثر چون جئين اهي ٻئي نالاحق جا منجهان اسمائن

نثر : سڀني بزرگن ۽ مشائخن جو چوڻ آهي تہ اهي سڀ اثر الله تعالٰي جي ٻن اسمن "قابض" ۽ "باسط" جا آهن جيڪي الله جي اسمن مان (اثر ڪندڙ) اسم آهن .

سمجهاڻي : هي ڳالهہ طالب کي معلوم هجڻ گهرجي تہ الله تعالٰي جو هر اسم پاڪ پنهنجي اندر هزارين خاصيتون ۽ اسرار و رموز رکندو آهي ۽ هر اسم پاڪ پنهجي معنائن مطابق اثر ڏيکاريندو آهي انهن ٻنهن اسمن اندر بہ عجب اسرار ۽ اثرات موجود آهن جن جو مشاهدو ذاڪر کي ذڪر ڪرڻ دوران ٿيندو

رهندو آهي طالب تي بندش ۽ فراخيءَ جو ڪارڻ ۽ سبب بہ الله جا اهي ٻہ اسم آهن. جڏهن ذڪر جي شغل دوران طالب تي اسم قابض جو اثر ٿيندو آهي تہ سندس روحاني نارَ يا جرَ خشڪ ٿي ويندي آهي وري جڏهن سندس دل تي اسم باسط جو عڪس پوندو آهي تہ ڪيس روحاني ۽ جسماني طور تي خوشي، مسرت، فرحت ۽ تسڪين ملندي آهي .

## (٢٨) اثر هيڪڙي جو بند ٿيڻ ٻي جو اُپٽجڻ
## ۽ ايهو قبض ۽ بسط جاري آهي سيني ۾ وقتن

نثر : انهن ٻنهي اسمن مان هڪڙي (قابض) جو اثر فيض جو بند ٿيڻ ۽ روح جو گهٽجڻ آهي تہ وري ٻي (باسط) جو اثر اپٽجڻ (در کلڻ ،ڪشادو ڪرڻ ۽ آسودگي يا فرحت بخشڻ) آهي ۽ الله تعاليٰ جي انهن اسمن جا اثر يعني قبض ۽ بسط جا اثرات هر شيءَ تي هر زماني ۾ ۽ هر وقت جاري رهندا آهن .

سمجهاڻي : انهن ٻنهي پاڪ اسمن مان هڪڙي (قابض) جو اثرفيضان الهي جو بند ٿيڻ آهي ۽ ٻئي (باسط)جو اثر بند ٿيل درن جو کلڻ ۽ اپٽجڻ آهي الله تعاليٰ جي انهن ٻنهي اسمن جي اها خاصيت، تاثير ۽ برڪت ڪائنات ۾ هر گهڙي هر زماني ۽ هر وقت جاري رهندي آهي . حضرت مالڪان ؒ اسم قابض ۽ باسط جا اثرات بيان ڪندي فرمائن ٿا تہ جڏهن سلوڪ جو

طالب ذڪر جي شغل ۾ مشغول ٿيندو آهي تہ هن تي الله تعالي جي
اسماءِ مبارڪ (قابض ۽ باسط) جا اثرات پنهجو ظهورو ضرور ڪندا آهن جڏهن اسم قابض جا انوار سندس قلب ۽ روح تي پون ٿا تہ سندس دل ۽ روحانيت تي بندش جا اثرات ظاهر ٿيندا آهن پر وري جنهن وقت اسم باسط جا انوار ظهور ڪن ٿا تہ ڪشادگي، وسعت، ۽ فرحت جا احوال مٿس طاري ٿيندا آهن .

## (٢٩) پرمهد ڪنان دخول طريقت جي اثرسندوئي تن سبب غفلت جي مورهم ڪينڪي سمجهن

نثر : روحاني طريقي جي آرام گاه يا پينگهي (هنجهہ) ۾ (مطلب تہ روحاني دنيا ۾) داخل ٿيڻ مهل ڪان ئي طالبن ۽ ذاڪرن تي انهن اسمن جو اثر ظاهر ٿيڻ لڳندو آهي پر غفلت جي ڪري طالب ۽ ذاڪر ان روحاني بندش جو سبب نہ ٿا سمجهي سگهن .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ طالب شغل جي ابتدائي زماني ۾ پنهنجي روحاني ڪيفيت، سرور ، لطف ۽ ذڪر واري لذت جي بند ٿيڻ يا دل جي روحاني ڪيفيتن جي گهٽجڻ مهل هيءَ ڳالهہ تمام گهٽ سمجهن ٿا تہ هن صورت حال ۾ خود ذات باري تعالىٰ جي اسم پاڪ "قابض" جي اثر جو بہ ڪو هٿ آهي. يا قلب جي ڪيفيت ،لذت ۽ سرور جي واڌاري ۾ وري

سندس اسم پاڪ "باسط" جو بہ ڪو ڪرشمو آهي ڇو تہ اهڙا اسرار منتهي طالبن ۽ ڪاملن تي وڃي کلندا آهن.

(۳۰) جئين ڪڏهين خوشي هئي دل کي ڪڏهين غم ڏسن
آهي اثر ان ٻن اسمن جو مڙني مخلوقن

نثر : جئين تہ (طالب ۽ ذاڪر جي) دل کي ڪڏهن خوشي حاصل ٿئي ٿي، تہ ڪڏهن وري غم ۽ ڏک ڏسي ٿي. اهو سمورو اسم "باسط" ۽ اسم "قابض" جو اثر آهي جيڪو هر مخلوق تي ظاهر ٿئي ٿو.

سمجهاڻي : هن حقيقت کان هر ماڻهو باخبر آهي تہ هي ڪائنات (دنيا) ڏک ۽ سک غم ۽ خوشي سولائي ۽ ڏکيائي رنج ۽ راحت ، تندرستي ۽ بيماري يا تصوف ۽ فقر جي اصطلاح ۾ بسط ۽ قبض جو مجموعو ۽ مظهرآهي يا سندن ور چڙهيل آهي! اهي ٻئي حالتون هر هڪ انسان سان لاڳو آهن خواه پيغمبر ۽ رسول هجي يا ولي ۽ صالح، مومن هجي يا ڪافر ، نيڪ بخت هجي يا گنهگار ، غرض تمام مخلوقات تي اهي ٻئي حالتون ۽ ڪيفيتون خالق ڪائنات جي ٻن اسمن قابض ۽ باسط جي تجليات جي ڪري ظاهر ٿينديون رهنديون آهن ، انهن ٻنهي حالتن ۽ ڪيفيتن جي ظاهر ٿيڻ ۽ بند ٿيڻ ۾ ڪا دير نہ لڳندي آهي جئين تہ هن ڳالهہ جي حقيقت عارف شيرازشيخ سعدي

سهروردي رح جن حضرت يعقوب عليہ السلام جي مثال پيش ڪندي هن ريت ٻڌائي آهي

ڪسي پر سيد زان گم ڪرده فرزند

ڪہ اي روشن گهر پيرِ خرد مند

ترجمون : ڪنهن ماڻهو هن پٽ گم ڪيل (يعقوب عليہ السلام) کان پڇيو تہ اي روشن دل ۽ عقل مند پير سن

ز مصرش بوئي پيراهن شميدي

چرا در چاهِ ڪنعانش نہ ديدي

ترجمون : اوهان مصر جهڙي دور دراز ملڪ کان هن (يوسف) جي چولي يا ڪرتي جي خوشبو تہ سنگهي ورتي پر گهر جي اڳيان ڪنعان جي کوهہ ۾ پيل کي چو نہ ڏسي سگهيا وي؟

بگفت احوالِ مابرقِ جهان است

دمي پيدا و ديگر دم نهان است

ترجمون: حضرت يعقوب عليہ السلام جن سائل کي فرمايو تہ اسان الله وارن جي مثال چمڪندڙ وڄ وانگر آهي جيڪا هڪ جهٽ اپري ٿي تہ وري اک ڇنڀ ۾ غائب ٿي وڃي ٿي .

گهي برطارمِ اعلٰي نشينم

گهي بر پشتِ پائي خود نہ بينم

ترجمون : ڪڏهن تہ اسين عرش نشين ٿي ڪري ساري ڪائنات
کي وينا ڏسندا آهيون ۽ ڪڏهن وري پنهنجي پير جي پني تي بہ
ديد نہ پوندي آهي .

اهوئي سبب هيو جو گهر جي ويجهو کوهہ ۾ پيل يوسف
عليہ السلام کين نظر نہ اچي سگهيو پر سوين ميل دور مصر جي
تخت تي هن کي ڏسي ورتائون ڇو تہ گهرجي اڳيان ڪنعان واري کوهہ
۾ ڪرڻ مهل الله جي هن سڳوري نبي حضرت يعقوب عليہ السلام
جي وجود ۽ قلب تي اسم قابض جي تجلي جوظهور هيو ۽ مصر
جي گادي تي وهڻ مهل مٿس اسم "باسط" جا اثرات غالب هيا
جنهن جي تجليات جي روشني ۾ هن سڀ ڪجهہ ڏسي ورتو.

(٣١) پر ڪنان نہ هئڻ علم حال جي تنهن کي نہ چاڻن
جڏهين ٿئي ڪو داخل طريقت ۾ ۽ سير سلوڪي ڪن

نثر : پر موندي (مبتدي) طالب سلوڪ جا علم حال جي نہ
هجڻ جي ڪري قبض ۽ بسط جي حقيقت کي نٿا ڄاڻن (اهوئي
سبب آهي تہ) جڏهن ڪو طالب سلوڪ جو طريقت جي دنيا ۾
داخل ٿئي ٿو ۽ سلوڪ جي سير جي شروعات ڪري ٿو (تڏهن
کيس هن راز جي ڪجهہ پروڙ پوي ٿي) .

سمجهاڻي : علم جا ٻہ قسم بيان ڪيا ويا آهن هڪڙو "علم
قال" جيڪو رڳو ظاهري ۽ ڪتابي علم جي ڄاڻ تي ٻڌل هوندو

آهي ۽ ٻيو "علم حال" جيڪو دل جي ڪيفيات، ذاتِ حق جي معرفت ۽ روحاني رمزن جي ڄاڻ طالب ۽ سالڪ کي ڏئي ٿو .علم حال جي لاءِ مولانا رومي فرمائن ٿا ته

قال را بگذار مردِ حال شو

پيشِ مردِ ڪاملي پامال شو

<u>ترجمون</u> : قيل قال (پڙهڻ پڙهائڻ) واري دنيا کي ڇڏ ۽ حال جو مرد بڻجي وڃ "علم حال" حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن ڪامل اڳيان وڃي گوڏا کوڙ ۽ سندس پيرن ۽ قدمن تي وڃي سر رک ته جئين "علم حال" مان ڪوبهرو وني سگهين .

حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته علم حال يا روحاني علم (جنهن جي ذريعي انسان کي پنهنجي باطن جي ڳجهي رازن جي پروڙ پوي ٿي ) نه هجڻ جي ڪري اسم "باسط" ۽ اسم "قابض" جي اثرات کان شروعات ۾ حق جا طالب اڻ ڄاڻ هوندا آهن. پوءِ انهن ٻنهي اسمن جي تاثير قوت ۽ فائدن کان ذاڪر آهستي آهستي واقف ٿيندوآهي ۽ انهن اسمن جي برڪت ۽ نقصان جي پروڙ حاصل ڪرڻ کان پوءِ اسم باسط جون برڪتون حاصل ڪندو ۽ اسم قابض جي سختين ۽ تڪليفن کان بچڻ جي ڪوشش ڪري ڪيفيت، خوشي، سرور ۽ لذت حاصل ڪندو رهندو آهي .

(٣٢) ۽ پويس پروڙ دل تي تڏهين ڇاٽي تن
ڪڏهين غلبو اسم قابض جو دل تي ڪري ڇاڻ

نثر : (طالب جڏهن طريقت ۾ داخل ٿي سير سلوڪ ڪندو آهي) تڏهن سندس دل کي روحاني اسرارن جي پروڙ ۽ ڄاڻ پوندي آهي پوءِ هن ڄاڻ ذريعي ڪڏهن ڪڏهن هو ائين سمجهي ٿو ته سندس دل تي اسم قابض جو غلبو ٿي ويو آهي.

سمجهاڻي : جڏهن ڪو طالب سلوڪ جون منزلون طئي ڪرڻ جي شروعات ڪندو ۽ معرفت جي ميدان ۾ گهڙندو آهي ته هن کي اها خبر نه هوندي آهي جو ڪيس قبض ۽ بسط يعني روحاني لذت ڪيف ۽ سرور جي حاصل ٿيڻ يا بند ٿيڻ وارين حالتن مان به لنگهڻو پوندو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو جڏهن ڪنهن شروعاتي مبتدي سالڪ جي قلب ۽ روح تي قبض جا ڪڪر ڇانئجي ويندا آهن ته هو ڏاڍو پريشان ٿيندو آهي ڇو ته ڪيس اها ڄاڻ نه هوندي آهي ته سندس دل جي نار ۽ جر (ڪوهه، ڪڙئي يا واهه جي وهڪ) ڇو بند ٿي وئي آهي؟ اهڙي حالت ۾ مرشد سڳوري جي ذات ئي سندس واهر بڻجي مدد ڪري سگهي ٿي ۽ مرشد ئي ڪيس ٻڌائيندو ته هن وقت تنهنجي قلب تي الله پاڪ جي اسم قابض جو غلبو آهي ۽ همت نه هارجائين انشاءَ الله جلد توکي وري اسم باسط جا نظارا ڏسڻ ۾ اچي ويندا.

(٣٣) ۽ ڪڏهين زور اسم باسط جو سي سالڪ تا سمجهن
پوءِ گهرجي طالب کي سچو جو آهي

نثر : ۽ ڪڏهن وري اسم باسط پنهنجي طاقت ۽ زور ڏيکاري ٿو جنهن کي رڳو سالڪ ئي سمجهي سگهن ٿا اهڙي حالت ۾ سچي طالب حق جي کي گهرجي تہ ... (مرشد جي حڪمن مطابق انهن حالتن کي منهن ڏئي) .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ جڏهن مرشد جي رهبري ۾ قلب جي قبض (بندش)۽ دل جي سوڙهہ واري ڪيفيت ختم ٿئي ٿي تہ وري اسم باسط جون تجليون دل تي پوڻ لڳن ٿيون ۽ طالب جي ساري جسم تي اعضاءَ ۽ لطائف تي هن اسم مبارڪ جو زورظاهر ٿئي ٿو پر انهي ڪيفيت ۽ حالت جو نظارو رڳو اهو ماڻهو ئي ڪري سگهي ٿو جيڪو سالڪ هجي . مطلب تہ سلوڪ ۽ معرفت جي منزلن جو ڄاڻو ۽ ماهر هجي ڇو تہ بقول حافظِ آدابِ طريقت حضرت حافظ شيرازي

بہ مئي سجاده رنگين ڪن گرت پيرِ مغان گويد
ڪہ سالڪ بي خبر نہ بود ز راه ورسم منزلها

ترجمون : جيڪر تو کي مرشد حڪم ڏئي تہ تون پنهجي جاءِ نماز (مصلٰي) کي شراب ۾ ٻوڙي رنگين ڪري اچ تہ انڪار نہ ڪجائين ڇو تہ سالڪ (مرشد) سلوڪ جي منزلن ۽ سندس ڏنگن ، اڏولن ، اڙانگن پيچرن کان باخبر هوندو آهي.

هر ماڻهو کي الله تبارڪ وتعاليٰ جي انهن ٻن مقدس اسمن يعني
اسم "باسط" ۽ اسم "قابض" جي اسرارن رموزن ۽ ڳجهين
ڪيفيتن جي پروڙ هرگز نٿي پئجي سگهي ، انهي ڪري حضرت
حافظ الملت رح (مالڪان رح) فرمائن ٿا ته جڏهن ڪنهن شروعاتي
طالب (مبتدي ) تي اسم قابض جا اثرات ظاهر ٿيڻ لڳن ته هو
ايندڙ بيت ۾ ڇيل طريقي تي عمل ڪري ته جئين پنهنجي
روحانيت جو بند ٿيل دروازو کولي سگهي. عارفن جو چوڻ آهي
ته الله تعاليٰ پنهجي مرضي جو مالڪ آهي جيڪر چاهي ته پنهجي
اسم "قابض" ذريعي قبض جي تجلي سان ديدار ڪرائي ۽
جيڪر گهري ته اسم "باسط" جي تجلي سان پنهجو انور (چهرو)
ڏيکاري درويش ٻنهن حالتن مان پوري پوري لذت حاصل ڪندا
آهن ۽ الله جا اهي خالص ۽ مخلص ٻانها هر تجلي جا يار ،دمساز
۽ انيس هوندا آهن هن ڪيفيت کي ڪنهن فارسي شاعر ڪيڏو نه
سهڻو بيان ڪيو آهي چوي ٿو ته

عاشقم هفتاد جا يکجا مقيد نيستم
يار چون هرجائي آمد ،بنده ام کم نيستم

ترجمون : مان ستر جاين تي عشق ڪمايان ٿو ڪنهن هڪ جاءِ
جو قيدي ناهيان . جڏهن منهجو يار (ذاتِ بيچون) هرجائي آهي
تهپوءِ مان ڪئين گهٽ ٿي سگهان ٿو آخر مان به ته اهڙي هرجائي
جو ٻانهو آهيان .

(٣٤) جڏهين ٿئي حالت قبض جي منهن ڏيئي تنهن کي
ٿئي تنهين غم اڳرو جي بند ذڪر ٿئي ۽

نثر: جڏهن ڪنهن طالب تي ذڪر جي دوران قبض يا بندش جي حالت طاري ٿئي ته هنکي منهن ڏيڻ جي ڪوشش ڪري ڇو ته (جيڪر قبض جي حالت ۾) ذڪر جي شغل کي بند ڪندو ته هن جو غم ۽ روحاني صدمو اڳ کان به اڳرو ٿيندو ۽ وڌندو.

سمجهاڻي : جيڪر مونڌي (مبتدي) طالب تي قبض جي حالت طاري ٿئي مطلب ته هن جي دل تي فيض جا دروازا بند ٿيڻ لڳن ذڪر اذڪار ۽ تسبيحن ۾ ڪيس ڪو مزو ۽ لطف نه اچي ۽ الله الله ڪرڻ جي باوجود سندس قلب کي بيقراري بي آرامي فڪر ۽ پريشاني ٿئي ته هوءَ مايوسي جو شڪار هر گز نه ٿئي ڇو ته جيڪر اهڙي حالت ۾ هو ذڪر اذڪار ۽ تسبيحن يا مرشدجي ہدايل ورد وظيفن کي بند بند ڪندو ته سندس غم اڳري مان اڳرو ٿيندو ۽ مايوسي ۽ پريشاني ڪيس وڪوڙي ويندي تنهنڪري هو پنهجي ذڪر ۽ شغل کي جاري رکي ته جيئن هن تي اسم باسط جا انوار ۽ تجليات وري موٽي اچن.۽ روحانيت جا بند دروازا مٿس کلي پون

(٣٥) تڏهين ڪوشش ۽ همت پانهنجي پاڻان وڌ ڪري
سچائي سندس طلب جي ظهورو تي ڪري ۽

نثر : تڏهن يعني اهڙي قبض ۽ بندش جي حالت ۾ (ذڪر لاءِ

پنهنجي ڪوشش توجه ۽ ڌيان کي وڌ ۾ وڌ ڪم آڻي ته جئين
طالب جي سچي طلب پنهنجا اثرات ظاهر ڪري .

سمجهاڻي : اسم قابض جي منفي اثرات ۾ وڪوڙيل ۽ سندس
ور چڙهيل طالب ۽ سالڪ کي گهرجي ته هو انهيءَ روحاني قيد ۽
بندش مان نڪرڻ لاءِ وڌ ۾ وڌ همت ۽ ڪوشش ڏيکاري . مرشد
جي ٻڌايل ذڪر اذڪار ورد وظائف، شغل ۽ مراقبي وغيره جي
عمل کي پوري همت سان جاري، بي دلي، مجبوري ۽ بي همتي
کي هر گز ويجهو نه اچڻ ڏئي جيڪر انهي هدايت تي عمل
ڪياؤن ته خدا جي لطف وڪرم ۽ مرشد جي نگاهِ عنايت سان
اسم قابض جا بندش وارا منفي اثرات گهٽجڻ شروع ٿيندا ۽
اسم باسط جا لطف مسرت ۽ روحاني خوشي بخشڻ وارا
اثرات ۽ انوار ظهورو ڪرڻ شروع ٿيندا ۽ اها بسط واري ڪيفيت
ئي ته سالڪ جو مطلوب ۽ اصل مدعا آهي .

(٣٦) جئين ان باب ۾ مرشد اسان جي تنهن تي رحمت رب ڪري

هي بيت زبان سين مبارڪ پانهجي فرمايو

نثر : جيئن ته هن باري ۾ (يعني قلب جي کلڻ ۽ بند ٿيڻ جي دوران
پنهجي ڪوشش جاري رکڻ ۽ همت نه هارڻ جي باري ۾ ) اسانجي
مرشد (هن تي الله پنهنجي رحمت نازل ڪري) هينيون بيت (سنڌي
زبان جو) پنهنجي مبارڪ زبان سان پاڻ ارشاد فرمايو.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح جو چوڻ آهي ته اسم قابض ۽

اسم باسط جون جيڪي ڪيفيتون حالتون ۽ رمزون مبتدي طالبن تي ظهورو ڪنديون آهن. سندن باري ۾ منهنجا مرشد ڪريم پنهنجي زبان مبارڪ مان اڪثر هي بيت ٻڌائيندا هئا. هن بيت ۾ حضرت مالڪان رح پنهنجي مرشد جو نالو ٻڌائڻ کان بنان چيو آهي ته هوءَ اڪثر هي بيت پنهنجن مجلسن ۾ ٻڌائيندا هيا. اهل علم ۽ هند سنڌ جا ماڻهو ڄاڻيندا آهن ته حضرت مالڪان رح جا مرشدِ بيعت حضرت سيد حافظ حسن شاه جيلاني (تنبو ڏٽي سوئي شريف وارا) آهن هي صاحب سرائيڪي الاصل ضلع جهنگ جا رهواسي هئا. ۽ سندن باري ۾ اها روايت ملي آهي ته هو صاحب نادر سرائيڪي، سنڌي، هندي ۽ فارسي جا بيت پنهجي مجلسن ۾ اڪثر ٻڌائيندا هئا. ۽ هي ڳالهه تاريخي طور تي ثابت آهي ته سرائڪي علائقي جا اهل علم پنهجي مجلسن ۽ ڪچهرين ۾ گهڻو ڪري سنڌي بيت جهونگاريندا رهندا هئا. جهڙي طرح سنڌ ۾ سرائيڪي شعر عام طور تي لکيو پڙهيو ۽ جهونگاريو ويندوآهي. حضرت سيد حافظ حسن شاه جيلاني بادشاهه رح به پنهجي مرشد جي مجلس ۾اهڙا سنڌي بيت ٻڌندا هئا ۽ ٻڌڻ کانپوءِ ياد ڪري ڇڏيندا هئا. حضرت سيد حافظ حسن شاه جيلاني رحمت الله عليه جي مرشد ڪريم غوثِ زمان قطبِ دوران مجاهدِ ڪبير تحريڪِ آزادي جي سروانِ ۽ روحانيت جي امام حضرت قبله سائين الشاه محمد راشد

المعروف روضي ڌڻي بادشاه رح جن جي ملفوظات مبارڪ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ جن گهڻو ڪري سنڌ جي قديم جهوني صوفي شاعرن ۽ سالڪن جا بيت موقع محل جي مناسبت سان طالبن کي ٻڌائيندا هئا . بلڪ سندن پنهجو عارفاڻو ڪلام به موجود آهي ۽ پاڻ سيد تخلص سان بيت چوندا هئا . حضرت مالڪان رح جي ملفوظات ۾ سندن هڪ به بيت آيل آهن . حضرت تنبو ڌڻي رح جو شعري ۽ ادبي ذوق به ڏاڍو پختو هو ۽ روحاني رمزن جا پختہ ۽ بلند پايہ شعر اڪثر پنهجي محفلن ۾ ٻڌائيندا هئا . اهو بيت حضرت روضي ڌڻي رح جي ملفوظات ۾ به هڪ ٻن جاين تي جهونگاريو ويو آهي بيت هي آهي .

(٣٧) ڏوهه تهين جي ڏور ، ڪيچ پراهون پنڌ ٿيو
پاڻان پئي پور ، وکِ وڌائي منجهه وائڙي

نثر : (رسالہءِ سلوڪ ۾ آيل پڙهڻي موجب ) تنهن جو (پنهون جو) ڏيهه تمام دور آهي ( يا وري اُن جي مهار (ڏور) تنهن (محبوب پنهون) جي ڏوهه (ڏيهه) جي پاسي ڇڏيل آهي) پر ڪيچ جو پنڌ اجان به گهڻو پري پيو آهي (جڻ ته پري ٿيندو ٿو وڃي) اي عشق جي پنڌ پيبل سسئي ! شل توکي پاڻان (ازخود) محبوب جو پور (خيال) پوي ته جيئن هن وات ۾ وک تکي کڻين .

بيت جون مختلف پڙهڻيون ۽ معناؤن : گربخشاڻي واري

شاھ جي رسالي ۾ ھن بيت جي گر بخشاڻي پاران ڏنل پڙھڻي مطابق سندس سمجھاڻي ھن ريت ڏنل آھي تہ " سسئي کي ڏوتين چيو تہ منزل اجا ڏور آھي ائين ٿو لڳي تہ ڪيچ اڳتي ئي اڳتي وڌندو ٿو وڃي شل توکي پاڻ ئي کو پور (جذبو ۽ شوق) پيدا ٿئي ۽ وک کي تيز ڪرين" اھو ساڳيو بيت ڪجھ تفاوت سان ڪلياڻ آڏواڻي واري شاھ جي رسالي ۾ ھينئين ريت آيل آھي .

ڏوتين چيس ڏورڪيچ پراھون پنڌ ٿيو
پاٽان پئي پور وک وڌائين وتري

ڪلياڻ آڏواڻي جي پڙھڻي موجب ھن جي نثر ھن ريت نھندي "ڏوتين ڪيس چيو تہ اھو پنڌ ھتان ڪان ڏور آھي ۽ ڪيچ جو پنڌ گھڻو پري آھي کو اندر جو جذبو يا اڪير ۽ عشق جو پور پئي ۽ وري قدم تيز ڪري چڏين تہ پوءِ منزل تي پنھچڻ ممڪن ٿي پوندو" انھي تنھن پڙھڻين جو مطلب ھڪ ٻئي کي گھڻو ويجھو آھي لفظن جي متا ستا ۽ فرق جي باوجود حضرت مالڪان رح جو مطلب بہ صاف واضح آھي تہ طالب سلوڪ جو پاڻکي مائي سسئي وانگر سمجھي، محبوب حقيقي کي ڄام پنھون جي شڪل ۾ پنھجو مطلوب تصور ڪري ۽ ذات احد جي عرشِ معلیٰ کي ڪيچ وانگر پنھنجي منزل بنائي. يا وري پاڻ کي سسيءَ وانگر صحراء عشق کي جھاڳيندڙ عاشق ڄاڻي ۽ پنھجي مطلوب نبي پاڪ محبوبِ خدا صلي الله عليہ و آلہ وسلم کي پنھون جي جاء

تي پنهجو مطلوب ۽ مقصود يقين ڪري ۽ مدينہ طيبہ کي ڪيچ
جي مثال سمجهي ڪري پنهجي عشق جي پنڌ کي تيز ۽ تکو ڪري
۽ پوءِ ذڪرن فڪرن، مراقبن ۽ مجاهدن جي ذريعي ڪوشش جي
ميدان ۾ پنهنجا قدم تيز ڪٽي ۽ پنهنجون وکون تيزي سان وڌائي
تہ جئين منزل خود بہ خود ويجهي اچي وڃي . گويا ع

**منزل ڪي لئي دو گام چلون اور سامني منزل آجائي**

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هت پنهنجي مرشدن جي حوالي
سان مبتدي (موندي) سالڪ کي سنڌي زبان جي هڪ بيت ذريعي
هدايت فرمائي آهي تہ هو روحاني قبض (بندش)طاري ٿيڻ جي
صورت ۾ پاڻ کي سسئي وانگر ڪيچ ڏانهن رسائڻ ۽ پنهچائڻ
جي ڪوشش ڪري توڻي جو رستو ڏور ۽ پنڌ پرانهون آهي جبل
لڪ ۽ واري جا دڙا جهاڳڻا آهن پر تنهن هوندي بہ سالڪ کي
حقيقت جي واٽ ۽ محبوب جي ڳولا ۾ منزل تي پنهچڻ لاءِ گهٽ
۾ گهٽ سسئي جي عشق مجازي جيتري همت ۽ حوصلو تہ هجڻ
گهرجي. هن موقعي تي حضرت امير خسرو رح جو هڪ شعر ياد
اچي ٿو جيڪو سالڪن جي خدمت ۾ نذر ڪيان ٿو .

خسروا در عشقبازي ڪم ز هندو زن مباش
ڪو براۓ مرده سوزد زنده جانِ خويش را

ترجمون : اي خسرو! عشق جي ميدان ۾ هندو عورت (واڻياڻي)
کان تہ گهٽ حوصلي وارو نہ ٿي چو تہ هوءَ موئل مڙس (پتي) جي

لاءِ پاڻ کي جيئرو سازي ٿي . (ٻ تون پنهجي زنده محبوب (نبي پاڪ يا مرشد) لاءِ جان قربان نہ ٿو ڪري سگهين)

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي هن بيت جي مضمون کي حضرت خواجہ غلام فريد رح پنهجي خاص انداز ۾ سرائيڪي ۾ ڏاڍي سهڻي نموني بيان ڪيو آهي . فرمائن ٿا تہ

ٿل مارو دا پيندا سارا    تيسر هڪ پلهانگ

ڪي ضروري وضاحتون : مان پنهنجي وس آهرهن بيت جي ڳولا ڪئي پر رسالءِ سلوڪ ۾ آندل پڙهڻي ۽ عبارت موجب لکيل ڪٿي بہ هٿ نہ اچي سگهيو هن بيت ۽ حضرت مالڪان رح جي رسالءِ سلوڪ ۾ ڪتب آندل سنڌي سالڪن جي ٻين بيتن جي لاءِ مون گهڻن سنڌي دانشورن اديبن، عالمن ۽ دوستن کي عرض رکيو آهي پر هن مهل تائين ڪنهن بہ دوست کان مونکي ڪا مثبت موٽ نہ ملي آهي .

مونکي مطالعي دوران شاهہ صاحب جي رسالي ۾ هي بيت هينئين ريت لکيل مليو

ڏوٿين ڇيس ڏورڪيچ ، اڳاهون پنڌ ٿيو
پاٽان چڙهئي پور وک وڏائين وتري

(شاهہ جو رسالو، گربخشاڻي ڇاپو ٻهريون ، سر حسيني، داستان ٻارهون صفحہ 326 بيت نمبر 7)

پر ڪلياڻ آڏواڻي جا استعمال ڪيل الفاظ حضرت

مالڪان رح جي لکيل بيت جي گهٽو ويجها آهن بهر حال مطلب

هي آهي ته هن بيت ۾ طالبن ۽ سالڪن کي سلوڪ جي منزل

ماڻڻ لاءِ پنهنجي جدوجهد ۽ ذڪر جي مشغوليءَ کي تکو ۽ تيز

ڪرڻ جي هدايت ڪئي وئي آهي .

منهنجي ڄاڻ موجب جيڪر ڪنهن معتبر قلمي نسخي ۾

حافظ الملت حضرت مالڪان رح جي "رسالهءِ سلوڪ" ۾ لکيل

متن موجب اهو بيت هٿ نه اچي سگهيو ته پوءِ ائين چئي

سگهجي ٿو ته حضرت مالڪان رح جي رسالي جي ڪاتب پاران

غير شعوري طور تي صورتخطي کي بگاڙڻ سان بيت ۾ ڪجھ

قدر تبديليون اچي ويون آهن جيئن ته .

" ڏوٿين "کي " ڏوهه تهين " لکيو اٿس ۽ " چيس " کي وري

"جي" بڻائي ڇڏيو اٿس ۽ " اڳاهون "کي " پراهون " لکيو اٿس،

ائين به ٿي سگهي ٿو ته اهو بيت ڪنهن ٻي قلمي خطي نسخي ۾

حضرت حافظ الملت جي رسالي موجب لکيل صورتخطي مطابق

ملي وڃي .

(٣٨) سو جڏهين اٿر قبض جا ظاهر ٿو ڏسي

تڏهين نه رهي ويساه ۾ اچي اتي نا اميد ٿئي

نثر : طالب ۽ ذاڪر جڏهن پاڻ تي روحاني قبض ۽ بندش جا

اثرات ڏسي ٿو تہ هو پنهنجو ويساهہ ۽ يقين وڃائي وهي ٿو ۽
هن تي نا اميدي ۽ بي يقيني غلبو ڪري وڃي ٿي .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ حضرت مالڪان رح مبتدي طالبن ۽
سالڪن جو حقيقي نقشو چٽيو آهي پاڻ فرمائن ٿا تہ جڏهن
ڪنهن مبتدي سالڪ تي اسم "قابض" جو اثر غالب ٿئي ٿو تہ هن
تي نازل ٿيندڙ روحاني فيض ۽ سندس قلب تي برڪت ۽ راحت جا
در بند ٿي وڃن ٿا ۽ هو پنهنجو ويساهہ، يقين ۽ اميد ختم ڪري
بي يقيني ، بي اعتمادي، نااميدي، وسواس، وهم ۽ شڪ جي
بيماري ۾ گرفتار ٿيو پوي ٿو، اهڙي سالڪ ۽ طالب تي شيطان
هڪدم حملو ڪري ڪيس پنهنجي چنبي ۾ آڻڻ جي ڪوشش
ڪندو آهي ۽ ڪيس روحانيت جي حقيقي دنيا مان ڪڍي هڪ
بناوتي ۽ ڪوڙي روحاني ڄار ۾ ڦاسائي وجهندو آهي جنهن جي
بنياد نہ رڳو وهم، شڪ ۽ رسمن ريتن تي ٻڌل هوندي آهي بلڪ
اهڙي طالب کي شيطان پنهجي مڪر ۽ فريب ۾ آڻي ڪيس آسمانن
جي سير ڪرائيندو ۽ پنهجي طلسماتي تجليون ڏيکاري ڪيس
يقين ڏياريندو آهي تہ هو هاڻي الله جي قرب واري منزل ۾ هليو
ويو آهي جيڪر مرشد ڪامل جي نگراني نہ هجيس تہ پوءِ طالب
هن مقام تي پنهجي ڪري گمراهہ ٿي ويندو آهي انهي ڪري
حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ جڏهن ڪو بہ مبتدي سالڪ ۽
طالب پنهجي من ۾ روحاني قبض گهٽڻ ۽ پوست جا آثار ظاهر

ٿيندي ڏسي تہ پنهجي من اندر يقين ۽ خود اعتمادي پيدا ڪري ۽
ڪوهن، جبلن ۽ صحرائن جي راٽي سسئي وانگر پنهجي محبوب
(مرشد) جي ڪيچ ڏانهن ڪاهڻ ۽ پتوڙڻ جي ڪوشش ڏيکاري.

## (٣٩) سعيو ۽ ڪوشش هر گز ڪان ڪري
## مست شراب عشق جي ڪي همت وڏي گهرجي

نثر : قبض ۽ روحاني بندش واري حالت ۾ گهڻو ڪري طالب
سست ٿيو پوي ٿو۽ ان حالت کي مٽائڻ ۽ هٽائڻ لاءِ ڪا بہ
ڪوشش ۽ محنت باالڪل نٿو ڪري جڏهن تہ شرابِ عشق الهي
جي مست کي تہ وڏي همت ۽ حوصلي جي ضرورت آهي.

سمجهاڻي : گذريل بيت جي وڌيڪ شرح ڪندي حضرت
مالڪان رح فرمائن ٿا تہ اسم قابض جي اثر هيٺ آيل مبتدي
(موندي) سالڪ ۽ طالب هن مونجهاري مان نڪرڻ لاءِ نہ تہ ڪو
سعيو ڪري ٿو ۽ نہ ڪنهن ڪوشش جو آغاز ڪري ٿو جڏهن تہ
مشائخ عظام جو چوڻ آهي تہ عشق حقيقي يا محبت الهي جي
شراب جي مست عاشق کي تہ سڀ کان وڌيڪ حوصلي اميد ۽
همت جي ضرورت هوندي آهي ياد رکڻ گهرجي تہ درويش مست
الست تہ هڪ اهڙو شڪاري هوندو آهي جيڪو پنهنجي چار ۾
يزدان يعني خدا جي ذات کان گهٽ ڪنهن کي بہ شڪار ڪرڻ نٿو
چاهي. هوءَ تہ محبوب ازل کي پنهجي عشق جي چار ۾ آڻڻ جي

ڪوشش ۾ لڳو رهندو آهي . هن باري ۾ حضرت علامہ اقبال
ڪيڏو نہ سهڻو سخن الاٽو آهي .

در دشتِ جنون من جبريل زبون صيدي
يزدان بہ ڪمند آور اي همتِ مردانہ

ترجمون : منهجي جنون (عشق) واري وسيع ميدان ۾ جبريل
امين (عليہ السلام) تہ هڪ ڪمزور شڪار آهي . اي مردانِ راهِ
حقيقت جي همت وارا عاشق ! جيڪر شڪار ڪرڻو اٿئي تہ خود
ذاتِ حق (يزدان) تي ڪمند وجهہ تہ جئين شڪار ڪرڻ جو مزو بہ
اچي .

(٤٠) جئين ڪنهين بزرگ چيو ان باب ۾ چاچڱو آهي
همت بلند بايد عشاق مست مئي را

نثر : جيئن تہ هن باري ۾ ڪنهن بزرگ (شاعر) ڪيڏو نہ چڱو ۽
سهڻو چيو آهي تہ شراب حقيقت جي مست عاشقن ڪي وڏي
همت ۽ حوصلي جي ضرورت آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح مبتدي (مونديي) سالڪ جي
همت ۽ حوصلو وڌائڻ لاء اڳ ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي
عليہ الرحمت جو هڪ بيت سرحسيني منجهان پنهنجي مرشدن جي
حوالي سان بيان ڪرڻ فرمايو تہ هاڻ وري اهڙي سڪيا ونڻ لاء
ڪنهن بزرگ صوفي شاعرجو هڪ پارسي بيت پيش ڪن ٿا . هن

بيت ۾ ٻه قبض ۽ روحاني بندش ۾ گهٽ ۽ پوست جي حالت ۾
حوصلو اُچو. همت بلند ۽ عزم پختو رکڻ جي لاءِ ڏاڍي سهڻي
نموني چيو ويو آهي شاعر چوي ٿو ته اي طالب حق جا ! ۽ پانڌي
راه طريقت جا ! عرفان جي شراب جي مستن جا حوصلا ته
سموري ڪائنات کان مٿانهان. آسمان کان بلند ۽ جبلن کان اچا
هوندا آهن ڇو ته هن شراب جي تاثير ئي اهڙي آهي. هي شراب
ته خاڪ جي پتلي کي آسمانن ڏانهن اڏاريندي ۽ عرش معليٰ جي
سير ڪرائيندي آهي.

## (٤١) مردِ خسيس همت در عاشقان نه گنجد

پر حضرت مرشد اسان جو منجهه حالت قبض ۽ بسط جي هن پر فرمائي

نثر : گهٽ حوصلي وارو ماڻهو عاشقن جي صف ۾ ويهڻ جي
لائق ناهي، پر اسان جو مرشد سائين رح قبض ۽ بسط جي باري
۾ هن ريت فرمائي ٿو ته ...!

سمجهاڻي : گهٽ همت وارو يا پست حوصلي وارو ماڻهو
سالڪن طالبن ۽ ڪاهوڙين جي مجلس ۾ ويهڻ جي قابل نه آهي
۽ نه وري سندن روحاني سفر ۾ گڏجي هلڻ جي لائق هوندو آهي
ڇو ته جن سرويچن عشق جو جهنڊو بلند ڪيو هوندو آهي انهن
جا حوصلا همت ۽ ارادا ساري ڪائنات کان مٿانهان اڳيرا ۽
آسمانن کان به اُچا هوندا آهن انهن جي منزل مڪان ۽ لامڪان يا
وقت ۽ زمان جي حدن کان تمام اڳتي ۽ مٿانهين هوندي آهي.

پلا اهڙن کاهوڙين جي روحاني پنڌ ۾ ڪاهل، سست، بي همت ۽ بي يقين خسيس ماڻهو ڪئين ڪلهي سان ڪلهو ملائي هلي سگهن ٿا . ڇو تہ اهڙن بي همت ماڻهن جي منزل تہ محض هي خسيس دنيا هوندي آهي اُهي نہ عاقبت جي پويان هوندا آهن ۽ نہ وري مولٰي جا طلب گار. قبض ۽ بسط يا روحاني ڪشادگي بابت حضرت شاهہ عبدالطيف ڀٽائي رح ۽ فارسي زبان جي هڪ بزرگ صوفي شاعر جا بيت ڏيڻ کانپوءِ حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ مٿين بزرگن جو چوڻ پنهنجي جاءِ تي بالڪل درست آهي پر قبض ۽ بسط واري روحاني ڪيفيت جي باري ۾ منهنجي مرشد حضرت حافظ سيد حسن شاهہ جيلاني عليہ الرحمتہ (تنبو ڏٺي رح سوئي شريف) جا خيالات وري انهن بزرگن کان انوکا نرالا ۽ بالکل الڳ آهن . (جن جو حوالو هيٺئين بيت ۾ ڏجي ٿو).

**(٤٢) تہ قبض مبتدي کي ڪکر نندي جيترو آهي**
**جو هڪدم ٿئي پڌرو وري محو ٿئي**

نثر : مبتدي (مونديي) طالبِ حق جي دل تي روحاني قبض نندي ڪکر جيان ڇانئجي وڃي ٿي مطلب تہ اها ائين آهي جئين ننڍڙو ڪکر يا بدلي هڪدم ظاهر ٿئي ٿي ۽ پوءِ وري يڪدم غائب بہ ٿي وڃي ٿي .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ حضرت مالڪان رح پنهنجي مرشد حضرت حسن شاه جيلاني رح (تنبو ڏٺي رح سوئي شريف ) جي

حوالي سان تمام سهڻي ۽ آسان نموني تي روحاني قبض يا بندش جي ڪيفيت ۽ حالت بيان ڪئي آهي. فرمائن ٿا ته طالب جي روحاني قبض ۽ بندش جو مثال ائين آهي جيئن آسمان تي ڪو ننڍڙو ڪڪر يا بادل اچي وڃي ۽ وري ڏسندي ئي ڏسندي هو غائب به ٿيو پوي ۽ آسمان وري پنهنجي چمڪ دمڪ سان اڳ کان به اڳرو روشن ۽ صاف نظر پيو اچي. مطلب ته سلوڪ ۽ معرفت جي شروعاتي منزل ۾ طالب جي قلب دماغ ۽ دل تي قبض ۽ بسط جا اثر آسمان تي ظاهر ٿيندڙ ننڍڙين ڪڪرين ۽ بادلن وانگر اک ڀوت جو تماشو ڪندا رهن ٿا ڪڏهن طالب تي اسم "قابض" جو قبضوتي وڃي ٿو ته ڪڏهن وري اسم "باسط" جو غلبو اچي وڃيس ٿو. تنهنڪري مبتدي (مونڊي ۽ سيڪڙات) طالبِ حق قبض بندش ۽ ٻوسٽ جي حالت ۽ ڪيفيت مان مايوس ۽ نا اميد هر گز نه ٿئي بلڪ همت ۽ حوصلو بلند رکي ته جيئن قرب حق جي منزل جلد ماڻي سگهي.

(۴۳) انهيءَ پر بسط جو پڻ سگهو ئي پسجي
۽ جلدي سين زوال پڻ سگهڙو ئي ٿئي

نثر: اهڙي ريت (قبض جو ننڍڙو ڪڪر غائب ٿيڻ تي) جلدي سان طالب کي وري بسط جو ڪڪر ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر وري ساڳي ريت طالب جي بسط واري حالت تي به زوال سٽ اچي وڃي ٿو.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ ساڳئي نموني وري اسم "باسط" جو ڪشادگي ۽ فراخي وارو عمل جاري ٿي ويندو آهي. مطلب تہ جئين ئي قبض جا ڪڪر هٽندا تئين ئي بسط جون تجليون نظر اچڻ لڳنديون ، پر اها حالت بہ قبض جي حالت وانگر گهڻي دير تائين قائم نہ رهي سگهندي بلڪ ڪجهہ دير کانپوءِ وري ساڳي ريت قبض (گهٽن ، بندش ۽ پوسٽ )جو دور شروع ٿي ويندو ، مطلب تہ مبتدي سالڪ ۽ طالب لاءِ قبض ۽ بسط جي ڪيفيت هڪ تجرباتي ڪيفيت وانگر هوندي آهي جڏهن هو سلوڪ جون منزلون طئي ڪري پنهجي منزل تي وڃي رسندو ۽ مرد ڪامل بڻندو تڏهن هن لاءِ اهي ڪيفيتون ۽ روحاني حالتون دائمي ۽ مستقل حيثيت اختيار ڪري وينديون پر بسط جي حالت کي دائمي طور حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ڏگهو عرصو وڏي محنت ۽ حد کان وڌيڪ مجاهدي جي ضرورت آهي.

## (٤٤) ۽ ٿئي غمگين ڪو وڃڻ سين تنهنجي
## اي عزيز! هي ترتيب ذڪر جي جا بيان ٿي

نثر : ڪي طالب وري تنهن جي (بسط جي) حالت جي وڃڻ تي غمگين ۽ مونجها ٿين ٿا (جڏهن تہ ائين نہ ٿيڻ گهرجي) اي پيارا طالب ! ذڪر جي جيڪا ترتيب مٿي بيان ڪئي وئي آهي سا ...!

سمجهاڻي : انساني فطرت موجب هر ماڻهو قبض ۽ بندش يا پوسٽ جي حالت تي غمگين ۽ مونجهو ٿيندو آهي ۽ بسط

ڪشادگي ۽ فراخي جي ڪيفيت تي خوش ۽ سرهو ٿيندو آهي، انهي فطري عادت موجب جڏهن سلوڪ جي مبتدي طالب کان بسط واري حالت غائب ٿيندي آهي ته هن جي وجڻ تي هوءَ ڏاڍو غمگين ۽ مونجهو ٿي پوندو آهي. پر حضرت مالڪان رح گذريل بيتن ۾ سمجهايو آهي ته اهڙي حالت ۾ طالب غمگين مايوس ۽ مونجهي ٿيڻ بدران پنهنجو حوصلو بلند رکي ۽ بي همتي ۽ مايوسي کان پاسو ڪري ته جئين وري سنت ئي هن کي بسط واري حالت نصيب ٿئي . پوءِ حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته اي طالب عزيز ! مراقبي ۽ ذڪر جي جيڪا ترتيب مٿي بيان ٿيل آهي انهي ترتيب ۾ خلل نه اچڻ کپي چو ته قادريه سلسلي جي بزرگن ۽ ٻين سلسلن جي تمام مشائخن کان ذڪر جي اها ترتيب اهڙي ريت نقل ٿيندي اچي ٿي ۽ صدين کان ونئي بزرگن ۽ طالبن جو معمول اهو ئي رهيو آهي جيڪو مٿي ٻڌايو ويو پر ذڪر جي اصل حقيقت اجان به ڪا ٻي آهي جيڪا ايندڙ بيت ۾ بيان ڪئي ويندي .

## (٤٥) سو بيان ذڪر جو جئين اُن پر ٿو ٿئي
## پر حق ذڪر جو هي آهي

نثر : سو ذڪر جو بيان جئين مٿي ٻڌايو ويو عام طور تي ائين اي هلندو اچي ٿو پر ذڪر ڪرڻ جو حق هي آهي جيڪو ايندڙ بيتن ۾ ٻڌايو ويندو.

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ ذڪر جو بيان جهڙي نموني مٿي ڪيو ويو آهي اهو ساڳيو ئي طريقو بزرگن جي طريقي مطابق آهي ۽ عام طرح سان اهڙي ريت ئي ذڪر جون منزلون طي ڪرايون وڃن ٿيون پر حقيقت ۾ ذڪر ڪرڻ جو حق ائين ادا ٿي سگهي ٿو جهڙوڪ اڳتي ايندڙ بيتن ۾ ٻڌايو ويندو جيڪو ڪجهہ مٿي ذڪر جي باري ۾ ٻڌايو ويو آهي سو بزرگن ۽ طالبن جو هڪ عام معمول رهيو آهي پر جيڪو ڪجهہ ايندڙ بيتن ۾ ٻڌايو ويندو اهو ذڪر جي حقيقت ۽ روح آهي . مٿين بيتن ۾ ٻڌايل ذڪر جو طريقوظاهري ذڪر تي ٻڌل آهي پر ايندڙ بيتن ۾ بيان ڪيل طريقي جو دارومدار ذڪر جي باطني حقيقت تي مشتمل آهي .

(٤٦) تہ جڏهين سالڪ لا الہ الا الله چوي
تڏهين ماسوي الله دل تون سالڪ جي سڀ لهي

نثر : تہ سالڪ (طالب حق جو ) جنهن مهل " لاالہٰ الاالله" زبان ٿي آڻي تنهن مهل سندس دل مان الله کان سواءِ هر شي جو خيال ۽ تصور لهي ۽ ميسجي وڃي .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ ذڪر جي باطني حقيقت ۽ سندس مغز ۽ روح کي بيان ڪيوويو آهي حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ گذريل بيتن ۾ ذڪر جو ٻڌايل طريقو مشائخ ۽ خانقاهن جي هڪ

عام ۽ ظاهري نظام مطابق آهي جئين ظاهري علوم جي مدارس جو هڪ مقرر نصاب (ڪورس ) هوندو آهي جنهن کي پوري ڪرڻ کان پوءِ ئي ڪنهن شاگرد کي عالم يا فاضل يا مفتي ڪوني سگهجي ٿو باالڪل اهڙي طرح خانقاهي نظام اندر به ذڪر جو هڪ مقرر نصاب ۽ ڪورس آهي جيڪو هر مبتدي (مونڊي) طالب سلوڪ جي کان پورو ڪرايو ويندوآهي ۽ انهيءَ نصاب جي تفصيل مٿين بيتن ۾ ٻڌائي وئي آهي پر حقيقي ذڪر يعني ته ڪامل ۽ آخري طالبن ۽ سالڪن لاءِ ذڪر وارو نصاب انهي نصاب کان بالڪل الڳ ۽ هڪ ٻي شي آهي جنهن کي هر طالب ۽ ذاڪر نٿو پروڙي سگهي . حقيقي ذڪر هي آهي ته جڏهن سالڪ جي زبان تي "لااله الاالله " اچي تڏهن سالڪ جي دل جي تختي تان الله جي ذات کان سواء باقي هر شي ميسارجي ۽ لهي وڃي ايتري قدر جو خودذاڪرجو پنهنجو وجود به باقي نه رهي جئين ته حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي عليہ الرحمته جن فرمايو آهي .

(1) چئو تون الله هيڪڙو ٻي وائي وساري ڇڏ
اوتان تو سين گڏ سچڻ ساه پساه ۾

(2) چئو تون الله هيڪڙو وائي ٻي وسار
تن ۾ تند تنوار سدان سپرين جي

(٤٧) جو ورهن ۾ توڙي موتڻ ڪين ڪري

ويو جيڪي ويو موٽي ڪين اچي

نثر: (غير الله جو خيال جڏهن سالڪ پنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏي ٿو ته پوءِ) ورهن جا ورهه اهو خيال سندس دل ۾ وري ڪين موٽي ٿو اچي ڇو ته (سنڌي چوڻي موجب) "جيڪو ويو سو ويو" اهو وري موٽي ڪين ايندو.

سمجهاڻي : جڏهن سالڪ ۽ طالب ماسوٰي الله ( الله جي غير) کان آجو ٿيو پوي ته پوءِ هو وري هن خيال ڏانهن ڪڏهن به موٽ نه ڪائيندو ورهن جا ورهه گذري وڃن پر الله وارن کي الله جي ذات ۽ تنوار کان سواءِ ٻيو ڪو به خيال دل ۾ ڪين ايندو. انهي منزل ۽ مقام کي فنا في الله جو مقام به چئي سگهجي ٿو جنهن کانپوءِ بقابا الله جو آخري مرتبو آهي جنهن ۾ پانهو (عبد)پانهو نه رهندو آهي بلڪ ائين سمجهڻ گهرجي ته ذات ذات ۾ گم ٿي ويندي آهي . بقول مولانا روم رح ...

تو درو گم شو وصال اين است وبس

تو مباش اصلاكمال اين است وبس

ترجمون : تون ذات حق ۾ فنا ٿي وڃ ته انهي کي وصال چئبو آهي ۽ جيڪر تنهنجو وجود ئي باقي نه رهندو ته پوءِ هن کي ڪمال ڪونبو آهي .

## (٤٨) ۽ ان وقت جمال الا الله جوري پردي غير منجهان
## منجهہ وجود مقيد ظهورو ۽ جلوو جوت ڪري

**نثر** : پوءِ ان وقت (جڏهن طالب ذات حق ۾ محو ٿي وڃي ٿو ) "الا الله" جو جمال (ذات حق جو جمال ) بنا ڪنهن حجاب ۽ پردي جي طالب جي هن قيدي (جسم جي قيد ۾ ڦاٿل ) وجود تي جلوي جو ظهورو ۽ جوت ڪري ٿو .

**سمجهاڻي**: جڏهن سالڪ " لااله الاالله" جو ذڪر ڪندي پنهنجي پاڻ کي ذات حق ۾ فنا ڪري ڇڏيندو آهي ته پوءِ ذات حق بہ حجابن ۽ غيريت واري پردن منجهان نڪري نشابر ٿي اچي ذاڪر (طالب) جي سامهون بيهندي آهي ۽ هن کي ايتري قدر ته پنهنجو قرب عطا ڪندي آهي جو ٻانهي جو وجود ذات حق جي جلوه گاه بڻجي ويندو آهي . هن بيت ۾ " ري پردي غير منجهان" جو مطلب آهي ته "غيريت واري پردي کي چاڪ ڪرڻ منجهان" شريعت موجب الله جي ذات ۽ ٻانهي جي ذات ۾ غيريت جو پردو ته آهي ئي آهي پر "الله الله آهي ۽ ٻانهو ٻانهو" آهي. جڏهن ٻانهو پنهجي وجود کي ڪلي طور تي فنا ڪري بقا جي تخت تي وڃي وهندو آهي تہ پوءِ ذات حق بہ غيريت وارا سارا حجاب ۽ پردا چاڪ ڪري ڇڏيندي آهي .حضرت مالڪان رح جي هن مصرع

**منجهہ وجود مقيد ظهورو ۽ جلوو جوت ڪري**

جو مطلب آهي تہ جڏهن ٻانهو ذڪر ڪندي ڪندي پنهنجي وجود
کي ذاتِ مذڪور(الله جي ذات بي مثال) ۾ فنا ڪري ڇڏيندو آهي
تہ پوءِ هن جو پنهنجو وجود مورڳو رهندوئي ڪونہ آهي بلڪہ مٿس
رڳا ذات جا جلوا جوت پيا ڏيکاريندا هوندا آهن گهڻو ڪري اهو
ئي اُهو مقام آهي جنهن لاءِ هڪ حديث قدسي ۾ پاڻ ڪريم صلي
الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ هن مقام تي پهچڻ ڪانپوءِ
ٻانهو " بي يسمع وبي يبصر الخ " (يعني تہ ٻانهو منهنجي ڪنن
سان ٻڌندو ۽ منهنجين اکين سان ڏسندو آهي ڇو تہ مان سندس
اک ، ڪن ، هٿ ، ۽ پير بڻجي ويندو آهيان ) جي صفات سان رڱجي
ويندو آهي فنا واري منزل ڪانپوءِ ٻانهي جي سندي وجود جي ڪا
بہ شي باقي نہ رهندي آهي بلڪہ سندس طاقت رباني طاقت ۽
سندس قوت الوهي قوت بڻجي ويندي آهي قرآن پاڪ هن مقام
کي هيٺين آيتن ۾ واضح طور بيان ڪرڻ فرمايو آهي .
(الف) يد الله فوق ايديهم ( بيعت رضوان وارن جي هٿن مٿان
نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو نہ پر الله جو هٿ آهي.)
(ب) ومارميت اذرميت و لڪن الله رمٰي (اي محبوب ! ڪافرن جي
منهن ۾ پٽريون تون ڪين اڇلايون هيون پر الله پاڻ اُڇلايون هيون)

( ٤٩ ) جنهن پر اجو جهنگل ۾ گهڻو پنڌ ڪري
حوض اتي منتي پاڻي جي نظر تنهن پوي

نثر : جئين ڪو واٽهڙو جهنگ جهر ۾ گهڻو پنڌ ڪندي اجو ٿيو

پوي ۽ اهڙي حالت ۾ هن جي نظر منجهه پاڻيءَ جي ڪنهن حوض، چشمي يا کوهه تي وڃي پوي .

سمجهاڻي : فنا ۽ بقا جي منزل ۽ مقام جي جيڪي شرح مٿين بيتن ۾ بيان ڪئي وئي تنهنکي حضرت مالڪان رح هتي هڪ مثال پيش ڪندي وري سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پاڻ فرمائن ٿا تہ ذاڪرتي لااله الا الله جو ذڪر ڪندي جڏهن حق جا جلوا جوت ڪندا آهن تہ ذات حق جا سمورا حجاب ۽ پردا ذاڪر جي اکين تان لهي وڃن ٿا ۽ ان وقت سندس خوشي ۽ فرحت جي حالت ۽ ڪيفيت باالڪل اهڙي هوندي آهي جهڙي حالت گهٽي پنڌجي ماريل ۽ اڃايل ماڻهو جي ان مهل هوندي آهي جنهن مهل سندس نظر بيابان ۽ جهنگ ۾ ڪنهن منجهه پاڻي جي چشمي تي اوچتو وڃي پوي ٿي .

## (٥٠) تہ ڪيڏي خوشي ۽ لذت حاصل تنهين ٿئي

ان مڪان ۾ ڪتاب بيان العارفين سيد عبدالڪريم بلڙي وارو تو فرمائي

نثر : تہ اهڙي حال ۾ تنهن اُجيل مسافر کي ڪيڏي نہ خوشي لذت ۽ سرور حاصل ٿيندو! هن نڪتي جي وضاحت باري حضرت سيد عبدالڪريم شاهہ بلڙي وارو پنهنجي ڪتاب "بيان العارفين" ۾ فرمائي ٿو .

سمجهاڻي: اُڃ جي ستايل ۽ پنڌ جي ماريل مسافر کي جهنگ ۾ منجهه پاڻي جو چشمو نظر اچڻ مهل جهڙي ريت حد کان وڌيڪ

خوشي ۽ لذت حاصل ٿئي ٿي . روحاني قبض بندش ۽ پوست جي دوران جڏهن سالڪ تي بسط يا ڪشادگي جا دروازا کلن ٿا ته هن کي به ساڳي ريت وڏ ۾ وڏ لذت، گهڻي خوشي ۽ وڏو سرور حاصل ٿئي ٿو.

بسط ۽ قبض جي انهن مقامن جي باري ۾ حضرت سيد شاهه عبدالڪريم بلڙي واري پنهنجي ڪتاب "بيان العارفين" ۾ جيڪي ڪجهه ارشاد فرمايو آهي تنهن کي حضرت مالڪان رح دستور موجب شاهه ڪريم رح جي مشهور ملفوظات ۽ بيان العارفين ۽ جي حوالي سان نقل فرمايو آهي .

مان بيان العارفين جا ٽي نسخا نظر مان گذاريا آهن يعني :

(1) شاهه ڪريم جو ڪلام بمبئي وارو ڇاپو.

(2) شاهه ڪريم جو ڪلام علامه دائود پوٽه جو ترتيب ڏنل.

(3) شاهه ڪريم جو ڪلام ڊاڪٽرميمڻ عبدالمجيد سنڌي جو ترتيب ڏنل .

پر مونکي اهوبيت مٿي ڄاڻايل نسخن مان ڪنهن ۾ به نه مليو آهي اهل علم جو چوڻ آهي ته " بيان العارفين " جو هڪ قديم قلمي نسخو قطب الاقطاب غوثِ زمان حضرت سيد محمد راشد روضي ڌڻي رح (پير پاڳارو اول) جي خانداني ڪتب خاني ۾ آهي ۽ مونکي پڪ آهي ته اهو بيت هن نسخي ۾ ضرور هوندو جو ته حضرت مالڪان رح "رسالهءِ سلوڪ" ۾ ۽ پنهجي ملفوظات ۾

اڪثر وبيشتر اهڙا بيت ڪتب آندا آهن جيڪي سندن ڏاڏي پيرمرشد ڪريم حضرت روضي ڌڻي رح جي ملفوظات ۽ ڪتابن ۾ به آيل آهن . خاڪسار کي اهو بيت به حضرت روضي ڌڻي رح جي مجلس ۾ استعمال ٿيندڙ انهن بيتن مان ئي معلوم ٿئي ٿو بيان العارفين ۾ آيل اهو بيت هيٺ نمبر 51 طور ڏجي ٿو هن بيت جي اها صورتخطي ۽ پڙهڻي رسالءِ سلوڪ جي اصل قلمي نسخي موجب آهي .

(٥١) پريندي پير تر پيا ايندي لتي اڄ
ويڙهي منجهه سڄ لاهي اگهاڙئين

نثر : (رسالي سلوڪ ۾ لکيل پڙهڻي موجب هن جي نثر هي ٿيندي ته ) پرين ( محبوب حقيقي ) جڏهن پنهجا قدم مبارڪ اسانجي سڄي ويڙهي ۾ گهمايا ته سندس اچڻ سان نه رڳو اسان اڄايلن جي اڄ لٿي بلڪ اسانجي سڄي ۽ ويران ويڙهن جي اوگهڙ به ڍڪجي پئي .

سمجهاڻي : هن پڙهڻي موجب پريندي (پرينءَ دي) سرائڪي جو لفظ آهي معنيٰ پرينءَ جا ۽ " ترپيا " به سرائيڪي لفظ آهي جنهن جي سنڌي لکڻي " ٽپيا " ٿيندي ۽ سندس معنيٰ ٿيندي "داخل ٿيا" شاعر چوي ٿو ته جنهن مهل اسانجي اڱڻ ۾ پرينءَ (محبوب) جا پير (قدم) اچي پيا ته سندن ايندي ئي اسانجي اُڃ ۽ تشنگي

يڪدم ختم ٿي وئي اسانجي غريباڻي ۽ ڪکائين ويڙهي ۾ قدم رکڻ سان نه رڳو اسان سڪايلن جي اُڃ لٿي بلڪ اسانجي اڻ ڪڇيل، اڻ ڏڪيل ۽ غريباڻي گهرن جي اوگهڙ به ڍڪجي وئي ڇو ته جڏهن محبوب حقيقي جو ڪرم نازل ٿئي ٿو ته اُتي اوگهڙ، سڃائي ۽ ويراني جو وجود اي ختم ٿي ويندو آهي .

<u>هن بيت بابت ڪجھ ويچار</u> : هن بيت بابت مٿي عرض ڪري چڪو آهيان ته حضرت مالڪان رح هن کي پنهنجي مطالعي جي حوالي سان حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي جي ڏاڏي ۽ سنڌي اوائلي روحاني صوفيانه شاعري جي سرواڻ صوفي شاعر حضرت شاھ عبدالڪريم سهروردي رحمت الله عليه (بلڙي واري) ڏانهن منسوب ڪيو آهي . جنهن صورت خطي ۽ پڙهڻي ۾ هي بيت حضرت مالڪان رح جي رسالهء سلوڪ جي واحد قلمي نسخي ۾ موجود آهي انهي صورت خطي ۾ هن جي ڪا معتبر معني واري پڙهڻي قائم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو مسئلو آهي خاڪسار مترجم ۽ شارح سنڌي اديبن ۽ محققن سان هن باري ۾ رابطو ڪيو پر ڪنهن به دوست ڪان ڪو مناسب حل نه نڪتو بهرحال پنهنجي مطالعي، ذوق ۽ وجدان تي زور ڏيندي خاڪسار هن بيت جي هيٺين پڙهڻي قائم ڪئي آهي حضرت مالڪان رح جنهن موقعي محل سان هن بيت جو استعمال ڪرڻ فرمايو آهي انهيء لحاظ سان به اها پڙهڻي مطابقت ۽ موافقت ڏيکاري ٿي تنهن

هوندي بہ ائين نہ چئي سگهجي ٿو تہ اها پڙهڻي ڪا حتمي ۽ يقيني آهي جيڪر بيان العارفين جو ڪو درست ۽ صحيح قلمي نسخو ڪنهن دوست جي نظر تي چڙهي پوي تہ مهرباني ڪري هن بيت جي صحت ۽ حقيقت باري اسانکي ضرور معلومات فراهم ڪندا خاڪسار سندن ٿورائت رهندو .

بيت جي قائم ڪيل پڙهڻي خاڪسار شارح ۽ مترجم پاران :

پرينءَ ڏي پير تپيا ايندي لٿي اُڄ
ويڙهي منجهہ سڄ لاهي اُگهاڙيئين

ڏکيا لفظ : پرينڏي (پرينءَ ڏي . پرينءَ ڏانهن) تپيا دراصل سرائڪي جو لفظ "تر پيا" يا وري "ترپيا" (تپيا) آهي معنيٰ "هلي پيا" يا "داخل ٿيا". جنهن جي نثر هن ريت بڻدي

نثر : منهجا پير (قدم) محبوب ڏانهن هلي پيا آهن يا عشق ۽ ذوق جي هن پنڌ ۾ داخل ٿي چڪا آهن محبوب ڏانهن سفر جو آغاز ڪندي ئي سفر جي ساري ٿڪاوٽ ۽ اُڄ پاڻهي لهي وئي آهي بلڪ اسانجي سڄڻ ۽ ويران ويڙهن جي اوگهڙ بہ ڍڪجي وئي آهي .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ حضرت شاه عبدالڪريم رح سلوڪ جي آخري منزل يعني منزلِ قرب جو بيان ڪرڻ فرمايو آهي تہ جڏهن ذاڪر ذڪر نفي اثبات کي ڪمال تي رسائي پنهنجي هستي

۽ وجود کي ذات حقيقي ۾ فنا ڪندو آهي ته هن سالڪ کي مالڪ الملڪ جي حڪم ۽ توفيق سان مقام بقا ۾ آڻي ازلي ابدي جلون جا مشاهدا ڪرايا ويندا آهن، پوءِ سندس قلب عرش الهي بڻجي وڃي ٿي، ۽ ذاتِ حق هن جي دل کي پنهنجي اوطاق ۽ ديرو بنائي ڇڏي ٿي .انهي منزل ۽ قرب ۽ سڪ جي مقام کي سامهون رکندي حضرت شاهه عبدالڪريم فرمائي ٿو ته "جڏهن پرين يا محبوب حقيقي اسانجي سيجي ۽ ويران ويڙهي يعني دل ۾ جلوه گر ٿئي ٿو ته ڇڻ اسانجا سڃا ويڙها(دل، قلب) به آباد ٿي پون ٿا". جيڪو طالب سلوڪ جو ديدار الهي جي تشنگي ۽ اڃ ۾ تڙڦندو پيو هو ڇڻ ته هاڻ اهو مقام بقا تي پنهچي ڪري آبِ حيات جي چشمي جو مالڪ بڻجي ويو آهي ۽ هن جي روحاني اڃ ۽ بيقراري هميشه هميشه لاءِ ختم ٿي وئي آهي . هن مقام تي خاڪسار کي پنهجي استاد اسد ملتاني مرحوم جو هڪ اردو شعر ياد اچي ٿو جيڪو مرحوم حج جي موقعي تي صحنِ ڪعبه ۾ ويهي چيو هو، فرمائن ٿا ته

رب ِ ڪعبه ! آ مري اُجڙي هوئي منزل ۾ آ
مين جو تيري گهر ۾ آيا، تو ڀي ميري دل ۾ آ

(٥٢) يعني اجيل وادي طلب جو منجهه جهنگل دنيا جي
ڪري مشاهدو وحدت جو منجهه آهري ڪثرت جي

نثر : يعني حق جي تلاش ۽ طلب واري وادي جو اُجيل طالب

دنيا جي جهنگ جهر اندر ڪثرت (ڪائنات ۽ سندس اندر سمايل ساري مخلوق ) جي آئيني يا آهري ۾ وحدت (ذاتِ مطلق يعني هڪ ذات) جو مشاهدو ڪري ٿو .

سمجهاڻي : حق جي ڳولا طلب ۽ تلاش ۾ نڪتل طالب منزل عشق جي واريا سن دڙن ۽ ٽبن جو پانڌي ، ذاتِ حق جي سڪ جو اُجايل سالڪ ، دنيا جي هن جهنگل اندر ڪثرت (گوناگون مخلوق) جي آهري (آئيني ) ۾ وحدت (ذاتِ مطلق) جو مشاهدو ۽ نظارو بالڪل ائين ڪري سگهي ٿو جئين واري جي دڙن ،پٽن ۽ ٽبن ۾ جهنگ جي اجايل ماڻهو کي اوچتو مٺي پاڻي جو چشمو نظر اچي سگهي ٿو. اهڙا قرب دوست مٺي دلدار پاران عاشقن ، سالڪن ۽ ڪاهوڙين کي مڙئي نصيب ٿيندا رهن ٿا .

( ٥٣ ) جا هلندڙن پير اسانهنجي کي منجهه ابتدا سير جي سين پڙهن ذڪر ٿي

## ۽ مخدوم جامي ان مقام ۾ ڪهڙو موجارو ٿو چوي

نثر : اهڙو مشاهدو اسانجي پير جي پيروي ڪندڙ ۽ هدايت تي هلندڙ ذاڪرن ۽ طالبن کي تہ سير سلوڪ جي ابتدا ۾ ئي حاصل ٿي ويندو آهي هن مقام جي باري ۾ حضرت مخدوم مولانا جامي ڪيڏو نہ سهڻو فرمايوآهي ...

سمجهاڻي : سلوڪ جي روحاني سير جا ابتدائي مسافر(طالب) ۽ اسانجي پير حضرت سيد حسن شاه جيلاني بادشاه رح ۽ سندن مرشد اعليٰ قطب الاقطاب غوثِ زمان حضرت روضي ڌڻي رح

جا پوئلگ اسان جي مرشدن جي روحاني مدرسي (خانقاه) ۾گھڻو
ڪري ذڪر ڪندا رهندا آهن ڇو تہ موندي طالب سلوڪ جي لاءِ
ذڪر جون چار هزار تسبيحون تمام وڏو اثر رکن ٿيون پوءِ جڏهن
ڪو طالب سلوڪ جون اهي منزلون طئي ڪري وڃي مقام فنا ۽
بقا تي پنهچندو آهي تہ هو وحدت واري آئيني ۾ يعني الا الله جي
آهري ۾ سيني جهانن جو مشاهدو ڪندو آهي .عالمِ
ملڪوت ،عالمِ جبروت ،عالمِ لاهوت ۽ عالمِ هاهوت جي ڪا بہ
شي سندس روحاني نظر کان لڪل نہ رهندي آهي پر روحانيت جي
سفر ۽ سير سلوڪ جو اهو آخري مقام اسانجي مرشد حضرت
سيد حسن جيلاني رح (تنبو ڏٽي سوئي شريف) ۽ حضرت قبلہءِ
حاجات روضي ڌڻي رح بادشاه جي ابتدائي ۽ موندي طالبن کي بہ
نصيب ٿي وڃي ٿو بلڪہ هوءِ ذڪر جي ابتدا ۾ اي ذاتِ حق جا
مشاهدا ماڻن ٿا. هن مضمون کي حضرت مولانا عبدالرحمان
جامي پنهجي هيٺئين فارسي شعر ۾ ڏاڍي سهڻي نموني واضح
ڪرڻ فرمايو آهي .

(٥٤) در و ديوارِ من آئينہ شد از ڪثرتِ شوق
هر ڪجا مي نگرم روئي ترامي بينم

نثر: منهنجي گهر جا دروازا ۽ ديوارون (ڪنڌيون) تنهنجي ديدار
جي شوق ۽ انتظار جي گهٽائي جي ڪري آهري (آئيني) وانگر
چمڪن ۽ جرڪن ٿيون . مان جيڏانهن بہ ڏسان ٿو تہ مونکي رڳو

تنهنجو منهن مبارڪ اي نظر اچي ٿو.

سمجهاڻي : عارف جامي فارسي زبان جو هڪ عظيم صوفي شاعر وڏو بزرگ ۽ اهل الله ٿي گذريو آهي نقشبندي سلسلي ۾ حضرت خواجہ عبيدالله احرار[رح] جو مريد هو پرنقشبندي هوندي بہ هؤ وحدت الوجود جي فلسفي جو هڪ وڏو ڄاڻو شارح ۽ مفسر هيو. سندس ڪلام ۾ هزارين شعر وحدت الوجود جي تشريح ۽ تعبير ۾ ڇيل ملندا آهن "لوائح جامي" سندس مشهور منظوم ڪتاب آهي جنهن ۾ رباعين جي صنف ۾ وحدت الوجودي افڪار کي تمام کولي ڪري بيان ڪيو اٿن . مٿيون شعر مولانا جامي مرحوم جي هڪ غزل مان ورتل آهي جنهن ۾ پاڻ فرمائن ٿا تہ اي محبوب حقيقي! تنهنجي ديدار ۽ نظاري جي شوق، انتظار ۽ تڙپ ۾ مان ايڏو تہ اڳتي وڌي ويو آهيان جو منهنجي شوق جي ڪثرت، گهٽائي ۽ شدت جي ڪري منهنجي گهر جون ديوارون ۽ ڇتون هجن يا در، دروازا سڀ جا سڀ آهري (آئيني) وانگر صاف ۽ شفاف ٿي ويا آهن ۽ هاڻي ديوارون ۽ دروازا بہ منهنجي لاءِڪوپردو ۽ رڪاوٽ نہ رهيا آهن بلڪہ خود انهن مان بہ آءُ تنهنجو نظارو پسان ٿو ۽ جيڏانهن بہ نظر گهمايان ۽ ديد ڦيرايان ٿو رڳو تون ئي تون نظر اچين ٿو.

**(۵۵) ۽ جڏهين چوڻ ساڻ ڪلمي الا الله جي مشغول ٿئي**
**تڏهين ڪثرت سيئي معدوم ٿئي نظر ۾ تنهنجي**

نثر : سالڪ ۽ طالب جڏهن "الا الله " جي ذڪر ۾ مشغول ٿيندو آهي تڏهن سندس نظر ۾ ڪثرت (سموري ڪائنات ۽ منجهس سمايل سڀ مخلوقات ) بالڪل متجي ۽ ميسار جي ويندي آهي.

سمجهاڻي : مولانا جامي رح جي مٿئين بيت جي تشريح ڪندي ۽ وحدت الوجود جي حقيقت سمجهائيندي حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ سالڪ جڏهن الا الله جو ڪلمو چوڻ ۾ مشغول ٿئي ٿو تڏهن هن جي نظرن مان ڪثرت جا سمورا رنگ ۽ شڪليون غائب ٿي وڃن ٿيون ۽ ذات حق کان سوا هن کي ٻيو ڪجھ بہ نظر نٿو اچي هن مقام کي قرآن مجيد هن ريت بيان فرمايو آهي تہ فاينما تولوا فثم وجہ الله ( توهان جيڏانهن بہ منهن ڦيرائندؤ تہ اوڏانهن اوهانکي الله جي ذات نظر ايندي ).

**(۵٦) ۽ ري وجود حقيقي جي ٻيو ڏسڻ تنهن نہ رهي**
**تہ نہ آهي موجود حقيقت ، ري الا الله جي**

نثر : ذات حقيقي (الله تعاليٰ) جي وجود کان سوا ڪيس ٻيو ڪجھ بہ نظر نہ اچي ۽ هن ڳالھ جو بہ يقين هجيس تہ الاالله (ذات حقيقي ) کانسوا ٻي ڪابہ حقيقت هن ڪائنات ۾ موجود نہ آهي .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ وحدت الوجود جو عقيدو مالڪان رح

چٽي طرح سان بيان فرمايو آهي فرمائن ٿا تہ طالب جڏهن اسم ذات جو ذکر ڪري ٿو تہ هن کي ذات حق جا تمام جلوا نشابر نظر اچن ٿا. قوتِ متخيلہ يا صوفيا جي اصطلاح ۾ ”خلو متخيلہ“ جي شغل ڪرڻ سان وجود حقيقي جو تصور ۽ تمام جهانن ۾ ڦهليل ذاتِ حق جي مظاهر اندر ذاتِ حق جي مشاهدي جي مشق ڪندي هن جو مشاهدو ايڏو تہ تيز ٿي ويندو آهي جو هن کي تمام عالمن ۽ جهانن ۾ ذات حق کانسوا ٻي ڪا بہ شي نظر نہ ٿي اچي جئين تہ مولانا جامي هڪ ٻي هنڌ چوي ٿو تہ " هرچہ پيدا مي شود از دور پندارم توئي" (مونکي جيڪا شي بہ پري کان نظر اچي ٿي مان سمجهان ٿو تون پاڻ ئي آهين.)

(٥٧) ڪجا غير ، کو غيرکو نقش غير
سوي الله ، و الله ما في الوجود

نثر : (الله جي ذات جو) غير ڪٿي آهي ؟ غير آهي ڪير ؟ غير جو کو نقش ۽ نشان ڪٿي آهي ؟ خدا جو قسم الله کان سواء تہ ٻيو کو وجود ئي ڪونہ آهي .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ وحدت الوجود کي ثابت ڪندي شاعر چوي ٿو تہ ڪائنات جي هر ذري ۾ ذات واحد جو تصور ڪرڻ کو شرڪ ناهي بلڪہ شرڪ تہ هن ڳالهہ ۾ آهي جو اسان الله کانسوا ڪنهن ٻي شئي جي وجود کي بہ تسليم ڪيون . ڪائنات ارضي ۽ سماوي جي هر شئي جي وجود کي هڪ حقيقت تسليم

ڪري اسان تہ گويا ثابت ڪندا آهيون جو غير الله جو وجود بہ آهي . جڏهن تہ شاعر چوي ٿو تہ غير آهي ڪير؟ غير جو تہ نانءُ نشان بہ ڪٿي نظر نٿو اچي اسان تہ جنهن پاسي بہ نظر ڦيرايون ٿا رڳو ذات واحد ئي نظر اچي ٿي . جئين خواجہ فريد فرمايو آهي تہ

**جڳ وهم خيال تي خوابي**

**سب صورت نقش بر آبي**

(هي جهان رڳو وهم آهي يا خواب آهي يا وري خيال آهي ڪائنات جي هر ذات ۽ هر شي ائين آهي جئين پاڻي تي ڪو نقشو ليڪيو. وڃي چو تہ هن ليڪ جو ڪو بہ وجود نہ هوندو آهي.)

## (٥٨) ۽ جڏهين ساڻ اسم الله جل شانہ جي مشغول ٿئي جو جامع مڙني اسمن ۽ صفتن ۽ شيونات صفت ڪيل ٿئي

نثر : طالب ۽ ذاڪر جڏهن اسم ذات "الله" جي ذڪر ۾مشغول ٿئي جيڪو اسم الله تعالىٰ جي سڀني (مڙني)اسمن صفتن ۽ مختلف حالتن جومجموعو (جامع) آهي ...!

سمجهاڻي : الله تعالىٰ جا عام مشهور نالا تہ نٽانوي (٩٩) آهن پر حقيقت ۾ سندس اسما ۽ صفات جي ڪا حد ۽ شمار ئي نہ آهي ۽ نہ وري سندس نالن جو ڪو ڳاڻيٽو آهي هوءُ الڪ آهي جنهن کي ڪو نٿو لکي سگهي بي حد آهي جنهن جي حد ڪونهي جئين سندس ذات جو اول آخر (منڍ پاند) ڪونهي اهڙي ريت سندس اسمن صفتن ، حالتن (شيونات ۽ شانن) ۽ نالن جو بہ ڪو

انت شمار ڪونهي پر اهي جيترا نالا به آهن سڀ صفاتي نالا آهن انهن نالن مان ڪن نالن ۾ ته سندس مخلوق به شريڪ ٿي سگهي ٿي جئين ته رؤف ، رحيم الله جا صفاتي نالا آهن ته وري خاتم النبيين حضرت محمد مصطفيٰ عليه الصلوت والسلام کي به قرآن مجيد ۾رؤف ۽ رحيم ڪوٺيو ويو آهي يا جئين والدين کي به قرآن مجيد ۾ رب (پالڻهار) جو درجو ڏنو ويوآهي پر انهن لکن ڪروڙن اسمن مان اسم "الله" هڻ ذات پاڪ جو حقيقي ۽ ذاتي نالو آهي جنهن ۾ ٻيو ڪو به شريڪ نه ٿي سگهي ٿو انهي ڪري ڪلمۂ پاڪ ۾ "الا الله" چئي ڪري هر قسم جي شرڪ جي بنياد ختم ڪئي وئي آهي ۽ "الا الله" سان توحيدکي ثابت ڪري ذات حق جي هيڪڙائي بيان ڪئي وئي آهي اسم "الله" اسم ذات آهي ۽ اهو اسم الله تعاليٰ جي تمام صفاتي نالن جو مجموعو يعني جامع آهي ڇڻ ته هن اسم پاڪ ۾ تمام صفتن جي معنيٰ ۽ سندن خلاصوسمايل آهي .

## (٥٩) جئين اُن سيني کي پاڻ ۾ مشاهدو ٿو ڪري ۽ سيد محمد مغربي اُن باب ۾ ڪهڙو موچارو ٿو چوي

نثر : ذاڪر جڏهن اسم ذات جي ذڪر ۾ مشغول ۽ محو ٿئي ٿو ته ذات حقيقي جي سيني صفتن ۽ سموري اسمن جي ڪيفيت ۽ خاصيت کي پنهنجي اندر هو بهو جاري ڏسي ٿو ان باري ۾ مشهور وحدت الوجودي صوفي شاعر حضرت محمد مغربي رح

ڪيڏو نہ موچارو چيو آهي .

سمجهاڻي : جڏهن ذاڪر (طالب) اسم ذات (الله) جو ذڪر ڪندي ھن ذات ۾ محوءِ فنا ٿيو وڃي تہ پوءِ الله تعاليٰ جي تمام صفاتن ۽ صفاتي نالن جي تجليات اثرات. ڪيفيات ۽ احوال (شيونات) ڪي پنهنجي اندر ۾ ۽ قلب ۾ مشاهدو ڪري ٿو. هن ڳالهہ جي سمجهاڻي ڏيندي حضرت مالڪان رح مغربي رح جي ڪلام مان وضاحت ۽ استدلال پيش ڪن ٿا . انهن شعرن ۾ محمد مغربي فرمايو آهي تہ ... (هيٺيان بيت حضرت مغربي جي فارسي بيتن جو ترجمو آهن جيڪو مالڪان رح پاڻ ڪيو آهي)

(٦٠) جئين عالم خزاني جو اسين آهيون سي
آدم صفت جنهن ذات جي اسين آهيون سي

نثر : جئين تہ ڳجهي خزاني جو هڪ جهان مشهور آهي سو اهو ڳجهو خزانو اسين پاڻ آهيون ۽ آدم عليہ السلام جنهن ذات جي صفت آهي (مطلب تہ جنهن ذات جو صفات سوڌو عڪس حضرت آدم عليہ السلام جي وجود واري آئيني ۾ رکيو ويو) سا ذات بہ اسين پاڻ آهيون .

سمجهاڻي : حديث قدسي ۾ آهي تہ "ڪنت ڪنزا مخفيا فاحببت ان اعرف فخلقت الخلق (مان هڪ ڳجهي خزاني وانگر هيس پوءِ شوق ٿيو تہ پاڻ ڪي پڌرو ڪيان تہ جيئن سڃاتو وڃان

(پوء هن مقصد لاءِ) مان هڪ خاص (ذات) کي وجود ۾ آندو .

حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته هن بيت ۾ جنهن ڳجهي خزاني ۽ لڪل ذات ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي سا ذات اسين پاڻ آهيون مطلب ته انسان سندس مظهر حقيقي آهي جنهن ذات پاڻ کي آدم جي صورت ۾ ظاهرڪري پنهنجي جملي صفات جو ڪيس مظهر ۽ آئينو بڻايوسا ذات به اسان پاڻ آهيون گويا ته نه ڪو آدم نه ڪو عڪس ۽ ظل نه ڪا زمين نه آسمان اهو سمورو ڪيل هڪ تماشو آهي ۽ اسان هن ڪيل تماشي جو هڪ مکيو ڪردار آهيون. حقيقت ۾ ڏنو وڃي ته ذات ته هڪ ئي آهي باقي آهن سڀ اولڙا . عڪس يا پاڇا ۽ مظاهر جن جو حقيقت ۾ نه ڪو وجود آهي ۽ نڪونشان . سرائيڪي جي هڪ وحدت الوجودي شاعر ڪيڏو نه سهڻو چيو آهي .

**نه هاسي، نه هيون، نه هوسون، ساڏا هووڻ مفتا هل ڳي**

يعني ته اسان (انسان يا آدم ذات) نه ته ماضي بعيد (ازل) ۾ هيا سي نه هاڻ (وقت موجود ۾) آهيون ۽ نه مستقبل بعيد ۾ هوندا سي اسان جو هجڻ يا اسان جي فاني هستي ته رڳو ائين مفت ۾ بدنام ٿي وئي آهي اصل هستي ته هڪ ذات جي آهي جنهن کي فنا آهي ۽ نه ڪو زوال .

(٦١) ۽ چوڻ ڪلام "هو" جو اشارو هويت ذات جو آهي جا ذات مجرد اعتبار ۽ صفتن کان آهي

نثر : ۽ اسم " هو" جوچوڻ يا ذکر ڪرڻ اصل ۾ ان ذاتِ ڏانهن اشارو ڪرڻ آهي . جنهن ڪي ذاتِ هويت (هو جي عالم ۾ رهڻ واري ذات) يا ذاتِ بحت يا ذات مطلق بہ چئي سگهجي ٿو. جيڪا ذات هر اعتبار، شڪل ۽ صفت کان آجي، خالي، پاڪ ۽ بي پرواھ آهي .

سمجهاڻي: طالب پهريان لاالہٰ الاالله وري الا الله پوءِ وري الله جي ذڪر جون تسبيحون پڙهي ٿو تنهن ڪانپوءِ ذڪر "هو" جي تسبيح پڙهندو آهي ، حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ ذاڪر جنهن مهل "هو" جو ذڪر ڪري ٿو تہ هن جواشارو ذات حق جي هويت ڏانهن هوندوآهي، هويت جو مطلب آهي اها ذات جيڪي هر شي ڪان پاڪ ۽ خالي هجي ايتري قدر جو جڏهن ذات هو پنهنجي هويت جو ظهورو ڪري ٿي تہ پنهنجي تمام صفتن ڪان بہ آزاد ٿي وڃي ٿي ،عالمِ هو ۾ نہ رحمٰن جي گنجائش آهي نہ رحيم جي نہ رزاق جي ۽ نہ ڪريم جي " هو" هجڻ جي حالت ۾ سندس سمورا اعتبارات ۽ صفات هڪ پاسي ٿي ويندا آهن.

**(٦٢) " هو" اعتبارن ۽ شيونات ڪنان خالي ٿي ڪري**
**سين هويت ذات رب جي پريل ٿي ٿئي**

نثر: هو جي صفت ذاتِ حق ڪي هر اعتبار هر حالت ۽ هر ڪيفيت ڪان خالي ڪري ڇڏي ٿي ڇو تہ " هو" جو مقام، رب جي

ذات جي هويت (سڀ کان جدا ۽ هيڪڙائي جي عالم ۾ رهڻ واري حالت ) سان ڀريل هوندو آهي.

سمجهاڻي: حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ اسم "هو" جي صفت ذات "هو" کي تمام صفاتن ۽ اعتبارن کان آزاد ۽ خالي يا اڪيلو ڪري ڇڏي ٿي . بلڪ اسم "هو" جو ذڪر خود ذاڪر کي بہ تمام انساني حالتن، صفتن، خاصيتن ۽ بشري تقاضائن کان آجو پاسيرو ۽ خالي ڪري ڇڏي ٿي .ذاڪر جو جسم ۽ وجود "هو" جي ذڪر ۾ محو ٿيڻ کانپوءِ تمام حالتن صفتن ۽ عادتن کان وانجهو ۽ خالي ٿي ويندو آهي ۽ سندس وجود رب جي هويت واري صفت سان ڀرجي ويندو آهي ، مولانا روم انهي مقام بابت فرمائن ٿا تہ

هست رب الناس رابا جان ناس
اتصالِ بي تکيف بي قياس

ترجمون : ڪائنات جي پالڻهار کي پنهنجي ٻانهي سان هن مقام تي پنهچڻ کانپوءِ اهڙو قرب ۽ ويجهڙائي ٿي ويندي آهي جنهن جي ڪا ڪيفيت بيان نہ ڪري سگهجي ٿي .

تو مباش اصلا کمال اين است وبس
تودروگم شو وصال اين است وبس

ترجمون : اي انسان ! جيڪر تون پنهنجي هجڻ کي ختم ڪري ڀاڻ کي ذات حق ۾ فنا ڪري ڇڏين تہ انهي جو نالو ڪمال

آهي، ۽ جيڪر تون هن ذات ۾ محو ۽ فنا ٿي وڃين ته وصال انهي
کي چوندا آهن .

(٦٣) اهو بي مثل بي مثال سو جو هو جهڙو آهي
پر طالب وڏي شان وارو هن ڳالهه کي گهرجي

نثر: اهو يعني "الله" جئين بي مثل ۽ بي مثال هيو اُئين ئي آهي
يعني ته هوَ ازل کان ابد تائين الان کما کان (جئين هيو هاڻ به
اُئين ئي آهي) جي حالت ۾ رهي ٿو ، پر هن ڳالهه يا حقيقت کي
چڱي ريت سمجهڻ ۽ پرايڻ لاءِ به ڪو وڏي شان وارو طالب
گهرجي ، چو ته هن فڪر ۽ عرفان کي سمجهڻ لاءِ جهڙي تهڙي جي
جاءِ ڪونهي .

سمجهاڻي : ذاتِ واحد جي باري ۾ عارفن جو چوڻ آهي ته رب
جي ذات ۾ ڪو به تغير ۽ تبديلي نه اچي سگهي ٿي بلڪ هو ته
"الان کما کان" (هو هاڻ به انهيءَ حالت ۾ آهي جنهن حال ۾
ازل کان هيو) جي شان رکي ٿو مطلب ته ذات الهي هر قسم جي
تبديلي ، تغير ۽ انقلاب کان پاڪ آهي ازل کان ابد تائين سندس
ذات پاڪ جهڙي آهي تهڙي ئي حال ۾ رهندي سندس ذات پاڪ ۾
ڪنهن قسم جي تبديلي يا انقلاب جو عقيدو رکڻ توحيد خالص
جي بالڪل خلاف آهي ، توحيد جي اها رمز ۽ نڪتو هر
دعويدار جي سمجهه کان تمام مٿيرو آهي هن ڳجهه جي پروڙ لاءِ
ڪنهن وڏي شان واري طالب ۽ سالڪ جي ضرورت آهي ، جهڙو

تھڙو مدعي ھن نڪتي کي نہ سمجھي سگھندو. مولانا روم بالڪل درست چيو آھي تہ .

اي برون از وھم وقال وقيلِ من
خاڪ بر فرقِ من و تمثيلِ من

ترجمون : اي منھجي ھر ڳالھہ ھر گفتگو ۽ ھر بحث جي حد کان تمام مٿانھين ۽ اچي ذات ! تو لاءِ منھنجي مثال ڏيڻ تي منھجي سر تي ڌوڙ وجھڻ گھرجي، مان تہ اجھان توحيد جي اولڙي ۽ غبارڪي بہ نہ پنھچي سگھيو آھيان .

توحيدِ خالص ۽ خاص طور تي وحدت الوجودي فڪر ذريعي توحيد کي سمجھڻ ڏاڍو ڏکيو آھي تنھڪري وڏا وڏا مشائخ علما ۽ عارف ھن مقام تي پنھچي ڪري پنھجي تکي ۽ تيز دماغ ۽ عقل جون واڳيون جھلي بيھندا آھن ۽ پنھجي ڊوڙ ختم ڪرڻ جو اعلان ڪري ماٺ ڪندا آھن . شل الله تعالىٰ اسان گنھگارن ۽ اٻوجھن کي بہ پنھجي توحيد سمجھڻ ۽ توحيد جي گواھي تي مرڻ جي توفيق عطا فرمائي آمين !

(٦٤) جو مقبول موھوب سندو حق ھوي
تہ اچي ھن معما جي ڳجھارت ويجھائي

نثر: جيڪو رب جو مقبول ھجي ۽ جنھن تي حق جي بخشش بہ ٿيل ھجي تہ اھو اچي ھن ڳجھارت سمجھڻ کي ويجھڙو ٿيندو ۽ ڳالھہ جي ڳجھہ کي پروڙي ويندو .

**سمجھاڻي** : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ مٿين بيت ۾ ذاتِ "ھو" ۽ مقامِ "ھويت" جي باري ۾ جنھن راز ۽ ڳجھہ ڏانھن اشارو ڪيو ويو آھي، ھن کي رڳو اُھو طالب سمجھي سگھي ٿو جيڪو بارگاھِ الٰھي جو مقبول ھجي ۽ جنھن کي الله تعالىٰ ھن راز جي پروڙ ۽ سمجھہ پنھنجي سخا، موھبت ۽ مھرباني سان عطا فرمائي، پوءِ اھڙو ڪاملُ ۽ پنھتل سالڪ ھن ڳجھارت (معما) جي پيچٽي (معني ڪڍڻ) کي اچي ويجھڙو ٿيندو ۽ ممڪن آھي تہ رازِ الٰھي جي ھن ڳجھارت کي اھڙو سالڪ پيچي ۽ پروڙي وجھي ڇو تہ اھڙن رازن ۽ رمزن کي پروڙڻ لاءِ عقل جي نہ پر ذوق وشوق عرفان ۽ درد دل جي ضرورت آھي انھن صفتن ۽ لياقتن کان سوا اھا منزل جھاڳڻ ۽ پاڻ کي ذات حق تائين پنھچائڻ ڏاڍو مشڪل بلڪہ نا ممڪن آھي.

(٦٥) پر سارو معاملو رابطو پير ڪامل جو ڪنھن کي ھٿ نہ اچي
خواجہ حافظ شيرازي واقف راز سندي

**نثر** : پر ڳالھہ ھي آھي تہ پير ڪامل سان روحاني رابطي ۽ قلبي لاڳاپي جو سارو مامرو (يعني مرشد ڪامل سان پڪو ۽ اٽ ٽٽ لاڳاپو) ھر ڪنھن کي نہ پر ڪنھن ڪنھن خوش قسمت مريد کي ھٿ ايندو آھي حضرت خواجہ حافظ شيرازيؒ جيڪو عارف ۽ ھن راز جو واقف بہ ھيو ...!

**سمجھاڻي** : سلوڪ ۽ فقر جي ھن مقام تي پنھچڻ لاءِ پير

ڪامل سان دلي معاملو، روحاني لاڳاپو ۽ مضبوط قلبي تعلق پهرين شرط آهي . مرشد ڪامل جوهٿ ونڻ ۽ هن سان اهڙو رابطو قائم ڪرڻ جهڙي تهڙي جو ڪم ناهي . هن لاءِ وڏي تلاش، جاکوڙ ۽ مجاهدات جي ضرورت آهي مرشد جي شبيهه مبارڪ جو تصور پچاڻ ۽ هن کي سدائين پنهنجي من ۾ چٽڻ دل جي آئيني جي صفائي ضروري آهي دل کي آئيني وانگر صاف ۽ اُجرو ڪرڻ تصورِ شيخ لاءِ تمام ضروري آهي ته جيئن رڳو دل ۾نهارڻ ۽ خيال ڪرڻ سان ئي ڪڏهن محبوبِ حقيقي ته ڪڏهن سندس حبيب صلي الله عليہ وسلم ۽ ڪڏهن وري مرشد سڳورو دل جي ڪوني ۾ پاڻهي پاڻ اچي موجود ٿين ۽ پانهي جي دل تي جلون جي ظهور جو وسڪارو ڪري ڇڏين .

## (٦٦) موچارو هن باب ۾ فرمايو آهي

آئينۂِ سڪندر جامِ جم است بنگر _ تابرتو عرضہ دارد احوالِ ملکِ دارا

نثر : (حضرت حافظ شيرازي ) هن باري ۾ ڪيڏو نہ موچارو ۽ سهڻو چيو آهي تہ ” تنهجو دل سڪندر بادشاہ جي آئيني (آهري) ۽ جمشيد بادشاهہ جي پيالي وانگر آهي هن ۾ جيڪو ماٺهو بہ ڏسندو تہ هن کي دارا بادشاہ (ڪائنات جي رکوالي مالڪ الملڪ) جي ملڪ ۽ ملڪوت جي ساري حقيقت نظر ايندي .

سمجهاڻي : مٿئين بيت ۾ آندل مسئلي بابت حضرت خواجہ حافظ شيرازي رح ڏاڍو سهڻو فرمايو آهي تہ جيڪر سڪندر بادشاهہ جي

آئيني ۾ ۽ جمشيد جي پيالي ۾ڪين گهر ويٺئين سموري ڪائنات نظر ايندي هئي تہ اي طالب حق ! تنهجي دل بہ سڪندر واري آئيني ۽ جمشيد واري پيالي کان گهٽ ڪونهي تون رڳو دل جي آئيني ۾ خيال جي طاقت ۽ مرشد جي تصور واري قوت سان ڏس تہ سهي تو کي ڪائنات (عرش ۽ فرش) جا سمورا راز رموز نظر اچي ويندا. خواجہ حافظ شيرازي جي هن فارسي بيت ۾ "دارا" کان مراد ايران جوباد شاھہ ناهي بلڪہ "دارا" جي معنيٰ "ڪائنات جي رکوالي ڪرڻ وارو مالڪ ۽ ڏٺي آهي" ۽ حضرت حافظ شيرازي عليہ الرحمت چوي ٿو تہ اي سالڪ ! دل جي آئيني کي صاف ڪر تہ جئين مالڪ الملڪ جي پوري ڪائنات کي هن شيشي ۾ ڏسي سگهين ، ڪنهن اردو شاعر هن باري ۾ ڪيڏو نہ سچ چيو آهي تہ

دل کي آئيني ۾ هي تصويرِ يار
جب ذرا گردن جهڪائي ديک لي

(٦٧) جو نهاري باب ان ۾ تہ راز سجوئي ڄاڻي
جو رابطو صورت پير جو وجود مريد ونئي

نثر : جيڪو ماڻهو بہ هن (دل جي آئيني جي صفائي ۽ تصورِ شيخ) جي باري ۾ ڪجھہ غور ۽ فڪرڪندو تہ هي راز ڄاڻي وٺندو تہ پير ڪامل جي صورت جو تصور ڪرڻ روحاني رابطي جي پهرين شرط آهي ڇو تہ هن ريت مريد ۽ پير جو وجود هڪ ٿي ويندو آهي .

**سمجهاڻي** :سلوڪ جي ميدان ۾ سڀ کان پهرين منزل "تصورِ شيخ" آهي پوءِ "تصورِ نبي" صلي الله عليہ وسلم ۽ پوءِ "تصور ذاتِ حق" **جل جلالہ** . انهن ٽنهن کي تصوف جي اصطلاح ۾ ترتيب وار(١) فنافي المرشد (٢) فنافي الرسول (٣) فنا في الله چيو ويندو آهي . حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ جيڪر اسين هن باري ۾ اونهائي سان غور وفڪر ڪندا سين تہ حقيقت هن ريت ظاهر ٿيندي جو سلوڪ جي منزل ۾ پهريون قدم "شيخ جو تصور" پچاڻ آهي. بيعت جي وقت کان وٺي سڪرات الموت تائين پنهنجي شيخ ڪامل جو تصور طالب جي آڏو رهڻ لازمي ۽ ضروري آهي جئين تہ حضرت امام فخرالدين رازي رح (صاحب تفسير ڪبير) جي باري ۾ صوفيا ڪرام جي اڪثر معتبر تذڪرن ۾ آهي تہ وصال مهل شيطان هڪ فلسفي جي شڪل ۾ آيو ۽ وجود خدا جي باري ۾ ڪانئس دليل گهريائين امام صاحب جيڪا دليل بہ پيش ڪري شيطان هن جو رد ڪري ڇڏي ايتري قدر جو جڏهن هڪ گهٽ سو (99) دليلن تي وڃي پهتا تہ امام جا پگهر نڪري ويا ۽ هن مشڪل گهڙي ۾ مرشد جو تصور ڪري ڪيس ياد ڪياؤن آخر حضرت امام رح جي روحاني مرشد حضرت شيخ نجم الدين ڪبريٰ رح سهروردي جي روح مبارڪ اچي امام صاحب جي آڏو بيٺي ۽ چيائين تہ فخرالدين ! هي ڪو فلسفي ناهي شيطان آهي ! مردود کي چئو تہ مان الله کي بنا ڪنهن دليل

جي مجبو آهي اهڙي ريت امام جو خاتمو بالخير ٿيو . تصور شيخ جي ذريعي پنهنجي پير جي صورت کي ايترو تہ دل ۾ جاء ڏي جو مريد جو وجود ئي باقي نہ رهي مطلب تہ مريد جي هر عادت ۽ خصلت ايتري قدر جو سندس اٿڻي ،ويهڻي ،رهڻي ڪهڻي ،عبادت ، ذڪر ،فڪر سڀ ڪجهہ مرشد وانگر ٿيو وڃي ۽ مريد جي پنهنجي ڪا بہ خواهش عادت ۽ ضرورت بلڪہ سندس ذات ئي باقي نہ رهي .

(٦٨) تڏهين ڄاڻي پير پاڻ کي اوعين پاڻ ڏسي
۽ ڳالهائيندڙ ان ڳالهہ جو وڃي سو ٿئي

نثر : تڏهن (پير جي تصور ۾ فنا ٿي وڃڻ کان پوءِ) طالب پاڻکي عين پير ڄاڻي ۽ پنهنجي صورت جي آئيني ۾ پير جي صورت کي پسي ۽ ڏسي . جڏهن هن منزل تي وڃي رسندو تہ پوءِ هوُ هي ڳالهہ ڳالهائڻ جو حق رکندو (جيڪي ڳالهہ ايندڙ بيت ۾ فارسي جي نامور شاعر حضرت امير خسرو رح چئي آهي) .

سمجهاڻي : جڏهن طالب تصور شيخ جو سبق پچائي ڪامل ٿيندو تڏهن هو پاڻ کي عين پير ڄاڻيندو ۽ ڏسندومطلب تہ طالب پنهجو وجود پير ۾ گم ڪرڻ کانپوءِ ائين پيو پائيندو تہ هو پاڻ ۽ سندس وجود عين پير جو وجود ٿي ويو آهي ايتري قدر جو هن جي ظاهري شڪل و صورت بہ پنهنجي پير جهڙي ٿي وئي آهي . اهو مقام فنا في المرشد جو مقام آهي جتي پنهچڻ کانپوءِ هر

طالب حضرت امير خسرو دهلوي رح وانگر هيئيون بيت چوڻ
پنهجو حق سمجهندو آهي ته ...

(٦٩) من تو شدم تو من شدي من تن شدم تو جان شدي
تاکس نگويد بعد ازين من ديگرم تو ديگري

نثر : مان " تون" ٿي ويو آهيان ۽ " تون" "مان" ٿي ويو آهين
ايتري قدر جو مان تنهجي لاءِ جسم ٿي ويو آهيان ۽ تون مهنجي
لاءِ جان ٿي ويو آهين تان جو اڄ کانپوءِ ڪو ماڻهو ائين نه چئي
سگهي ته مان ٻيو آهيان ۽ تون ڪو ٻيو آهين .

سمجهاڻي : هي بيت نظريهءِ وحدت الوجود جي سمجهاڻي لاءِ
وڏي اهميت رکي ٿو جئين ته سمورن سلسلن جا بزرگ وحدت
الوجود جا مڃيندڙ آهن ، حضرت امير خسرو عليه الرحمته به
وحدت الوجودي فڪر ۽ فلسفي جو هڪ وڏو مبلغ شاعر هو، هؤ
مشهور چشتي بزرگ حضرت خواجه نظام الدين اولياءَ دهلوي رح
جوخاص مريد بلڪ محبوب خليفو هو. امير خسرومقام فنا في
المرشد حاصل ڪرڻ کانپوءِ چوي ٿو ته اي منهنجا مرشد مان
اوهانجي ذات ۾ فنا ٿي ڪري اوهانجي وجود جي شڪل اختيار
ڪري چڪو آهيان . وڌيڪ سمجهائي ٿو ته جيڪر مان جسم
آهيان ته اوهان منهنجي جان (روح ) آهيو مان پاڻکي اوهان جي
ذات ۾ انهي ڪري فنا ۽ محو ڪري ڇڏيو آهي ته جئين ڪو به
ماڻهو ائين نه چئي سگهي جو مان ٻيو آهيان ۽ توهان ٻيا آهيو .

تصوف ۽ صوفياءَ جي تاريخ شاهدي ڏئي ٿي تہ هر ڪامل بزرگ
"تصورِ شيخ " جي وسيلي سان ئي فنافي المرشد جي مقام تي
پهتو آهي ۽ فنا في المرشد جي ذريعي سان فنا في الرسول جي
منزل طئي ڪري پوءِ وڃي فنا في الله ۽ بقا باالله جو رتبو ماڻيو
اٿس . پر جئين مٿئين بيت ۾ حضرت امير خسرو فرمايو آهي تہ
طالب ڪي پنهجو من مارڻو پوندو آهي طالب هن منزل تي پهچي
ڪري پنهنجي هرخواهش، هر پسند هر عادت ۽ هر چاهت کي
پنهنجي مرشد جي خواهشن، عادتن ۽ چاهتن تي قربان ڪري
ڇڏيندو آهي تڏهن وڃي هن جو وجود عين مرشد جو وجود بڻجي
ويندو آهي .

(٧٠) ۽ اُت منجهہ باب طريقت ۽ حقيقت ۽ معرفت جي جنهن کي
جيڪي ڏيکاريائون پير کي سو سڀ ڏيکاريائون تنهن کي

نثر : هن منزل ۽ مقام تي رسڻ کان پوءِ طالب ۽ ذاکر کي
طريقت، حقيقت ۽ معرفت جي باري ۾ اُهو سڀ ڪجهہ ڏيکاريو
وڃي ٿو جيڪي ڪجهہ سندس پير کي ڏيکاريو ويو هو.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح جو فرمائڻ آهي تہ جڏهن
سالڪ (طالب) تصور شيخ ذريعي فنا في الشيخ جي مقام تي
رسندو آهي تہ هن کي بہ طريقت، حقيقت ۽ معرفت جا اهي
سمورا لقا تماشا اسرار عجائبات ۽ مقامات ڏيکاريا ويندا آهن
جيڪي سندس مرشد تي وارد ۽ ظاهر ٿيا هئا . ڇو تہ مرشد جي

ذات ۾ فنا ٿيڻ جي تقاضا ئي اها آهي تہ جيڪي ڪجھہ عرفان،
فيوضات رباني ۽ الطاف رحماني مان مرشد ۾ آهي انهي سي
ڪجھہ جو عڪس مريد جي وجود ۾ بہ ظاهرٿيڻ گهرجي . بزرگان
طريقت جي تاريخ ۽ ملفوظات مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ڪڏهن ڪڏهن
مجاهدات، چلہ ڪشي، خلوت نشيني، ذڪر وفڪر، نوافل ۽
تسبيح ڦيرڻ مان بہ اوترا فائدا ۽ ثمرات طالب تي ظاهر نٿا
ٿين.جيترا پير و مرشد جي صحبت ۽ خدمت مان حاصل ٿي
سگهن ٿا . حضرت مولانا رومي رح سچ فرمايو آهي تہ .

پير را بگزين ڪہ بي پير اين سفر
هست بس پر آفت و بس پر خطر

ترجمون : پير جو دامن وٺ ڇو تہ بنان پير جي دستگيري جي
سلوڪ ۽ روحانيت جو هي سفرڏاڍو اڙانگو ۽ مصيبتن تڪليفن
۽ خطرن ڪان ڀريل آهي .

(۷۱) هڪو پيرو هي مرتبو حاصل تهن ٿئي
آهي اهو رابطو مثل بيڙي نوح، عليہ السلام ۽ مٿي نبي اسان جي

نثر : هي رتبو ۽ مقام (فنا في الله، بقا باالله جو) تنهن (طالب)
کي جيڪو فنا في المرشد جي مقام تي پنهتل هجي هڪيئي
پيري ۾ حاصل ٿي سگهي ٿو. دراصل پير ۽ مرشد جي وچ ۾ اهو
رابطو حضرت نوح جي بيڙي وانگر آهي (مٿس ۽ مٿي اسانجي
نبي جي الله تعالیٰ جي رحمت ۽ سلامتي هجي).

سمجهاڻي : هن ڪان اڳ اها ڳالهہ حضرت مالڪان رح وضاحت سان بيان فرمائي تہ جيڪو طالب سلوڪ جي سفر ۾ پنهنجي مرشدجي تصور وارو مقام طئي ڪندي فنافي الشيخ جي رتبي تي وڃي رسندو اهو پنهنجي مرشد جو عين وجود بڻجي ويندو ۽ هن جو وجود آئيني وانگر صاف شفاف ٿي ويندو جنهن ۾ مرشد جا سمورا ڪمالات منعڪس ٿي ڪري نظر ايندا . هاڻ وري هن بيت ۾ فرمائن ٿا تہ اهڙي طالب ۽ سالڪ کي هڪئي پيري ۾ مرشد جا سارا ڪمالات حاصل ٿيندا ۽ ڪيس وڏيڪ محنت جي ضرورت پيش نہ ايندي بيت جي ٻئين مصرع ۾ فرمائن ٿا تہ پير ۽ مريد جي هن رابطي ۽ لاڳاپي جي مثال حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙي وانگر آهي . (هن ٻيڙي جي بابت ايندڙ بيت ۾ بيان ٿيندو)

(٧٢) جيڪو چڙهي تنهن ٻيڙي ۾سوامن منجهہ ٿئي
ڪنان طوفانن خيالات دنيا ۽ آخرت جي

نثر : (حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙي جهڙي خاصيت رکندڙ مرشد ڪامل جي) هن ٻيڙي ۾ جيڪو طالب بہ چڙهي ويندو سو نفس ۽ شيطان جي لهرن ۽ لوڏن کان امن ۾ اچي ويندو ۽ دنيا ۽ آخرت جي خوفناڪ خيالات جي طوفانن کان امن ۾ اچي ويندو .

سمجهاڻي : جهڙي ريت حضرت نوح عليہ السلام ٻيڙو تيار

ڪري عام اعلان فرمايو تہ جنهن ماڻهو ڪي طوفان جي تباهي کان بچڻو آهي سو هن ٻيڙي ۾ اچي چڙهي تہ جئين هو امن ۽ سلامتي جوحقدار بڻجي سگهي عين اهڙي ريت اولياءِ ڪرام وٽ بہ هڪ روحاني ڪشتي هوندي آهي سو جيڪو ماڻهو سندن طالب ٿي ڪري پنهجي مرشد جو تصور ڪندي هن ٻيڙي ۾ چڙهي ويندو تہ اهو دنيا ۽ آخرت جي خراب خيالات جي خوفناڪ طوفانن کان آجو ٿي ڪري امن سلامتي ۽ نجات جو حقدار بڻجي ويندو نفس ۽ شيطان جي حملن کان مرشد ڪامل جي صحبت ۽ سنگت ئي ڪيس بچائي سگهي ٿي جئين تہ الله تعاليٰ پاڻ فرمايو آهي "و حسن اولئڪ رفيقا" ( ۽ انهن جي سنگت تمام سني سنگت آهي)

**( ٧٣ ) چہ غم ديوارِ امت راڪ دارد چون تو پشتيبان**
**چہ باڪ از موج بحرآنراڪ باشد نوح ڪشتيبان**
**۽ مثل ان رابطي جي جو پير اسانجي فرمايو ٿي**

نثر : اُمت جي ڪنڌي کي ڪهڙو غم لاحق ٿي سگهي ٿو جنهن جو سهارو ۽ ٽيڪ ڏيندڙ تو جهڙو محبوبِ خدا (صلي الله عليہ وسلم) هجي ۽ اُن ماڻهو جي ٻيڙي کي موجن ۽ لهرن کان ڪهڙو خوف ۽ خطرو ٿي سگهي ٿو جنهن جو ملاح (ناکو) حضرت نوح عليہ السلام جهڙو پيغمبر هجي . مسافر (مريد) ۽ ملاح (مرشد) جي وچ ۾ اهڙي رابطي بابت اسانجا مرشد مثال ڏيندا هئا تہ

سمجهاڻي : هي بيت شيخ سعدي شيرازي رح جي ڪتاب

"گلستان " مان آندل آهي حضرت شيخ فرمائن ٿا تہ "امت محمديہ عليها و علي صاحبها الصلوات والسلام جي ديوارکي کو بہ غم نہ آهي .ڇو تہ سندس سهارو يا ٽيڪ تو جهڙو محبوبِ خدا آهي ۽ اهڙي بحري مسافر کي سمنڊ جي ويرن ۽ موجن مان ڪئين خوف ٿي سگهي ٿو جنهن جي ٻيڙي جو ملاح، ۽ ناکو حضرت نوح عليہ السلام جهڙو طوفانن جو منهن موڙڻ وارو نبي هجي . شعري هيئت ۾ هڪ جدت آڻيدي حضرت مالڪان رح شيخ سعدي رح جي پوري شعر کي هکو مصرعو تصور ڪيو آهي ۽ ٻيو مصرعو وري پنهجي پاران هن ۾ شامل فرمايو اٿن جنهن ۾ فرمائن ٿا تہ اسانجا پير حضرت جيلاني بادشاه (سيد حسن جيلاني باني ۽ خانقاه عاليہ قادريہ راشديہ جيلانيہ سوئي شريف ) پير ۽ مريد جي اهڙي روحاني رابطي ۽ لاڳاپي لاء هميشہ هينئيون مثال بيان فرمائيندا هئا .

(٧٤ تہ ڏک ۽ تصديع حاجن کي تيسين آهي
جيسيتائين چڙهيا نہ جهاز تي، پر جي چڙهيا سي

نثر : تہ حاجين کي ڏک تڪليف، پو ۽ خوف تيستائين هوندو آهي جيستائين هوُ جهاز تي نہ چڙهندا آهن پر جيکي جهاز تي سوار ٿي ويا انهن جو پو لهي ويندوآهي . (جئين تہ مالڪن ايندڙ بيت ۾ اظهار خيال فرمايو آهي.)

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح پنهنجي مرشد حضرت قبلہ

عالم حسن شاه سائين جيلاني رح (سوئي شريف واري) جي ملفوظات نقل ڪندي فرمائن ٿا ته پاڻ طالب سلوڪ جي ابتدائي چله ڪشي ۽ مراقبي واري دور جي مثال حاجين جي پاڻي واري سفر سان ڏيندا هئا ته جئين حاجي جيستائين جهاز تي سوار نه ٿيندا آهن تيستائين انهن کي سامونڊي ويرن لهرن ۽ جهاز جي لوڏن ۽ طوفانن جو خوف رهندو آهي پر جڏهن جهاز تي سوار ٿي ويندا آهن ۽ جهاز هلي پوندو آهي ته پوءِ انهن جو خوف ۽ پوءِ هوريان هوريان ختم ٿيندو ويندو آهي بالڪل اهڙي ريت طالب جڏهن سلوڪ جي منزل ۾ قدم رکي چلا ڪڍندو مراقبا ڪندو ۽ پير جي صورت مبارڪ جو تصور ڪندو آهي تنهائي ۽ خلوت جي ڪري اونداهي ڪمري يا حجري ۾ اڪيلو هوندوآهي ته هن کي شيطان برغلائيندو آهي طاغوتي ۽ شيطاني طاقتون هن جي دل ۾ خوف ۽ وهم پيدا ڪنديون آهن.اهڙي حالت ۾ طالب کي پنهنجي مرشد جو تصور ڪرڻ گهرجي ته جئين هن جو خوف لهي وڃي .

(۷۵) تڏهين ڪونه ڪو ڏک تن کي،اي عزيز سمجهڻ کي گهرجي

چاڻ ته طالب طريقي پيرن اسان جي جو

نثر : تڏهن (جهاز تي چڙهڻ ڪانپوءِ ) انهن کي ڪو به ڏک نه ٿو لڳي مطلب ته سمنڊ جي لهرن ۽ طوفانن جو خوف ۽ پوءِ لهي وڃي ٿو اي طالب ! هن سلسلي ۾ توکي هي ڄاڻ حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ توکي هن ڳالهه جي خبر به هجڻ گهرجي ته اسان جي پيرن

(حضرت سيد حسن جيلاني سوئي شريف واري ۽ سندن مرشد
ڪريم قبلۂ عالميان حضرت روضي ڌڻي رح ) جي طريقي (قادري
راشدي حسني جيلاني طريقي) جا طالب پير جي صحبت ۽
رابطي جي فيض ۽ برڪت سان هميشہ ڀرپور رهندا هئا.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ جنهن مهل حاجي
جهاز تي سوار ٿي ويندا آهن تہ ڪين ڪو بہ ڏک يا تڪليف
محسوس نہ ٿيندي آهي وڌيڪ وضاحت ڪندي فرمائن ٿا تہ اي
پيارا طالب ! تو کي بہ سمجهہ ۽ ڄاڻ ڪان ڪم وٺڻ گهرجي مطلب
تہ توکي ايتري خبر هجڻ گهرجي جو اسانجي طريقي (قادري
راشدي جيلاني ) جي پيرانِ بابرڪت جي طالبن ۽ سالڪن جو
منهن هميشہ پيرن جي رابطۂ صحبت. برڪت ۽ فيوضات سان
پريل رهندو آهي اسانجي طريقي جا طالب ۽ سالڪ " صحبتِ
مرشد" " تصورِ شيخ" ۽ "رابطۂ پير" کي نعمت ۽ غنيمت
سمجهندي کين وڏي اهميت ڏيندا آهن .

## (٧٦) منهن پريل رابطي ۽ صحبت جا " جذبو ۽ بخشش ان جي پروڙ جي" ورسي مراد سو

نثر :(اسانجي پيرن جي طالبن جا) منهن مبارڪ پنهجي مرشد
جي رابطي جي نور ۽ سندن صحبت جي برڪت سان پريل هوندا
آهن ۽ هي مقام حاصل ڪرڻ لاء طالب کي پنهجي اندر جذبو پيدا
ڪرڻ ۽ الله جي عطا ۽ بخشش جي تلاش ضروري آهي چو تہ اهڙا

طالب ئي مراد حاصل ڪري سگهن ٿا .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ اسانجي طريقي جي پيرن ۽ مرشدن پاران پنهنجي طالبن کي اها هدايت مليل آهي تہ سلوڪ جي منزل طئي ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهريان پنهنجي پير سان ڀرپور رابطو ۽ لاڳاپو قائم ڪن پوءِ گهٽي ۾ گهٽ وقت سندس صحبت ۾ گذارن ، ٿيون تہ دل ۾ سچو ۽ ڪامل جذبو پيدا ڪن پر انهن ٿنهن ڳالهين جي هوندي بہ منزلِ مقصود (وصالِ الهي جي منزل) کي اهو طالب وڃي رسندو جنهن تي مالڪ جي بخشش ۽ عطا هوندي ۽ جيڪو هر وقت رحمت ۽ بخشش جي پروڙ ۽ تلاش ۾ مشغول رهندو.

## (٧٧) پير اسانجو مريد ڪين هيو
## بلڪ ڪڇاڙو چوان تہ ڪڇاڙو هيو؟

نثر :اسان جو پير (صاحب البرڪات حضرت سيد حسن شاہ جيلاني تنبو ڏٽي رح سوئي شريف ) ڪنهن جو مريد ڪين هيو پر مان ڇا چوان تہ هو ڇا هيو؟ ۽ ڪهڙن منجهان هيو؟

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هن بيت ۾ پنهنجي مرشد ڪريم صاحب البرڪات حضرت سيد حسن شاہ جيلاني (سوئي شريف واري) لاءِ اهڙن خيالن جو اظهار فرمايوآهي جهڙا خيالات حضرت مولانا روم رح پنهنجي مرشد حضرت شاہ شمس تبريزي رح

بابت مثنوي شريف ۽ پنهجي تمام ڪلام (يعني غزل وغيره) ۾ ظاهر فرمايا آهن چنانچہ حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ منهنجو پير حضرت جيلاني بادشاہ رح ڪنهن جو بہ مريد ڪونہ هيو، هو ظاهر ۾ تہ قطب الاقطاب غوثِ زمان حضرت روضي ڌڻي رح جي بيعتِ صحبت مان فيض ياب ٿيو هو پر حقيقت ۾ هوءَ ڇمندي ڄام هو هن جي مريد هجڻ جي حقيقت بالڪل اهڙي ريت هئي جئين اُمي لقب حضرت خاتم النبيين عليہ الصلوات والسلام جي حقيقت، ظاهر ۾ حضرت جبريل امين سندن ذات مبارڪ ڏانهن وحي ڪٽي ايندا هئا ۽ پاڻ ڪريم ساٿس گڏ وهي قرآن مجيدجو دور ڪندا هئا پر حقيقت ۾ پاڻ صلي الله عليہ وسلم ازل کان قرآن جا قاري ۽ علم لدني جا مالڪ هيا مالڪان رح فرمائن ٿا تہ مان پنهنجي پير جي باري ۾ ڇا چئي ڇا چوان تہ هو ڪير هئا ڇو تہ ڪنهن بہ انهن کي نہ ليکيو تہ هو ڇا هئا ۽ ڪهڙي مخلوق مان هئا بهرحال سندن ڳالھ بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي.

حضرت جيلاني بادشاھ رح جي هم صحبت فقيرن ۽ سندن هن وقت جي باخبر درويشن ۽ هن دور جي ماڻهن جون روايتون ٻڌائن ٿيون تہ حضرت جيلاني بادشاھ رح پنهجي ظاهري ۽ باطني تعليم پنهجي علائقي جهنگ (پنجاب) مان مڪمل ڪري پير جي تلاش ۾ نڪتا هئا . سنڌ پنجاب جي مختلف خانقاهن ۽ روحاني گادين جا نظارا ۽ مشاهدا ڪندا پيادل سفر ذريعي ايران رستي

بغداد شريف پنهتا ۽ پنهجي روحاني ۽ نسبي ڏاڏي حضرت پيران پير دستگير سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني رح جي روضي تي وڃي رهيا اتان فيض پرائيندي حج جي موسم ۾ حرمين شريفين حاضر ٿيا. مختلف روايتن ۽ عام ڏند ڪٿائن مطابق پاڻ ڪريم جن هڪ طويل عرصو مدينہ طيبہ (الله تعاليٰ سندس شرف ۽ مان کي وڌائي) ۾ قيام پذير رهيا ۽ پنهجي ناني پاڪ سيدِ عالم صلي الله عليہ و آلہ وسلم جي روحاني چشمي مان اويسي طريقي سان سيراب ٿيندا رهيا مڪي شريف ۽ مديني پاڪ جي قيام دوران حضرت جيلاني بادشاهہ رح کي ڪيترن ئي غوثن، قطبن، ابدالن، مجذوبن ۽ اولياءَ الله سان ظاهري ۽ باطني صحبتون ۽ روح رهاڻيون رهيون تنهن کان پوءِ پاڻ وري بغداد شريف ۾ حاضري ڀرائيندا ساڳي طرح ايران جي رستي اچي سنڌ پنهتا ۽ هتي تمام ٿورڙو وقت رهي ڪري شيخ الاسلام و المسلمين امام الاولياءَ حضرت روضي ڌڻي رحمت الله عليہ جي صحبت جو مزو چکياؤن ۽ فيض پراياؤن قطب الاقطاب غوثِ زمان حضرت روضي ڌڻي رح جيلاني بادشاهہ کي اشارو فرمايو تہ درياهہ سنڌ جي ڪپ تي اسانجي هڪ خليفياڻي مائي سوائي جي ڳوٺ ۾ مخلوق خدا کي الله الله جو ذڪر ڏيو، مالڪ جي وات ٻڌايو ۽ مائي سوائي جي وستي کي وسايو چنانچہ پاڻ هن وستي ۾ اچي تنبو هنيو ۽ ڪجهہ عرصي کانپوءِ هن وستي جو نالو" سوائي" کان

بگڙجي "سوئي شريف" مشهور ٿي ويو. حضرت مالڪان رح جي هن بيت مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت جيلاني بادشاهہ جي ڪنهن بہ پير سان ڪا ظاهري بيعت ڪونہ هئي انهن ڪي جيڪو بہ روحاني فيض مليو سو حيات النبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڪرم سان ۽ غوث پاڪ جي روحانيت ذريعي مليو باقي حضرت روضي ڌڻي رح سندن پير صحبت ضرور هئا جن سندن ولايت نامي تي پنهجي مهر مبارڪ هڻي ڪين سلسلۂ عاليہ راشديہ قادريہ جي محبوب خليفن جي صف ۾ ويهاريو.

(۷۸) نہ بشر، نہ حور، نہ پري ، چوان ڪير آن تو؟
هي سپ پردا تو اتي تون ڪو ٿول پيو

نثر : (اي منهنجا مٺڙا مرشد) مان توکي نہ بشر چئي سگهان ٿو ۽ نہ حور يا پري تون پاڻ ٻڌا تہ تون ڪير آهين؟ هن بشري شڪل ۽ لباس جا تہ تنهنجي مٿان محض پردا پيل آهن تون پاڻ تہ ڪنهن ٻي ٿول جو لڳين ٿو.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان جو چوڻ آهي تہ جئين انبياءَ عليهم السلام جي حقيقت انسان جهڙي بشريت کان تمام مٿانهين ۽ پاڪ آهي اهڙي ريت اولياءَ الله بہ جڏهن فنافي الرسول جي مقام تي وڃي رسندا آهن تہ سندن ظاهري جسم مان بشريت جو چولو باالڪل لهي ويندو آهي ۽ سندن بشري

عادتون بہ آهستہ آهستہ ختم ٿي وينديون آهن انهن جي ظاهري
جسم مٿان رڳو بشريت وارو پردو(تو ، تهہ) پيل هوندو آهي باقي
سندن حقيقت اُها ئي هوندي آهي جيڪا انبيا ڪرام عليهم
السلام ڪي بشريت جي باوجود مليل هوندي آهي ، ۽ جڏهن مقام
فنا في الله تي وڃي رسندا آهن تہ انهن ۾ الهي صفات جو
ظهور ٿيندو آهي جئين حضرت مولانا روم فرمايو آهي تہ

دست پير از غائبان ڪوتاه نيسنت
قبضہ اش جز قبضۂ الله نيست

ترجمون : پير جو هٿ پري رهندڙ (غائب) مريد کان بہ ڪوتاه
(آٽ پچ) ناهي ڇو تہ سندن گرفت ۽ رسائي الله جي گرفت ۽ پهچ
(جهڙي) هوندي آهي.

(٧٩) نہ بشر خوانمت اي دوست نہ حورو نہ پري
اين همہ بر تو حجاب ست تو چيزِ دگري

نثر : اي دوست منا دلدار! مان توکي نہ بشر چئي سگهان ٿو نہ
حور ۽ نہ پري اهي سڀ صفتون تنهنجي وجود جي مٿون محض
لباس يا پردي وانگر آهن تون تہ حقيقت ۾ ڪا ٻي شي آهين .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فارسي جي هڪ وحدت
الوجودي شاعر جو بيت نقل فرمايو آهي جنهن جو منظوم ترجمو
مالڪن پنهنجي مٿئين سنڌي بيت نمبر ٧٨ ۾ ڏنو آهي شاعر

چوي ٿو تہ اي دوست مان توکي نہ تہ بشر سڏيان ٿو نہ حور ۽ نہ پري ڇو تہ اهي سڀ صورتون تنهنجا حجاب (پردا) آهن انهن حجابن ۽ پردن ۾ لڪل تنهنجي حقيقت عام ماڻهن جي نگاه کان ڳجهي ۽ تمام مٿانهين آهي . اي محبوب ! اوهان جي مثال تہ حضرت امير خسرو جي هن شعر جهڙي آهي جنهن ۾ فرمائن ٿا تہ

آفا قها گرديده ام مهر بتان ورزيده ام
بسيار خوبان ديده ام ليکن تو چيزي ديگري

ترجمون : مان ديس ديس گهميو آهيان ، ڪيترن محبوبن سان محبت ڪئي اٿم ، ڪيترا حسين و جميل ماڻهو ڏٺا اٿم ، پر اي منهنجا محبوب ! انهن سڀن جي ڀيٽ ۾ تون ڪا ٻي شي آهين .

(٨٠) مريدن منجهان ان جي جيڪو مريد ٿيو
مريد نہ چوءِ ان کي سو پڻ مراد ٿيو

نثر : جيڪو ماڻهو سندن مريدي ۾ داخل ٿيو ان کي مريد نہ چوڻ گهرجي ڇو تہ هو پاڻ خود مراد بڻجي ويو آهي .

سمجهاڻي : عام مشائخ وٽ کو خاص الخاص مريد جڏهن مرشد جي صحبت مان رڱجي ريٽو لال ٿي نڪرندو آهي تہ پوءِ هو جماعت منجهہ مريد بدران مراد سڏبو آهي ، حضرت مالکان رح فرمائن ٿا تہ اسانجي مرشد جيلاني بادشاه عليہ الرحمت جو هر مريد هن درجي ۽ مرتبي جو هوندو آهي جو دنيا هن کي مراد

سمجهي ڪري ڪائنس مرادون ٿي گهري توٽي جو مالڪن جو هن
بيت ۾ پنهجي ذات ڏانهن اشارو ناهي بلڪ تمام پير پائين لاءِ
چيو اٿن پر خاڪسار عرض رکندو ته هن جي سڀ کان وڏي مثال
خود مالڪان (حضرت حافظ الملت رح) جي پنهجي ذات بابرڪات
آهي جو حضرت جيلاني بادشاه رح جي چند روزه مختصر صحبت
جي برڪت سان هند سنڌ جي مخلوق سندن در تي اچي سر نوايو
۽ پاڻ پوري دنيا جي لاءِ مراد بڻجي ويا .

(۸۱) جهن پر سردارِ عالم کي جو سيني منجهه پلو
جاڳائي ننڊ مان قادر ڪوٺايو

نثر : جنهن ريت ٻن جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ
صلي الله عليه وسلم جن کي (جيڪو ساري ڪائنات ۾ سڀ کان
پيارو آهي) قادر ڪريم ننڊ مان جاڳائي معراج لاءِ پاڻ وٽ
گهرايو هو.

سمجهاڻي : جنهن ريت ڪائنات جي سردار ساري جڳ لاءِ
رحمت، خاتم الانبياءِ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آله
وسلم جن کي حضرت جبرائيل امين عليه السلام ننڊ مان
جاڳائي عرض ڪيو ته اي الله جا حبيب ! الله تعاليٰ اوهانکي
پنهنجي بي مثل بي مثال ذات جي ديدار جي شرف لاءِ عرش تي
گهرايو آهي چو ته هاڻ اوهانجي ذات پاڪ ٻنهي جهانن لاءِ مراد

ٻڌجي وئي آهي آسمانن جي نوري مخلوق تہ بجاء خود خالق
ڪائنات پاڻ بہ اوهانجو انتظار ڪري ٿو علامہ اقبال هن مقام ڪي
ذاتي سهڻي نموني پيش ڪيو آهي.

عبد ديگر عبده چيزي دگر

اين سراپا انتظار او منتظر

ترجمون :عبد( ٻانهو) ۽ عبده(سندس خاص ٻانهو) ۾ اهو فرق آهي
جوهي (عبد) الله جي رضا جي انتظار ۾ عمر گزاري ڇڏيندو آهي ۽
هن (عبده) جي رضا جو انتظار خود ذات خدا پاڻ ڪندي آهي .

(٨٢) تئين پڻ طالبن هن طريقي جي ڪي فضل رب ٿيو
عام آهي بخشش جنهن جي ۽ پڻ ڪرم وڏو

نثر: هن طريقي (قادري راشدي جيلاني سلسلي) جي طالبن تي
بہ بالڪل اهڙي ريت رب جو فضل ٿئي ٿو ان رب جو فضل جنهن
جي بخشش عام ۽ جنهن جو ڪرم تمام وڏو آهي .

سمجهاڻي : جئين حضرت نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم
کي الله تعالیٰ پاڻ وٽ گهرائي معراج ڪرايو اسانجي طريقي
(قادري راشدي جيلاني طريقي ) جي طالبن تي بہ رب جو عام
فضل بالڪل ائين ٿئي ٿو ، جنهن ذات الهي جي بخشش عام
جام ۽ جنهن مالڪ جوڪرم وڏو۽ تمام گهڻو آهي انهي ذات
جي لطف ۽ ڪرم سان اسانجي سلسلي جاطالب بہ بنان ڪنهن

محنت مشقت جي بغير چلا ۽ مجاهدا ڪرڻ جي قرب حق ۽ وصال الهي جي آخري مقام تي وڃي رسندا آهن .

## ( ٨٣ )   ري سعي ڪوشش اُن جي هٿ وڻي اُن جو منجهه منزل قرب پانهجي وڃي رسائي ٿو

نثر : ( قادري راشدي جيلاني طريقي ) جي طالب جي ڪنهن ڪوشش ۽ جاکوڙ کان بنان قادر پاڻ ان جوهٿ وني ڪري ڪيس پنهنجي قرب ۽ ويجهڙائي جي منزل تي وڃي رسائي ٿو.

سمجهاڻي : جڏهن مالڪ جو راضپو ظهور ڪندو آهي تہ ٻانهي جي ڪوشش کان بنان بہ سندو هٿ وني ڪري پنهنجي قرب جي منزل ۽ فضل جي مقام تي وڃي پنهچائي ٿو جئين تہ قرآن مجيد ۾ آهي تہ

والذين جاهدوا فينا لنهد ينهم سبلنا

ترجمون : جيڪي ماڻهو اسانجي وات جي ڳولا ۽ تلاش ۾ محنت ۽ جهاد (مجاهدا) ڪندا آهن اسين پاڻ (سندن هٿ وني ڪري) ڪين پنهنجي وات ڏيکاريندا آهيون .

اها رحمتِ خاص هميشہ انهن ٻانهن تي ٿيندي آهي جيڪي سچي دل ۽ خلوص نيت سان مرشد اڳيان گوڏا کوڙن ٿا ۽ مرشد جي نظر کي ڪيميا کان بہ وڌيڪ سمجهن ٿا .

(٨٤) جنهن حاصل ٿئي پاڙهين جذبو سلوڪ سندو
اي آهي صرف بخشش باري جي ۽ عطا آگي جو

نثر : جنهن طالب ڪي پاڙهي پاڻ بنان ڪنهن ڪوشش جي سلوڪ (معرفت) جو جذبو حاصل ٿئي ته سمجهبو جو اها محض باري تعاليٰ جي بخشش ۽ آقا (آگا ، آغا ، آقا) جي عطا آهي .

سمجهاڻي : جيڪر ڪنهن طالب کي بنان ڪنهن محنت مشقت جاکوڙ ۽ مجاهدات جي پاڻمرادو سلوڪ ۽ شوقِ الهي جوجذبو حاصل ٿئي ته هن کي سمجهڻ گهرجي جو هي محض باري تعاليٰجي بخشش ۽ آقا (آغا ، آگا) جي عطا ۽ مهرباني جو نتيجو آهي . هن ۾ ڪو شڪ ناهي ته ذات باري تعاليٰ کي نه اسانجي عبادتن جي ضرورت آهي نه ورد وظيفن ۽ چلا ڪڍڻ جي لوڙ آهي هوُ ته رڳو صالح نيتن جوپارکو ۽ خالص ۽ پاڪيزه دلين جو خريدار آهي هن جي بارگاه ۾ ته ڪڏهن ڪڏهن (بلڪ اڪثر) عبادات جي مٽڻ کي موٽايو وڃي ٿو ۽ هن جي بارگاه ۾ محبت ، ذوق و شوق ۽ درد جي هڪ رتي ۽ ذرو به اگهامجي پوي ٿو . جئين فارسي جي بزرگ شاعر حضرت فريد الدين عطار رح چيو آهي ته

يڪ ذرهءِ دردِ دل ، از علمِ فلاطون به

ترجمون : دردِ دل جو هڪ ذرو افلاطون جي علم واري پندار کان بهتر آهي .

(۸۵) ايهو فضل الله جو جنهن گهري تنهن پر ٿيو
ذالک فضل الله يؤ تيہ من يشاءُ والله ذوالفضل العظيم

نثر :اهو محض الله جو فضل آهي جنهن لاءِ گهري ٿو تنهن تي ٿئي ٿو جئين الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ " هي الله جو فضل آهي جنهن لاءِ گهري ٿو تنهن کي ڏئي ٿو ۽ الله وڏي فضل وارو آهي" .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هن مسئلي ۽ نڪتي جي وضاحت ڪندي هڪ آيت مبارڪ پيش فرمائن ٿا تہ الله تعاليٰجو فضل ۽ ڪرم ڪنهن اهليت لياقت يا محنت ۽ قابليت تي نہ ملندو آهي بلڪ سندس مهرباني سببان ٻانهي تي ٿيندو آهي هو پنهنجون خاص رحمتون ۽ نعمتون پنهنجن خاص ٻانهن تي بنان ڪنهن سبب ، ڪنهن مجاهدي ، جاڪوڙ ، محنت ۽ طلب جي نازل فرمائيندو آهي هو جنهنکي گهري ٿو هن کي پنهنجي فضل سان پاڻ نوازي ٿو .

(۸٦) کهڙي ڪيم تي ڳالهڙي کهڙو ذڪر پيو
وري آيس ان تي ، سو ڪن ڏئي سڻجو

نثر : کهڙي ڳالهہ تي ڪيم کهڙو ذڪر پي ٿيو؟ هاڻ مان وري ساڳي ڳالهہ تي موٽي آيو آهيان سو ڪن ڏيئي ٻڌجو .

سمجهاڻي : مالڪان رح فرمائن ٿا تہ مان ڳالهہ کهڙي پي ڪيم ۽ کهڙو ذڪر پي ٿيو پر مرشدن جي ذڪر ڪرڻ ۾ ايڏو تہ

مزو اچي ويو جو منهجو قلم سندن مدحت ۾ مست ٿي ويو مان
هلندڙ بيان کي ڇڏي سندن ڳالھ پي ڪئي هاڻ وري ساڳي ڳالھ
تي موٽي آيو آهيان توهان منهجي هن ڳالھ کي ڪن ڏئي پوري
توجہ سان ٻڌجو . بلا شڪ الله جا مخلص ٻانها پنهنجي مرشدن
سان محض خالي عقيدت نہ رکندا آهن بلڪ سچي محبت ۽
خالص عشق ڪندا آهن مرشدن جي هر ڳالھ کي سندن ملفوظا ت
۽ ذڪر و فڪر کي زندگي جوحاصل سمجهندا آهن جئين مولانا
رومرح ليلىٰ جي عاشق مجنون جي زبان مان چورايو آهي تہ

باز گو از نجد و از يارانِ نجد

تادر و ديوار را آري بہ وجد

ترجمون : اي نجد جا قاصد ! مونکي سر زمين نجد جي ۽ اتان
جي يارن جي ڪا ڳالھ وري وري پيو ٻڌاءِ تہ جئين مونکي ۽
منهجي در و ديوار کي وجد . مستي ۽ حال ۾ آڻي سگهين .

(۸۷) تہ جيڪي خلاصو سلوڪ جو موقوف اِت ٿيو

هڪ صفائي دل جي . نفس پاڪ ٻيو

نثر :جاڻ گهرجي تہ علم سلوڪ تصوف ۽ روحانيت جو خلاصو
۽ نچوڙ رڳو ٻن ڳالهين تي اچي بيٺو هڪ (١) دل جي صفائي ۽
ٻيو (٢) نفس کي پاڪ ڪرڻ .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانرح فرمائن ٿا تہ سلوڪ جي علم

جو خلاصو رڳو دل جي صفائي ۽ نفس جي پاڪيزگي حاصل ڪرڻ تي ٻڌل آهي . جيڪو طالب ۽ سالڪ پنهنجي نفس کي پاڪ نہ ٿو ڪري يا دل کي صاف نہ ٿو رکي سگهي تہ سندس سمورا مجاهدا چلا ۽ ذڪر وفڪر جا شغل ڄڻ تہ ضائع ۽ بيڪار ويا .

(۸۸) سو ڪوہ تہ ماڻهو جي سڄي جسد سندو

آهي مدار قلب تي قلب صنوبري جو

نثر : ماڻهو جي ساري وجود ۽ جثي جي تندرستي صفائي ۽ اصلاح جو دارومدار قلب (دل) تي آهي جيڪي صنوبر جي گل جي شڪل جهڙي آهي .

سمجهاڻي : باطني تعليم ۽ سلوڪ جو سبق ماڻهو انهي ڪري حاصل ڪندو آهي تہ هن جو جسم ۽ روح دنيا جي گندگين ۽ آلائشن کان پاڪ ٿيو پوي. مالڪان رح فرمائن ٿا تہ انساني جسم ۽ روح جي صفائي جو دارومدار رڳو دل جي صفائي تي آهي اُها دل جنهن جي شڪل صنوبر جي گل جهڙي آهي ۽ جنهن تي هر ساهہ دار جي زندگي جو دارومدار آهي جئين ظاهري جسم لاءِ دل جو هلندڙ هجڻ ضروري آهي اهڙي ريت باطني زندگي ۽ روحانيت لاءِ بہ دل جو زنده ڪرڻ ۽ رکڻ لازمي آهي انهي لاءِ اولياءَ اللہ، بزرگان دين ۽ مشائخ ڪرام سڀ کان پهريان طالب کي دل جي زنده ڪرڻ ۽ جاڳائڻ جو سبق ڏيندا آهن ۽ مريد ڪرڻ مهل سندس دل تي شهادت واري آڱر سان ضرب هڻي دل کي

ذڪر ڪرڻ لاءِ جاڳائيندا آهن .

## (٨٩) اصطلاح ۾ صوفن جي نالو تنهن مضغو آهي معنيٰ مضغي جي گوشت جو ٽڪرو

نثر: صوفين بزرگن جي اصطلاح ۾ چوٽي ۾ تنهن (دل) جو نالو مضغو آهي ۽ مضغي جي معنيٰ آهي گوشت جو ٽڪرو.

سمجهاڻي : تصوف ۽ صوفين جي زبان ۾ دل کي مضغو چوندا آهن ۽ حديث پاڪ ۾ به دل کي مضغو چيو ويو آهي جنهن جي معني آهي گوشت جو ٽڪرو ۽ انهي گوشت جي ٽڪري تي ئي انساني وجود جي ساري عمارت بيٺل آهي . اردو زبان جي ڪنهن شاعر ڪيڏو نه سهڻو چيو آهي ته

بهت شور سنتي ٿي پهلو ۾ دل ڪا
جو چيرا تو اڪ قطرهءِ خون نه نڪلا

(جسم جي پاسي (پهلو) ۾ (ساري عمر) دل جو ڏاڍو شور ۽ هنگامو ٻڌندا رهيا سي پر جڏهن ڪيس پهلوءَ کان چيري الڳ ڪري ڏٺوسي ته رت جي هڪ ڦڙي کان سوا ٻيو ڪجهه به نه نڪتو)

بهرحال دل جي هن ٽڪري اندر ساري ڪائنات سمايل آهي ، انساني زندگي جوسارو دارومدار به گوشت جي انهي ٽڪري تي آهي واه مالڪ تنهنجا ڪرشما. حضرت سلطان باهو عليه الرحمت دل جي باري ۾ ڪيڏو نه سهڻو فرمايو آهي ته

دل درياه سمندرون ڏونگهي ڪون دلان ديان جاڻي هو

( بيشڪ دل جي ڪائنات سمندن کان وڌ اونهي جبلن کان اُچي ۽ صحرائن کان وسيع آهي)

شايد انهي ڪري پروردگار ڪيس پنهجو ٽڪاڻو ٻڌايو آهي . جئين فرمايو اٿس جو مان زمينن آسمانن ۾ نہ سمائجي سگهان ٿو پر مومن جي دل ۾ سمائجي وڃان ٿو . مومن جي شرط وري انهي ڪري لاتي اٿس جو پاڪ ذات کي پاڪ ۽ صاف سٿرو گهر ۽ پاڪيزه ٽڪاڻو گهرجي ڪفر ۽ شرڪ جي گند سان ڀريل گهر ۾ پاڪ ۽ سبحان ذات ڀلا ڪيئن رهي سگهي ٿي .

**(٩٠) جئين حديث شريف ۾ ذڪر تنهن جو ٿيو تہ منجهہ جثي ماڻهو جي هڪڙو ٽڪروگوشت جو**

نثر : جئين تہ هن جو ذڪر حديث شريف ۾ بہ آيو آهي تہ انسان جي جثي( جسم ) ۾ گوشت جو هڪ ٽڪرو آهي .

سمجهاڻي : حديث شريف ۾ بہ هن گوشت جي ٽڪري (دل) جو ذڪر خاص طرح سان آيل آهي حضور عليہ الصلوات والسلام جن فرمايوآهي تہ انساني وجود ۾ گوشت جو هڪ ٽڪڙو آهي (جنهن جو نالودل آهي) .

**(٩١) جان آهي صلاحيت اِن کي تہ صالح جسد سڄو پر ڄاڻو تہ آهي اهو ٽڪرو قلب ماڻهو جو**

نثر : جيڪر اهو ٽڪرو نيڪ ، تندرست، ۽ نيڪي ڏانهن

مائل آهي تہ انسان جو سارو جثو صالح ۽ تندرست ٿي ويندو ۽ توهان کي ڄاڻ هجڻ کپي تہ اِهو ٽڪرو ماڻهو جي قلب (دل) آهي .

سمجھاڻي : جيڪر گوشت جي هن ٽڪري ۾ تندرستي آهي تہ سڄو وجود تندرست رهندو پر جيڪر دل خدا رسول جي نافرماني ۽ گناهن جي مرض سببان بيمار آهي تہ انسان جو سمورو وجود بيمار ۽ ڪمزور رهندو ۽ روحاني لحاظ سان جيڪر هن ٽڪري ۾ نيڪي جي صلاحيت آهي تہ پوءِ انسان جو سمورو جسم نيڪين خوبين ۽ چڱاين سان ڀرپور رهندو نہ تہ بڇڙاين ۽ گناهن جي ڪارنهن سان ميرو ۽ سياه ٿي ويندو ۽ توهان کي ڄاڻ گهرجي تہ انساني وجود ۾ گوشت جو اهو ٽڪرو انسان جو دل آهي جنهن کي پروردگار پنهنجو ٽڪاڻو ۽ منزل گاه بہ چيو آهي گويا هن لحاظ سان انسان جو دل عرش الهي آهي .

## (٩٢) پوءِ جيڪو ڪم سيو نيڪي ۽ بدي سندو قلب اتي ماڻهو جي اڇي موقوف ٿيو

نثر : پوءِ نيڪي ۽ بدي جي هر ڪم جو دارو مدار ماڻهو جي دل (قلب) تي اڇي بيٺو مطلب تہ نيڪي ۽ بدي جو سارو دارومدار ماڻهو جي دل تي آهي .

سمجھاڻي : انسان جي نيڪ ۽ بد ڪمن جو دارومدار رڳو سندس دل تي آهي جيڪر انسان جو دل زنده ۽ نيڪي ڏانهن

مائل آهي ۽ بدي جي خيالات نفس جي خواهشات ۽ شيطاني
وهم ۽ وسواس کان آجو خالي ۽ پاڪ آهي ۽ هر وقت انسان جي
دل جي هر ڌڙڪن مان الله الله جو آواز اچي ٿو ته سمجهڻ گهرجي
جو اهو مرد مومن ۽ الله جو نيڪ ٻانهو (عبدالله) آهي سندس دل
زنده ۽ ذاڪر آهي ۽ جيڪر دل ۾ هر وقت شيطاني خيالات،
وهم، شڪ ۽ وسوسا پيدا ٿين ٿا، الله تعالي ۽ رسول الله صلي
الله عليه وسلم جي ذڪر فڪر، اطاعت ۽ بندگي ۾ دل کي ڪو
مزو نه ٿو اچي، نيڪن جي صحبت ۽ اوليا الله جي سنگت مان
بيزاررهي ٿو ته سمجهڻ گهرجي جو اهو دل مرده آهي هن جو علاج
ڪنهن روحاني حڪيم وليءِ ڪامل کان ڪرائڻ ضروري آهي نه ته
اهڙي ماڻهو جي خاتمه باالخير نه ٿيڻ جو خطرو آهي (الله تعالي
اسانکي اهڙي حال کان پنهجي پناه ۾ رکي آمين)

(٩٣) پوءِ ڄاڻ ته ڪمال سيوئي ننڍو خواه وڏو
ٻانهو ٻڌل ٿيو ان ۾ لطيفن سندو

نثر : پوءِ توکي ڄاڻڻ گهرجي ته سمورا روحاني ڪمالات ننڍا
هجن توڙي وڏا ڪين حاصل ڪرڻ جي لاءِ ٻانهو (طالب) انهن
ڇهن لطيفن جو پابند آهي.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان فرمائن ٿا ته تو کي يقين رکڻ
گهرجي جو تمام ننڍا ۽ وڏا روحاني ڪمالات لطيفن کي جيارڻ ۽
اجارڻ سان وابسته آهن ۽ اهي ڪمالات دل جي زنده ڪرڻ سان

ئي تعلق رکن ٿا ڇو تہ دل (قلب) انهن ڇهن لطيفن واري دائري جو مرڪز آهي ۽ انهي ڪمالات حاصل ڪرڻ لاء طالب سلوڪ جو دل جي لطيفي سوڌو سيني لطيفن اڳيان مجبورۡ پابند آهي ۽ ٻانهو جيستائين انهن لطيفن کي خاص طور تي لطيفۂ قلب کي نہ جياريندو اوستائين روحاني ڪمال کي نہ رسندو ايتري قدر جو تمام ڇهيئي روحاني لطيفا (لطائف ستہ ) بہ دل جي زندگي سان واسطو رکن ٿا جيستائين دل جو لطيفو جاري نہ ٿيندو ٻيا لطيفا بہ ڪم نہ ڪري سگهندا .

هن بيت ۾ حضرت مالڪان رح تصوف ۽ سلوڪ جي هڪ وڏي اهم مسئلي کي بيان فرمايو آهي بزرگن جي تمام روحاني سلسلن جي مشائخ جو هن ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ انساني جسم اندر موجود ڇهن لطيفن (١. لطيفۂ نفسي ٢. لطيفۂ قلبي ٣.لطيفۂ سري ٤. لطيفۂ روحي ٥. لطيفۂ خفي ٦. لطيفۂ اخفيٰ ) مان اصل ۽ مونڍي لطيفو لطيفۂ قلبي (دل ) آهي باقي تمام لطيفا هن جون شاخون ۽ تابع آهن تنهنڪري مشائخ ۽ صوفيا طالب سلوڪ جي کي زياده محنت دل جي صفائي ۽ ذڪر قلبي ۾ ئي ڪرائيندا آهن . سنڌ جو نالي وارو بزرگ ۽ تصوف جي گهڻن ڪتابن جو مصنف حضرت مولانا فقير الله علوي نقشبندي مجددي رح شڪار پوري پنهجي جڳ مشهور ڪتاب ”مڪتوبات علوي“ ۾ لکي ٿو تہ

” ۽ دل جيڪي حقيقت جامعۂ انساني جو مظهر آهي چئن لطيفن (۱_ روحي ۲_ سري ۳_ خفي ٤_ اخفيٰ ) کي محيط (گهيريندڙ) آهي توڙي جو حقيقت ۾ محاط (گهيريل) آهي چو تہ اهي چارئي لطيفا هن کي چوڌاري گهيريون بيٺا آهن جڏهن تہ قلب انساني انهن چئني لطيفن جو مهد (پينگهو) آهي . پر ان هوندي بہ انهن چئن جا مرتبہ قلب کان بلند ۽ افضل آهن ليڪن قرب حق جي نسبت جي لحاظ سان قلب جو مرتبو وري انهن سمورن لطيفن کان مٿانهون آهي .“ (بحوالہ مڪتوبات مولانا فقير الله علوي شڪارپوري)

## (٩٤) تڏهين گهرجي طالب کي تہ سعيو سڀ پانهجو ڪري خرچ اُن تي تہ ڪمال حق سندو

نثر : تنهن ڪري طالب کي گهرجي تہ پنهنجون تمام ڪوششون اُن (دل ) تي خرچ ڪري تہ جئين حق پاران ملندڙ روحاني ڪمال ۽ ترقي کي وڃي رسي .

سمجهاڻي : جڏهن هي ڳالهہ ثابت ٿي وئي تہ دل کي جيارڻ کانسواء طالب منزل تي نہ پنهچي سگهي ٿو تہ پوءِ ڪيس گهرجي جو پنهنجون تمام ڪوششون ۽ محنتون دل کي جيارڻ تي خرچ ڪري جڏهن هو اهاوات وننڊو تہ ڪمالاتِ حق بہ هن سان ياري ڪندا ۽ ذات باري تعالي جي لطف ۽ ڪرم سان هو وڃي بارگاهِ الهي ۾ مقبول ٿيندو.

## (٩٥) ڪن عطا ان ڪي ۽ پڻ تئي سڀورو
## پر موقوف اهو مرتبو متي شغل ذڪر هو

نثر : (دل کي جيارڻ جي سعي ۽ ڪوشش جي نتيجي ۾عين ممڪن آهي ته) هن کي حق طرفان ڪمال عطا فرمايو وڃي ۽ هو ان روحاني ڪمال ۽ ترقي جي ملڻ تي سڀورو ۽ ڪامياب ٿيو پوي پر روحاني ڪمال جو اهو مرتبوماڻڻ رڳو ذڪر جي شغل اختيار ڪرڻ تي ٻڌل ۽ رکيل آهي .

سمجهاڻي : سلوڪ جي طالبن کي گهرجي ته دل جي لطيفي کي جيارڻ لاء اهو فريضو ادا ڪن ته جئين هو سڀورا ۽ بابرڪت ٿي پون پر اهو مرتبو حاصل ڪرڻ به شغل ذڪر جي محنت تي موقوف آهي جيڪو طالب ذڪر واري مشغولي کان خالي وانجهو ۽ غافل هوندو ته اهو ڪڏهن به سڀورو ٿي ڪري پنهنجي منزل تي نه رسي سگهندو.

## (٩٦) مشائخن واٽ حق جي اختيار جن ڪيو
## جئين پاڻ مشائخن ائين شغل ڪيو

نثر : حق جي ڳولا ڪندڙ مشائخن مان اها واٽ (ذڪر واري واٽ) جن اختيار ڪئي ته انهن به اهڙي ريت برابر ذڪر جو شغل جاري رکيو.(جنهن ريت خود سندن مشائخ ڪيو هو)

سمجهاڻي : لطيفهء قلبي کي جاري ڪرڻ لاء ذڪر قلبي جو

شغل جن مشائخن، سالڪن ۽ طالبن اختيار ڪيو ۽ هن شغل ۾ پڇهجي مشائخن جي وات تي هليا تہ اُهي هن شغل ذڪر کي ڪڏهن بہ ترڪ نہ ڪندا چو تہ خود سندن مشائخن پاڻ بہ اها شغل ذڪر واري وات اختيار ڪئي تڏهن وجي ڪمال کي رسيا ۽ وصالِ حق جا حقدار بڻيا .

## (٩٧) ۽ ٻين طالبن کي پڻ تنين تي ڏسيو شغل ٻيو "يا الله" "يا هو" اهو شغل طريقي قادري جو

نثر : ۽ مشائخن ٻين طالبن کي بہ ذڪر جو اهو شغل پي ڏسيو ۽ ٻڌايو آهي (هاڻ توهانکي ٻڌائجي ٿو تہ) ٻيون شغل قادري طريقي جو "يا الله" "ياهو" جو ذڪر ڪرڻ آهي .

سمجهاڻي : جن مشائخن کي شغل ذڪر مان روحاني ڪمالات بلند درجا ۽ اُچا مقامات حاصل ٿيا ۽ فائدا رسيا انهن ٻين طالبن کي بہ اها وات ٻڌائي . هن بيت جي ٻئين مصرع ۾ حضرت مالڪان رح طالب سلوڪ جي کي خطاب ڪندي فرمائن ٿا تہ اي طالب! توکي ڄاڻڻ گهرجي تہ سلوڪ جي ابتدائي منزل ۾ لا الہ الا الله جي پهرين شغل ذڪر اسم ذات کان پوء ٻيون شغل آهي "يا الله يا هو" جو ذڪر ڪرڻ جيڪو ذڪر قادري طريقي ۾ تمام ضروري آهي .

(۹۸) ۾ طرح تنهن جي هن پر مرشد امر ڪيو
ته پڇاڙان پنجن وقتن نماز جي هن پر سو ڪيو

نثر : هن ذڪر جي پڙهڻ جو طريقو اسان کي مرشد سائين حضرت سيد حسن شاه جيلاني رح (سوئي شريف واري) هن ريت ٻڌايو ته پنجوقته نماز جي پڇاڙي تي هر طالب کي ذڪر جو شغل ائين ڪرڻ کپي جئين ايندڙ بيت ۾ بيان ڪيو ويو آهي .

سمجهاڻي : هن ذڪر جو طريقو اسانجي مرشد حضرت جيلاني بادشاهه (سوئي شريف واري) هن ريت ٻڌايو ته هر نماز کانپوءِ طالبن کي هيٺين ريت شغل ذڪر ڪرڻ گهرجي.

(۹۹) ته اسم الله جو هوري هوري زبان سان چوندو
قلب ۾ سر کنان ؒچڪي ڪلهي جيڏي رساڻبو

نثر : ته اسم " الله" کي آهستي آهستي زبان سان چوندو رهي ۽ لفظ "الله " کي مقامِ قلب (دل ) ۾ مقام سري کان ڇڪي ساڄي ڪلهي (مونڍي ) تائين پنهچايو وڃي .

سمجهاڻي : طالب کي گهرجي ته هر نماز کان پوءِ اسم ذات "الله" جي ذڪر جو شغل هن ريت ڪندو رهي جو پنهنجي زبان مان آهستي آهستي خيال ذريعي لفظ "الله" کي پهرين مقام قلب (دل) مان گذاري پوءِ سري (لطيفهءِ سري) کان ڇڪي وڃي ساڄي ڪلهي (مونڍي )تائين پنهچائي .

(۱۰۰) ۽ حرف اتي "ھُ" جي نئين تمام ڪبو
پوءِ اسم" ياھو" جو ڪلھي ڪنان شروع ڪري ڦيري قلب تي ھڻبو

نثر: ۽ اسم "اللهُ" کي سندس پڇاڙي واري حرف "ھُ" تائين نيئي وڃي پورو ڪبو پوءِ اسم "يا ھو" کي ڪلھي (مونڊي) کان شروع ڪري موٽائي ڦيري وڃي قلب (دل) تي ھڻبو(ضرب ڪبو).

سمجھاڻي: طالب سلوڪ جو جنھن مھل ذڪر شغل "يا اللهُ" کي لطيفهءِ دل ۽ لطيفهءِ سري مان ڇڪي ٻاھر ڪيندو تہ ھن اسم ذات کي آھستي ۽ ھوري ادا ڪندي لفظ "اللهُ" جي آخري اکر "ھُ" تي وڃي پورو ڪندو ۽ پوءِ لاڳيتو اسم "يا ھو" کي ساڄي ڪلھي (مونڊي) کان شروع ڪندو ۽ مونڊي کان ڇڪي ڦيري اچي قلب تي ھڻندو. اھڙي دستور سان شغل ٻئين ذڪر "يااللهُ يا ھو" جون مقرر ٿيل تسبيحون پوريون ڪندو تہ انشاءَ الله تعالیٰ طالب جا لطيفہ قلب ۽ لطيفهءِ سر جاري ٿي پوندا ۽ ڪيس ستئين جاڳندئين، گھمندئين ڦرندئين ۽ اٿئين ويٺئين ھر وقت لطيفہ قلب ۽ لطيفهءِ سر مان " يااللهُ يا ھو" جي آواز ٻڌڻ ۾ پيو ايندي.

(۱۰۱) ۽ ھميشگي ان شغل تي تانسين پيو ڪندو
جانسين ذڪر سڄي جثي ۾ پڌرو وڃي ٿيندو

نثر: (۽ "يا اللهُ" "يا ھو" جيَ) ھن شغل تي اوتري تائين ھميشگي پيو ڪندو جيتري تائين اھو ذڪر تمام جثي ۾ پڌرو نہ

وجي ٿئي (ظهورو نہ ڪري) .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ طالب شغل ۾ پئين (ذڪر اسم "يا اللهُ يا هو") جي اوتري تائين هميشگي ڪندو رهندو جيتري تائين جو اِهو ذڪر هن جي تمام وجود کان ٻڌڻ ۾ نہ اچي . مطلب تہ جيتري تائين طالب جي وار وار کان ۽ جسم جي هرهر حصي مان "يااللهُ يا هو" جي آواز نہ نڪري ۽ ڪيس هن ذڪر جون تنوارون ٻڌڻ ۾ نہ اچن تيستائين طالب کي اهو شغل جاري رکڻ لازمي آهي.

(١٠٢) ۽ جڏهين جاري ٿيو ذڪر سو وجي ٿيو پڌرو
۽ پڻ چرڻ قلب جو چرڻ ۾ آيو

نثر : جڏهن قلب (دل ) ۾ اهو ذڪر جاري ٿيو تہ هن جا آثار ساري جثي ۾ پڌرا ٿيندا ۽ انهي سان گڏ قلب بہ حرڪت ڪرڻ ۽ چرڻ ۾ اچي ويندي ۽

سمجهاڻي : جڏهن طالب جي رڳ رڳ ۽ جسم جي وار وار مان "يا اللهُ يا هو" جو ذڪر جاري ٿي پيو تہ طالب جو اهو ڪمال پڌرو ۽ ظاهر ٿي پوندو جنهن کي نہ رڳو هو پاڻ مشاهدو ڪندو بلڪہ ٻيا بہ ڏسي سگهندا ۽ سندس دل ذڪر ڪرڻ جي جوش ۽ غلبي سان چرندي ۽ ڏڙڪندي رهندي جنهن جي هر حرڪت ۽ چرپر مان ذڪر "يا اللهُ يا هو" جي آواز پيدا ٿيندي جنهن کي

طالب پاڻ تہ پڌندو پر ٻيا عارف سالڪ ۽ طالب بہ ٻڌي سگھندا .

(۱۰۳) جا نسين سو غلبو نہ ڪري تانسين نہ ڇڏيندو
جڏهين مددگاري سان پير جي اپڻيو دروازو

نثر : جيستائين لطيفہ سري (ڳجهہ ۽ راز ڪي پروڙڻ وارو لطيفو) ذڪر ۽ شغل "يا اللهُ يا هو" جي ذريعي طالب جي وجود تي غلبو نہ ڪري تيستائين طالب ڪي اهو ذڪر ۽ شغل ڇڏڻ نہ گهرجي ۽ جڏهن پير ومرشد جي روحاني مدد سان سر (راز) جو دروازو کليو تہ طالب تي سمورا بند دروازا کلي پوندا ۽ پوء ...

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا طالب کي گهرجي تہ جيستائين "يا اللهُ يا هو" جوشغل ۽ ذڪر سندس وجود ۽ جسم تي روح ۽ قلب تي لطيفہ سري جي جاري ٿيڻ ذريعي پورو غلبو ۽ تسلط حاصل نہ ڪري اوتري تائين هن شغل کي ترڪ نہ ڪري ڇو تہ اهو ذڪر ۽ شغل ڪندي ڪندي آخر مرشد ڪامل جي نظر ڪرم ۽ سندس دعا ۽ مدد سان سلوڪ جي منزل جو دروازو کلي پوندو ۽ وصال الهي ۽ قرب رباني جي منزل مقصود سامهون اچي بيهندي ۽ هوءَ جذبي ۽ ذوق منجهان چئي سگهندو تہ

اي جذبہءِ دل گر مين چاهون هر چيز مقابل آجائي
منزل ڪي لئي دو گام چلون اور سامني منزل آجائي
(ماهرالقادري رح)

(١٠٤) ۽ ذڪر جاري قلب ۾ اهڙي پر ٿيو
جي ذڪر ڪري يا نہ ڪري تہ بہ جاري سو هوندو

نثر : (دل جا بند دروازا کلڻ سان) طالب جي قلب (دل) ۾ ذڪر اهڙي ريت جاري ٿي پوندو جو هو ذڪر ڪري يا نہ ڪري سندس قلب ۾ هر وقت ذڪر جاري رهندو.

سمجهاڻي : مٿئين طريقي موجب شغل ذڪر اسم ذات جي برڪت سان طالب جا لطيفہ قلبي ۽ سري اهڙي طرح جاري ٿي پوندا جو سندس دل هر وقت ذڪر ۾ مشغول رهندي هو زبان سان ذڪر ڪري يا نہ ڪري سندس قلب هميشہ جاري رهندي ۽ "ياالله ياهو" جي آواز ڪيس ٻڌڻ ۾ پئي ايندي .

(١٠٥) پوءِ ذڪر "پاس انفاس" جو شروع سوڪندو
وٺي رضا پير جي تنهن کي سو سانديندو

نثر : (طالب سلوڪ جو) هن ڪانپوءِ پاس انفاس جو ذڪر شروع ڪندو ۽ پنهنجي پير مرشد جي رضامندي ۽ اجازت وٺي ڪري هن ذڪر کي پنهنجي دل ۾ سانديندو (سندس حفاظت ڪندو).

سمجهاڻي : جڏهن قلب ۽ سر جا لطيفا جاري ٿي پوندا ۽ شغل ٻيون يعني ذڪر "يا اللهُ يا هو" جو پوري طرح سان طالب جي قابو ۾ اچي ويندو تڏهن هو "پاس انفاس" جو شغل (ذڪر) شروع ڪندو پر شرط هي آهي تہ "پاس انفاس" جو شغل پنهنجي مرشد

جي نگراني هيٺ سندس رضا مندي ۽ اجازت سان شروع ڪرڻ گهرجي نہ تہ طالب تي هن ذڪر جا ابتڙ ۽ مخالف اثرات بہ ظاهر ٿي سگهن ٿا ذڪر جي هن شغل کي پنهنجي دل اندر سانڍڻ ۽ محفوظ رکڻ طالب تي لازمي آهي .

## (١٠٦) پر رضا پير جي سيني شغلن ۾ وٺڻ واجب هو بلڪ فرض آهي پير ڪنان وٺڻ اجازو

نثر :( پر هي ڳا لهہ بہ ياد رکڻ جوڳي آهي تہ) پيرومرشد جي رضا ۽ اجازت رڳو ذڪر پاس انفاس ۾ نہ بلڪ سڀن شغلن ۽ ذڪرن ۾ سندس رضا مندي حاصل ڪرڻ واجب ۽ ضروري آهي مشائخ جي مذهب ۾ تہ پيرڪان اجازت وٺڻ واجب نہ بلڪ فرض آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ پير ومرشد جي رضا مندي ۽ اجازت نہ رڳو پاس انفاس واري ذڪر ۽ شغل ۾ بلڪ سڀن شغلن ۽ ذڪرن ۾ وٺڻ لازمي ۽ واجب آهي ايتري قدر جوطريقت جي شرع ۽ سلوڪ جي فقہ ۾ تہ هر شغل، فڪر ذڪر لاء مرشد کان اجازت حاصل ڪرڻ فرض آهي نہ تہ بي پير طالب وانگر پير کان اجازت نہ وٺندڙ سالڪ بہ منزل تي ڪڏهن نہ رسندو.

## (١٠٧) شغل " الله هو " جو آهي اهو سو شغل ٿيون " پاس انفاس علي الدوام " چون اِن نالو

نثر : هن شغل کي ( جنهن جو ذڪر مٿي گذريو آهي ) "الله هو"

جو شغل چيو ويندو آهي ۽ هن ڪانپوءِ ٽيون شغل آهي جنهن جو نالو ”پاس انفاس علي الدوام“ آهي.

سمجهاڻي : جيئن ”الله هو“ جي ذڪر ڪي شغل پيون ڪو نيو ويو اهڙي ريت ٽئين شغل کي ”ذڪر پاس انفاس“ چيو ويندو آهي ۽ اهو پاس انفاس واروشغل هر لحظي هر گهڙي ۽ هر پل ۾ جاري رکڻو آهي هن جو نالو پاس انفاس رکڻ جو مطلب هي آهي ته پساهن جي اندران ٻاهر نڪرڻ ۽ ٻاهران اندر وڃڻ مهل هر هر ساهه پساه ۾ ذڪر جو خيال ڪرڻ ۽ لحاظ رکڻ ضروري ۽ لازمي آهي يعني ڪو ساه ذڪر بنان اندر نه وڃي ۽ ذڪر بنا ٻاهر نه اچي. علي الدوام جي معني آهي هميشگي سان يا هميشه هميش مطلب ته طالب کي پنهجي هر ساه ۽ پساه ۾ هر وقت ۽ هرآن ڌيان ڏيڻ گهرجي .

## (١٠٨) ترتيب تنهجي اهڙي هنئين ساڻ هٿو جئين حواس ظاهري ۽ باطني پهريون بند ڪندو

نثر : هن ذڪر يا شغل ( پاس انفاس علىٰ الدوام ) جي اها ترتيب پنهنجي هانءُ (سيني ۽ دل) اندر محفوظ ڪيو، ساندييو ۽ سڀ ڪان پهريان پنهنجا ظاهري ۽ باطني حواس بند ڪندؤ.

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا ته ذڪر ۽ شغل ”پاس انفاس“ جو هي طريقو پنهنجي هانءُ (دل) ۾ سانديي محفوظ ڪيو مطلب ته اهو نڪتو غفلت ۽ بي پرواهي ڪري وسارجو نه

ھن شغل جو طريقو ھي آھي تہ سڀ ڪان پھريان پنھنجي ظاھري حواس (اک، ڪن، نڪ ۽ زبان)وغيره کي اھڙي ريت بند ڪيو تہ (جئين دنيا جي ڪا شي طالب کي نہ ڏسڻ ۾ اچي نہ ٻڌڻ ۾ نہ چکڻ ۾ نہ کائڻ پيئڻ ۾ ۽ نہ ڇھڻ، ونڻ ۽ پڪڙڻ ۾ اچي) باالڪل ساڳي ريت اندرين يعني باطني حواسن (دل، دماغ ، سر (ڳجھہ) ، روح ۽ نفس) ۾ بہ اھو عمل ڪرڻو پوندو.

(١٠٩) ۽ تي متوجہ دل ڏانھن مراقبي ۾ وھندو
۽ صورت مبارڪ مرشد جي دل ۾ نقش ڪندو

نثر : پوءِ دل ڏانھن پوري توجہ ڪري مراقبي ۾ وھندو ۽ پنھنجي مرشد جي صورت ۽ شبيھہ مبارڪ کي دل ۾ آڻي ڪيس دل تي نقش ڪندو.

سمجھاڻي : پنھجا ظاھري ۽ باطني حواس بند ڪرڻ ڪانپوءِ طالب کي گھرجي تہ پنھجي قلب (دل) ڏانھن پوري توجہ ڪري ۽ ڪنڌ ھيٺ ڪري مراقبي ۾ ھليو وڃي پوءِ پنھنجي دل اندر پنھنجي مرشد جي صورت مبارڪ ۽ شبيھہ پاڪ جو نقشو ليکي سندس تصوير دل تي چٽي سندن تصور ۾ محو ۽ مشغول ٿي وڃي.

(١١٠) جئين پھري پيراھن کي تئين محو ٿيندو
نہ ھوندڙ ڇاڻي پاڻ کي ، موجود پير ڪندو

نثر : جئين ئي پيراھن ۾ منھن پائي مراقبي ۾ وھندو تئين ئي

اُتي محو ۽ گم ٿي ويندو پوءِ پاڻ کي نه هوندڙ ڄاڻي پنهنجي وجود کي ختم ڪري ۽ پنهنجي وجود جي جاءِ تي پنهنجي پير کي موجود ڪندو .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان فرمائن ٿا طالب هن شغل ۾ پنهنجي پيراهن، چولي، ڪڙتي اندر منهن لڪائي انهي شغل (تصور پير ) ۾ غرق ٿي وڃي ايتري قدر جو مريد ۽ طالب جو پنهنجو وجود ئي باقي نه رهي بلڪ سندس وجود پير جو وجود بڻجي وڃي مطلب ته هن شغل ذريعي طالب "فنا في المرشد" ٿي وڃي ۽ هن ذڪر مهل پنهنجي پاڻ کي ائين ڄاڻي ته ڄڻ هو آهي ئي ڪو نه .

## (١١١) چوندو سو خيال سين زبان نه چوريندو جئين مطرقي کي سندان تي تئين ضرب ڪندو

نثر : ۽ طالب اهو ذڪر زبان بدران خيال ئي خيال ۾ چوندو رهندو زبان باالڪل نه چوريندو پوءِ خيال ۾ ئي هن ذڪر جي ضرب دل تي ائين هڻدو جيئن لوهر سنداڻ تي وڏاڻ، هٿوڙو (مطرقو) هڻدو ۽ ڌڪ ماريندو آهي.

سمجهاڻي : هن ذڪر ۽ شغل ۾ طالب کي زبان نه چورڻي آهي بلڪ رڳو خيال جي طاقت سان اهو اسم پڙهندو رهندو ۽ انهي ذڪر جي ضرب پنهنجي دل تي اهڙي ريت زور سان هڻدو جئين لوهر گرم لوهه تي پنهنجو هٿوڙو سنداڻ تي هڻندو آهي .

(۱۱۲) ۽ اسم "هو" موٽي مغز ڪنان ڦوٽي نڪ ڪان ڪڍيندو
۽ وات ۽ حواس سي مڙئي بند ڪندو

نثر : طالب (ذاڪر) اسم " هو " کي مغز کان موٽائي وري اچي نڪ جي ڦوٽي کان ڪڍندو. پر هن عمل جي دوران پنهنجو وات ۽ سڀ حواس (اک، نڪ، ڪن ۽ زبان) بنه بند رکندو.

سمجهاڻي : ذڪر "يا هو" جو هي شغل ڪندي اسم " هو " کي مغز مان واپس ڪري وري ساڄيو نڪ (بيني) جي ڦوٽي (سوراخ) مان اچي ڪڍندو، پر هن وقت پنهنجي وات (منهن) کي ۽ مڙني حواسن کي بند رکندو سندس وات يا ڪنهن به حاسي (حواس جو واحد) مان ساهه يا ٻاڦ ٻاهر ڪڍڻ سان شغل ٽٽي پوندو ۽ طالب کي ذڪر جو گهربل فائدو نه رسندو تنهن ڪري پنهجو ساهه جهٽي پنهجا سمورا حواس (نڪ، ڪن، زبان وغيره) بند رکي هن شغل ۾ مشغول ٿئي ته جيئن پورو فائدو وٺي سگهي.

(۱۱۳) ان طرح سومهڻي نماز پڇاڙان هزار ڀيرو پڙهندو
وٺي تسبيح هٿ ۾ ليکو پڇائيندو

نثر : اهڙي ريت عشاءَ جي نماز کان پوءِ اهو ذڪر هڪ هزار ڀيرو پڙهندو ۽ هٿ ۾ تسبيح کڻي ليکو پورو ڪندو.

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا ته اهو ذڪر عشاءَ جي نماز کان پوءِ هڪ هزار ڀيرو پڙهندو ۽ ذڪر جي شمار ڪرڻ

لاءِ هٿ ۾ تسبيح رکڻ ضروري آهي ته جئين پلجي ڪري هن ذڪر
مبارڪ ڪي وڌ يا گهٽ نه پڙهي وڃي گويا تعداد ۽ انگ جو
شمارصحيح رکڻو پوندو.

## (١١٤) ۽ پڇاڙان نماز فجر جي ٻه سو ڀيرو پڙهندو پر تسبيح وٺندوڪا نڪا دل سين ياد ڪندو

نثر : ۽ فجر جي نماز کان پوءِ اهو ذڪر (اسم "هو" جو ذڪر) بنان
تسبيح تي شمار ڪرڻ جي دل ئي دل ۾ ٻه سو (٢٠٠) ڀيرا پڙهندو.

سمجهاڻي : نماز فجر کانپوءِ اهو ذڪر رڳو ٻه سو ڀيرا (ٻه
تسبيحون) پڙهندو ، فجرجي نماز کانپوءِ وارو ذڪر بنان تسبيح
جي پڙهڻ گهرجي ڇو ته اهو ذڪر ٿورڙو آهي ٻه سو جو انگ دل
۾ ياد رکندو ويندو ته ٻه نه پلندو. هت هي ڳالهه ياد رکڻ جهڙي
آهي ته حضرت مالڪانؒ نندي کان نندي ڳالهه ۾ ٻه سنت رسول
صلي الله عليه وسلم ۽ صحابه ڪرام يا مشائخ عظام جي عمل
کي سامهون رکندا هئا. تسبيح تي پڙهڻ جو جواز رسول ڪريم
صلي الله عليه وسلم يا صحابه رضوان الله تعالیٰ عليهم کان
ثابت ناهي البت حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم کان ساڄي
هٿ جي آڱرين تي تسبيح پڙهڻ ثابت آهي. اهڙي ريت شيخ
الشيوخ حضرت شيخ شهاب الدين سهرورديؒ ۽ سندن خلفاءِ
ڪرام حضرت غوث العالم بهاءالدين زڪرياؒ ملتاني ۽

مخدوم جهانيان جهان گشت بخاري اُچوي رح جهڙن بزرگن نفل نماز يا وظيفي طورعمل ڪرڻ واري ڪنهن بہ نماز ۾ آڱرين تي تسبيح شمار ڪرڻ کان بہ منع فرمايو آهي.

**(١١٥) پر خيال پنهجو پڙ وچ ۾ نہ آڻيندو**
**سو گهو دل پانهجي شغل خيال ڪندو**

نثر : پر ذڪر جي وچ ۾ پنهنجو (پنهنجي وجود جو) خيال بہ هرگز نہ آڻيندو ۽ پنهنجي دل کي ذڪر جي هن شغل ۾ سوگهو رکي رڳو هن شغل جو خيال ڪندو .

سمجهاڻي :طالب جڏهن هن شغل ۾ مشغول ٿئي ۽ ذڪر شروع ڪري تہ پاڻ کي يعني پنهنجي وجود جي خيال کي ذڪر جي وچ ۾ اصل نہ آڻي ۽ ائين سمجهي ڪري وهي تہ چڻ هو آهي ئي ڪونہ ۽ پنهنجي دل کي رڳو هن شغل ذڪر ۾ سوگهو رکي ۽ ائين پيو خيال ڪري تہ سندس دل هن شغل جي ڪڙي ۾ قابو ٿي وئي آهي ۽ هي ذڪر کيس وڪوڙي ويو آهي .

**(١١٦) تہ ذڪر جاري ڪنهن پر هرگز ٿئي**
**گهرجي طالب کي تہ وچ ان شغل جي**

نثر : ( پنهنجي دل کي ذڪر جي خيال ۾ مضبوط ۽ سوگهو رکي). تہ جئين ڪنهن طرح سان ذڪر جاري ٿيو پوي پر طالب کي گهرجي تہ هن شغل جي دوران ( پنهجي وجود کي مٿائي ڇڏي ).

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ ايترو ڪشالو طالب کي ان لاءِ ڪرڻو پوي ٿو تہ ڪنهن طرح سان هن جي قلب منجهہ ذڪر جاري ٿيو پوي تنهن ڪري طالب کي لازمي آهي تہ ان شغل جي دوران ۾ پاڻ کي فنا واري مقام تي سمجهي .

(١١٧) باالڪل پاڻ ۽ خيال پنهنجو وچ ۾ نہ آڻي
پاڻ ۽ خيال پنهنجوذڪر فڪر ۾ محو ڪري

نثر : طالب پاڻ کي ۽ پنهجي وجود جي خيال کي ان شغل دوران وچ ۾ نہ آڻي بلڪ پاڻ کي ۽ پنهنجي هستي جي خيال کي هن ذڪر ۽ فڪر جي سوچ وچار ۽ خيال ۾ محو ۽ گم ڪري ڇڏي .

سمجهاڻي : سالڪ ۽ طالب پنهنجي پاڻ کي ۽ پنهنجي وجود جي خيال کي ذڪر "هو" واري شغل جي وچ ۾ هر گز نہ آڻي پنهنجي وجود کي ۽ پنهنجي هجڻ جي خيال کي ذڪر ۽ فڪر جي هن شغل ۾ باالڪل فنا ، محو ۽ غرق ڪري ڇڏي تہ جيئن سندس وجود جي نفي ۽ ذات حق جو اثبات ٿيو پوي.

(١١٨) سعيو ۽ ڪوشش هن شغل ۾ اِن حد آڻي
جيئن ڏهي منجهان جٺي جي لسي ولوڙجي

نثر : ان شغل ۾ (يعني خيال ذريعي اسم "هو" جي ذڪر واري شغل ۾) ايتري قدر ڪوشش ۽ سعيو ڪري جو معلوم ٿئي تہ طالب پنهنجي جٺي جي ڏهيءَ مان لسي ولوڙي ٿو.

سمجهاڻي : هن شغل (ذڪر) ۾ طالب ايتري قدر ڪوشش ونني ۽ سعيو ڪري جو معلوم ٿئي ته هو سندي وجود جي ڏهيءَ ڪي ولوڙي ولوڙي منجهانس مهي (لسي) ڪدي مکڻ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي مطلب ته جهڙي ريت پاڳوند عورتون ڏهي کي ماٽي ۾ ولوڙي ولوڙي لسي ۽ مکڻ حاصل ڪنديون آهن سالڪ به اهڙي ريت پنهنجي وجود جي ماٽي ۽ چاٽي ۾ ذڪر جي منڌاڻي وجهي وجود جي ڏهي کي خوب ولوڙي منجهانس وصال ذات ۽ تجليات حق جي لسي ۽ مکڻ حاصل ڪري ٿو .

(۱۱۹) مکڻ جئين ذڪر سين ظهورو لهي
ان مڪان ۾ فقير ڪبير اهڙو بيت چوي

نثر : ته جئين ذڪر "هو" جي شغل سان طالب جي وجود واري ماٽيءَ مان وصال حق جو مکڻ نکري (ظهور ڪري) ان بابت فقير ڪبير (ڀڳت ڪبير ) به هڪ اهڙو بيت چيو آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا ته طالب کي ذڪر

اسم "هو" جي محنت سان وصال حق جو مکڻ (متاعِ ديدارِ الهي) حاصل ٿي سگهي ٿو ان باري ۾ هندي زبان جي مها ڪوي ڀڳت ڪبير جيڪو بيت چيو آهي اهو اسين هت ڏيون ٿا ته جئين اهلِ ذوق کي معلوم ٿئي جو پنهجي مالڪ جي ڳولا ۽ تلاش ۾ هر قوم ۽ مذهب جا پاڪ روح انسان ڪيڏا نه ڪشالا ڪندا رهن ٿا .

من مهي تن ماٽي هر بلوڙڻ هار
مکڻ ڪبيرا کاليا ڇاڇ پيئتي سنسار

نثر : اسان جو من (اندر ، دل ، روح) ڏهي يا ڏڌ جي مثال آهي ۽ اسانجو تن يا جسم ماٽيءَ (ڏڌ ولوڙڻ جي ٿانو) وانگر آهي ۽ اسين پنهجي وجود جي ماٽي ۾ ڏڌ ولوڙيندڙ آهيون . اي ڪبيرا (طالب ) تن ۽ جسم جي مٽي (ماٽيءَ) ۾ روح جي ڏڌ کي ولوڙي ولوڙي مکڻ تہ اسين پاڻ کائي ڇڏيو آهي باقي هن جي لسي يا ڇاڇ (يعني دنيا جي مال متاع ) سڄو جهان پيو واپرائي .

سمجهاڻي : ڪبير پنٿي مسلڪ جو باني ڀڳتي تحريڪ جو مشهور صوفي شاعر ۽ اڳواڻ ڀڳت ڪبير چوي ٿو تہ طالب جو دل (من) ڏهي ۽ ڏڌ جي مثال آهي ، ۽ طالب جو وجود مٽيءَ (ماٽيءَ ، ٿانو) وانگر آهي جنهن ۾ ڏڌ ولوڙبو آهي جيڪر اها ڏهي ۽ مٽيءَ ڪنهن ڄاڻو ولوڙيندڙ (مرشد) وٽ پنهچي وئي تہ هوءَ انهي طالب کي اها تربيت ڏيندو تہ وجود جي ٿانو ۾ رکيل ڏهي يا مهي کي ولوڙي هن مهي (ڏهي ) مان مکڻ حاصل ڪئين ڪبو آهي اهو روحاني مکڻ يا باطني نعمتون ڪنهن ڪنهن طالب ۽ سالڪ کي نصيب ٿينديون آهن ۽ ظاهري نعمتون (علم ظاهري دنياوي جاه) وري لسي ۽ ڇاڇ وانگر سست طبع ۽ گهٽ درجي واري عام طالبن کي ملنديون آهن .

## (۱۲۱) بعضي طالب ان شغل ۾ مدت ڪا رهن
## ڪئي ورهہ ڪي ٻہ ڪي چار چون

نثر : ڪي طالب ان شغل (اسم هو جي خيالي ذڪر واري شغل) ۾ گهڻي مدت تائين رهن ٿا ، ڪي هڪ سال ، ڪي ٻہ سال ۽ ڪي وري چون ٿا تہ گهڻا مبتدي طالب چار سال تائين بہ اِسم شغل هلائيندا رهن ٿا .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ سلوڪ جا طالب دل(قلب) جاري ڪرڻ واري هن شغل ۾ ڪيتري مدت تائين محنت ڪندا رهندا آهن ڪنهن ڪي هي شغل توڙ پچائڻ ۾ سال لڳندو آهي ۽ ڪنهن کي ٻہ سال ، پر ڪي اهڙا بہ هوندا آهن جن کي چارچاز سال بہ هن شغل (ذڪر) ۾ محنت ڪرڻي پوي ٿي ڇو تہ ذڪر "يا هو" جي ذريعي طالب مقام هويت ۾ وڃي پهچندو آهي تنهن ڪري هي شغل تمام ڏکيو آهي ۽ هن جي تڪميل جو دارومدار طالب جي پنهجي همت حوصلي ۽ محنت تي آهي.

## (۱۲۲) پچاڻان ان جي تماميت حاصل ٿئي تن
## بعضي صاف طبيعت جا حاصل سگهڙوئي ڪن

نثر : (مٿي ذڪر ڪيل ذڪر جي مختلف مدتن ڪانپوءِ) از خود طالبن کي ڪمال حاصل ٿئي ٿوءِ ڪي وري صاف طبيعت ۽ پاڪ دل وارا طالب اهو ڪمال مقرر مدت ڪان بہ اڳ سگهڙو حاصل

ڪري وٺن ٿا.

سمجهاڻي : مٿين بيتن ۾ ٻڌايل عرصي جي پڇاڙي تي طالب
هن شغل کي جڏهن مڪمل ڪري وٺي ته سمجهڻ گهرجي هن
طالب ذڪر "هو" ۾ ڪمال حاصل ڪري ورتو آهي ڪي صاف قلب
۽ پاڪ دل وارا اهڙا طالب ۽ سالڪ به هوندا آهن جن کي نه هڪ
سال لڳائڻ جي ضرورت پوندي آهي ۽ نه چارچار سالن تائين
محنت ڪرڻ جي لوڙ هوندي آهي بلڪ اچڻ شرط ئي مرشد جي
هڪ نظر سان سندن قلب جاري ٿيو پوي ٿو ۽ ٿورڙي مدت ۾ منزل
مقصود تي وڃي رسن ٿا. جئين خود حضرت مالڪان رح سان
اهو قرب ٿيو بلڪ سندن مرشد ڪريم حضرت تنبو ڏٺي (ﮬسيد
حسن جيلاني رح) کي به هڪ نظر ۾ ئي ڪمال تي رسايو ويو.
ڪنهن شاعر ڪيڏو نه سٺو چيو آهي ته

طئي شود جادهءِ صدساله به آهي گا هي

(ڪڏهن ڪڏهن مالڪ جي لطف سان سو سال جو سفر درد مان
نڪتل هڪڙي آه ڪرڻ سان طئي ٿي وڃي ٿو)

(۱۲۳) جئين تهن گهرجي حق، ان پر تا لهن
۽ غبي طبيعت وارا بعد مدتن

نثر : الله تعاليٰ جي ذات سان سندن گمان ۽ خيال جهڙو هوندو
آهي انهن تي حق جو نزول يا اتارو به اهڙي ريت ٿئي ٿو ۽ ڪي

وري ڪنڌهن ۽ غبي طبيعت واري طالبن تي مدتن ڪانپوءِ وڃي
حق جا اسرار کلندا آهن .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان فرمائن ٿا تہ صاف دل وارا طالب
پنهنجي مرضي مطابق ۽ ذات حق سان سندن نيڪ گمان مطابق
ذات حق کي جلدي لهن ٿا الله تعالي جي ذات انهن لاءِ سلوڪ
جون منزلون تمام آسان ۽ سوليون ڪري ڇڏي ٿي پر ڪي وري
اهڙا غبي ۽ ڪند طبيعت وارا طالب بہ هوندا آهن جن تي ڪيتري
مدت ڪانپوءِ وڃي سلوڪ جو دروازو کلندو آهي.هن بيت ۾
حضرت مالڪان حديث قدسي انا عند ظن عبدي بي ( مان پنهجي
ٻانهي سان سندس گمان مطابق سلوڪ ڪندو آهيان) جي مضمون
کي ڏاڍي سهڻي نموني بيان فرمايو آهي هن ڳالهہ ۾ ڪو شڪ
ناهي تہ طالب ذڪر جي منزل ۽ مجاهدات جي دوران الله تعالىٰ
سان جهڙي اميد رکندو ڪيس اُهڙو اي پائيندو .

(١٢٤) ڪن ٿا حاصل انکي ساڻ گهڻي مشقتن
۽ جانسين زور ٻاهراندر سالڪ کي ذڪرين وٺي

نثر : غبي طبيعت وارا طالب سلوڪ جا ان ذڪر ۽ شغل جي
ڪمال کي گهڻين تڪليفن ۽ محنتن ڪانپوءِ وڃي حاصل ڪن ٿا .
۽ جيستائين سالڪ جي اندر (دل ۽ روح ۾ )۽ ٻاهر (جسم بدن
۽ جثي ۾) اهو ذڪر زور نہ وٺي ۽ غلبو نہ ڪري (تيستائين هن
کي هر گز نہ ڇڏي) .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ غبي طبيعت ۽ ڪند ذهن وارا طالب (ذاڪر) گهڻي محنت ۽ مشقت ڪانپوء هن شغل ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگهن ٿا . تنهن ڪري حضرت مالڪان اهڙن طالبن کي هدايت فرمائن ٿا تہ جيستائين هن ذڪر ۽ شغل جو زور سندن سموري وجود ۾ دل، روح ۽ مغز ۾ پوري طرح غلبو ۽ تسلط حاصل نہ ڪري ۽ جسم جي ٻاهرين حصن ۾ يعني انگ انگ ۽ وار وار ۾ ذڪر زور نہ وٺي تيستائين طالب هن ذڪر جي شغل ۾ لاڳيتو مصروف رهي .

(١٢٥) تانسين ان شغل کي هر گز ڪيم ڇڏي
جئين منجهہ مرتبي پانهنجي اي شغل وڏا اثر رکي

نثر : جيستائين ذڪر اندر ٻاهر غلبو نہ ڪري تيستائين ان شغل (ذڪر) کي هر گز نہ ڇڏي ڇو تہ هي شغل پنهنجي مرتبي ۽ مقام جي لحاظ سان وڏا اثر رکي ٿو.

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا سلوڪ جي منزل ۽ روحانيت جي دنيا ۾ هن ذڪر ۽ شغل جو وڏو اثر آهي هن ذڪر ۽ شغل سان طالب جو مرتبو وڌندو رهندو ڪيس روحاني ترقي ملندي ۽ سلوڪ جا درجا بلند ٿيندا رهندا تنهن ڪري طالب کي گهرجي تہ جيستائين پنهنجي منزل مقصود تي نہ رسي تيستائين هن شغل کي هرگز هر گز ترڪ نہ ڪري .

### (١٢٦) پاڻهين هميشگي ڪندڙان جي تي معلوم ٿئي
### ۽ قبوليت ان شغل جي سا پڌري آهي

نثر : هن شغل جي هميشگي ڪندڙ طالب (سالڪ) کي ان جا اثر ات پاڻهين معلوم ٿي ويندا ۽ ان شغل يا ذڪر جي مقبوليت ۽ قبوليت جو ڪارڻ يا سبب باالڪل پڌرو۽ ظاهر آهي (هن بيت جو پهريون مصرعو پوئين بيت جي پئين مصرع سان لاڳاپيل آهي).

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته جيڪو طالب هن شغل کي هميشه ورد ۾ رکندو ۽ هن تي هميشگي ڪندو تنهن تي هن جا اثرات پنهنجي پاڻ ئي ظاهر ٿيندا . هن شغل جي صدقي ۾سندس درجا بلند ٿيندا رهندا ، هن شغل جي قبوليت ڪمال ۽ ڪاميابي جنهن ڳا لهه تي رکيل آهي سا باالڪل پڌري آهي (ايها ڳالهه ايندڙ بيت ۾ واضح ڪيل آهي ).

### (١٢٧) سو آهي رابطو گڏجڻ سين صورت شيخ جي
### ۽ آهي هميشگي ذڪر جي ري فڪر ۽ سعي

نثر :(سو اهو سبب يعني مٿئين شغل جي قبوليت ۽ ڪمال جو سبب) پنهنجي شيخ (پير و مرشد) جي صورت سان پنهنجي صورت کي گڏائي هڪ ڪري ڇڏڻ آهي ۽ ٻيو ته بنا ڪنهن سوچ ويچار فڪر ۽ ڪوشش جي هميشه ذڪر ۾ رڌل ۽ مشغول رهڻ به

قبوليت ۽ ڪمال جو ڪارڻ آهي . انهن شرطن ۽ سببن سان شغل ذڪر هو جي قبوليت جا اثرات جلد ظاهر ٿيندا .

سمجهاڻي : حضرتِ مالڪان رح فرمائن ٿا تہ مٿئين شغل ۽ ذڪر جي ڪاميابي جو دارومدار ٻن ڳالهين تي آهي هڪ تہ طالب پنهجي پاڻ کي (تصور شيخ ذريعي) مرشد جي شڪل ۽ صورت ۾ فنا ۽ محو ڪري ڇڏي ۽ ٻيو تہ بنان ڪنهن سوچ ويچارجي ازخود هر وقت هر ويلهي ان شغل ۾ مشغول ۽ مصروف رهي . انهن ٻن ڳالهين جي ڪري طالب سلوڪ جون اهي منزلون جلدي طئي ڪندو رهندو ۽ پنهنجي اصل مقام ۽ مرتبي تي بنا ڪنهن دير ۽ رڪاوٽ جي وڃي رسندو.

(١٢٨) جڏهين ٿئي فڪر ذڪردل ۾ ۽ منجهہ سڀ ڪنهن انگڙي
تڏهين شغل لطائفن ڇهن جو تهان پوءِ ڪري

نثر : جڏهن ذڪر ۽ فڪر سالڪ جي دل ۽ سندس انگ انگ ۾ ٿيڻ لڳي (جاءِ وٺي وڃي ) تہ پوءِ ڪيس گهر جي تہ ڇهن لطيفن جي شغل جو آغاز ڪري.

سمجهاڻي :جڏهن طالب جي دل هر وقت فڪر ۽ ذڪر الهي ۾ مشغول ٿي وڃي ۽ جسم جي هرهر انگ مان ايتري قدر جو وار وار مان ذڪر جو آواز ٻڌڻ ۾ ٻيو اچي تہ سمجهبو طالب ذڪر جي شغل کي ڪمال تي پنهچائي ڇڏيو آهي، هاڻ هن کي گهرجي تہ ڇهن لطيفن (1. قلبي 2. نفسي 3. روحي 4. سري 5. خفي

6.اخفيٰ ) جي شغل جي شروعات ڪري ۽ پوءِ انهن سڀني لطيفن تي ٻه چڱي طرح محنت ڪري ڪين وڃي ڪمال تي پهچائي .

## ( ١٢٩ ) وٺي اجازت پير جي مشغول منجهس ٿئي شغل چوٿون منجهه بيان ڇهن لطائفن جي

نثر : پنهنجي پير کان اجازت وٺي ڪري لطيفن جي شغل ۾ مشغول ٿي وڃي . هاڻ اسين چوٿون شغل ڇهن لطيفن جي بيان ۾ شروع ڪيون ٿا.

سمجهاڻي : طالب کي گهرجي پنهنجي مرشد کان اجازت وٺي ڪري هن شغل ۾ مشغول ٿئي تہ شغلن جو ذڪر مٿي بيان ٿي چڪو آهي هاڻ چوٿون شغل ڇهن لطيفن جي بيان ۾ آغاز ڪجي ٿو .جنهن ۾ ٻڌايو ويندو تہ قادريہ سلسلي ۾ جملي ڇهہ لطيفا آهن ۽ هن سان گڏ جسم ۾ انهن لطيفن جو مقام (مڪان) بہ ٻڌايو ويندو ۽ انهن لطيفن کي پاڪ ڪرڻ ۽ انهن کي ذڪر وفڪر ۾ مشغول رکڻ جا طريقا پڻ بيان ڪيا ويندا . لطيفا ٻہ قسم جا آهن هڪڙا لطيفا عالم امر (عالم بالا) جا آهن جيڪي پنج آهن 1. لطيفءِ قلبي 2. لطيفءِ روحي 3. لطيفءِ سري 4. لطيفءِ خفي 5.لطيفءِ اخفيٰ ۽ ٻيا لطيفا عالم خلق (دنيا) جا آهن سي بہ انهن جي مقابلي ۾ پنج آهن 1. لطيفءِ نفسي 2. باد (هوا) 3. آب (پاڻي) 4. نار (باه) 5. خاڪ (مٽي) حضرت خواجہ مولانا الشاه ابو سعيد نقشبندي مجددي دهلوي لکن ٿا تہ " عالم خلق (دنيا) جي

هر لطيفي جي اصل بنياد عالم امر (عالم بالا) مان آهي جئين
تہ 1. لطيفۂ نفس جي اصل قلب (دل) آهي 2. باد (هوا) جي اصل
روح آهي 3. آب (پاڻي) جي اصل سر (ڳجهہ) آهي 4. نار (باه)
جي اصل لطيفۂ خفي (لڪل) آهي ۽ 5. خاڪ (مٽي) جي اصل
لطيفۂ اخفيٰ (تمام لڪل) آهي . ۽ انهن مان هر لطيفي جو نور ۽
رنگ بہ جدا جدا آهي جئين تہ دل (قلب) جو نور زرد (هيڊو) ،
روح جو ڳاڙهو ، سري جو اڇو (سفيد) ، خفي جو ڪارو ۽ اخفيٰ
جو تمام گهرو ڪارو . لطيفۂ نفسي باري لکن ٿا تہ لطيفۂ نفس
جو نور سندس صفائي ۽ پاڪيزگي (تزڪيہ) ڪانپوءِ منهجي خيال
۾ بي ڪيف (جنهن جو ڪو رنگ نہ هجي يا وري ڦڪو) هوندو
آهي . دراصل عالم امر (عالم بالا) جي پنج لطيفن جي بنياد تي
عالم خلق (جسم انساني) جا لطيفا بہ پنج هجڻ گهرجن جئين
تمام سلسلن جي مشائخن پنج ڏنا آهن پر حضرت شيخ آدم
بنوري رح تمام مشائخ ۽ سلسلن جي مقابلي ۾ نفس کي هڪ
مستقل لطيفو شمار ڪندي عالم خلق جا ڇهہ لطيفا ۽ سندن
شغل الڳ الڳ بيان فرمايا اٿن . (بحوالہ اربع انهار )

(۱۳۰) شغل جن جو ڪنان حضراتن نقشبندن پاڪ هجي
سرانهن جو ، هڪڙو قلب ۽ ٻيو نفس ۽ ٽيون روحي

نثر : انهن ڇهن لطيفن جي شغل بابت ڄاڻڻ گهرجي تہ حضرات
نقشبندين (بنورين) جي طريقۂ سلوڪ مطابق (الله تعالي سندن

روحاني راز کي پاڪ رکي) پهريون لطيفو قلب (دل ) آهي ٻيون نفس ۽ ٽيون لطيفو روحي آهي .

سمجهاڻي : جن طالبن کي سلسلہ عاليہ نقشبنديہ راشديہ بنوريہ جي پاڪيزه راز رکندڙ بزرگن جي طريقي تي لطيفن جو شغل ڪرڻو هجي تن کي معلوم هجڻ گهرجي تہ انهن حضرات وٽ پهريون لطيفو قلب آهي ٻيون نفس ۽ ٽيون لطيفو روحي آهي اهي نقشبندي بزرگ انهي ترتيب مطابق طالب کي پهرين لطيفہ قلبَ جاريّ ڪرڻ جو شغل سيکاريندا آهن پوءِ نفس ۽ روح جي شغلن جو آغاز ڪرائيندا آهن .

(١٣١) ۽ چوٿون سري پنجون خفي ڇهون اخفيٰ آ
مڪان سڀ ڪنهين هيڪ هيڪڙي جوآهي علاحدا

نثر : ۽ چوٿون لطيفو سري ، پنجون خفي ۽ ڇهون اخفيٰ آهي ۽ هر هڪ لطيفي جو مڪان يا جڳهہ الڳ الڳ آهي .

سمجهاڻي :حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ چوٿون لطيفو سري آهي پنجون لطيفو خفي ۽ ڇهون اخفيٰ آهي انهن مان هر هڪ لطيفي جو انساني جسم اندر عليحده ۽ الڳ مڪان يا ماڳ آهي ، هر لطيفو پنهنجي هڪ خوبي ۽ خصوصيت رکي ٿو هر لطيفي جي صفائي پاڪيزگي ۽ شغل ۾ مصروفيت ڪانپوءِ هر هڪ جا پنهنجا پنهجا اثرات ۽ فائدا ظاهر ٿين ٿا .

(۱۳۲) جئين ۾ اگر هيٺ ناف ڪنان آهي مڪان نفسي جو

۽ ۾ اگر هيٺ ببي ڪنان جيٽي مڪان روحي جو

نثر : جئين تہ لطيفہ نفسي جو مڪان ناف (ڏُن) ڪان ۾ آگر هيٺ آسي ۽ لطيفہ روحي جو مڪان وري ساڄي ببي (پستان) ڪان ۾ اگر هيٺ آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رحمت الله عليہ هن بيت ۾ لطيفن جا مقام ۽ جايون بيان ڪندي فرمائن ٿا تہ پهرين لطيفي نفسي جي جاءِ ڏُن (ناف)ڪان ۾ اگر هيٺ آهي ڪتابن جي تفصيل موجب سندس شڪل ۽ وجود تمام ننڍڙو اٽڪل اڏچٽي جي برابر آهي سندس نور يا روشني جو رنگ زرد (پيلو) آهي ڪي وري ڦڪو رنگ ۾ لکن ٿا هن لطيفي جو واسطو عطارد ستاري سان آهي . مولانا الشاه فقيرالله علوي شڪار پوري لکن ٿا تہ "جڏهن سالڪ نفي اثبات جي شغل مان فارغ ٿئي تہ ڪيس عالم خلق جي پهرين لطيفي نفسي جو شغل شروع ڪرڻ گهرجي ڪن مشائخن لطيفہ نفسي جو محل ۽ مقام انسان جو دماغ ٻڌايو آهي پر حضرت جيو (شيخ آدم بنوري رح) ڏُن (ناف) جي هيٺان آخري حصي ۾ ٻڌايو آهي (مڪتوبات فقير الله علوي شڪار پوري) . نفس جي تعلق جي جاءِ دل (قلب) ۽ ڏُن (ناف) جي بالڪل وچ ۾ آهي ليڪن دل کي زياده ويجهو آهي بلڪہ دل جي پاڙ ڪان ٿورڙي مفاصلي تي آهي . سيد السادات قطب الاقطاب البنوري (حضرت آدم بنوري رح)

جي نزديڪ نفس جي اصليت روح ۽ انسان جو جسم آهي ۽ اهي
ان (نفس) لاءِ پي ما جي جاءِ تي آهن . اڳتي هلي لکن ٿا تہ "نفس
جو جاءِ مڪان انسان جي سر (دماغ) ۾ ٻڌايو ويو آهي انهي
ڪري جو هڪ قول ۾ چيو ويو آهي تہ "آخر مايخرج من راس
الصديقين حب الجاه" (صديقين (جن جو مرتبو نبوت کان بعد
آهي) جي سر (دماغ) مون سڀ کان آخر ۾ جاه ۽ منصب جي
خواهش ڪڍي ويندي آهي يا نڪرندي آهي) انهي ڪري جڏهن
معلوم ٿيو تہ نفس جي بري ۾ بري صفت ۽ جاه منصب (عهدي ۽
عزت) جي محبت ۽ خواهش آهي ۽ اها انسان جي سر (دماغ) ۾
هوندي آهي انهي لحاظ سان گمان غالب اهو آهي تہ هن صفت
(حب جاه ) جو موصوف (نفس) انهي جاءِ مڪان (انسان جي سر)
۾ هوندو ". اڳتي هلي وري لکن ٿا تہ "بعضي سالڪن (مشائخن)
پنهجي پنهجي روحاني استعداد (طاقت) جي فرق سان ... نفس
کي دُن (ناف) جي بالڪل هينان وجي لڌو آهي هن سلسلي ۾
انهن سالڪن هن حديث پاڪ مان سند ورتي آهي تہ اعدي عدوڪ
نفسڪ التي بين جنبيڪ (تنهجو سڀ کان وڏو دشمن تنهجو نفس
آهي جيڪو تنهجي ٻنهن جانبن (پاسن) جي بالڪل وچ ۾ آهي) ۽
قرآن ۽ حديث جي روشني ۾ نفس جا ٽي قسم ٻڌاياويا آهن .

1. پهريون نفس اماره جيڪو دنياوي لذتن، خواهشن بلڪ
گناهن ۽ الله ۽ رسول صلي الله عليہ وسلم جي نافرمانين لاءِ

ماڻهو کي سختي سان حڪم ڪري ٿو ، اهڙو نفس ڪافر ، مشرڪ جاهل ۽ بدڪار ماڻهو جو هوندو آهي .

2. ٻيون نفس لوامہ جيڪو گناهن تي ماڻهو کي ملامت ڪري ٿو اهڙو نفس نيڪو ڪار ٻانهن جي وجود ۾ هوندو آهي .

3. ٽيون نفس مطمئنہ ، جيڪو تمام برين عادتن کان پاڪ صاف ۽ تمام سٺين عادتن سان سينگاريل هوندو آهي هن کي الله تعالىٰ وٽ مقامِ قرب حاصل هوندو آهي اهڙو نفس انبياء عليهم السلام ، غوثن ، قطبن ۽ اولياءِ کي ملندو آهي. نفس جي صفائي سٿرائي ۽ پاڪيزگي سندس مخالفت ڪرڻ ۾ آهي .

ٻئين لطيفي روحي جو مڪان ساڄي ٻبي (پستان) کان ٻہ آڱر هيٺ آهي . حضرت مالڪانؒ بيت نمبر 130 ۾ ڇهن لطيفن جو ذڪر ڪندي پهريون لطيفہءِ قلب ٻيون نفس ۽ ٽيون روحي لکي آيا آهن پر هن بيت ۾ لطيفن جا مڪان (مقام) ٻڌائيندي لطيفہءِ قلبي جو ذڪر ڪين ڪيو اٿن شايد ان ڪري جو پاڻ بيت نمبر 17 ۾ قلب جو مڪان اڳ ۾ ٻڌائي آيا آهن .

حضرت فقير الله علوي شڪارپوري لکن ٿا تہ "لطيفہءِ نفسي کانپوءِ لطيفہءِ روحي جو شغل شروع ڪيو وڃي ان جي جاءِ ساڄي پاسي کان سيني جي مٿان (ساڄي ٻبي کان ڪجهہ هيٺ آهي . حضرت آدم بنوريؒ روحي جو نور اڇو (سفيد) ٻڌائن ٿا" فقيرالله علوي لکن ٿا تہ لطيفہءِ روحي لاءِ انساني جسم ۾ ڪو

خاص مقام مقرر ڪونهي پر سندس لطافت ڪري هن جو مقام
سيني جي ساڄي پاسي ۾ ڏيکاريو ويو آهي" اڳتي هلي لکن ٿا
ته "لطيفهءِ روح جو ظهور توڙي جو ساري وجود ۾ هڪ جهڙو آهي
پر روح جي ڪمالات جي ظهور جو مقام صنوبري شڪل واري دل
آهي" . وري لکن ٿا ته "ڪن مشائخن چيو آهي ته قلب جو مقام
کاٻي ٿڃ جي هيٺان ۽ روح جو مقام ساڄي ٿڃ جي هيٺان کاٻي
ٿڃ جي بالڪل سامهون مقابلي (سڌ) ۾ آهي" .

## (١٣٣) ۽ مڪان سري لطيفه جو وچ اُره سندو
## ۽ پيشاني ۾ مڪان لطيفه خفي جو هو

نثر : ۽ سري لطيفي جو مڪان يا ٽڪاڻو ما ٿهو جي سيني (فم
معده) جي وچ ۾ هوندو آهي ۽ لطيفي خفي جو مڪان انسان جي
پيشاني ۾ آهي .

سمجهاڻي : لطيفهءِ سري جي جاء اُرَه يعني سيني (فمِ معده)
جي وچ ۾ آهي ۽ فمِ معده (معدي جو وات يا منهن) اُرَه
(سيني) جي کاٻي ۽ ساڄي پاسي جي عين وچڪار ۾ آهي
سندس شڪل هڪ ري معلوم ۽ موهوم (وهم يا گمان جي ڏنڌ
۽ اونداهي ۾ ويڙهيل ) نقطي وانگر آهي سندس نور يا روشني
جو رنگ سائو (سبز) آهي . هن لطيفي جو واسطو ستاره مشتري
سان آهي هي لطيفو علوي ۽ سفلي جهانن جي سير ڪندڙ سياح
لاء هڪ سواري جي مثال آهي جيڪا عالم سفلي ۽ علوي کي

طئي ڪري سگهي ٿي لطيفهءِ سري کي غلط خيالن کان پاڪ ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته طالب خلو متخيله (ذاڪر جي دماغ جو اهو مقام جنهن ۾ ذاڪر پنهجي متخيله کي يعني انهي مقام کي جنهن ۾ خيال جو ٽڪاڻو آهي هر شئي جي خيال کان خالي ۽ فارغ ڪري ڇڏي) کان ڪم وٺي . مطلب ته طالب پنهنجي پاڻ کان پنهنجي خودي کان پنهنجي هستي (پنهنجي هجڻ ) کان ۽ تمام موجودات جي وجود کان وانجهو خالي ۽ فارغ ٿي ڪري بي تعلقي اختيار ڪري انهن سڀ شين کان پاڻ کي پنهنجي وجود کي ۽ پنهنجي هستي کي ايتري قدر جو پنهنجي خيالن کي بہ آجوڪري رڳو ذات حق جي خيال ۽ تصور ۾ گم سم ۽ محو ٿيو وڃي جاڻڻ گهرجي ته فناءِ ڪلي جو مقام بہ خلو متخيله سان واسطو رکي ٿو . خلو متخيلہ توڻي جو تخليہءِ سر ( لطيفہءِ سري ۾ مقام تخليہ حاصل ڪرڻ ) سان نصيب ٿئي ٿو پر هن جو ڪمال تخليہءِ خفي سان لاڳاپيل آهي انهي ڪري بزرگن لکيو آهي ته جڏهن سالڪ کي خلو متخيلہ حاصل ٿي وڃي ٿو ته پوءِ حاصل نہ ٿيڻ جهڙي ذات وراءُالوريٰ تائين ڪيس رسائي حاصل ڪرڻ سولي ٿي پوندي آهي تنهن ڪري سالڪ کي گهرجي ته پنهجي تمام ڪوشش ۽ همت خلو متخيلہ جي حاصل ڪرڻ ۾ کپائي . اڪابر مشائخ جو چوڻ آهي ته خلو متخيلہ تمام عمر ۾ جيڪر هڪ ساعت جيتري بہ نصيب ٿيو پوي ته وڏي غنيمت آهي .

4. لطيفہءِ خفي جو مڪان طالب جي پيشاني ۾ آهي سندس

نور (روشني ) جو رنگ خاڪستري (خاڪي ڪيري جهڙو مٽيالو يا ڳيري (فاختہ) جي رنگ جهڙو) آهي سندس واسطو ستاري قمر (چنڊ) سان آهي . هي لطيفو لطيفہ روحي ڪان گهڻو لطيف ، نازڪ ، پاڪيزو ۽ صاف ستروآهي ايتري قدر جو لطيفہ روحي جا ڳجها راز بہ هن جي وسيلي سان معلوم ٿين ٿا .

## (١٣٤) ۽ مغز مڪان آهي لطيفہ اخفيٰ جو ۽ موافق روش خواجگان بنورين هو

نثر : لطيفي اخفيٰ جو مڪان مغز ۾آهي پر اهو خواجگان نقشبنديہ مان بنوري خواجگان جي چونڊ موجب آهي .

سمجهاڻي : لطيفہ اخفيٰ جو مڪان مغز ۾آهي اُم الدماغ (دماغ جي پاڙ) ۾ هي لطيفوپنهنجي تمام گهري ڪاري سياه روشني سان نور وانگر چمڪي ٿو . هي لطيفو ستاره زحل سان نسبت رکي ٿو ۽ هي لطيفہ خفي ڪان بہ گهڻو لطيف صاف شفاف ۽ نرم آهي هن لطيفي جي طاقت ۽ سگهہ سان لطيفہ خفي جا راز ۽ سندس رمزون سمجهہ ۾ اچن ٿيون . دماغ جو تنقيہ (صفائي) پاس انفاس جي ذڪر سان حاصل ٿئي ٿو جڏهن ذڪر پاس انفاس ڪندي طالب هيٺ ڪان مٿي ساہ چڪي ٿو تہ هن شغل سان دماغ جي صفائي ٿئي ٿي . لطيفن جي هي ترتيب حضرت خواجہ آدم بنوري رح جي ٻڌايل طريقي موجب آهي جيڪو خليفو هو حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رح جو .

## (١٣٥) ۽ تابعن حضراتن ڪنان جاري اي ٿيو
## جئين تہ خواجہ آدم بنوري شيخ مشائخن جو

نثر : لطيفن جي اها ترتيب ۽ سندن جاري ڪرڻ جو اهو طريقو نقشبندي مجددي سلسلي جي شيخ حضرت آدم بنوري رح شروع ڪيو هو سو اڄ تائين انهي سلسلي جي پيروي ڪندڙ سڀ بزرگن ۾ ساڳي ريت جاري آهي .

سمجهاڻي : ڏکڻ ايشيا ۾ نقشبندي سلسلي جي تجديد شهرت ۽ احياءَ جو سهرو حضرت امام رباني مجدد الف ثاني خواجہ احمد فاروقي سرهندي رح جي سر آهي ۽ هن سلسلي جي نشات (حيات) ثانيہ بہ سندس ذات ڪان ٿي سندن خليفو حضرت آدم بنوري وڏو نالي وارو بزرگ هو.جنهن جي هٿان هي سلسلو نہ رڳو ننڍي ڪنڊ ۾ پر پوري ڏکڻ ايشيا ۽ عرب عجم ۾ تمام گهڻو پکڙيو ، حضرت خواجہ آدم بنوري رح تمام روحاني سلسلن جي خلاف پنجن لطيفن بدران ڇهہ لطيفا ترتيب ڏنا اهو واڌو ڇهون لطيفو لطيفءِ نفسي آهي . جڏهن تہ ٻين سلسلن ۽.خود مجددي سلسلي ۾ هن لطيفي جو ذڪر ناهي . حضرت آدم بنوري رح ڇهہ (6) لطيفا مقرر ڪري سندن مقامات بہ ٻڌايا ۽ انهن ڇهن لطيفن جي ترتيب ۽ سندن شغل جي طريقي ۽ روش ۾ ڪي تبديليون بہ آنديون جيڪي بنوري سلسلي جي بزرگن ۾ اڄ تائين رواج هيٺ آهن سلسلہ عاليہ قادريہ راشديہ جيلانيہ صديقيہ ڪي بہ نقشبندي

سلسلي جي اجازت چناد شريف ضلع جهنگ جي نقشبندي بزرگن ذريعي حضرت خواجه آدم بنوري جي سلسلهء طريقت ۽ شجره ۽ معرفت وسيلي مليل آهي. تنهن ڪري راشديه صديقيه سلسلهء عاليه ۾ ڇهن لطيفن جا شغل بنوري سلسلي جي مطابق ادا ڪيا ويندا آهن .

## (١٣٦) ساڻ سعي ۽ فڪر پانهجي ان واٽ ۾ هليو
## سين خلاف فڪر پير پانهجي ،جو شيخن منجهه وڏو

نثر : (قطب الاقطاب حضرت خواجه آدم بنوري رح باني ۽ سلسلهء عاليه نقشبنديه مجدديه آدميه احسنيه) پنهنجي ڪوشش ۽ ويچار سان هن طريقي کي اختيار ڪيو ۽ پنهنجي پير ومرشد جي طريقي شغل ۽ ذڪر اذڪار ۽ لطائفن جي شغل ۽ سوچ ويچار جي ڪجهه قدر اُبتو هليو حالانڪ سندس پيرحضرت مجدد الف ثاني رح وڏي نالي واري بزرگن ۽ مشائخ مان هو .

سمجهاڻي : مالڪان رح فرمائن ٿا ته قطب الاقطاب حضرت خواجه آدم بنوري رح نه رڳو پنهنجي مرشد ۽ شيخ حضرت مجدد الف ثاني رح جي روش کان ٿورڙو پاسيرو ٿي هليو بلڪ تمام سلسلن جي مشائخ کان الڳ لطيفن جي جاري ڪرڻ جو هڪ آسان ۽ نئون طريقو قائم ڪيو . جئين ته فقه حنفي جي باني حضرت امام اعظم ابو حنيفه رضه سان سندن شاگردن هر هڪ حضرت امام محمد رح ۽ امام زفر رح ڪن مسئلن ۾ اختلاف

ڪيو اهڙي ريت حضرت آدم بنوري رح به پنهنجي مرشد حضرت مجدد الف ثاني رح بلڪ سلسلهءِ نقشبنديه جي تمام بزرگن جي روش کان پاسيرو ٿي ڪري لطيفا جاري ڪرڻ ۽ ذڪر جي پيٽ شغلن ۾ انقلابي قدم اُن کنيو طريقت ۽ معرفت جي دنيا ۾ دراصل اجتهاد جو دروازو کوليو آهي جيڪو ادب جي روحاني دنيا ۾ تمام ڏکيو هو . (جزاهُ الله عنا و عن جميع اهل الذکر والعرفان ) حضرت آدم بنوري جي هن اجتهادِ طريقت ڏانهن منهنجي معلومات موجب سڀ کان پهريان حضرت حافظ الملت عليہ الرحمت اشارو فرمايو آهي هن کان اڳ منهنجي نظر مان اهڙو ڪو به ڪتاب نہ گذريو آهي جنهن ۾ حضرت بنوري رح جي هن اجتهاد جي وضاحت هن نموني ڪئي وئي هجي . هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت حافظ الملت جو مطالعو ذوقِ تحقيق ، فڪر ۽ سوچ جو انداز تمام مٿيرو ، وسيع عظيم ۽ انقلابي هو.

هن تحرير کانپوءِ منهجي نظر مان سنڌ جي ناميارِي عالم مصنف ۽ بزرگ مولانا فقير الله علوي شڪارپوري جا مڪتوبات گذريا تہ معلوم ٿيو جو انهن بہ هن پاسي ڌيان ڇڪايو آهي پر ائين لکيو اٿن تہ حضرت آدم بنوري رح حضرت مجدد الف ثاني رح يا پنهجي خواجگان نقشبند جي روش کان هٽي ڪري ڇهون لطيفو قائم ڪيو يا وري لطائف جي مقامات ۽ سندن خلاف ڪا تبديلي آندي . هڪ جاءِ تي لکن ٿا تہ "اي طالب ! تو تي هي ڳالهہ لڪل نہ رهي تہ لطائف خمسہ جي مقامات جي باري ۾ مشائخ جو

اختلاف آهي ۽ انهن مشائخن هي ڳالهه به ڪٿي آهي ته عالم امر (عالم بالا) جا لطائف خمسه نه ته انسان جي جسد (جسم) ۾ داخل آهن ۽ نه انهي مان خارج (ٻاهر) آهن نه جسم سان لاڳاپيل (متصل) آهن ۽ نه هن کان منفصل (جدا) بلڪه انسان جي پوري جسم انساني سان هڪ خاص قسم جو ساٿ، لاڳاپو ۽ قرب رکندا آهن (انهن لطيفن جي ساري جسم ۾ جاري ساري رهڻ جي باوجود) انساني جسم جي ڪنهن عضوي يا مقام تي جيڪر ڪنهن هڪ خاص لطيفي جي انوار جو ظهورو ٻين لطيفن جي به نسبت زياده آهي ته پوءِ طالبن جي آساني لاءِ بزرگن انهي لطيفي جو مقام اهو مقرر ڪيو آهي جيڪو عضوو يا مقام هن لطيفي جي انوار ۽ تجليات جو مظهر بڻيو بيٺو آهي." وري لکن ٿا ته "بهر حال اهي تمام طريقا (ذڪر ۽ فڪر جو شغل جاري ڪرڻ وارا طريقا) سالڪ کي مقصود تائين ضرور پنهچائيندا آهن. باقي رهيو لطيفن جي باري ۾ مشائخ جو اختلاف سو اهو اختلاف ائين آهي جئين آئمهءِ مجتهدين جو فقهي مسئلن ۾ اختلاف هيو". (مڪتوبات حضرت فقيرالله علوي شڪارپوري طبع اول سن ندارد ص ص 89 . 90)

## (١٣٧) خواجه احمد فاروقي رهندڙ سرهند سندو مجدد الف ثاني آهي لقب تنهن جو

نثر : سندس نالو خواجه احمد فاروقي هو ۽ لقب مجدد الف ثاني

هو جيڪو سرهند (هندوستان) جو رهندڙ هيو .

سمجهاڻي : خواجه احمد فاروقي جيڪو سرهند (هندوستان) جو رهندڙ هو ۽ جنهن جو لقب مجدد الف ثاني هو سو حضرت آدم بنوري جو مرشد هو پاڪ ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم جن جي حديث آهي ته هر صدي جي سري ۾ هڪ اهڙي هستي پيدا ٿيندي رهندي جيڪا دين ۾ حالات جي تبديلين سبب نئين پيدا ٿيندڙ مسئلن ۽ مشڪلاتن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ تجديدي ڪارناما انجام ڏيندي رهندي مطلب ته زماني جي لحاظ سان جيڪي نوان مسئلا پيدا ٿيندا رهندا يا قرآن و سنت، صحابه ڪرام، علماءِ حق ۽ مشائخ ڪرام جي تعامل ۽ طريقن جي ابتڙ دين ۾ گمراهي جا طريقا ۽ نظريه گهڙيا ويندا جن جي مثال اڳ نه گذري هوندي ته اهڙن مسئلن کي پنهنجي تجديدي قوت سان حل ڪرڻ غلط بدعتن ۽ رسمن کي مٽائڻ سندن ڪارنامو هوندو. انهي ڪري هن کي مجدد ڪوٺيو ويندو. جڏهن هندوستان ۾ اڪبر بادشاه چند دين فروش ملائن، بي دين دانشورن ۽ گمراه مشيرن جي چوڻ تي هڪ نئون مذهب "دين الهي" جي نالي سان جاري ڪيو ته حضرت مجدد الف ثاني رح سندس مخالفت ۽ مقابلي لاءِ سنڌرو ٻڌي ميدان ۾ نڪري آيا ، هن زماني جي لحاظ سان اڪبر جي دينِ الهي جي ڪري هندو مت جي ساڌون طرفان مسلمان صوفي بزرگن جي عارفانه ڪلام کي پنهجي پڳتن جي

دانشمندانہ ڪلام سان گڏائي پڳتي تحريڪ جي بنياد رکڻ ۽
ساده لوح عوام ۾ پڳتي تحريڪ جي مقبوليت جي ڪري
جيڪيون بہ غير اسلامي ۽ غير شرعي حرڪتون ۽ رسمون
مسلمانن ۾ رائج ٿي چڪيون هيون يا ٿيڻ لڳيون هيون انهن جي
خلاف ترار ڪان بہ تيز قلم ڪنيائون ۽ هزارن ماڻهن کي سڌي واٽ
تي آندائون. تاريخ هميشہ پاڻ کي دهرائيندي رهي ٿي چنانچہ
جڏهن حرمين شريفين ۾ نجدي حڪومت قائم ٿي تہ سندس
گمراه ڪن ملحدانہ، بي ادبانہ ۽ گستاخ مذهبي ۽ علمي اثرات
هندوستان تي ظاهر ٿيڻ لڳا ۽ تفويت الايمان (مولوي اسماعيل
دهلوي) جهڙا ڪتاب لکي بہ مسلمانن کي نجدي دين ڏانهن زوري
دعوت ڏني پئي وئي تہ انهن گستاخان رسول صلي الله عليہ وسلم
۽ اسلام دشمن نظريات جي خلاف اعليٰ حضرت مولانا الشاه
احمد رضا خان بريلوي رح ميدان جهاد ۾ لٿا ۽ عرب عجم جي
گستاخانِ رسول (صلي الله عليہ و آلہ وسلم) جي پيروي ڪندڙ
ملن مولوين کي ميدان مان دلائل سان تڙهائي ڪڍيائون انهي
ڪري اعليٰ حضرت فاضل بريلوي کي بہ مجدد جو لقب علماءَ و
مشائخ ڏنو.

(١٣٨) ۽ پڻ سين حضراتن نقشبندن سين تهن اختلاف ڪيو
چو تہ مڪان سري ۽ خفي ۽ اخفيٰ سندو

نثر : ۽ حضرت شيخ آدم بنوري رح حضرت مجدد الف ثاني ۽

ٻين سموري نقشبندي بزرگن سان انهن لطيفن جي مقام ، ۽ جاءِ
جي باري ۾ اختلاف ڪيو خاص طرح سان لطيفي سري ۽ خفي ۽
اخفيٰ جي مڪان يا جاءِ بابت انهن بزرگن جي ڳالهه کي تسليم نه
ڪيائين .

سمجهاڻي : قطب الاقطاب حضرت خواجه آدم بنوري رح
سلسلهءِ عاليه نقشبنديه جي سڀ بزرگن ۽ مشائخن سان لطيفن
جي مقامات باري اختلاف ڪيو ۽ چيائين ته لطيفهءِ سري خفي ۽
اخفيٰ جو مڪان اهو ناهي جيڪو اهي بزرگ بيان ڪن ٿا بلڪ
انهن لطيفن جي جاءِ مڪان ايندڙ ترتيب موجب آهي جيڪا
حضرت خواجه آدم بنوري پاڻ بيان فرمائي آهي .

(١٣٩) منجهه ان سڀڪورين جي آهي علاحدو
جئين مهد ان جي مڪان سري جو

نثر : جئين ته ان سڀڪوري بزرگن وٽ انهن لطيفن
(سري ، خفي ، اخفيٰ ) جا مقامات حضرت آدم بنوري رح جي
ٻڌايل مڪانن کان جدا ۽ عليحده آهن . جئين ته انهن جي بنايل
مهد (نقشي) موجب لطيفهءِ سري جو مقام ...!

سمجهاڻي : حضرت شيخ آدم بنوري رح لطيفهءِ سري ، خفي ۽
اخفيٰ جي مقامات مقرر ڪرڻ ۾ پنهجي پير و مرشد حضرت مجدد
الف ثاني خواجه احمد فاروقي سرهندي رح ۽ ٻين تمام نقشبندي

بزرگن سان اختلاف ڪيو آهي ۽ ڇهن لطيفن جو جيڪو نقشو يا
مهد (پينگهو) حضرت بنوري رح بنايو آهي هن ۾ انهن ڇهن
لطيفن جو مڪان گذريل بيتن ۾ ٻڌايو ويو آهي، هاڻ حضرت
مالڪان رح باقي نقشبندي بزرگن جا ٻڌايل مقامات هينئين شعرن
۾ بيان فرمائن ٿا ته انهن بزرگن وٽ سري جومڪان ...!

(١٤٠) ٻه آڱر ٻبي جڻٽي ڪنان مقرر هو
۽ ٻه آڱر مٿانهون ٻبي ڏائي ڪنان مڪان خفي سندو

نثر : نقشبندي سلسلي جي انهن تمام بزرگن جو چوڻ آهي ته
لطيفهءِ سري جو مقام اُره يعني سيني ۾ يا معدي جي وات منجهه
هجڻ بدران ساڄي ٻبي جي برابر ۾ ٻه آڱر جي مفاصلي تي آهي ۽
وري پيشاني منجهه هجڻ بدران کاٻي ٻبي جي برابر ٻه آڱر مٿانهون
لطيفي خفي جو مڪان آهي .

سمجهاڻي : قطب الاقطاب حضرت آدم بنوري رح جي
برعڪس نقشبندي مشائخ لکن ٿا ته لطيفهءِ سري جو مقام (جاءِ
وقوع) ساڄي ٻبي جي برابر ۾ ٻه آڱر جي مفاصلي تي آهي ۽
لطيفهءِ خفي جي جاءِ وري کاٻي ٻبي (پستان) کان ٻه آڱر مٿانهين
آهي جيئن ته حضرت ابو سعيد نقشبندي مجددي دهلوي لکن ٿا
ته "(٣)لطيفهءِ سري محل او برابر پستان چپ بفرق دو انگشت
است مائل به وسط سينه". (لطيفي سري جو مڪان کاٻي ٻبي
جي برابر ۾ ٻه آڱر جي مفاصلي تي سيني ڏانهن مائل آهي)

اهڙي ريت خفي جي بابت لکن ٿا تہ "مکانش برابر پستان راست
بہ فرق دو انگشت مائل بہ سینہ". (خفي جي جاءِ ساڄي ٻبي جي
برابر کاٻي ٻبي کان ٻہ آڱر جي مفاصلي تي سيني ڏانهن لاڙو
رکندڙ آهي (بحوالہ اربع انهار طبع مجتبائي دهلي ص ص 2 ، 3)
ياد رکڻ گهرجي تہ تمام مشائخ حضرات جڏهن انهن لطيفن کي
جڳائيندا ۽ جياريندا آهن تہ انهن لطيفن جي مقامات (جاين). تي
پنهنجي آڱر سان ضرب هڻي کري طالب کي ذکر ڏيندا آهن تہ
جئين لطيفن ۾ جوش ۽هلچل پيدا ٿئي ۽ پوءِ طالب پوري ڏيان
سان انهن لطيفن جو شغل جاري رکندو آهي .

(۱٤۱) ۽ وچ اره جي مائل ٻبي ڏائي ڏانهن مکان لطيفي اَخفيٰ هو

ءِلطيفو نفسي ان مهد منجهہ لطائفن نہ ٿيو

نثر : ۽ لطيفي اَخفيٰ جو مکان اُره (سيني) جي عين وچ ۾
کاٻي ٻبي ڏانهن مائل (لاڙو رکندڙ) آهي ۽ لطيفو نفسي انهن
نقشبندي مشائخ جي ٻڌايل لطيفن واري نقشي (مهد يا پينگهي)
۾ کنهن بہ جاءِ تي ڪونهي شايد ان کري جو سندس شمار انهن
نقشبندي مشائخ جي نزديک لطيفن ۾ ٿيندو ئي ڪونهي .

سمجهاڻي : حضرت آدم بنوري رح کان اڳ جي نقشبندي
مشائخ جي تحقيق ۽ خود حضرت مجدد الف ثاني رح جي چوڻ
موجب سيني (اُره) جي عين وچ ۾ ٿورڙو کاٻي ٻبي ڏانهن لاڙو
رکندڙ لطيفہءِ اَخفيٰ واقع آهي باقي رهيو نفسي تہ حضرت آدم

بنوري رح کان اڳوڻي نقشبندي بزرگن جي تحقيق موجب لطيفي نفسي کي لطيفن ۾ شمار ئي ڪونہ ڪيو آهي ۽ نہ سندس ڪو مڪان يا جاء بيان ڪئي وئي آهي جڏهن تہ حضرت مالڪان رح پنهنجي رسالۂ سلوڪ ۾ حضرت آدم بنوري رح جي حوالي سان لطيفۂ نفسي جومقام ڏُن (ناف) کان ٻہ آڱر هيٺ لکيو آهي . گويا تہ لطيفن جي سلسلي ۾ حضرت مالڪان رح ۽ سندن مشائخ جي تحقيق موجب قطب الاقطاب حضرت آدم بنوري رح جي لطيفن جي باري ۾ اها نئين تحقيق ۽ روحاني اجتهاد آهي . چنانچہ مالڪان رح حضرت بنوري رح جي دريافت ڪيل ڇهين لطيفۂ نفسي جي باري ۾ پنهجي مشائخ جو معمول ايندڙ بيت ۾ ٻڌائن ٿا. واضح هجي تہ حضرت مالڪان رح جو نقشبندي سلسلو قطب الاقطاب حضرت آدم بنوري سان منسلڪ آهي .

## (١٤٢) بلڪ بعد فنا ۽ بقا ان لطائفن پنجن جي
## ساڻ تشريف علاحدي پهنجن مريدن کي

نثر : بلڪ اسانجا مشائخ (راشدي نقشبندي) مٿي ذڪر ڪيل پنجن لطيفن جي فنا ۽ بقا واري عمل ۽ شغل مان گذارڻ کان پوء ۽ پنجن لطيفن ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ ڪانپوء ڪنهن علاحدي جڳهہ ۾ پنهنجي مريدن ساڻ اڪيلائي (تخلئي) ۾ تشريف فرما ٿي ڪري فنا ۽ بقا جي ڪمال جو سبق ڏيندا هئا .

**سمجهاڻي** : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ حضرت شيخ آدم بنوري رح جي دريافت ڪيل ڇهين لطيفي نفسي کي تسليم ڪندي اسانجا مشائخ هن لطيفي تي وڌ ۾ وڌ زور ڏيندا هئا ڇو تہ هن لطيفي ذريعي ئي سلوڪ جو طالب فنا ۽ بقا جو ڪمال حاصل ڪري ٿو. اسانجي مشائخ جو معمول هيو تہ جڏهن طالب مٿي بيان ڪيل پنجن لطيفن جي شغل ۾ ڪماليت حاصل ڪري فنا ۽ بقا جي مقام ۽ مرتبي تي وڃي پنهچندو هو تہ پوءِ اڪيلائي ۾ مرشد اهڙن باڪمال مريدن کي لطيفۂ نفسي جو شغل سيکاريندا هيا .

**(١٤٣) فنا ۽ بقا سين ڪماليتن جي منجهہ مڪان علاحدي ڪن نوازش ان کي ۽ لطيفي نفسي کي تا سيکارن بعد فنا اُن جي(پنهنجي مريدن کي)**

**نثر** : طالبن ۽ مريدن تي پنجن لطيفن ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ کانپوءِ فناءِ بقا جي ڪمالات جون نوازشون ڪرڻ لاءِ ڪين ڪنهن خلوت خاني ۾ وهاري فنا ۽ بقا جو سبق ڏيندا هئا ۽ ان کانپوءِ لطيفي نفسي جو سبق سيکارڻ لاءِ طالبن کي چئن عنصرن مغز جي ۾ نفس کي فنا ڪرڻ جي تربيت مان گذاريو ويندو هو.

**سمجهاڻي** : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ اسانجي سلسلي جا مشائخ عالم امر جي پنجن لطيفن جي شغل مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ پنهجي باڪمال مريدن کي ڪنهن الڳ جاءِ ۾ خلوت خاني جي اندر وهاري فنا ۽ بقا جو سبق ڏيندا هئا ايستائين جو انهن کي فناءِ بقا جي شغل ۾ ڪمال حاصل ٿي وڃي هن کان پوءِ جڏهن

طالب مقام فنا ۽ بقا تي وڃي رسندو هو تہ هن کان عالم خلق
جي لطيفن مان پهرين لطيفي نفسي جو آغاز ڪرائيندا هئا . ۽
هن سان گڏ چئن عناصرن واري لطيفن (باه ، پاڻي ، مٽي ۽ هوا)
سوڌو نفس ڪي فنا جي منزل مان گزاريندا هئا تہ جئين هن جو
تزڪيو ٿيو پوي بنوري سلسلي جي مشائخ مطابق نفس جي جاءِ
مغز ۾ آهي جنهن جو بيان ايندڙ بيت ۾ اچي ٿو .
هن بيت مان واضح ٿئي ٿو تہ شغل فنا ۽ بقا کانپوءِ حضرت آدم
بنوري جي سلسلي جا مشائخ لطيفہءِ نفسي ۾ مشغول ٿي ويندا
هئا . هن باري ۾ حضرت مولانا فقير الله علوي شڪار پوري
لکن ٿا تہ "عالم امر" (عالم بالا) جي پنجن لطيفن جي شغلن
کان فارغ ٿيڻ بعد اسانجا مشائخ لطيفہءِ نفسي ۾ مشغول ٿي
ويندا هئا ۽ لطيفہءِ نفسي جي جاءِ دماغ جي اندر مقرر ڪئي وئي
آهي عالم امر جي لطائفِ خمسہ ڪي انتها تائين پنهچائڻ کانپوءِ
عالمِ خلق (دنيا) جي لطيفي (لطيفہءِ نفسي) ۾ مشغول ٿي ويندا
آهن ۽ شيخ المشائخين و المسلمين حضرت جيو آدم بنوري رح
قدس الله سره جا جيڪي خليفہ آهن انهن مان ڪي لطيفہءِ قلب
جي فراغت کانپوءِ طالب ڪي نفي اثبات ۾ مشغول ڪندا آهن ۽
لطيفہءِ نفسي ۾ فقير (فقيرالله) وٽ جيڪو طريقو آهي اهو هي
آهي تہ لطيفہءِ قلبي کانپوءِ نفي اثبات جو شغل ڪجي ۽ پوءِ
لطيفہءِ نفسي ۾ مشغول ٿيڻ گهرجي ۽ فنا جو اچي کان اچو درجو

هي آهي تہ سالڪ کي ذات حق ڪانسواءِ ٻي ڪا خبر نہ رهي بلڪہ
ڪيس فنا ٿيڻ جو شعور بہ نہ رهي جڏهن شغل نفي اثبات مان فنا
۽ بقا حاصل ٿئي تہ طالب کي گهرجي جو هو لطيفہءِ عالم خلق
(لطيفہءِ نفسي) ۾ شروع ٿي وڃي . ڪن مشائخن هن لطيفي
(نفسي) جو مقام (جاءِ) دماغ کي مقرر ڪيو آهي ۽ حضرت جيو
(حضرت آدم بنوري) قدس الله سره سندس مقام ڏُن (ناف) جي
آخري هيٺانهين جاءِ ۾ ٻڌايو آهي ۽ هن فقير (فقيرالله) کي ٻيون
طريقو پنهنجو آهي . طالب کي گهرجي تہ لطيفہءِ نفسي جي هن
مقام اندر اسم مبارڪ الله جو تصور ڪري نفسي خواهشن ۽
برائين کان نفس جي صاف هجڻ جي نشاني هي آهي تہ سالڪ کي
عالم مثال (دنيا) ۾ ڪوري (بالڪل نئين) رنگ جي نوراني
شڪل ۾ نفس جو ظاهر ٿيڻ نظر اچي .
(بحوالہ مڪتوبات فقير الله علوي شڪارپوري طبع اول لاهور)

## (١٤٤) ساڻ چئن عناصرن مغز جي جو مڪان شڪر جو آهي
## ڪنان ڪماليتن مرشد پنهنجي سين لطائفن کي

نثر : (طالب کي گهرجي تہ نفس کي چئن عناصرن سوڌو فنا ڪن ۽
اهي پنجئي لطيفا مغز جي اندر فنا ڪيا وڃن تہ جيئن مغز کان دنيا
داري جي هوا نڪري وڃي چو تہ) هن مغز کي خدا شڪر جو مقام
بنايو آهي انهي مغز جي چارئي عنصرن (مٽي ، پاڻي ، هوا ۽
باهہ) سوڌو اسان (حضرت مالڪان رح) پنهنجي نفس کي فنا ڪري

پنهجي مرشد سڳوري جي ڪماليت (ڪمالات) جي صدقي عالم امر جي لطائف پوري ڪرڻ کان پوءِ عالم خلق (دنيا ۽ جسم) جي ٻه سيئن لطيفن کي ڪمايو ۽ منجهن ذڪر جاري ڪيو آهي .

**سمجهاڻي** : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته عالمِ امر (عالم بالا) جي پنجن لطيفن جي شغلن ۽ ذڪرن کان پوءِ سالڪ کي گهرجي ته عالم خلق (دنيا) جي لطائف خمسه جا شغل شروع ڪري جو اسانجي مرشدن جو طريقو اهو هيو واضح هجي ته عالم خلق جا پنج لطيفا هي آهن (1) نفس ۽ چار عناصر ۽ عالم خلق جي هر لطيفي جي اصل عالم امر جي ڪنهن نه ڪنهن لطيفي سان لاڳاپيل آهي جئين ته "نفس" جي اصل "قلب" آهي (2) "هوا" جي اصل "روح" آهي (3) "پاڻي" جي اصل "سر (ڳجهه) آهي (4) "باه" جو اصل "خفي" آهي ۽ (5) "خاڪ" جو اصل "اخفىٰ" آهي عالم خلق جي انهن پنجن لطيفن مان رڳو هڪ لطيفو (نفسي) اهڙو آهي جنهن جي شغل ۾ طالب ۽ سالڪ مشغول ٿي سگهن ٿا ۽ جيڪو روح ۽ قلب سان لاڳاپيل آهي هن کي قابو ڪرڻ توڻي جو گهڻو مشڪل آهي پر همت ۽ حوصلي سان هن بي لغام گهوڙي کي قابو ڪري سگهجي ٿو . مالڪان رح فرمائن ٿا ته هن لطيفي جي جاءِ مغز آهي جنهن جي تفصيل اڳ مٿئين بيت ۾ ٻڌائي آيا آهيون . وڌيڪ فرمائن ٿا "انساني مغز جي اندر الله تعالىٰ جيڪي چار عناصر (باهه_پاڻي_هوا_مٽي)



ڪيا آهن. مان پاڻ وڏا ڪشالا ڪاٽي مجاهدا ۽ مراقبا ڪري انهن عناصرن کي ذڪر ذريعي فنا ڪيو ۽ مرشد جي لطف و ڪرم سان مان عالم امر ۽ عالم خلق جا ڏهيئي لطيفا پورا ڪيا آهن مالڪان رح وڏيڪ فرمائن ٿا تہ انسان جو مغز شڪر جومقام آهي ۽ نفس جو ٽڪاڻو (مقام) بہ انسان جي مغز ۾ آهي تنهڪري نفس کي چئن عناصرن سوڌو هن مغز جي اندر فنا ڪيو وڃي تہ جئين انسان جو مغز شڪر جو مقام بڻجي پوي . جنهن طالب جومغز شڪر جي حقيقت کان محروم آهي اهو هن ڪمال کي نہ رسندو پاڻ فرمائن ٿا تہ مان پنهنجي مرشد حضرت سيد حسن جيلاني (سوئي شريف سنڌ) جي ڪما لات جي صدقي ۾ پنهنجا سمورا لطيفا جاري ڪيا آهن ۽ پنهنجي جسم جو ڪو بہ مقام اهڙو نہ ڇڏيو آهي جنهن ۾ ذڪر ۽ فڪر جا چشما جاري نہ ڪيا هجن .

(١٤٥) خاصي طرح پروڙي حاصل ڪيو آهي

۽ مشائخن طريقي حضرت جي متابعت ڪري تنهن جي

نثر : (انهن سڀن لطيفن کي لطيفي نفسي سوڌو) مان خاص طور تي پروڙي مجاهدا ۽ محنتون ڪري حاصل ڪيو آهي ۽ پنهنجي پيرومرشد سيد حسن شاه جيلاني رح (سوئي شريف) جي طريقي قادريہ راشديہ جيلانيہ جي مشائخن ۽ بزرگن جي پيروي جي صدقي ۾ اهو مقام حاصل ڪيو آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ مان پنهنجي روحاني تربيت دوران عالم امر ۽ عالم خلق جي سمورن لطيفن کي جاري ڪرڻ، ذڪر فڪر جي شغل ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ ۽ فنا بقا جي آخري منزل تي پنهچڻ لاءِ خاصي طرح سان پروڙيو آهي ۽ پنهنجي مرشد جي طريقي (سلسلۂ عاليہ قادريہ راشديہ جيلانيہ) جي مشائخن ۽ بزرگن جي هر ڳالهہ ۾ پوري ذوق ۽ محبت سان تابعداري ۽ پوئواري ڪئي آهي مان وانگر هر طالب کي گهرجي تہ پنهنجي مشائخن ۽ سندن پوئواري ڪندڙن جي دل وجان سان تابعداري غلامي اطاعت ۽ پوئواري ڪري تہ جئين هو روحاني منزلون طي ڪري جلدي وچي منزل تي رسي .

## (١٤٦) منجهہ اِن روش جي هليا سي ۽ شغل سين لطائفن جو مريدن پنهجن کي

نثر : اسانجي سلسلي جا اهي سمورا مشائخ ان روش (سلسلۂ عاليہ نقشبنديہ بنوريہ جي روش) ۽ طريقي تي هليا ۽ پنهنجن مريدن کي بہ سين لطيفن جو شغل انهي طريقي سان ڏيندا رهيا.

سمجهاڻي : مالڪان رح فرمائن ٿا تہ اسانجي طريقي (قادريہ راشديہ جيلانيہ نقشبنديہ آدميہ) جا مشائخ انهن لطيفن ۽ شغلن ۾ پنهنجي بزرگن جي روش تي هلندا رهيا . هتي روش ڪان مراد حضرت خواجہ آدم بنوري رح واري روش آهي جنهن حضرت مجدد الف ثاني رح ۽ ٻين اڪابر نقشبندي بزرگن سان اختلاف

ڪندي تن (3) لطيفن جا مقامات الڳ ڏيکاريا ۽ لطيفهء نفسي کي بہ لطيفن ۾ شمار ڪري قلب جي مهد (لطائف خمسہ واري نقشي) ۾ ڇهون لطيفو ظاهر ڪيو . سلسلهء عاليہ نقشبنديہ بنوريہ جا اهي مشائخ پنهنجي طالبن (مريدن ) کي بہ انهن تمام لطيفن جا شغل سيکاريندا هئا مطلب تہ اسانجي طريقي جو هر بزرگ پنهنجن طالبن ۽ مريدن کي انهن ڇهن لطيفن جو سبق مٿي بيان ڪيل طريقي مطابق سيکاريندو هو ۽ انهي روش مطابق ذڪر فڪر جا سمورا شغل پڻ پڏائيندو هو . ايتري قدر جو طالب خود مطلوب بڻجي ويندا هئا.

## (١٤٧) سين مرتبي هيڪڙي ڏسيائون تن کي ساڻ حاصل ڪرڻ سيني مقامن ۽ ڪماليتن لطيفن جي

نثر : اسانجي مشا ئخن تن (باڪمال مريدن ) کي هڪئي پيري ۾ سڀ مقامات ، ڪمالات ۽ لطيفن جا شغل ڏسيا ۽ انهن (مريدن) بہ هڪئي واري ۾ سڀ ڪمالات حاصل ڪري ورتا ۽ سمورا مقام طئي ڪيا .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ اسانجا مرشد ۽ اسانجي طريقي جا مشائخ پنهنجن طالبن ۽ مريدن کي هڪئي پيري ۾ سمورا سبق( پنج لطيفا عالم امر جا پنج عالم خلق جا ۽ هن سان گڏ شغل فنا ۽ بقا جو (سلطان الاذڪار)) مسلسل ۽ متواتر ڏيندا هئاۓ جڏهن کي طالب سندن خدمت ۾ اچي ڪري

سلسلي ۾ داخل ٿيندا هئا ته انهن کي بنا ڪنهن دير جي تمام روحاني مقامات فقيري ڪمالات لطيفن جا سبق، ذڪر ۽ شغل هڪئي پيري ۾ عطا ڪندا هئا ائين نه هوندو هو طالب سالن جا سال رلندا وتن ۽ ڪين ايڏي محنت ڪرڻ جي باوجود به ڪجهه حاصل نه ٿئي .

## (١٤٨) مجمل مفصل ڪرين هيڪڙي پيري ۽ ڪنان قوت توجه مبارڪ ان جي آهي

نثر : عالم امر جي پنجن لطيفن ۽ عالم خلق جي پنجن لطيفن جي الڳ الڳ تعليم ۽ سندن صفائي (تزڪيه، تصفيه ۽ تجليه) جو مفصل طريقو هجي يا قلب نفس ۽ عقل جو مجموعو (مجمل لطيفهء جوارح هجي اسانجا مشائخ اِهي سڀ لطيفا پنهنجي بابرڪت توجه جي قوت سان هڪڙي ئي پيري ۾ جاري ڪرائيندا هئا .

سمجهاڻي : اسانجا مشائخ سلوڪ ۽ معرفت جو سبق مجمل (مختصر طور لطيفن ۽ ذڪرن جو) هجي يا مفصل (سمورن لطيفن ۽ ذڪرن فڪرن جو الڳ الڳ) سمورا سبق هڪئي پيري ۾ ڏيئي فارغ ڪري ڇڏيندا هئا ۽ اهو سڀ ڪجهه انهن مشائخن جي روحاني قوت ۽ توجه جي برڪت جي ڪري ممڪن هوندو هو نه ته ڪن بزرگن وٽ سالن جا سال طالب مجاهدا ڪندي ۽ چله ڪاٽيندي ڪاٽيندي مايوس ٿي روحاني تربيت جي عمل کي وچ ۾ ڇڏي ڀڄي ويندا آهن . عام طور تي مختلف سلسلن جي بزرگن

ون لطيفن جي سبقن ۽ ذڪرن ڪانپوءِ وري انهن لطيفن کي مجمل طور تي مجاهدن ۽ چلن (ذڪرن فڪرن ) ذريعي گڏائي انهن سمورن لطيفن کي لطيفهءِ جوارح ۾ فنا ڪرڻ جي تربيت ڏني ويندي آهي . لطيفن جي ابتدائي صفائي (تزڪيہ) ۽ تربيت کي مفصل سڏيو وڃي ٿو ڇو تہ هڪ هڪ لطيفي تي جدا محنت ڪرڻي پوي ٿي ۽ سمورن لطيفن کي گڏائي لطيفهءِ جوارح ۾ فنا ڪرڻ واري سبق ۽ تربيت کي مجمل چوندا آهن انهن ٻنهن تربيتن جي حاصل ڪرڻ ۾ طالب کي ورهن جا ورهہ لڳي وڃن ٿا پر حضرت مالڪان رح جو چوڻ آهي تہ اسانجي سلسلي جا مرشد طالب جي استعداد همت محنت ۽ شوق کي ڏسي ڪري سمورن لطيفن ۽ (قلب، نفس ۽ عقل جي مجموعي) "لطيفهءِ جوارح" جي تهذيب تربيت تعليم ۽ صفائي (تزڪئي) جا سمورا مرحلا هڪيئي پيري ۾ پورا ڪري ڇڏيندا هئا ۽ اهو سارو ڪرشمو مشائخ جي توجہ مبارڪ ۽ سندن روحاني قوت جو ڪمال هوندو هو.

## (١٤٩) بلڪ لطيفي نفسي کي سڀ حضراتن نقشبندن پاڪ ڪري الله تعاليٰ سر انهن جو، منجهہ فنا ٿا ڪن

نثر : بلڪ حقيقت هن ريت آهي تہ نقشبندي سلسلي جا بزرگ ۽ مشائخ (الله تعاليٰ سندن روحاني ڳجهہ کي پاڪ ڪري ) لطيفي نفسي کي منجهہ ئي (پنجن لطيفن ۾ اندر اي اندر) فنا ڪندا آهن.

سمجھاڻي : حضرت مالڪان رح لطيفي نفسي بابت وڌيڪ وضاحت ڪندي فرمائن ٿا ته عام طرح سان حضرات نقشبند (الله تعاليٰ سندن روحاني راز کي پاڪ ڪري ) لطيفهٔ نفسي کي عالم امر جي پنجن لطيفن (قلب، روح، سر، خفي، اخفيٰ ) منجهه فنا ڪندا آهن اهو ئي سبب آهي جو تمام نقشبندي سلسلا هن کي لطيفن ۾ نه شمار ڪندا آهن انهي حساب سان سلسلهٔ نقشبنديه ۾ ڇهن بدران پنج لطيفا رواج پذير آهن .

(١٥٠) ۽ حضرت بنوري هيٺ ناف ساڻ چئن طبعن
۽ گهڻون ڪثيف مڪان تنهن ۾ فنا ڪن

نثر : حضرت شيخ آدم بنوري نقشبندي عليه الرحمت ته لطيفي نفسي کي چئني طبيعتن يا عنصرن (باه، پاڻي، هوا، خاڪ) سوڌو ڏُن (ناف) جي هيٺان سندس مڪان (مقام) ۾ (جيڪو تمام ميرو، گدلو ۽ تمام اونداهو مڪان آهي) فنا ڪرڻ جو امر ڪن ٿا .

سمجھاڻي : حضرت آدم بنوري (خليفهٔ حضرت مجدد الف ثاني رح ) لطيفي نفسي کي انسان جي چئني عنصرن ( باهه، پاڻي، هوا ، مٽي ) سوڌو ڏُن (ناف) جي هيٺان هڪ تمام ميري ڪثيف (گدلي، اونداهي) مقام ۾ جيڪو سندس اصل مڪان آهي فنا ڪرڻ جي تربيت ڏيندا هئا.

(١٥١) ڏس ، همت ۽ توجه اُن جي وڏي ته ڪنهن پر ڪثيفن
ڳاري منجهه بوتي هيڪڙي سين پاڪيزي جيرن

نثر : لطيفهءِ نفسي کي فنا ڪندڙ طالب جي همت توجه ۽ ڏس هن مقام تي وڏڻ ڪپي ته جئين هو نفس جي ميراين ۽ اونداهين کي پنهجي پاڪيزي (صاف سٿري) جيري (جگر) جي شوق ، تڙپ ۽ سندس اندر سمايل سڪ ، تپش ۽ وصال محبوب جي اُڪير ذريعي هڪڙي بوتي (ڪوناري) منجهه ڳاري فنا ڪري سگهي (بوتي مان مراد لطيفهءِ نفسي جو اصل مڪان دُن (ناف) آهي .

سمجهاڻي : حضرت آدم بنوري رح جي چوڻ موجب دُن (ناف) جي هيٺان رهندڙ لطيفهءِ نفسي کي جڏهن طالب فنا ڪرڻ گهري ته ڪيس ڪپي جو پنهجي همت توجه ۽ روحاني نظر کي هن پاسي وڏائي ۽ پنهنجي وجودجي هڪ حصي دُن (ناف) جي هيٺ واري حصي کي بوتو سمجهي ڪري هن ۾ پنهنجي نفس واري لطيفي کي فنا جي مقام کان گذاري ۽ پنهنجي خيالن کي پاڪ ، صاف ڪري روحاني منزل کي اڳيرو ڪري . مطلب ته جيڪر طالب جي ڏس همت ۽ توجه طاقتور هجي ته پنهنجي نفس جي گند ، ميراين ۽ منداين کي دُن (ناف) واري بوتي (جسم) ۾ وجهي ائين ڳاري جئين صراف (سونارو) ڪوناري ۾ سون يا چاندي وجهي ڳاريندو آهي ۽ پوءِ هن سون يا چاندي کي هر ميراڻ کان پاڪ ڪري اصلي شڪل ۾ آڻيدو آهي حضرت مالڪان رح جو مطلب آهي

۽ جيڪر سالڪ پنهجي مرشد جي نگراني هيٺ پنهجي ڏس همت ۽ توجه جي طاقت سان نفس جي تمام وهمن، وسوسن، ميراين، منداين ۽ شرارتن کي سندن اصل مقام ڏُن (ناف) جي هيٺاهين مقام ۾ فنا ڪري سندس ميراين، ڪثافتن جئين ته تڪبر، غرور، خودپسندي، عبادات الهي ۽ احڪامات رباني ۾ سستي، حب مال، حب جاه ۽ حب شهوات وغيره کي ڏُن (ناف) واري هن بوتي منجهه ڳاري ٿو ته پوءِ اهڙي طالب سلوڪ جي کي ڪيريون لهڻيون ڪيس روحانيت جي ميدان ۾ جس ۽ سلام هجي ڇو ته ڏُن واري هيٺانهين ظلماني (اونداهي) بوتي ۾ پنهنجي جيري (جگر) جي گرمي، تپش ۽ سيڪ سان نفس کي منجهس ڳاري فنا ڪرڻ هر طالب ۽ سالڪ جو ڪم ناهي بلڪ

يه رتبهٔ بلند ملا جس ڪو مل گيا

(١٥٢) ۽ ڪنان ميلن ۽ ميراين صاف تن کي ڪن
اي سپ آهي ڪنان شوق جيري محبت ان

نثر: ۽ هن لطيفي نفسي کي هر قسم جي شيطاني ۽ نفساني عيبن، رغبتن ۽ منداين جي ميراڻ کان ۽ ننڍن وڏن گناهن جي ڪارنهن کان پاڪ صاف ڪن ۽ اهو سمورو ڪم جيري (جگر) ۾ سمايل عشق، محبت ۽ ذات حقيقي جي وصال جي شوق ۽ جذبي جي ڪري ئي ممڪن ٿيو آهي.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ طالب سلوڪ جاجڏهن نقشبنديہ راشديہ آدميہ طريقي موجب ڏُن (ناف) جي هينان اونداهي گڦا ۾ موجود لطيفہ نفسي کي فنا ڪرڻ جوآغاز ڪن ٿا تہ پهريان هن لطيفي کي هر قسم جي شيطاني وسوسن نفس جي رغبتن ۽ دنياوي لذتن کان آجو ڪري ڪيس هر قسم جي گناهن جي گند ، آلائش ۽ ميراڻ کان ڌوئي صاف ڪندا آهن پر اهو ڪم تڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿو جڏهن طالب جي جيري (جگر) ۾ ذات الهي جي محبت ۽ سندس وصال جو شوق ۽ جذبو هجي . ۽ سالڪ جي دل ۾ پنهجي مالڪ جو عشق ۽ شوق ذوق پرپور هجڻ کپي جيڪر سالڪ شوقِ ديدارِ الهي کان وانجهو آهي تہ پوءِ نفس ڪڏهن بہ قابو ۾ اچي نہ سگهندس مطلب تہ نفس کي متاثر فنا ڪرڻ يا تابع ڪرڻ لاءِ پهريان پنهجي دل ۾ مرشد ڪريم جي پوءِ رسول ڪريم عليہ الصلوات والسلام جي تنهن کان پوءِ ذات حقيقي جي محبت ، ذوق ۽ شوق پيدا ڪرڻ کهرجي ، نہ جئين هي منزل آسان ۽ ريجهي ٿيو پوي .

## ( ۱۵۳ ) جئين ٻاري ڪري هڪ جهڙا ميڻ ۽ پهڻ خلاصتہ المعارف ۾ جو تصنيف ان ڪيو

نثر : (سالڪ جي جيري ۾ اهڙو شوق ۽ محبت هجڻ گهرجي جنهن جي گرمي ۽ تپش) پهڻ ۽ پٿرن کي بہ ٻاري ميڻ جهڙو بنائي ڇڏي ڪتاب خلاصتہ المعارف (جيڪو قطب الاقطاب

حضرت آدم بنوري جو جوڙيل آهي) ۾ لکيل آهي تہ ....!

<u>سمجهاڻي</u> : حضرت مالڪان رح جو چوڻ آهي تہ مجازي محبت واري جذبي ۽ عشق ۾ بہ ايتري طاقت هوندي آهي جو جبلن ۽ پهاڙن کي ڳاري ميڻ ڪري ڇڏيندو آهي تہ پوءِ عشقِ حقيقي وارو دل ۾ موجود جذبو ميرايـن، منداين شيطاني وسوسن، وهمن، دنياوي رغبتن ۽ لطيفهءِ نفس اندر سمايل حب جاه و تڪبر کي ڇو نہ ڳاري ٻاهر ڪڍي سگهندو؟ حضرت مالڪان رح هن بيت جي ٻي مصرع ۾ وري حضرت شيخ آدم بنوري جي ڪتاب خلاصتہ المعارف جي حوالي سان لکيو آهي تہ (ڪتاب جو وچور اڳين بيت ۾ اچي ٿو)

(٥٤) پروڙ جي ٿو ان پر تہ مذهب ان جو
ترتيب شغلن ان شغل جي آهي ان طرحا

<u>نثر</u> : (شيخ جي هن ڪتاب جي مطالعي مان) ائين معلوم ٿئي ٿو تہ سندن مذهب لطيفهءِ نفسي جي شغل جي باري ۾ عام صوفيہ جي روش کان بالڪل الڳ آهي ۽ لطيفهءِ نفسي جي شغلن جي ترتيب هن ريت آهي.

<u>سمجهاڻي</u> : معلوم هجڻ گهرجي تہ حضرت مالڪان رح ۽ سندن مرشدن جو نقشبندي سلسلو قطب الاقطاب حضرت آدم بنوري رح جي ذريعي امام رباني حضرت مجدد الف ثاني رح سان وڃي

ملندو آهي . حضرت آدم بنوري رح روحاني لطيفن جي باري ۾ هڪ وڏو تجديدي ڪارنامو سر انجام ڏيندي پنجن لطيفن جي بجاءِ ڇهه لطيفا ٻڌايا آهن جنهن جو تفصيلي ذڪر هن بزرگ پنهجي مشهور ڪتاب "خلاصته المعارف" ۾ ڪيو آهي . ۽ هن ڪتاب ۾ لطيفهءِ نفسي جي شغل بابت عام ترتيب کان علاحدي ترتيب ٻڌائي اٿس . ڇو تہ باقي نقشبندي بزرگن وٽ لطيفهءِ نفسي جو ذڪر ئي ڪونهي تہ پوءِ سندس شغل ڪٿان ٻڌائيندا . ۽ ڪن بزرگن وري هن جو مڪان دماغ ۾ ٻڌايو آهي ۽ هن کي پاڪيزه ڪرڻ لاءِ دماغ جي تنقيہ تي زور ڏنو آهي .

(۱۵۵) گهرجي طالب کي تہ لطيفي نفسي کي، ٿيو مڪان معلوم جنهن جو بند ڪري پساها

ساڻ ضابطي خيال جي اسم الله جو ڪري تڪرارا

نثر : (هاڻ جڏهن لطيفي نفسي جو ماڳ ۽ مقام معلوم ٿي ويو) طالب کي گهرجي تہ لطيفي نفسي کي ڪمائڻ لاءِ پنهجا پساه بند ڪري (ساه جهٽي وهي) ۽ (هن لطيفي جي مڪان (ڏُن يا ناف) اندر هن لطيفي جو تصور ڪري) خيال جي ذريعي اسم الله جو تڪرار پيو ڪري .

سمجهاڻي : اڳ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ حضرت آدم بنوري ۽ سندن پوئواري ڪندڙ بزرگن جهڙوڪ الشيخ الڪبير شهنشاه معرفت حضرت روضي ڌڻي رح (باني سلسلهءِ عاليہ راشديہ) حضرت السيد حسن الجيلاني رح (تنبو ڌڻي رح سوئي شريف

باني سلسلهٔ عاليه راشديه جيلانيه) جي روحاني طريقن ۾ لطيفهٔ نفسي جو ماڳ ڌُن (ناف) آهي حضرت مالڪان رح هن لطيفي ڪي گناهن، خدا ۽ رسول جي نافرمانين ، شهواتِ نفسانيه، حب مال و جاه، تڪبر، غرور، خود پسندي، تندي ۽ تيزي جهڙين ميراين، منداين، اونداهين ۽ ڪثافتن کان پاڪ صاف ۽ اُجرو ڪرڻ لاءِ طالب کي هن لطيفي جو شغل بيان فرمائن ٿا لطيفهٔ نفسي عالم خلق جي تمام لطيفن (باه، پاڻي، هوا، ۽مٽي) کان وڌ ۾ وڌ اڙانگو، ڏنگو ۽ بي لغام آهي هن کي قابو ڪرڻ لاءِ ڪنهن عام سوار جي نه بلڪ شهسوار جي ضرورت آهي تنهڪري مالڪان رح فرمائن ٿا ته طالب جنهن مهل هن لطيفي جي شغل ۾ مشغول ٿئي ته هن کي ڌُن (ناف) جي هيٺان بالڪل آخري سري ۾ هڪ اونداهي ۽ ظلماني گُفا ۾ تصور ڪري ۽ پوءِ هن کي پاڪ صاف ۽ اجرو بنائڻ جي خيال سان رڳو خيال جي طاقت ۽ ضابطي هيٺ اسم الله جي ذڪر جو شغل شروع ڪري ۽ سندس تڪرار پيو ڪري پر زبان کي اصل نه چوري ۽ ذڪر اسم الله جو خيال منجهه ڪرڻ مهل پنهجا پساه بالڪل بند ڪري جهٽي وهي ٻاهر هر گز نه ڪڍي محض خيال ۽ تصور جي ذريعي اسم الله جي ذڪر کي وينوورجائي .

(١٥٦) ۽ جڏهين بنڌڻ ڪنان پساه جي ٿئي عاجزا
تڏهين رکي آڱر شهادت جي متي ڦوٽي جنّٽي نڪ جي ڪا

نثر : ۽ جنهن مهل پساه بند ڪرڻ سببان يعني دم ڪي اندر ئي اندر بند رکڻ جي ڪري ساه گهٽجي وڃي ۽ سالڪ هن عمل کان عاجز ۽ تنگ ٿيڻ لڳي تہ پوءِ پنهنجي نڪ (بيني) جي ساڄي ڦوٽي يعني سوراخ تي شهادت واري آڱر رکي سندس هوا (پساه) کي بند ڪري ڇڏي .

سمجهاڻي : لطيفي نفسي تي خيال جي ذريعي اسم ذات الله جو ذڪر ڪندي ڪندي پساه بند ڪرڻ سببان جڏهن طالب عاجز ۽ تنگ ٿيو پوي يعني ساه گهٽجڻ جي تڪليف محسوس ڪري تہ پوءِ شهادت واري آڱر ساڄي پاسي واري نڪ جي سوراخ تي رکي تہ جيئن نڪ جو سوراخ بند ٿيو پوي .

(١٥٧) ۽ ڦوٽي ڏائي نڪ جي ڪان ڇڏي هرهر پساها
پوءِ لطيفي قلبي اُتي بند ڪري پساها

نثر : ۽ نڪ جي ڏائي يعني کابي ڦوٽي (سوراخ) کان پنهجي پساه يعني دم ڪي هرهر ڇڏيندو رهي ۽ هن کانپوءِ هاڻ پنهجا پساه لطيفي قلبي تي بند ڪرڻ شروع ڪري (ڇو تہ لطيفہءِ نفسي جو بيان ختم ٿي ويو) .

سمجهاڻي : هن بيت جي پهرين مصرع گذريل بيت سان

لاڳاپيل آهي ۽ هن مصرعي ۾ لطيفي نفسي جي شغل ۾ پساه بند
ڪرڻ ۽ ڇڏڻ جو طريقو ٻڌايو ويو آهي ۽ ٻيون مصرعو وري
لطيفي قلبي جي بيان ۾ آهي جنهن ۾ مالڪان فرمائن ٿا ته هاڻ
نفسي جو ذڪر ختم ٿيو ۽ قلبي ۾ پساه بند ڪرڻ جو طريقو ٻڌو.
گذريل بيتن کي گڏاڻ سان مطلب هي نڪرندو ته طالب جڏهن
لطيفهءِ نفسي جو ذڪر شروع ڪري ڪيس گهرجي ته خيال جي
ذريعي اسم ذات الله جو ذڪر لطيفهءِ نفسي تي پيو تڪرار ڪري
۽ اسم الله جو اهو خيالي ذڪر پساه بند ڪري لطيفي نفسي تي
ڪندي ڪندي جڏهن طالب جو ساه گهٽجڻ لڳي ۽ ڏاڍي تنگي
محسوس ڪري ته پوءِ هو ساڄي هٿ جي شهادت آڱر کي نڪ جي
ساڄي سوراخ تي رکي ڪري ڪيس بند ڪري ۽ نڪ جي کاٻي
سوراخ مان پنهجا پساه هرهر ڪڍندو رهي ته جئين ڪيس فرحت
ملي جڏهن لطيفي نفسي منجهه ذڪر اسم ذات جو خيال ذريعي
ڪرڻ کان فارغ ٿئي ته پوءِ طالب کي گهرجي جو هوءُ اهو ذڪر هاڻ
لطيفهءِ قلبي تي ڪمائي يعني ته هاڻ پنهجا پساه ساڳي طرح قلبي
تي بند ڪري .

(١٥٨) ڪري اڳئين ترتيب جان جا نفسي ۾ ٿي بيانا
پوءِ لطيفي روحي تي سري تي پويا

نثر : (لطيفهءِ قلبي تي خيال ۽ تصور جي ضابطي سان اسم الله
جو ذڪر ڪرڻ لاءِ به) اها ترتيب هلائي جيڪا اڳ ۾ لطيفي

نفسي جي بيان ۾ ٻڌائي وئي آهي پوءِ وري اهڙي ريت لطيفي
روحي تي ۽ وري لطيفي سري تي بہ خيال ۽ تصور جي طاقت سان
ساڳي طرح پساه بند ڪري اسم ذات الله جو تڪرار ڪيو وڃي

سمجهاڻي : سلوڪ جي واٽ ۾ ڇهن لطيفن کي اُجارڻ ۽
جيارڻ لاءِ اسم ذات جو ذڪر ضروري آهي پر اهو ذڪر اسم
"الله" جو زبان سان نہ چوڻو آهي بلڪ رڳو خيال ئي خيال ۾ هن
جو تڪرار ڪرڻو آهي حضرت مالڪان رح جو فرمائڻ آهي تہ
جڏهن لطيفهءِ نفسي تي اسم ذات "الله" جو ذڪر شروع ڪري تہ
پساه بند ڪري اسم الله جو تڪرار خيال جي ذريعي پيو ڪري
ذڪر مهل ائين تصور ڪري تہ سندس ميرو گدلو ۽ ناپاڪ نفس
ذڪر اسم ذات جي برڪت سان صاف سٿرو اجرو ۽ جيئرو ٿيندو
ٿو وڃي جڏهن اسم ذات "الله" جي تڪرار جي برڪت سان
لطيفهءِ نفسي جاري ٿيو پوي ۽ سندس تزڪيو (صفائي) ٿي وڃي
يعني هن مان الله الله جي آواز ۽ چرپر معلوم ٿيڻ لڳي تہ پوءِ
لطيفهءِ نفسي ۾ اهو شغل بند ڪري ۽ هاڻ اهو ذڪر لطيفهءِ قلب
تي شروع ڪيو وڃي ۽ هن جو طريقو ۽ ترتيب بہ ساڳي آهي
جيڪي اڳ لطيفهءِ نفسي جي بيان ۾ ذڪر ڪئي وئي آهي جڏهن
لطيفهءِ قلب کان فارغ ٿئي تہ پوءِ ساڳي ريت لطيفهءِ روحي ۽ لطيفهءِ
سري تي ذڪر اسم ذات الله جو جاري ڪري ۔

## (١٥٩) پوءِ لطيفي خفي تي پوءِ متي اُخفيٰ
## آهن سيئي مثل قلب جي كندڙ ذكرا

نثر : پوءِ لطيفهءِ خفي ۽ اَخفيٰ تي بہ ساڳئي نموني ذكر اسم ذات "اللّٰہ" جو جاري ڪرڻ گهرجي جو تہ سمورا لطيفا مثل لطيفي قلب جي ذڪر ڪندڙآهن .

سمجهاڻي : طالب کي هر لطيفي لاءِ محنت ڪرڻ گهرجي سالڪ ۽ طالب لاءِ ڪمال ۽ انتها تي رسڻ جي نشاني هي آهي تہ ڪي پساه ۾ ڇهہ جا ڇهہ (ڇهيئي) لطيفا جاري ٿيو پون ۽ انهن مان هڪئي وقت ۾ بغير ڪنهن ڏکيائي جي ذڪر جاري ٿيو پوي ڪمال تي رسڻ ڪانپوءِ بغير پساه بند ڪرڻ جي بہ هر لطيفي مان ازخود ذڪر جاري ٿي ويندوآهي جنهن مان سالڪ کي روحاني طور تي ڀرپور نتيجا (نفعا) حاصل ٿيندا آهن عام طالب ۽ فقرا ائين سمجهن ٿا تہ ذڪر رڳو قلب مان جاري ٿيندو آهي . پر مالڪن رحہ جو چوڻ آهي تہ جئين سالڪ جو قلب محنت سان ذاڪر ٿي پوندو آهي باالکل اهڙي ريت باقي پنج لطيفا بہ مرشد جي نگراني هيٺ محنت ڪرڻ سان ذاڪر ٿي پون ٿا ۽ هر لطيفي مان ذڪر جي آواز ٻڌڻ ۾ اچي سگهي ٿي ايتري قدر جو ذاڪر جو انگ انگ ۽ وار وار ذڪر ۾ مشغول ٿي وڃي ٿو .

## ۽ مقام رسڻ عروجن جاءِ مقامنئا
## ۽ مڙن ڪماليتن نبوت ۽ ولايتا

نثر : روحاني ترقي ۽ عروج جي مقامات تائين پنهچڻ جا ذريعا
وسيلا ۽ مقام بہ اهي ڇهہ لطيفا ئي آهن ۽ ختمي مرتبت صلي
الله عليہ وسلم جي اُمتي ڪي سندس سگهہ طاقت عرفان ۽
حيثيت جي مطابق نبوت ۽ ولايت جي فيضان مان جملي ڪمالات
حاصل ڪرڻ جا وسيلا ۽ ذريعا بہ اهي ئي آهن .

سمجهاڻي : لطائف ستہ (ڇهن لطيفن) کي تمام اڪابر صوفيا
وانگر حضرت مالڪان رح بہ روحاني عروج ۽ ترقي تي پنهچڻ جو
ذريعو چيو آهي فرمائن ٿا تہ اهي ڇهيئي لطيفا روحاني عروج
حاصل ڪرڻ جا مقام آهن ۽ روحانيت جي آخري منزل ۽ اعليٰ
درجي يعني فنا ۽ بقا جو مقام بہ انهن لطيفن جي وسيلي ئي
حاصل ٿئي ٿو ايتري قدر جو فيضانِ نبوت ۽ ولايت جا جيترا
ڪمالات ۽ خاصيتون آهن سي بہ انهن لطيفن کي پاڪ ۽ صاف
ڪرڻ ۽ انهن لطيفن منجهہ ذڪر ۽ فڪر ڪرڻ سان ئي حاصل ٿين
ٿيون پر اهڙو عقيدو نہ رکجي تہ سالڪ کي لطيفن جي محنت سان
نبوت بہ ملي سگهي ٿي (نعوذ باالله من شرور انفسنا) ڇو تہ نبوت
۽ رسالت جو مرتبو ڪسبي (ڪمائي سان ملڻ وارو) ناهي بلڪہ
وهبي (الله جي بخشش ۽ عطا سان ملڻ وارو) آهي مطلب تہ نبوت
۽ رسالت جهڙيون نعمتون ذڪر ۽ فڪر سان نہ ملنديون آهن بلڪہ

رب جي عطا سان ملن ٿيون اهڙي خيال کان خدا پنهنجي پناه ۾ رکي ۽ مرزا قادياني جهڙي حشر کان بچائي (آمين) ها البت نبوت جا اُهي سمورا روحاني ۽ علمي ڪمالات جيڪي نبي ڪريم صلي الله عليہ و آلہ وسلم جي اطاعت سان امت کي ملي سگهن ٿا سي انهن لطيفن جي شغل ۽ صفائي سان ئي ملندا آهن. هن بيت جي وڌيڪ تشريح لاءِ اسان کي سهروردي سلسلي جي باني ۽ خود غوث پاڪ سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني رح جي فيض نظر جي تربيت يافتہ شيخ الشيوخ حضرت شيخ شهاب الدين عمر سهروردي رح جي جڳ مشهور ڪتاب "عوارف المعارف" جي هن عبارت جو مطالعو ڪرڻ تمام ضروري آهي تہ جئين اها ڳالهہ زياده واضح ٿي پوي . حضرت شيخ الشيوخ رح سالڪ جي مقام عروج تي رسڻ بابت لکن ٿا تہ "اسانجي خيال ۾ جنهن کي سر باطن (باطني يا روحاني دنيا جو ڳجهہ) چيو وڃي ٿو اهو ڪا اهڙي شي ناهي جنهن جو روح ۽ نفس وانگر ڪو مستقل وجود هجي بلڪ سندس صورت هي آهي تہ جيڪر سالڪ جو نفس صاف ۽ پاڪيزه ٿيو پوي تہ سندس روح نفس جي ظلماني قيد مان آزاد ٿي ڪري مقامِ قربِ الهي جي بلندين تي چڙهڻ شروع ڪندي آهي پوءِ هن وقت قلب بہ پنهنجي مرڪز کان الڳ ٿي ڪري روح کي واجهائيندي آهي بلڪ هن ۾ اجان هڪ وڌيڪ صفت بہ پيدا ٿي ويندي آهي.جن سالڪن کي هن ڳالهہ جو علم ٿي ويندو آهي

اهي هن واڌو صفت کي قلب کان بہ گهڻو پاڪيزه ۽ صاف پائيندا آهن تنهن ڪري هوءَ هن جو نالو روح بدران "سر باطن" (ڳجهہ جو راز) رکندا آهن جئين روح جي تلاش جي دوران قلب کي هڪ واڌو صفت حاصل ٿي ويندي آهي اهڙي طرح روح بہ پنهنجي عروج واري سفر جي دوران هڪ واڌو (زائد) صفت جي مالڪ بڻجي ويندي آهي جن سالڪن ۽ طالبن کي روح جي انهي واڌو صفت جو علم ٿي ويندوآهي اهي هن " روحِ صفا " جو نالو بہ سر (ڳجهہ) رکندا آهن . لهذا اختلاف انهي ڪري پيدا ٿيو جو اُهو سر (ڳجهہ) جنهن کي روح کان بہ گهڻو لطيف ۽ پاڪيزه سمجهيو وڃي ٿو ان کان مراد اُها روح آهِي جنهن ۾ عام مشاهدي واري روح جي ابتڙ (خلاف ) مٿي ذڪر ڪيل خاص صفت پاتي وڃي ۽ ٻيو تہ سرباطن جنهن کي بعض صوفيا روح کان بہ پهريان (اڳ) موجود سمجهندا آهن انهي کان مراد اُها قلب آهي جنهن ۾ مٿي بيان ڪيل تفصيل موجب هڪ واڌو صفت پيدا ٿي وڃي ٿي ."

حضرت شيخ الشيوخ سهروردي رح مزيد لکن ٿا تہ ”روح ۽ قلب جي مثل ترقي ڏيارڻ لاءِ لطيفهِ نفسي کي ڪمايڻ جي صورت ۾ بہ سالڪ جو نفس اماره ترقي ڪري قلب (دل) واري مقام تي وڃي پنهچندوآهي ۽ نانگ وانگر پنهنجي اصلي نفساني ڪينچلي (کلڙي ) لاهي ڪري نفس هجڻ اماره کان نفس مطمئنہ بڻجي ويندوآهي . ۽ پوءِ اڳ کان بہ وڌ ۽ گهڻن وڏن دلي مقصدن جي

آرزو ۽ خواهش ڪرڻ لڳندو آهي.“ (عوارف المعارف اردو ترجمو ڊاڪٽر سيد رشيد احمد ارشد ڇاپو شيخ غلام علي اينڊ سنز لاهور صفحو 457 )

مالڪن رح جنهن روحاني عروج ۽ مقامات جو ذڪر هن شعر ۾ ڪيو آهي انهي عروج ۽ مقامات بابت ”عوارف المعارف“ ۾ حضرت شيخ الشيوخ هڪ ٻي هنڌ لکن ٿا ته ”جڏهن ڪنهن مقرب بارگاه جي قلب ذڪر جي ستارن جي جڳ مڳ سان زيبائتي شانائتي ۽ سهڻي آسمان وانگر بڻجي ويندي آهي ته پوءِ سندس قلب آسمان جهڙي شڪل اختيار ڪري پنهنجي باطن (روح ۽ قلب)کي ساڻ ڪٺي عالم بالا جي سفر تي رواني ٿي ويندي آهي ۽ هن مقرب ٻانهي جو وجود ڪلي طور تي (پوري جو پورو ۽ جهڙو آهي تهڙو) آسماني طبقن ۾ هليو ويندو آهي . هو جيترو عروج ماڻي ٿو اوترو ئي سندس نفس مطمئنه لطيف ٿيندو ويندو آهي ۽ نفس جا سمورا خطرا ڪانئس هٽندا گهٽندا آخر تري ويندا آهن ايتري قدر جو هو پنهنجي باطني عروج جي وسيلي تمام آسمانن کان به اڳتي وڌي هليو ويندو آهي . انهي ساري عمل کي صوفياءَ جي ٻولي ۾ عروج چيو ويندو آهي جئين ته مالڪن به هن بيت ۾ انهي روحاني سفر کي مقام عروج چئي ڪري فرمايو آهي ته .

## ۽ مقام رسڻ عروجن جا ۽ مقامنئا

پر عروج واري اها روحاني ڪيفيت عارضي هوندي آهي هميشه قائم نه رهندي آهي ڪجهه عرصي کان پوءِ وري اها ڪيفيت زوال پذير ٿي ويندي آهي ايتري قدر جو طالب وري نفس نامراد يعني

نفس اماره جي مطالبن ۽ سندس واردات (جيڪي وسوسا شڪ وهم ۽ ٻيڙا خيالاتَ نفس دل ۾ پيدا ڪندوآهي ) واري مقام تي موتي اچي بيهندو آهي ۽ انهي ڪيفيت واري منزل کي عروج جي مقابلي ۾ تنزل جو مقام يعني "هيٺ ڪرڻ" جو مقام چيو ويندو آهي . ڇو تہ طالب آسمانن جي سير ڪندي ڪندي مقام عروج کان ڪري وري هيٺئين مقام تي اچي بيهندو آهي (عوارف المعارف شيخ الشيوخ سهروردي صفحو 464 ) حضرت مالڪانرح جو علمي ۽ ادبي ڪمال هن بيت مان واضح ٿئي ٿو تہ جنهن روحاني نڪتي کي حضرت شيخ الشيوخ سهروردي جهڙي غوث زمانہ قطب يگانہ مفسر محدث تصوف ۽ روحانيت جي بادشاه ٻن صفحن ۾ لکيو آهي ۽ رسالۂ قشيريہ يا تصوف جي ٻين بنيادي ڪتابن ۾ جيڪو نڪتو ڪيترن صفحن ۾ ڦهليل آهي اُن نڪتي کي حضرت مالڪانرح رڳو هڪ بيت ۾ سامائي ڇڏيو آهي . مولانا روم سچ چيو آهي تہ

لوح محفوظ است پيشانيءِ يار

(١٦١) پوءِ گهرجي تہ ساڻ همت وڏي جي حواس ۽ خطرا
بند ڪري ماسوي الله ڪنا

نثر : ( جڏهن معلوم ٿيو تہ طالب روحاني عروج کان هيٺ ڪري تنزل ۾ بہ اچي سگهي ٿو تہ پوءِ ڪيس گهرجي جو) وڏي همت ۽ حوصلي سان جملي حواسن (پنج حواسن) ۽ دل جي خاطرن

(خواطرن) ۾ غير الله جي خيال کي اچڻ کان بند ڪري ڇڏي .

سمجهاڻي : جڏهن طالب ۽ سالڪ عالم امر ۽ عالم خلق جي سمورن لطيفن جي پاڪيزگي ۽ صفائي جي محنت کان فارغ ٿي ڪري ترقي ۽ عروج جون منزلون طئي ڪندي بارگاهِ الهي جي قرب جو سير ڪري رهيو هجي تہ اهڙي حال ۾ ڪيس نفس ۽ شيطان جي خطرن، وهمن ۽ وسوسن جو علاج ۽ تدارڪ بہ چڱي طرح ڪرڻ گهرجي ڇو تہ جئين گذريل شعر جي شرح ڪندي لکيو ويو آهي تہ

هر ڪمالِ را زوال

ٿي سگهي ٿو تہ سالڪ کي سير روحاني ۾ عروج ڪانپوءِ ڪنهن مهل روحاني زوال يا تنزل جو منهن نہ ڏسڻو پوي . تنهن ڪري ڪيس گهرجي تہ وڏي همت حوصلي ۽ ڌيان سان حواس خمسہ (دل، اک ، زبان ، نک ۽ ڪن ) کي ماسويٰ الله (يعني الله جي ذات کان سواءِ) جملي مخلوق جي خطرن وسوسن وهمن ۽ خيالن کان بہ بند ڪري ڇڏي ۽ پنهجي جملي حواسن ۽ دل جي خاطرن ۾ الله جي ذات جي تصور ۽ خيال کانسواءِ بي ڪنهن بہ شي جي تصور ۽ خيال کي نہ اچڻ ڏي .

هن بيت ۾ لفظ "خطرا" هڪ خاص صوفيانہ اصطلاح آهي جنهن جي جمع عربي ۾"خواطر" آهي . امام ابو القاسم قشيري رح پنهنجي جڳ مشهور تصنيف ۽ تصوف جي هڪ اهم ۽ بنيادي

ڪتاب ”رسالۂ قشيريہ“ ۾ لکن ٿا تہ ”خواطر اُنهي خطاب يا سڏ
کي چوندا آهن جيڪو انسان جي ضمير کي (الهام يا القا طور)
ڪيو ويندوآهي .انهن خاطرن يا سڏن يا خطابن جو القا طالب تي
ڪڏهن فرشتي جي ذريعي ۽ ڪڏهن شيطان جي ذريعي ٿيندو
آهي هن جو ٽيون قسم بہ آهي جنهن کي حديث النفس چوندا آهن
اهو الهام يا القا بہ الله تعالیٰ جي طرفان ٿيندوآهي جڏهن اهڙو
خاطر (ڪٽڪو) فرشتي ذريعي ٿئي ٿو تہ هن کي صوفين جي زبان
۾ ”هواجس“ چوندا آهن ۽ جڏهن شيطان پاران ٿئي تہ هن کي
”وسواس“ چوندا آهن پر جڏهن سڌو حق تعالیٰ جي ذات پاران
ٿئي تہ پوءِ هن کي ”القا“ چيو ويندو آهي ۽ اهڙو خطرو يا خاطر
(ڪٽڪو) يا خطاب ۽ سڏ بالڪل سچو هوندوآهي ۽ اهي سمورا
خواطر (ڪٽڪا ، القا) هڪ ڪلام جي صورت ۾ ٿيندا آهن جنهن
کي سالڪ پڻ صاف ٻڌندو آهي انهن جي سڃاڻ ڏکي تہ آهي پر
نا ممڪن ناهي صوفياءَ جو چوڻ آهي تہ جنهن خاطر (ڪلام
خطاب يا ڪٽڪي) جي شهادت ۽ ثبوت ظاهر مان نہ ملي انهي کي
شيطاني القا سمجهيو وڃي ۽ شيطاني القا يا خاطر (ڪٽڪو)
هميشہ گناه ۽ نافرماني ڏانهن سڏيندو آهي ۽ جيڪر اهو خاطر
نفس پاران هوندو تہ هميشہ نفس جي ناجائز خواهشن جي پيروي
ڏانهن سڏيندو.جيڪو القا يا خاطر فرشتي پاران هوندو آهي
انهي ۾ ڪنهن نيڪ عمل يا نيڪ صلاح جو اشارو هوندو پر

ڪڏهن سالڪ هن تي عمل ڪندو ۽ ڪڏهن نہ بہ ڪندو آهي البتہ
جيڪو "خاطر" حق سبحانہ پاران القا ٿيندو سالڪ کي انهيءَ ڪان
ڪنڌ ڪڍائڻ جي طاقت نہ هوندي .حضرت جنيد بغدادي رح
"هواجس" ،نفس جي خواطر ۽ القا (ڪٽڪن ) ۽ شيطاني
وسوسن ۾ فرق کي هن ريت بيان ڪيو آهي تہ " جيڪر نفس القا
۽ خاطر ذريعي ڪنهن ڳالهہ جو مطالبو ڪندو تہ هن تي باربار
اصرار ۽ ضد ڪندو پر جيڪر ضمير ۽ دل تي شيطان پنهنجي
پاران ڪي خواطر يا وسوسا وجهندو تہ هن تي بار بار زور نہ
ڏيندو بلڪ جيڪر سالڪ هن تي عمل نہ ڪندو تہ پوءِ حڪمت
عملي تبديل ڪندي شيطان انهي ڳالهہ کي ڇڏي ڏيندو ۽ ڪا ٻي
ڳالهہ دل ۾ وجهي ڇڏيندو جيڪر اها بہ پوري نہ ٿي تہ وري ٽين
ڳالهہ پيش ڪندو ڇو تہ هن جو مقصد رڳو سالڪ جي روحاني
عمل جي مخالفت ڪرڻ ۽ کيس پريشان ڪرڻ آهي پوءِ کهڙي
شڪل ۾ بہ هجي بهرحال هو ڪنهن نہ ڪنهن لغزش جي دعوت
سالڪ کي ڏيندو رهندو" (رسالہ قشيريہ اردو ترجمو ڊاڪٽر محمد
حسين پيرزاده طبع اداره اسلامي اسلام آباد صفحو 147).

حضرت مالڪان رح جو هن بيت موجب فرمائڻ هي آهي تہ سالڪ
کي گهرجي تہ جڏهن تمام لطيفا جاري ٿيو پونس تہ هن سموري
محنت کي برقرار ۽ باقي رکڻ لاءِ پنهنجي حواسن (اک ، ڪن ،
زبان ۽ نڪ وغيره) جا دروازا ماسويٰ الله (الله جي غير) جي لاءِ

بند ڪري ڇڏي ۽ ڇهن لطيفن ۽ پنج حواسن اندر ڪنهن بہ قسم
جي نفساني ۽ شيطاني خطرن، خاطرن (ڪٽڪن) کي نہ اچڻ ڏئي
تہ جئين هو پنهنجي روحاني مقام کان هيٺ نہ ڪري پوي ۽ نفس
۽ شيطان جو فرمانبردار ٿي ڪري قرب حق واري مقام کان
محروم نہ ڪيو وڃي .

**(١٦٢) ۽ متي سب ڪنهن لطيفہ جي بند ڪري پساها**
**پيو چوي اسم الله جو جڏهين رسيس عجزا**

نثر: ۽ هرهڪ لطيفہ تي پنهنجو پساه بند ڪري (ساه کي جهٽي)
اسم الله جو پيو چوي پر جڏهن هن شغل ۾ ڪيس ٿڪيڙو تنگي
۽ ڪمزوري محسوس ٿيڻ لڳي تہ ايندڙ بيت مطابق عمل ڪري تہ
جئين هن ذڪر جو سلسلو جاري ۽ قائم رهجي سگهي .

سمجهاڻي: جئين اڳ ۾ گذريو آهي تہ طالب جڏهن ڇهن لطيفن
جو ذڪر شروع ڪري تہ آڌي رات کان پوءِ اڪيلائي ۾ چوڪڙي
(پلٿي) ماري وهي پنهنجا پساه بند ڪري پهريان لطيفءِ نفسي تي
اسم الله جو فڪر ڪري يعني خيال ۾ سمجهي تہ سندس لطيفو
نفسي الله الله ٿو ڪري . اهڙي ريت اهو ذڪر ۽ فڪر يعني اسم
ذات جو ذڪر ۽ فڪر لطيفي نفسي کانپوءِ لطيفءِ قلبي تي وري
لطيفءِ سري تي وري لطيفءِ روحي تي وري لطيفءِ خفي تي ۽ آخر
۾ لطيفءِ اَخفيٰ تي ڪري ايتري تائين جو هڪڙي ئي پساه ۾
تمام لطيفن اندر اسم ذات الله جو ذڪر جاري ٿيو پوي حضرت

مالڪان رح هن بيت ۾ فرمائن ٿا تہ اهو ذڪر ۽ فڪر ڪندي جڏهن طالب پساهہ ٻاهر ڪڍي ۽ نيئڻ ۾ عاجزي، تڪليف ۽ تنگي محسوس ڪري يعني ساهہ گهٽجڻ لڳس تڏهن ڪيس گهرجي جو ايندڙ بيت ۾ ڏنل هدايتن تي عمل ڪندي پنهنجي پساهن کي ڪجهہ دير تائين ساهي پٽائي درست ڪري تہ جيئن ذڪر ۽ فڪر ۾ وري خلل نہ اچيس .

(١٦٣) تڏهين رکي قوتي جيٽي نڪ جي تي شهادت آگر ڪا
۽ قوتي ڏائي نڪ جي ڪان آهستگي سان لنگهائي پساها

نثر: تنهن مهل پنهنجي نڪ (ٻيني) جي جيٽي (ساڄي) قوتي يعني (ناس) تي شهادت واري آڱر رکي کيس بند ڪري ۽ نڪ جي ڏائي (ڪاٻي) قوتي (ناس) کان پنهنجا پساهہ آهستي آهستي پيو لنگهائي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ طالب پنهجا پساهہ بند ڪري جڏهن ڇهن لطيفن جو ذڪر ۽ فڪر شروع ڪندو تہ سندس ساهہ گهٽجڻ ۽ بند ٿيڻ لڳندو تڏهن طالب کي گهرجي تہ شهادت واري آگر سان نڪ جي ساڄي سوراخ (ناس) کي بند ڪري ۽ کاٻي سوراخ (ناس) مان پنهجن پساهن کي هوريان هوريان آهستگي ۽ آرام سان پيو ڇڏي ۽ ڪڍي تہ جيئن کيس تنگي بدران فرحت محسوس ٿئي .

(١٦٤) پر تڪرار اسم جو پيو ڪري متي طريق طاقا
يعني متي طريق اِڪي جي ڪري شغل ڪا

نثر: پر هي ڳالهه به ياد رکڻ گهرجي ته متئين شغل جي دوران اسم الله جو تڪرار اِڪي جي انگ ۾ پيو ڪري مطلب ته اسم الله جي ذڪر جو اهو شغل اڪي جي عدد تي ڪري ٻڌي جي عدد ڪي هن شغل اندر ڪم ۾ نه آڻي .

سمجهاڻي : گذريل بيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ڇهن لطيفن جو ذڪر ۽ فڪر ڪندي جيڪر ڪنهن لطيفي تي طالب جو دم (ساه) گهٽجڻ لڳي ته نڪ جي ساڄي سوراخ کي شهادت واري آڱر سان بند ڪري پنهنجا پساه نڪ جئَ کاٻي پاسي واري ناس مان پيو ڪڍي ۽ ڪجهه دير ساهي پٽڻ کانپوءِ وري ساڳي لطيفي کان شروع ڪري مطلب ته هڪئي وقت ۾ ذڪر اسم الله جو تصور ۽ خيال ذريعي ڇهن لطيفن مان لنگهائڻو آهي جيڪر هڪ ساه ۾ ذڪر جاري نه ٿئي ته ٻي ساه ۾ ٿيندو نه ته اهڙي ريت ٽيون دفعو وري پنهجي دم کي ساڳي لطيفي تي اچي هٽي ته جئين طالب جي سڀن لطيفن ۾ ذڪر جاري ٿيو پوي حضرت مالڪان رح هن بيت ۾ سڪيا ڏين ٿا ته ڇهن لطيفن ۾ ڪري ۽ ذڪر جاري ڪرڻ لاءِ لطيفن ۾ اسم ذات "الله" جو خيال ڪندي جيڪي پساه ڇڏٽا ۽ وري ٻي پاسي کان ڪڍٽا آهن انهن جو انگ اڪي تي هجي ٻڌي (جفت) تي نه هجي يعني هڪ ڀيرو يا ٽي ڀيرا يا پنج ڀيرا وغيره .

(١٦٥) جڏهن ان طرح تي پيرا مٿي سيني لطيفن ڪري دورپساها
تڏهن مٿي لطيفي اخفيٰ به پيرا ٻيا وڌڪري يعني پنج پيرا

نثر: جڏهن سيني لطيفن تي اهڙي ريت ٽي پيرا پساه بند ڪرڻ ۽ خيال ۽ تصور ۾ ذڪر ڪرڻ جو دَور پورو ڪري تڏهن لطيفي اخفيٰ تي اهو عمل ٻين لطيفن جي پيٽا ۾ ٻه پيرا وڌيڪ ڪري مطلب ته لطيفي اخفيٰ تي اهو عمل ٽي جي مقابلي ۾ پنج پيرا ڪرڻ گهرجي .

سمجهاڻي : مٿي ٻڌايل طريقي موجب سالڪ کي هڪئي وقت ۾ سيني لطيفن تي پساه (دم) بند ڪري پنهجي خيال منجهه اسمِ ذات الله جي ذڪر جو دَور ٽي پيرا ڪرڻو آهي پر جنهن مهل لطيفي اخفيٰ تي پنهچي ته منجهس اهو عمل پنج پيرا ڪري . گذريل بيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ٻين لطيفن جي پيٽ ۾ لطيفي اخفيٰ تي ٻه پيرا وڌيڪ دم چڙهيو وڃي ۽ هتي به ساڳي ڳالهه جي تشريح فرمائي اٿن ته لطيفن منجهه شغل ذڪر ڪندي جيڪر هڪ پيري ۾ لطيفو جاري نه ٿئي ته ٻيو پيرو ڪجي جيڪر ٻي پيري ۾ به ذڪر جاري نه ٿئي ته وري ٽيون پيرو اهو شغل ڪيو وڃي پر ياد رکجي ته جيڪر ٻين لطيفن تي اسم ذات جو خيال ٽي پيرا ڪجي ته لطيفهء اخفيٰ کي جاري ڪرڻ لاءِ مٿس اهو عمل پنج پيرا ڪرڻ گهرجي جو ته اڳ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته لطيفهءِ اخفيٰ تي پساهن ۽ خيالن ذريعي اهو شغل ٻين لطيفن جي پيٽ ۾ ٻه پيرا

وڌيڪ ڪرڻو آهي .

(١٦٦) تہ ڪري لطيفہ اخفيٰ ڪي وِرد ست پيرا
۽ انهي طرح جيترا ٻين تي ڪري بند پساها

نثر: (جيڪر طالب ٻين لطيفن تي اسم ذات الله جو ذڪر خيال ذريعي ڪندي پنهنجا پساه پنج پيرا بند ڪري ٿو) تہ لطيفہ اخفيٰ تي اهي پساه ست پيرا بند ڪرڻا پوندس ۽ اهڙي طرح ٻين لطيفن تي جيترا پيرا پساه بند ڪندو انهيءَ کان ٻہ پيرا وڌ اخفيٰ تي بند ڪرڻ گهرجيس .

سمجهاڻي : گذريل ڪيترن بيتن ۾ حضرت مالڪان رح باربار انهي ڳالهہ ڏانهن طالب جو ڌيان ڇڪايو آهي تہ لطيفن کي جاري ڪرڻ لاءِ جيڪر سلوڪ جو طالب پنهنجا پساه بند ڪري خيال ۽ تصور جي طاقت سان اسم ذات الله جو ذڪر ڪندو تہ سندس لطيفا جاري ٿي پوندا پر ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي جو هڪ پساه ۾ لطيفو جاري نہ ٿو ٿئي تہ اهڙي صورت ۾ طالب کي مايوس نہ ٿيڻ گهرجي بلڪ ذڪر جاري رکي تہ جئين ٻئين پساه ۾ جاري ٿيو پوي نہ تہ ٽئين پساه ۾ ضرور ڪاميابي ماڻي سگهجي ٿي . هاڻ مالڪان رح جو فرمائڻ آهي تہ جيڪر اهڙو حال پيش اچي ۽ ذڪر جاري ڪرڻ لاءِ پساهن کي بند ڪرڻ جو باربار تڪرار ڪرڻو پوي تہ اهڙي صورت ۾ ٻين لطيفن جي مقابلي

۾ لطيفءِ اَخفيٰ تي ٻه پيرا دم (پساه) کي وڌيڪ بند ڪرڻو آهي مثلا جيڪر ٻين لطيفن ۾ هڪ پيرو پساه بند ڪيو ويو آهي ته اَخفيٰ تي ٽي پيرا بند ڪجي ۽ جيڪر ٻين تي ٽي پيرا پساه بند ڪيا اٿس ته اخفيٰ تي پنج پيرا بند ڪري ۽ وري جيڪر ٻين لطيفن تي سالڪ کي ذڪر جاري ڪرڻ لاءِ پنج پيرا پساه بند ڪرڻ ۽ ڇڏڻ جو عمل ڪرڻو پيو آهي ته لطيفءِ اَخفيٰ تي ست پيرا بند ڪرڻ گهرجيس.

## (١٦٧) تهان ٻه مرتبه ڪري اخفيٰ تي زيادا ۽ ٻيو عمل ڪري وِتر طريق يعني اِڪي تي تماما

نثر: تنهن عدد (ٻين لطيفن واري عدد) کان لطيفي اخفيٰ تي ٻه پيرا وڌيڪ پساه بند ڪري ۽ ٻيو هن ڳالهه جو ٻه خيال رکي ته انهيءَ عمل جو اختتام اڪي تي ڪري يعني پساه کي بار بار بند ڪرڻ ۽ ڇڏڻ واري عمل کي جيتري دير ٻه جاري رکي سندس عدد اِڪي جي انگ ۾ هجي نه ڪ ٻڏي جي انگ ۾.

سمجهاڻي: هن بيت ۾ ذڪر مهل پساه بند ڪرڻ ۽ ڇڏڻ واري طريقي کي وري واضح ڪيو ويو آهي حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته ٻين لطيفن تي جيتري تعداد ۾ پساه بند ڪرڻ جو عمل ڪري انهي تعداد کان ٻه عدد وڌائي ڪري اهو عمل لطيفءِ اخفيٰ تي ڪري ۽ هن ڳالهه جو ٻه خيال رکي ته انهن پساهن جو عمل اڪي جي انگ تي پورو ڪري ٻڏي تي نه ڪري يعني هڪ پيرو يا

تي پيرا يا پنج پيرا يا ست پيرا وغيره .

## (١٦٨) ۽ اي طريقو مراقبي ۾ آهي مشروطا
## ۽ اٿئي ويٺي سين لطيفن تي اسم الله جلشانه في الاوقات كلها

نثر : ياد رکڻ گهرجي تہ ڇهن لطيفن کي جاري ڪرڻ لاءِ اسم ذات الله جي هن شغل کي ساڳين شرطن ۽ ساڳي طريقي موجب مراقبي ۾ بہ جاري ڪري چو تہ اسم ذات جي ذڪر ڪمائڻ لاءِ مراقبو بہ ضروري آهي ۽ ٻيو تہ اٿئي ويٺي هر گهڙي هر لمحي بلڪ سڀني وقتن ۾ سڀني لطيفن تي اسم ذات الله جو ذڪر مراقبي ۾ بہ جاري رکي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هن بيت ۾ لطائف ستہ (ڇهن لطيفن) جي اُجارڻ ۽ جيارڻ لاء ذڪر ۽ فڪرجي دوران مراقبي کي ضروري شرط قرار ڏنو آهي . مراقبو ڇا آهي هن بابت حضرت امام ابو القاسم قشيري رح لکن ٿا تہ "حديث جبريل ۾ آنحضرت صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو اهو فرمائڻ تہ " جيڪر عبادت ۾ تون خدا جي ذات کي نٿو ڏسي سگهين تہ پوءِ تو کي گهٽ ۾ گهٽ ائين ڄاڻڻ گهرجي جو هو(الله) تو کي ڏسي رهيو آهي" هن حديث ۾ مراقبي واري حالت ڏانهن واضح اشارو ملي ٿو انهي ڪري جو مراقبو هي آهي تہ ٻانهي کي ڄاڻ هجي تہ الله تعالىٰ هن کي ڏسي رهيو آهي ۽ ٻانهي جي هن حالت ۽ ڪفيت کي هميشہ قائم رکڻ کي ئي مراقبو چيو ويندو آهي. مراقبو

ڪرڻ هر نيڪي جي پاڙ آهي ۽ ڪو بہ انسان هن مرتبي تائين نٿو رسي سگهي جيستائين پهريان پنهنجي نفس جو محاسبو نہ ڪري. جڏهن نفس جي محاسبي کان فارغ ٿئي تہ موجود وقت ۾ پنهنجي حالت جي اصلاح ڪري ۽ الله جي واٽ تي هلندو رهي "پنهنجي" ۽ "الله" جي وچ ۾ پنهنجي قلب جي رابطي ۽ تعلق جي هر طريقي سان نگراني ۽ حفاظت ڪندو رهي . پنهنجا ساه پساه الله جي احڪام جي تابعداري ذريعي محفوظ رکندو اچي تہ پوءِ اهڙو طالب هر وقت يعني اڪثر حالتن ۾ الله تعالىٰ جي ذات کي موجود ۽ حاضر ڏسندو رهندو ۽ ڪيس اها ڄاڻ رهندي تہ الله تعالىٰ بہ ان کي ڏسي رهيو آهي بلڪ سندس ذات دل ۾ موجود ۽ سندس هر حال کان باخبر آهي مراقبي جي هن ڪيفيت ۽ حقيقت جي باري ۾ سلسلهٔ عاليہ راشديہ قادريہ جو هڪ اهلِ علم بزرگ حضرت مولانا سيد مسيح الدين سيد ميان مسڪين پنهجي مشهور ڪتاب "رشيد التوحيد " ۾ لکيو آهي تہ

"هر آيت و ڪلمهٔ ڪہ فڪرِ آن منظور با شد آن آيت يا ڪلمہ را تلفظ نموده با ادب تمام دو زانو بذلت و حقارتِ خود رو بہ قبلہ بہ نشيند و دل را ازما سوائي خالي نموده در تصورِ آن خوب خوض نمايد چندا نڪہ در خلا و ملا در آن مستغرق گردد و مراقبات چهارده در طريقهٔ راشديہ متبرڪ آمده اند هر آنچہ طالب را راه بخشد و بہ منزلِ مقصود رساند بعمل آرد" .( رشيد التوحيد صفحہ 22 )

ترجمو: مراقبو هي آهي ته جنهن آيت يا ڪلمي تي غور فڪر ڪرڻو ۽ هن کي مراقبي ذريعي ڪمائڻو هجي ته هن آيت يا ڪلمي کي پهرين زبان سان پڙهي يعني تلاوت ڪري (پوءِ) وڏي ادب ۽ عاجزي سان التحيات ۾ وهڻ (قعده) جهڙي شڪل ۾ دو زانو وهي ۽ پاڻ کي سموري ڪائنات کان گهٽ ، عاجز ، ڪنو ۽ ادنيٰ سمجهي ڪري قبلي ڏانهن منهن ڪري وهي ۽ پنهجي دل کي تمام غير الله کان ۽ سندس خيال کان بالڪل آجو ۽ وانجهو ڪري پوءِ تلاوت ڪيل آيت يا ڪلمي جي معنائن ، حقيقتن ۽ معرفتن کي تصور ۾ آڻي هن تي خوب غور و فڪر ۽ سوچ ويچار ڪري ايتري قدر جو ڪائنات ارضي (زميني دنيا) ۽ سماوي (آسماني دنيا) جي هر شئي سندس غور ۽ فڪر جو محور بڻجي ڪري هن جي فڪر ۾ غرق ۽ فنا ٿيو وڃي . طريقهءِ متبرڪ قادريہ راشديہ ۾ چوڏهن مراقبا آيا آهن انهن مراقبن کي طالب عمل ۾ آڻي پوءِ جيڪو مراقبو طالب کي سندس طبيعت ۽ مزاج مطابق ترقيءِ درجات، وصالِ حق ۽ قرب الهي جي واٽ ڏيکاري ۽ منزل مقصود تي وڃي رسائي، طالب کي گهرجي ته پوءِ هميشہ اُنهي مراقبي تي عمل ڪندو رهي ."

مراقبي جي باري ۾ هڪ ٻي صوفي بزرگ جو چوڻ آهي ته "جنهن شخص مراقبي جي ذريعي پنهجي دل جي خواطر ( ڪٿڪن ۽ وسوسن) جي حفاظت ۽ نگاهداري ڪئي ته الله تعاليٰ سندس عضون (جسم جي هرهر انگ) کي گناه کان پاڪ ۽ محفوظ رکندو."

(١٦٩) ۽ ڦيري سڀ لطائفن تي تا رسائي اخفيٰ
۽ ان وقت بند ڪرڻ پساه جو ڪو نہ آهي شرطا

نثر : ۽ مراقبي اندر اسم ذات "الله "جي شغل ۽ ذڪر واري عمل کي تمام لطيفن تي ڦيريندو ڦيريندو اچي لطيفي اخفيٰ تي پنهچائي ۽ جڏهن مراقبي ۾ اهو عمل ڪيو ويندو تہ پوءِ پساه جي بند ڪرڻ واري شرط بہ اتي اچي ختم ٿي ويندي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ هر لطيفي تي ذڪر اسم ذات الله جو شغل ڪندي مهل پساهن کي بند ڪرڻو ۽ ڇڏڻو هو پر طالب جڏهن ڇهن لطيفن جي شغل جي زڪوات پوري ڪري وٺي ۽ مراقبي جي عمل ۾ مشغول ٿئي تہ پوءِ مراقبي ذريعي لطيفن ۾ ذڪر ۽ فڪر ڪرڻ مهل ساه بند ڪرڻ جي ضرورت بہ نہ رهندي ڇو تہ طالب جڏهن لطيفن جي ذڪر ۽ شغل اسم ذات کي انتهائي ڪمال تي پنهچائي ٿو تہ هڪئي ساهي (هڪي دم ۽ پساه) ۾ ڇهن لطيفن اندر بغيرڪنهن ڏکيائي جي ذڪر جاري ٿي پوندس ۽ مقام ڪماليت تي رسڻ کانپوءِ بغير پساه بند ڪرڻ جي بہ طالب جي هر لطيفي مان ذڪر جاري ٿئي ٿو جئين تہ هن باري ۾ حضرت ميان مسڪين مسيح الدين راشدي "رشيد التوحيد" ۾ لکن ٿا تہ

" وبعد از ڪماليت بغير حبس نفس در هر لطيفۂ ذڪر جاري مي شود و ازين نتيجۂ ڪلي حاصل مي شود ."

ترجمو: لطيفن جي شغل ۽ ذڪر ۾ ڪماليت (آخري درجو) حاصل ڪرڻ کان پوءِ پساه بند ڪرڻ کان سواءِ بہ هر لطيفي مان ذڪر جاري ٿي ويندو آهي ۽ هن جي نتيجي ۾ طالب کي تمام مقصد ۽ گهربل نتيجا حاصل ٿي ويندا آهن .

(١٧٠) فقط سين خيال اسم الله جي سين پيو ڪري تڪرارا
مٿي ڇهن لطائفن ، پنهنجي ان دور ڪي تو ڦيرا

نثر : رڳو خيال ئي خيال ۾ اسم " الله " جوتڪرار پيو ڪري ۽ خيال جي قوت سان اسم "الله" جي تڪرار واري پنهجي هن دور کي ڇهن لطيفن تي هرهر پيو ڦيرائي .

سمجهاڻي : جئين مٿي لکيو ويو آهي تہ ڇهن لطيفن تي اسم ذات الله جو شغل مراقبي اندر خيال جي قوت سان سالڪ کي هر حال ڪرڻو آهي هن ڳا لھہ جي وضاحت ڪندي حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ اسم "الله" جي خيال کي سالڪ پنهنجي زندگي جو جزو بنائي ڇڏي . اٿندي ويهندي ، گهمندي ڦرندي ۽ سمهندي جاڳندي غرض هر حال ۾ طالب جي خيال ۽ تصور ۾ رڳو اسم ذات الله جو ذڪر ۽ فڪر پيو هلي . طالب کي گهرجي تہ پنهجن ڇهن لطيفن ۾ هرهر هن ذڪر ۽ فڪر جي وراڻي پيو ڪري ۽ خيال ذريعي اسم ذات الله جي ذڪر جو هي دور ڇهن لطيفن ۾ پيو ڦيرائي تہ جئين هر لطيفي ۾ ذڪر اسم ذات لاڳيتو جاري ۽ ساري رهي .

(۱۷۱) ۽ سمهڻ وقت پڻ ڦيري سين لطائفنئا
اسم مبارڪ الله جلشانہ جو پيو ڪري تڪرارا

نثر : سمهڻ وقت بہ سينن لطيفن جو اهودور ۽ ڦيرو جاري رکي يعني تہ اسمِ مبارڪ "الله جلشانہ" جو خيال اندر بار بار پڙهڻ ۽ هن جو تڪرار ڪرڻ مٿي بيان ڪيل طريقي موجب گهربل تعداد (اڪي) ۾ سمهاڻي مهل بہ پيو ڪري .

سمجهاڻي : جئين اڳ ۾ لکي آيا آهيون تہ جملي ڇهن لطيفن ۾ ذڪر اسم ذات الله جو شغل طالب کي هميشہ جاري رکڻو آهي هن بيت ۾ بہ حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ سمهڻ وقت بہ طالب ذڪر اسم ذات الله جي دور کي هر هڪ لطيفي تي جاري ڪري ۽ اسم ذات جو تڪرار (بار بار ڪرڻ وارو عمل) طريقي نقشبندي ، قادري مطابق خيال جي طاقت سان گهربل انگ ۾ پورو ڪري تہ جئين ننڊ ۾ بہ سندس لطيفا ذڪر اسم ذات ۾ مشغول ۽ جاري رهن .

(۱۷۲) جئين ڪري دور قرآن ڪريم جو تهين طريقا
جڏهين جاڳي ننڊ منجهان تڏهين پڻ ان طرحا

نثر : جئين قرآن ڪريم جو دور ڪبو آهي اهڙي ريت انهن سيني لطيفن تي اسم ذات الله جو اهو دور جاري رکي ۽ ننڊ مان جڏهن بہ جاڳي تہ اُٿڻ شرط هن عمل کي وري ساڳي ريت جاري ڪري .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ جئين قرآن مجيد جو دورروزاني ڪبو آهي يا جئين قرآن جي تلاوت سان محبت رکندڙ ماڻهو ڪي جنهن مهل بہ فرصت ۽ فراغت ملندي آهي تہ هو قرآن جو دور ڪندو آهي . ڪيترا الله جا ٻانها اهڙا بہ آهن جيڪي رات جو ٿورڙي دير ننڊ ڪري پوءِ جاڳي وضو ڪري تلاوت قرآن مجيد ۾ مشغول ٿي ويندا آهن. اهڙي ريت طالب سلوڪ کي بہ گهرجي تہ قرآن جي دور وانگر فرصت جي مهل ۽ خاص طرح سان رات جو جنهن وقت بہ جاڳ ٿيس اسم ذات "الله" جو هي شغل ۽ ذڪر پنهنجن سيني لطيفن ۾خيال ذريعي جاري ڪري ۽ اهڙي ريت قرب الهي جون منزلون طئي ڪندو رهي جئين تہ رومئيءِ سنڌ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي چيو آهي تہ

مرڻ مسلم جن واحد تن نہ وسري

مٺي سڪر ڪاپڙي نانگا ننڊ نہ ڪن

نيڻ سدائين تن اوجاڳي اوجاريا

ڪري دور اسم الله جو تڏهين پڻ ان طرحا (۱۷۳)

ڪري دور اسم الله جو سين لطائفنئا

نثر : تڏهن (ننڊ مان جاڳندي ئي) پڻ ان طرح اسم ذات الله جو دور ڪري ۽ اسم الله جو اهو دور ڪيس سيني لطيفن ۾ ڪرڻو آهي.

سمجهاڻي : جنهن مهل بہ طالب ننڊ مان جاڳي، مٿي ٻڌايل طريقي موجب اسم ذات الله جي ذڪر جو دور سمورن لطيفن ۾ شروع ڪري ڇڏي تہ جئين اهي لطيفا اسم ذات جي ذڪر ۾ مشغول ٿي ڪري جاري ٿيو پون حضرت مالڪان رحمتہ الله عليہ بيت نمبر 171 کان وني هن بيت تائين سمهڻ کان وني جاڳڻ مهل تائين خيال جي طاقت ۽ تصور جي سگهہ سان بنان زبان چورڻ جي مراقبي جي حالت ۾ ذڪر اسم ذات "الله "جي دور بابت جيڪي ڪجهہ بہ فرمايو آهي سندس تائيد ۽ تشريح ۾ قرآن مجيد، حديث شريف ۽ بزرگن جا ڪيترا قول ۽ حوالا مٿي ذڪر ٿي چڪا آهن هاڻ هن جي تائيد ۾ سرتاج الشعراءِ رومئي سنڌ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليہ جا بيت پيش ڪجن ٿا.

(1) ساري رات سبحان جاڳي جن ياد ڪيو
ان جي عبداللطيف چئي مٿي لڏو مان
ڪوڙين ڪن سلام آڳہ اچيو اُن جي

(2) ستا اُٿي جاڳ ننڊ نہ ڪجي ايتري
سلطاني سهاڳ ننڊ ڪندي نہ ٿئي

(3) ستي ملي نہ سپرين، ويٺي ور نہ پونس
ساجن تن کي ملي جي مٿي رندن رنون

## (١٧٤) جانسين سيئي لطائف قلب جي مثلا
## اچن چرڻ ۾ بلڪ اڏامن پکن جي طرحا

نثر : ذڪر اسم "الله" جو اهو دور سينن لطيفن تي اوستائين جاري رکڻ گهرجي جيستائين جو سڀ لطيفا قلب (دل) وانگر چر پر نہ ڪن بلڪ پکين وانگر اڏامڻ ۾ نہ اچن.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هن بيت ۾ سلوڪ جي هڪ وڏي منزل جو بيان ڪرڻ فرمايو آهي فرمائن ٿا تہ طالب اوستائين ڏينهن رات ستئين، جاڳندئين، اُٿئين، وينئين، تمام لطيفن ۾ ذڪر اسم ذات "الله" کي مٿي سمجهايل طريقي مطابق هلائيندو ۽ ڪمائيندو رهي جيستائين جو هر لطيفو مثل لطيفي قلب جي حرڪت ۽ چرپر ۾ نہ اچي ۽ هر عضوو پاڻ مرادو ذڪر ۾ مشغول نہ ٿيو وڃي . پيو تہ جيستائين هر لطيفي ۾ ذڪر جي چرپر ۽ حرڪت نظر نہ اچي يعني تہ هر لطيفي مان ازخود ذڪر جي آواز نہ پئي نڪري ۽ قلب جي چر پر ۽ ڏڙڪن مان ذڪر جي آواز محسوس نہ پئي ٿئي تيستائينْ اهو شغل جاري رکڻ گهرجي، مزيد فرمائن ٿا تہ انهن لطيفن مان رڳو ذڪر جي آواز ۽ چرپر محسوس نہ ٿئي بلڪ اهي لطيفا پکين وانگر ڦڙڪاٽيون ماري عالم بالا (عالم ملڪوت، لاهوت ۽ جبروت) ڏانهن اُڏامڻ جي ڪوشش ۾ مصروف نظر اچن حضرت مالڪان رح جي هن باريڪ روحاني نڪتي جي وضاحت حضرت شيخ الشيوخ شيخ شهاب الدين

سهروردي رح پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب عوارف المعارف ۾ هن ريت ڪرڻ فرمائي آهي "جڏهن ڪنهن مقرب بارگاه الهي بزرگ جي دل (قلب) ذڪر جي تارن (ستارن) جي جڳ مڳ سان سينگاريل آسمان وانگر بڻجي وڃي ته سندس قلب آسماني شڪل اختيار ڪري پنهنجي باطن سوڌو عالم بالا ڏانهن روانو ٿي ويندي آهي بلڪ سالڪ جو وجود حقيقت ۾ سموري جو سمورو آسماني طبقن (ملڪوت، لاهوت ۽ جبروت) ۾هليو ويندو آهي ۽ اهڙي بزرگ سالڪ کي جيترو عروج ۽ بلندي حاصل ٿيندي آهي اوتري قدر سندس نفس، مطمئن لطيف ۽ پاڪيزه بڻدو ويندو آهي ۽ سندس نفس جا خاطرات (خواطر يا ڪتڪا) به دور ٿيندا رهن ٿا ايتري قدر جو هو پنهنجي روحاني عروج جي وسيلي آسمانن کان به اڳتي هليو ويندو آهي جت رڳو حضرت جبرائيل عليه السلام جهڙا مقرب فرشتا وڃي سگهن ٿا.

## (۱۷۵) اهي لطائف علم باطني ۾ آهن حرفن جهڙا
## جهڙو پڙهجن ا ب ت ث علم ظاهري لا

نثر : اهي ڇهه لطيفا انسان جي وجود ۾ ائين آهن جئين ظاهري علم پڙهڻ لاءِ الف، با، تا، ثا (ا، ب، ت، ث) وغيره (حرفن جو پڙهڻ ضروري آهي.

سمجهاڻي : جيترا لطيفا انسان جي وجود ۾ آهن (عالم امر وارا خواه عالم خلق وارا) باطني يعني روحاني علم مطابق انهن

جو درجو بغدادي قاعدي جي اکرن (ا، ب، ت، ث) جهڙو آهي مطلب تہ جئين ظاهري علم پڙهڻ لاءِ پهريان الف ب جو قاعدو پڙهڻو پوندو آهي روحاني ۽ باطني علم يا سلوڪ جون منزلون طئي ڪرائڻ واري علم لاءِ بہ اهي لطيفا الف با تا ثا وارو ڪم ڏين ٿا سڀ کان پهريان عالم امر جي پنج لطيفن جو سبق مرشد ڪامل وٽ پڙهڻ لازمي آهي انهن جي تڪميل ڪانپوءِ وري عالم خلق جي پنجن لطيفن جو شغل ڪرڻو آهي جن مان لطيفہءِ نفس تي سڀ کان وڌيڪ محنت ٿيندي آهي جڏهن سلوڪ جي طالب جا اهي ڏهہ (10) لطيفا اسم ذات "الله" جي ذڪر سان جاري ٿيو پون تہ پوءِ سمجهڻ گهرجي جو سلوڪ جي طالب روحاني علم جو بغدادي قاعدو جڻ ختم ڪري ورتو آهي .

## (۱۷۶) جڏهين سالڪ ان مڪان ۾ پڄائي ذڪرا تڏهين وقت ذڪر لطائفن جي بعضي شيخن ڪا

نثر : سلوڪ جو طالب جڏهن انهن ڏهن (10) لطيفن جي ذڪر ۽ شغل ڪي هن مڪان (مقام) يا درجي تي اچي پنهچائي تہ ڪن مشائخن جي چوڻ مطابق اهڙي طالب ۽ سالڪ لطيفن ۾ شغل ذڪر بدران هاڻ مقامات عروج ۽ ذات حق ڏانهن جذب جي فڪر ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي .

سمجهاڻي : طريقہءِ قادريہ راشديہ جيلانيہ موجب جئين ڏهہ لطيفا انسان جي وجود ۾ آهن (پنج عالم امر جا ۽ پنج عالم

خلق جا) بالڪل اهڙي ريت ست ذڪر بہ آهن . جن جو ڪمائڻ ۽ شغل ۾ رکڻ هر طالب فقير ۽ سالڪ لاءِ ضروري هوندو آهي انهن ذڪرن جي تفصيل هن ريت آهي .

1.ذڪر زباني يا جهري 2.ذڪر خفي قادريہ 3.ذڪر پاس انفاس 4.ذڪر لطائف ستہ قادريہ 5. ذڪر سلطاني نقشبنديہ 6.ذڪر نفي اثبات نقشبنديہ 7.سلطان الاذڪار ياذڪر صدائي مطلق.

اهي سمورا ذڪر مراقبي جي صورت ۾ وهي سالڪ ڪمائيندو آهي اهڙي ريت وري هن سلسلهءِ عاليہ قادريہ نقشبنديہ راشديہ جيلانيہ ۾ چوڏهن فڪربہ آهن

(1) پهريون فڪر حجر مدر يعني فنائي فعلي (2) ٻيون فڪر فنائي صفاتي (3) ٽيون فڪر معيت حق (4) چوٿون فڪر احديت (5)پنجون فڪر همہ اوست يا وحدت الوجود (6) ڇهون فڪر رؤيت حق (7) ستوُن فڪر معيت حقيقي ڪامل (8) اٺون فڪر فنائي موجودات (9) نائون فڪر فنائي ماسوٰي الله وبقاءِ خداتعالٰي (10) ڏهون فڪر قربيت حق (11) يارهون فڪر اسماءُا لحسنٰي (12) ٻارهون فڪر فنا في الشيخ (13) تيرهون فڪر فنا في الرسول (14) چوڏهون فڪر فنا في الله.

حضرت مالڪان رح هن بيت ۾ فرمايو آهي تہ جڏهن طالب جا سڀ لطيفا ذڪر اسم ذات "الله" جي برڪت سان جاري ۽ زنده ٿيو پون ۽ انهن لطيفن ۾ فڪر واري چوڏهن شغلن ۾ مشغول ٿي ڪري فنا في الله ۽ بقا با الله واري درجي تي بہ وڃي رسي تہ پوءِ

هاڻي روحاني عروج ۽ عالم بالا ڏانهن پنهجي اندر جذب ۽
ڪشش پيدا ڪرڻ جو آغاز ڪري وما ذلڪ علیٰ الله بعزيز.

## (۱۷۷ متي عروج ۽ جذبي ٿئي شروعا
## منجهه تجلين فعلن ، ذاتين ۽ صفاتنئا

نثر : ( لطيفن منجهه ست ذڪر ۽ چوڏهن فڪر جي شغلن کان
فارغ ٿيڻ شرط) روحاني عروج ۽ عالم بالا جي جذبي (ڪشش
واري شغل کي شروع ڪري تہ جئين خالق ڪائنات جي ذاتي ،
فعلي ۽ صفاتي تجليات ۾ مستغرق ٿي ڪري سلوڪ جي آخري
مقام تي وڃي پنهچي .

سمجهاڻي : لطيفن جي ست ذڪرن ۽ چوڏهن فڪرن کان جڏهن
طالب ڪامل فراغت حاصل ڪندو تہ هاڻي سلوڪ جي اعلیٰ منزل
جو سفر شروع ٿي ويندس ۽ طالب روحاني عروج ۽ ڪمالات
حاصل ڪرڻ سان گڏ پنهجي اندر ذات حق لاءِ شوق ۽ جذب و
ڪشش محسوس ڪندو. جڏهن طالب روحاني عروج جي سفر ۾
قدم رکندو تہ مختلف شغلن دوران حق تعالیٰ جي فعلي، ذاتي ۽
صفاتي تجلين جو هن تي نزول ٿيڻ شروع ٿي ويندو ۽ ترقي ڪندي
ڪندي طالب ۽ سالڪ جو وجود تجلياتِ حق ۾ مستغرق ۽ فنا ٿي
ويندو. حضرت مالڪان رح جي بيان ڪيل هن نڪتي کي حضرت
شيخ الشيوخ سهروردي رح عوارف المعارف ۾ هن ريت بيان

فرمايو اهي . " جڏهن سالڪ جي دل مان تمام حجابات هٽايا ويندا آهن ته مشاهدهء حق جي تجليات سان سندس دل جڳ مڳ جڳ مڳ ٽمٽار ٿي ويندي آهي صوفين جي اصطلاح ۾ تجلي جي مقابلي ۾ "ستر" جو لفظ آهي عوام ستر جي پردي ۾ آهن ۽ خواص (اولياءَ) هميشه تجلي ۾ مستغرق رهندا آهن حديث مطابق جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي تجلي ڪنهن شي تي وجهندو آهي ته اها شي الله تعاليٰ جي آڏو عاجزي، نماڻائي ۽ نهٽائي جو اظهار ڪندي آهي . "صوفي جي زندگي تجلي ۾ جڏهن ته خاص اولياءَ جي زندگي ستر ( پردي) ۾ آهي" ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته حق تعاليٰ جي تجليء ذاتي لاءِ ته انبياءِ عليهم السلام ڪي ٻه پهريان تيار ڪرڻو پوندو آهي نه ته حضرت موسيٰ عليه السلام جهڙا نبي بي هوش گم ڪري وهندا آهن سالڪ کي تجليء فعلي، تجليءِ ذاتي ۽ تجليءِ صفاتي لاءِ جذبي ۽ همت کان ڪم وٺڻو پوندو چو ته اها منزل ڏاڍي اوکي آهي . جئين ته سرائيڪي جي هڪ قديم بيت ۾ چيو ويو آهي جيڪو بيت مالڪان رح به پنهجي مجلس عرفان ۾ ٻڌائيندا هئا .

فقيرا فقيري دور هي
لمبي بڙي کجور هي
جي چڙه وجي ته چس هي
جي ڊهه پوين ته چڪنا چور هي

(۱۷۸) ڪنان هميشگي الوهيت جي ۽ پڻ ربو بيتا
متي ڪناري مشرق ان مقامن جي ڪري جلوا

نثر : پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي ازلي ابدي اُلوهيت ۽ ربو بيت واري نور سان هن حادث (ٻانهي) جي وجود تي ذڪر ۽ فڪر جي نتيجي ۾ سندس پاڪيزه لطيفن (قلب، روح، نفس، سر، ۽ خفي وغيره) جي مقامات واري چوٽين اُڀارن (مشرقن) تي جلوه گري ڪري ٿو.

سمجهاڻي : سالڪ جڏهن پنهجي تمام لطيفن ۾ مراقبي وسيلي فڪر ڪري ٿو ۽ ترقي ڪندي ڪندي ستن ذڪرن ۽ چوڏهن فڪرن جي عمل ۽ شغل مان بہ ڪامل فراغت حاصل ڪري وٺي ٿو تہ پوءِ سندس لطيفن بلڪ سموري وجود تي ذات حق جي فعلي، ذاتي ۽ صفاتي تجليات جا ڪرڻا پوڻ شروع ٿين ٿا ۽ ڪن سالڪن لاءِ تہ انهيءَ شغل مان روحاني عروج ۽ عالم بالا ڏانهن وڃڻ جي ڇڪبي ۽ ڪشش جو آغاز بہ ٿي وڃي ٿو پوءِ انهيءَ روحاني عروج واري سفر جي دوران سالڪ جي دل، دماغ (نفس) روح ۽ پڻ سڀ لطيفن تي ذات حق جي تجلين جو نزول ٿيڻ لڳي ٿو. اهي تجليون ڪڏهن فعلي ڪڏهن ذاتي ۽ ڪڏهن وري صفاتي هونديون آهن هن بيت موجب مالڪانؒ جو مطلب هي آهي تہ الله تعاليٰ جي ذات جو قرب الوهيت واري مقام تان سالڪ جي وس کان ٻاهر آهي جئين تہ حضرت موسيٰ ڪليم الله جهڙي اولوالعزم نبي کي بہ اهو مقام نہ ملي سگهيو پر سندس

ذات الوهيت سان گڏ ربوبيت جو مقام بہ رکي ٿي تنهن کري
سالڪ جي روحاني پرورش ۽ تربيت لاءِ سندس مجاهدات،
ذڪرات ۽ فڪرات کي قبول ڪندي سنڌس لطيفن جي طلوع يا
اُڀار (مشرق) واري ڪنارن تان ذاتِ ربي پنهنجن ربوبيت واري
جلون جي بارش ڪري سالڪ کي سندن جوت سان منور ڪري
ڇڏي ٿي هن لطف و ڪرم جي نتيجي ۾ سالڪ جي نظر جنهن
طرف بہ پئي ٿي تہ ڪيس ذات ۽ صفات جا جلوا ئي جلوا، تجليون
ئي تجليون نظر اچن ٿيون.
جئين هن کان اڳ بيت نمبر ١٧٨ جي سمجهاڻي ۾ لکي آيا
آهيون تہ جڏهن سالڪ اسم ذات جي ذڪر کي ستن لطيفن ۾
جاري ۽ ساري ڪرڻ واري منزل تي وڃي پنهچندو آهي تہ بعض
مشائخن جي مطابق مٿس عروج ۽ جذبي جا اثرات ظاهر ٿيڻ
لڳندا آهن ۽ پڻ هو ذات حق جي فعلي ذاتي ۽ صفاتي تجلين
منجهہ مستغرق ٿيڻ جي شروعات ڪندو آهي حضرت مالڪان رح
هن بيت ۾ جن تجلين جو ذڪر فرمايو آهي اهي سموريون "تجليءِ
اعظم" جون تجليون آهن حضرت مالڪان رح جي هن بيت موجب
جيڪا تجلي سالڪ جي لطيفن واري مقامات جي مشرق (يعني
طلوع ٿيڻ واري مقام) جي ڪناري تي جلوہ ڪري ٿي اها تجلي
"تجليءِ اعظم" آهي جنهن کي ازلي ابدي تجلي بہ چيو ويو آهي.

## (۱۷۹) ۽ رنگ طرحن جا اچن تهن نظرا
## ۽ ان مقام ۾ شوق ۽ بيقراري ٿئي زيادا

نثر : الوهيت ۽ ربوبيت جي ذاتي، صفاتي ۽ فعلي تجلين ۽ جلون جا پڻ مختلف ۽ طرح طرح جا رنگ سالڪ کي نظر اچن ٿا.ان مقام تي پنهچڻ شرط سالڪ جي وجود ۾ بيقراري تڙپ ۽ شوق وڌي ٿو.

سمجهاڻي : ذات حق جڏهن سالڪ جي لطيفن تي ڪمال مهرباني سان جلوه گري فرمائي ٿي ته ڪيس فعلي، ذاتي ۽ صفاتي تجليات جي جلون جا مختلف ۽ جدا جدا رنگ نظر اچن ٿا ڇو ته انهن تجلين کان علاوه خود انهن لطيفن جي نور جا پنهجا رنگ به مختلف آهن جئين ته لطيفۂ نفسي جي نور جو رنگ زرد يا ڦڪو آهي لطيفۂ قلبي جو نور سرخ (ڳاڙهو) آهي لطيفۂ سري جو نور سبز (سائو) آهي لطيفۂ روحي جو نور سفيد (اڇو) آهي لطيفۂ خفي جو نور خاڪستري (ڪيري جهڙو يا ڳيري جي رنگ جهڙو) آهي ۽ لطيفۂ اَخفيٰ جو نور سياه (ڪارو) آهي هن مقام تي پنهچڻ ڪانپوءِ سالڪ ۾ ذات حق جي وصال لاءِ شوق اشتياق ۽ بيقراري جذب و ڪشش وڌي وڃي ٿي اهو شوق ۽ اضطراب يا بيقراري ڇا آهي؟ ان باري ۾ حضرت امام ابوالقاسم قشيري رح جي تحقيق پيش ڪجي ٿي جيڪا پڙهڻ وٽان آهي امام قشيري رح فرمائن ٿا ته

" سونکي پنهنجي استاد (حضرت ابو علي دقاق رح) ٻڌايو تہ "محبوب جي ملاقات لاءِ دلين جي جوش مارڻ کي "شوق" چيو ويندو آهي." شيخ ابو عبدالرحمن السلمي جو چوڻ آهي تہ "مقامِ شوق سازي مخلوق کي مليل آهي پر مقامِ اشتياق هر ڪنهن کي حاصل ناهي" حضرت ابو عثمان رح فرمائن ٿا تہ "شوق جي نشاني هي آهي تہ هر قسم جو آرام ۽ راحت حاصل هجڻ جي باوجود ماڻهو شوقِ ديدارِ الاهي ۾ موت سان محبت رکي." حضرت يحيٰ بن معاذ رح فرمائن ٿا تہ "شوق جي علامت هي آهي تہ انسان جا سمورا عضوا پنهنجن خواهشن کان دستبردار ٿي وڃن" انسان ۾ شوق جو جذبو محبت کان پيدا ٿيندو آهي. حضرت ابن عطا رح کان شوق جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون "شوق هي آهي تہ اندرن ۾ جلن سوزش ۽ ساڙو هجي قلب ۾ شعلن جا پانيڙ متل هجن ۽ جگر ٽڪرا ٽڪرا پيو ٿئي." هڪ دفعو ڪنهن سوال ڪيو تہ سائين ! شوق زياده بلند آهي يا محبت ؟ فرمايائون تہ " محبت شوق کان اعليٰ آهي ڇو تہ شوقِ انهي مان ئي پيدا ٿيندوآهي" حضرت فارس رح جو چوڻ آهي تہ "شوق وارن جون دليون الله تعاليٰ جي نور سان روشن هونديون آهن ۽ جڏهن سندن شوق چر پر ۾ ايندو آهي تہ سندن نور سان آسمان ۽ زمين جي وچ واري سموري فضا نوراني ٿي ويندي آهي." حضرت سري سقطي رح فرمائن ٿا تہ "شوق عارف ۽ سالڪ جي لاءِ هڪ وڏو

جليل القدر مقام آهي هن شرط سان تہ هو هن مقام ۾ پختو ٿي
وڃي." بهرحال ذهن لطيفن جي شغلن ۽ ذڪر و فڪر جي هن
منزل تي پهچڻ ڪانپوءِ طالب کي شوق جو مقام حاصل ٿئي ٿو ۽
ديدارِ حق لاءِ بيقراري وڌي وڃيس ٿي. حضرت شاه ولي الله
دهلوي رح پنهنجي ڪتاب "سطعات" (صفحہ نمبر 33 ) ۾ فرمائن
ٿا تہ "جڏهن ارادهءِ الهي ۾ هي ڳالهہ اچي ٿي تہ فلاڻي طالب کي
حظيرتُ القدس (تجليات حق جي مڪان) جي فلاڻي مقام تي
پهچائڻو آهي تہ پوءِ طالب سلوڪ کي مختلف منزلن مان
گذاريندي وڃي منزل مقصود تي رسائيندو آهي سالڪ کي
حظيرتُ القدس تائين پهچڻ لاءِ قدرت طرفان مختلف اسباب
مهيا ڪيا ويندا آهن انهن اسبابن مان هڪ سبب هي بہ آهي تہ
الله تعالٰي سالڪ جي دل ۾ سلوڪ جي واٽ طئي ڪرڻ جو شوق
۽ جذبو پيدا ڪندو آهي چنانچہ حديث پاڪ ۾ ارشاد آهي تہ "هر
ماڻهو کي انهي ڳالهہ (ڪم) جي توفيق ڏني ويندي آهي جنهن
لاءِ هن کي پيدا ڪيو ويندو آهي."
هت مان دلائل الخيرات شريف مان هڪڙي دعا نقل ڪيان ٿو
جنهن ۾ هن حديث شريف جي زبردست تائيد ٿئي ٿي منهجي
خيال ۾ اها دعا هر مسلمان کي عام طور تي ۽ روحانيت جي هر
طالب ۽ فقير کي خاص طور تي روزانو پڙهڻ گهرجي دعا هي آهي.
اللهم افردني لما خلقتني و لا تشغلني بما تڪفلت لي بہ و لا تحرمني
و انا اسئلڪ و لا تعذبني و انا استغفرڪ (ثلثا " ٽي ڀيرا") .

ترجمو: اي منهجا الله مونکي فراغت ۽ يڪسوئي عطا فرما اُن ڪم لاءِ جنهن لاءِ تون مونکي پيدا ڪيو آهي . ۽ نہ مشغول ڪر مونکي اهڙي ڪم ۾ جنهن لاءِ تون پاڻ منهجو ذمو ڪنيو آهي ( يعني رزق ) . ۽ مونکي محروم نہ ڪر جڏهن تہ مان تو کان گهران ٿو ۽ مونکي عذاب نہ ڏي جڏهن تہ مان تو کان معافي ونان ٿو.

حضرت مالڪان رح جو مطلب بہ هن بيت ۾ گذريل بيتن مان رڳو اهوآهي تہ جڏهن سالڪ جي ڏهن لطيفن تي انوار الهي جي تجليات جو نزول ٿيندو آهي تہ هن وقت ڪن سالڪن جي دل ۾ شوق ۽ عشق جي باه پڙڪائي ويندي آهي جنهن جي نتيجي ۾ سندن قلب اندر خالق جي ديدار جو جذبو ڪشش ۽ اضطراب جوش ماريندو آهي ۽ هو روحاني سير ۽ سلوڪ جون منزلون پنهجي دلي جذبي جي حرارت ۽ عشق الهي جي تپش ذريعي تمام تيزي سان طي ڪندا رهندا آهن . جئين تہ عشق جي هن باه لاءِ عارفن هي قول نقل ڪيو آهي تہ "العشق نار يحرق ماسوىٰ الله (او ماسوىٰ المحبوب)" (عشق هڪ اهڙي باه آهي جيڪي الله جي ذات کانسواءِ يا محبوب کانسواءِ هر شي کي ساڙي رک ڪري ڇڏيندي آهي).

( ١٨٠ ) ۽ سالڪ بندي جذبي ۽ بخشش جو ٿئي ان ماڳا
بعضي وڏي همت وارا ڪامل نصيبا

نثر: ۽ پڻ هن ماڳ ، مقام ۽ منزل تي رسڻ شرط اي سالڪ عشقِ الهي جي جذبي جو ۽ حق تعالىٰ جي رحمت ، بخشش ۽

لطف وڪرم جو قيدي (باندي) ٿي وڃي ٿو پرڪي وڏي همت ۽
ڪامل نصيب وارا (هن مقام ۽ ماڳ تي پهچڻ شرط ئي پنهجو
پورو نصيبو حاصل ڪري ڪامل ٿي وڃن ٿا يعني ولايت ڪبرٰي
جي منزل تي وڃي رسن ٿا .)

سمجهاڻي : جڏهن سيني لطيفن جي ذڪرءِ فڪر جي ڪماليت
حاصل ڪرڻ جي نتيجي ۾ سالڪ جي لطيفن مقامن (ماڳن) تي
الوهي جلوا ۽ ربو بيت جو نور ظهورو ڪري ٿو تہ سندس لطيفن
۾ خاص طور تي لطيفهءِ قلب ۾ديدار الهي جو شوق ۽ قرب رباني
لاءِ بيقراري ۽ اضطراب پيدا ٿئي ٿو . هو هر وقت عالم بالاڏانهن
پهچڻ لاءِ اڏامندو رهي ٿو ۽ سندس روحاني وجود ۾ پنهنجي
مالڪ ۽ خالق جي ديدار جو شوق ۽ جذبو ايتري قدر وڌي وڃي
ٿو جو هو پنهجي محبت ۽ شوق رکندڙ قلب تي نازل ٿيڻ وارين
تجليات جو غلام ۽ خادم (پابند) بڻجي وڃي ٿوچو تہ هو انهن
تجلين کي محبوب حقيقي جي وصال جو پيغام ۽ پنهجو يار
سمجهي ٿو انهي جذب ڪشش ۽ بيقراري کي مولانا روم پنهجي
انداز ۾ هنريت بيان فرمايو آهي .

هر ڪسي ڪو باز ماند از اصل خويش
باز جويد روزگار وصلِ خويش

(جيڪو ماڻهو پنهجي اصل ماڳ ۽ وطن کان ڪٽجي پري ٿي
پوندو آهي اهو وڏي تڙ ماربندو آهي تہ ڪنهن طرح وري پنهجي

اصل سان وجي ملي)

ٻيو هي مطلب ته ٿي سگهي ٿو ته هن مقام تي پهچڻ کانپوءِ اڪثر طالب ۽ سالڪ جذب، محبت ۽ ڪششِ عشق جي لذت ۽ هن سان گڏ انعاماتِ الهي ۽ بخشش تي قناعت ڪري وڏيڪ روحاني جاکوڙ ۽ مجاهدن کان مٿان ۽ صبر ڪري وهي رهن ٿا اڳتي قدم نه ٿا وڌائن مطلب ته انهي مقام ۽ درجي جا غلام بڻجي وڃن ٿا پر ڪي وڏي همت ۽ حوصلي وارا طالب ۽ سالڪ الله تعالىٰ جي روحاني انعامات ۽ پنهجي مرشد جي عنايات کان پورو ۽ ڪامل نصيبو حاصل ڪرڻ لاءِ اڳتي قدم وڌائن ٿا . هن مقام تي پهچڻ کانپوءِ سندس ڪيفيت ۽ احوال کي وڌيڪ سمجهڻ لاءِ وقت جي روحاني مجدد ۽ محدث حضرت شاه ولي الله دهلوي رح جو هي نڪتو پڙهڻ گهرجي فرمائن ٿا ته "جن ڪاملن جا حجر بحت (لوحِ قلب) سندن وجود جي اندر روشن آهن اُهي هن آئيني (شيشي) جي مثال آهن جيڪو سجھ سامهون رکيل هجي ۽ سجھ جي مڪمل صورت هن ۾ نظر اچي رهي هجي اهڙن ڪاملن جا وجود جيستائين هو دنيا ۾ رهندا آهن انهي تجلي جا باندي (غلام) ۽ خادم بڻيا رهندا آهن (جئين ته شيشو (آئينو) پنهجي اندر تجلي لاءِ سجھ جو غلام هوندو آهي) . هن جي وڌيڪ سمجهاڻي هي آهي ته جڏهن ڪنهن حجر بحت (لوحِ بحت ۾ تجليءِ رباني جو اولڙو (عڪس) پوندو آهي ۽ هن جي نتيجي ۾

هن حجر بحت ۾ جيڪي بہ صورتون ظاهر ٿينديون آهن اُهي دنيا لاءِ هن تجليءِ رباني جا احڪام هوندا آهن ۽ ڪاملن جا حجر بحت انهن حڪمن جا تابع ، غلام ۽ خادم بڻجي ويندا آهن سندن نظر تمام غير الله کان ۽ غير جي ڪمن کان هٽجي ڪري انهن احڪامن ۽ تجلين تي ٽڪجي ويندي آهي ۽ ڪنهن بہ ٻي شي ڏانهن سندن خيال ئي نہ ويندو آهي انهي تجلي جي حڪم تي سندن گهمڻ ، ڦرڻ ، اٿڻ ،ويهڻ ، ۽ کائڻ پيئڻ بلڪ زندگي جي هر فعل جو دارو مدار هوندو آهي .

## (١٨١) مقبول طبع مرشدن جي ڪي سيئي ڪماليتا ڪلي جزي آهي، ۽ اصل مذهبنئا

نثر:(اهڙا سالڪ ۽ طالب جن جي تعريف گذريل بيت ۾ بيان ڪئي وئي ۽ جيڪي وڏي همت وارا آهن) ۽ انهي اوصاف کان علاوه پنهنجن مرشدن جي طبيعت کي بہ وڻندڙ آهن تہ ڪين سڀ ڪمالات حاصل ٿي وڃن ٿا . ڪلي جزي ڪمالات هجن يا صوفيا جي مختلف مذهبن ۾ بيان ڪيل بنيادي ڪمالات هجن سي سمورا حاصل ڪري وٺن ٿا .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ جيڪي طالب سلوڪ جا ذڪر ، فڪر ۽ مراقبن جون منزلون جهاڳڻ مهل الله تعاليٰجي عنايت ۽ مرشدن جي توجہ سان پنهجي تمام لطيفن ۽ سندن مقامات کي رباني جلون جي آماجگاه بنائي ڇڏن ٿا ۽ عالم

بالا ڏانهن اڏامڻ جو جذبو ۽ ڪشش پنهنجي اندر پيدا ڪن ٿا
انهن طالبن مان ڪي بلند همت ۽ وڏي* حوصلي وارا مرشدن جا
گهڻگهرا اهڙا به طالب هوندا آهن جيڪي تمام روحاني درجات
۽ ڪلي جزي ڪمالات حاصل ڪري وڃي اصل منزل (مقام مقرب)
تي پهچن ٿا ۽ ڪي وري گذريل بيت ۾ بيان ڪيل نڪتي مطابق
شروعاتي تجلين جي جذب (رباني ڪشش) ۽ بخشش جا غلام
بڻجي ساري عمر انهي مقام ۾ ئي گذارن ٿا اهڙا گهٽ همت وارا
سالڪ صاحب تلوين (ڦرندڙ گهرندڙ) سڏبا آهن باقي جيڪي
ڪامل نصيبي ۽ وڏي همت وارا جاڪوڙي هوندا آهن سي پنهجي
همت ۽ عنايات الهي سان صوفياءِ ڪرام جي مختلف مذهبن ۽
مسلڪن ۾ بيان ڪيل سمورا بنيادي ۽ ڪلي، جزي ڪمالات
حاصل ڪري قرار ۽ سڪون پڪڙن ٿا اهڙن واصلن کي صاحبِ
تمڪين (پڪي ارادي وارا) چيو وڃي ٿو.

## (١٨٢) ۽ رسن ڪماليت اولو العزمن ڪا
## سين سين ڪماليتن فعلن ۽ صفاتن ۽ ذاتنئا

نثر : اهڙا همت وارا سالڪ اولوالعزم اوليا جي ڪمالات کي
وڃي رسن ٿا ۽ پڻ انهن ۾ الله تعالي جي فعلي صفاتي ۽ ذاتي
تجليات جا ڪمالات سمورا جمع ٿي وڃن ٿا .

سمجهاڻي : عالم مثال (هي ڪائنات) هجي يا عالم امر (
مٿيون جهان يعني عالم بالا) انهن ۾ جيترا به روحاني مقامات

آهن انهن جي مرڪز اعظم کي "احديت الجمع" چيو ويندو آهي ۽ شخصِ اڪبر (ڪائنات) ۾ عقل وهم خيال ۽ حس جا ڪيترائي مرڪز آهن پر "احديت الجمع" تمام مرڪزن جو مرڪز آهي، دراصل "احديت الجمع" شخص اڪبر (ڪائنات) جي قوتِ مثاليہ کي چيو ويندو آهي انهي قوتِ مثاليہ ۾خالق ڪائنات، عنايت اولٰي يا ارادهءِ ذات جي ذريعي هي صلاحيت رکي آهي تہ هو حق تعالٰي جي ذاتي، صفاتي ۽ فعلي تجليات جو مرڪز بڻي سگهي ٿو ڇو تہ حق تعالٰي هن ڪائنات کي پنهنجو آئينو بنايو آهي . سچ آهي تہ الا نسان مراة الرحمن (انسان رحمن جو آئينو آهي) گويا تہ هن ڪائنات (تمام مخلوق ۽ سندس وجود) جي قوت مثاليہ قابل (قبول ڪندڙ) آهي ۽ حق سبحانہ و تعالٰي جي ذات فاعل (ڪم ڪندڙ ) آهي يعني پنهنجي تجلين جو عڪس ڪائنات تي وجهندڙ آهي . حق سبحانہ و تعالٰي جي ذات بي مثل بي مثال لاثاني ۽ لاشريڪ آهي هو هر قسم جي شڪل، صورت ۽ شبيهہ کان پاڪ ۽ منزه آهي انهي ڪري هن ڪائنات جي آئيني ۾ نظر ايندڙ هر شي سندس صورت يا شڪل نہ پر سندس بي مثال ذات جي تجلي هوندي آهي ۽ اها تجلي پنهجي محل ۽ جاءِ تي ظهور ڪندي آهي يعني اهڙي شي يا ذات تي جيڪا هن تجلي جي نزول جي اهليت رکندڙ هجي بيت نمبر ۱۷۹ کان حضرت مالڪان رح انهي نڪتي کي بيان فرمائيندا اچن ٿا جيڪو بيت نمبر۱۸۵ تائين پيو هلندو.

حضرت مالڪان رح جو فرمائڻ آهي تہ جڏهن سالڪ جا سمورا لطيفا ذڪر ۽ فڪر جي شغلن ذريعي صاف شفاف ۽ اُجرا ٿي وڃن ٿا تہ اهڙن سالڪن جي لطائف تي حق تعالیٰ پنهنجي فعلي، صفاتي ۽ ذاتي تجلين جو نزول فرمائيندو آهي ٻين لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو تہ الله تعاليٰ انهن تجلين جي ذريعي سالڪ تي پنهجي ذات جو ظهورو ڪندوآهي انهن تجلين جي ظاهر ٿيڻ جي صورت هي آهي تہ شخصِ اڪبر (ڪائنات) جي اجزا (افراد ۽ اشيا) مان ڪنهن هڪ لطيف ترين (وڌ ۾ وڌ لطيف صاف ۽ پاڪيزه) مرڪزي نقطي (ٻڙي، هدف ۽ نشاني) کي ذاتِ حق پنهنجو آئينو بنائيندي آهي. جيئن بيت نمبر ١٧٨-١٧٩- ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ ذات حق بلند همت سالڪ کي پنهنجو آئينو بنائي مٿس جلون جو نزول فرمائيندي آهي . ۽ هن بلند همت سالڪ تي پنهنجي تجلين جو ظهورو ڪندي آهي. حضرت مالڪان رح گذريل بيتن ۾ ۽ هن بيت ۾ انتهائي مقام قرب تي پهتل بلند همت ۽ ڪامل عارف، سالڪ جي ذات تي مقامِ اولوالعزمي جي ڪمالات حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ سندس ذات لاء الله تعاليٰ جي فعلي، ذاتي ۽ صفاتي تجليات جو نزول لازمي قرار ڏنو آهي. الله تعالي جي صفات فعليہ حادثہءِ متجدده (عالم خلق يا دنيا) ۾ نوان نوان احڪام احوال ۽ ڪاروبار پيدا ڪرڻ ) کي چيو ويندو آهي يعني اُهي صفتون جيڪي هر آن هر لمحي هر پل

۽ هر گهڙي ڪائنات ۾ انقلابات پيدا ڪنديون رهن ٿيون ڪائنات ۾ ٿيندڙ سڀ تبديليون ۽ دنيا جا سمورا انقلابات صفات فعليہ (حادثات متجدده) جي تابع هوندا آهن ۽ اهي سڀ تبديليون ارادهءِ الهي جي ماتحت ٿينديون آهن جئين تہ علم سمع ۽ بصر بہ انهن فعلي صفتن يا تجليات فعليہ مان آهن پر فلاسفرن انهن کي صفاتِ ذاتيہ ڪوني آهي اهو نظريو عارفن جي تحقيق موجب غلط آهي .

## (۱۸۳) ۽ شغل جن جو اڪثر پڇاڙان سير سلوڪا منجهہ شغلن ڪماليتن اولوالعزمن جي آ

**نثر** : ۽ جن سالڪن جو شغل گهڻو ڪري سير روحاني يا سير سلوڪ جي پڇاڙي تي اولوالعزم مشائخن جي ڪماليت واري شغلن ۾ مشغول ٿيڻ آهي .

**سمجهاڻي** : اولوالعزم ٿيڻ هر باڪمال جي آخري منزل ۽ انتهائي مقام آهي جئين تہ مالڪان رح پاڻ اولوالعزم اولياء مان هئا تنهڪري فرمائن ٿا تہ سير سلوڪ جي آخري مقام تي پنهچڻ ڪانپوءِ (جنهن جو ذڪر مٿين بيتن ۾ ڪيو ويو آهي) اهڙا سالڪ ۽ طالب خاموش نہ ٿا ويهي رهن بلڪہ سير سلوڪ جي آخري منزل تي پنهچڻ جي باوجود قدم اڳتي وڌائي اولوالعزم بزرگن (غوثن قطبن) جو مقام ۽ مرتبو ماڻڻ لاءِ سندن شغلن ۾ گهڙي پون ٿا جئين تہ فارسي جي ڪنهن مشهور بزرگ شاعر فرمايو

آهي تہ

همت بلند دار کہ پيش خدا و خلق

باشد بہ قدرِ همتِ تو اعتبارِ تو

ترجمو : (اي طالب) تون پنهنجي همت ۽ حوصلي کي هميشہ اوچو ۽ بلند رک ڇو تہ الله تعالٰي وٽ ۽ مخلوقات ۾ تنهجو اعتبار (حيثيت ۽ قدر وقيمت ) تنهنجي همت ۽ حوصلي جي اندازي ۽ مقدار مطابق ٿي ٿيندو.

(١٨٤) سو ٿئي نصيب ان کي انهين شغلا

عجب نصيب ان جو وڏو طالع مبارکا

نثر : سو اهڙي سالک ۽ طالب کي انهي (اولوالعزم بزرگن واري شغل) مان ئي سڀ ڪجهہ نصيب ٿئي ٿو. هن جا نصيب ڪهڙا نہ عجب آهن ۽ هن جو ستارو ڪيڏو نہ وڏو برڪت وارو آهي .

سمجهاڻي : عام طور تي اڪثر سالک پنهنجا سڀ لطيفا جاري ڪري چوڏهن فڪرن کي توڙ رسائي، سمورا مراقبا انتها تائين پنهچائي پنهنجي مرشد کان اجازت ۽ خرقو حاصل ڪري وڃي پنهجي خانقاه ( ٽڪاڻو، تڪيو، زاويو يا گو شو) قائم ڪندا ۽ پنهنجو فيض ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن پرڪي وري بلند همت ۽ اوچي حوصلي وارا اهڙا سالک ۽ طالب بہ هوندا آهن جن کي اڃان بہ وڌيڪ اولوالعزمي ۽ ڪمالِ قرب جي طلب، تلاش ۽ اُڃ هوندي آهي. پوءِ اهڙا سالک سلوک جا سڀ ظاهري طريقا

شغل ذڪر اذڪار ۽ اوراد پورا ڪرڻ جي باوجود بہ اولوالعزم اولياء جي واٽ تي هلندا ۽ غوثي قطبي منزلون طئي ڪرڻ لاءِ مجاهدات، مراقبات ۽ قرب النوافل ۾ شروع ٿي ويندا آهن. حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ اهڙا سالڪ ڪيڏا نہ خوش نصيب ۽ مبارڪ ستاري وارا آهن جن جي روحاني سير ۽ سلوڪ جي ڪا حد ۽ انتها ڪونهي .(حضرت مالڪان رح پاڻ انهن مان هئا)

(۱۸۵) ڏيڻ قابليتن تي موقوف مورهم نہ آه
پاڻ شرط قابليت جو ڏيڻ حق جو آه

نثر : ذات حق جي عطا بخشش ۽ ذات ڪنهن قابليت، لياقت ۽ اهليت تي رڪيل ڪين آهي بلڪہ قابليت، اهليت ۽ لياقت جي شرط خود سندس عطا، ذات ۽ بخشش آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هن بيت ۾ تصوف ۽ روحانيت جو هڪ خاص ۽ اهم نڪتو بيان فرمايو آهي .هي مسئلو تہ بالڪل واضح آهي جو ولايت نبوت جي تابع آهي ۽ نبوت يا رسالت علمي لياقت، روحاني مجاهدات ۽ ذڪر فڪر جي برڪت يا ڪثرت جي سببان نہ ملندي آهي بلڪہ اهي ٻئي نعمتون الله رب العزت جي لطف وڪرم عنايت ۽ رحمت سان عطا ٿينديون آهن . اهڙي ريت ولايت ۾ توڙي جو ذڪر فڪر ۽ مجاهدات ڪرڻا پون ٿا پر هن جو انحصار بہ مجاهدات تي ناهي بلڪہ نبوت جي

تابع هجڻ جي ڪري محض عطاءِ الهي تي موقوف آهي . چنانچه مالڪن چو فرمايڻ آهي ته اولوالعزم ولايت وارو مقام قابليت يا لياقت تي رکيل هرگز ڪين آهي بلڪ انهي مقام کي حاصل ڪرڻ جي شرط خود مالڪ الملڪ جي عطا ۽ بخشش آهي. جئين حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح فرمايو آهي ته

ع رئنديون ڏنيون مون ، ان در مٿي دادليون

وري ٻي هند فرمائن ٿا

هو جهين جو ڏس ڏوراڏو، اوڏو اڄ سوايو
عبداللطيف چئي، اڄي عجيبن پاڻ فضل فرمايو

(١٨٦) ۽ بعضي غبي طبيعت وارا سست همت جا
فقط ذڪر ۾ هيڪڙي ري ڪوششا

نثر : ۽ ڪي ڪند ذهن ۽ غبي طبيعت وارا طالب سلوڪ جا سست ۽ ڪمزور همت جا مالڪ هوندا آهن جيڪي هن وات ۾ ڪا خاص ڪوشش ۽ همت نه ٿا ڏيکارن ۽ ساري حياتي رڳو ڪنهن هڪ ذڪر ۾ گذاري ڇڏن ٿا .(ذڪر ۽ فڪر جون آخري منزلون حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪن) .

سمجهاڻي : گذريل بيت ۾ بلند همت باحوصله ۽ اولوالعزم طالبن ۽ سالڪن جو ذڪر ڪيو ويو ته هاڻ وري سندن مقابلي ۾ گهٽ حوصلي واري سست ۽ ڪمزور همت طالبن جو ذڪر آندو

ويو آهي. حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ سلوڪ جي سير ۾ سڀ طالب هڪ جهڙا نہ هوندا آهن. جئين دنياوي ڪمن ۾ هر ماڻهو جي طبيعت فطرت ۽ همت هڪ جهڙي ناهي . بالڪل اهڙي ريت سلوڪ جي طالبن ۽ سالڪن ۾ بہ مختلف طبيعتن وارا هوندا آهن. جتي تمام منزلون طئي ڪرڻ جي باوجود هل من مزيد (ڇا اڃان ڪجهہ ٻيو وڌيڪ آهي ؟) جا نعرا هڻڻ وارا هوندا آهن اتي اهڙا درويش بہ موجود آهن جن جي ساري عمر ڪنهن هڪ ذڪر يا ڪنهن هڪ لطيفي يا ڪنهن هڪ شغل ۾ گذري ويندي آهي ۽ پوءِ بہ انهي ذڪر شغل يا لطيفي کي پورو نہ ڪري سگهندا آهن شل اللہ تعالیٰ حضرت مالڪان رح ۽ پنهجي سمورن اولوالعزم مقربانِ بارگاه جي صدقي حضرت مالڪان رح جي جماعت جي هر سچي فقير بلڪ هر سلسلي جي طالب کي ۽ سندن صدقي ۾ هن عاجز گنهگار رسالهءِ سلوڪ جو ترجمون ۽ شرح ڪندڙ فقير ، خادمِ درگاهِ مالڪان، راهِ طريقت جي سست پاندي. خاڪِ راهِ درويشان مير حسانُ الحيدري سهروردي نقشبندي قادري چشتي کي ۽ سندس اولاد ۽ احفاد و اسباط کي بہ بلند همت ۽ اولوالعزم ٻانهن جي صف ۾ شامل ڪري (آمين ).

ضروري گزارش : مون عاجز جي هڪ گذارش ۽ دلي خواهش آهي تہ جڏهن رسالي جو مطالعو ڪندڙ ڪو بہ اللہ جو ٻانهو هن مقام تي پهچي تہ مون عاجز گنهگار جي بخشش ۽ روحاني ترقي لاءِ ۽

خاص طور تي منهجي مرحوم والدين جي بخشش ۽ مغفرت هن رسالي جي شرح ۽ معنيٰ واري محنت قبول ٿيڻ لاءِ دل جي گهراين مان دُعا گهري! مان ائين سمجهندس جو پڙهندڙ منهجي هن محنت جو حق ادا ڪيو ۽ مونکي هن محنت جو صلو ۽ اجورو ملي ويو . شل خداوند ڪريم پنهجي حبيب صلي الله عليه وسلم ۽ سندس آل اصحاب رضوان الله عليهم اجمعين جي صدقي هر قاري کي مون عاجز لاءِ ۽ منهجي والدين لاءِ دعا گهرڻ جي توفيق عطا فرمائي . آمين

(١٨٧) گذارن ٿا عمر پهنجي ساڻ ان لطيفي جي ذڪرا
ميسر نہ ٿئي ان کي جئين حق ان جو آ

نثر : غبي ۽ ڪند ذهن طالب رڳو ان هڪيئي لطيفي جي ذڪر ۽ شغل ۾ ساري عمر گذاري ڇڏن ٿا پر پوءِ بہ ڪين اهو ڪمال حاصل نٿو ٿئي جيڪو هن لطيفي جي شغل جاري ڪرڻ سان کنهن سالڪ کي حاصل ٿيڻ گهرجي .

سمجهاڻي : گذريل بيت جي وڌيڪ سمجهاڻي ڏيندي حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ اهڙا ڪند ذهن . غبي طالب سلوڪ جا پنهجي تمام حياتي کنهن هڪڙي ذڪر شغل يا لطيفي جي دور ڪرڻ ۾ گذاري ڇڏن ٿا پر افسوس جهڙي ڳالهہ آهي تہ ساري حياتي اُنهي هڪ ذڪر يا شغل جي سبق ۾ گذارڻ جي باجود اهي بي همت طالب انهيءَ هڪ لطيفي مان بہ اوترو فيض حاصل

نہ ٿا ڪري سگھن جيترو ھن لطيفي جي صفائي مجاھدي ۽ ذڪر مان حاصل ڪرڻ جو حق آھي .

(۱۸۸) ايھو آھي نصيب غبن جو ھمت جن ڪي نا(ہ)

آھن اوليا الله جا، طالب مولٰي جا

نثر : اھو گھڻ نصيبو يا روحاني نعمتن مان ٿورڙو حصو حاصل ڪرڻ رڳو انھن لاءِ آھي جيڪي بي ھمت غبي طبيعت ۽ ذھن جا ڏڏ (ڪند) ھوندا آھن . باقي الله جا اولوالعزم طالب ۽ سالڪ تہ پنھجي مولٰي جا طالب ھوندا آھن ۽ اھي سندس ديدار کان گھٽ ڪنھن بہ ڳالھہ تي راضي نہ ٿيندا آھن.

سمجھاڻي : جئين اڳ ۾ گذري چڪو آھي تہ گھٽ حوصلي ۽ ڪمزور ھمت وارا طالب اولوالعزم سالڪن جي مقابلي ۾ تمام ھيناھون درجو ۽ گھٽ مقام حاصل ڪندا آھن حضرت مالڪان[رح] اھڙن طالبن جي باري ۾ وڌيڪ وضاحت ڪن ٿا تہ اھڙا طالب نہ رڳو بي ھمت ھوندا آھن بلڪہ انھن جو ذھن بہ غبي (ڪند، مانيٺو) ھوندوآھي سندن مقابلي ۾ وڏي ھمت وارا سالڪ ولايت ڪبرٰي واري مقام تي وڃي فائز ٿيندا آھن ۽ سندن مطلوب ۽ مقصود ذاتِ الھي کان گھٽ ٻيو ڪجھہ بہ نہ ھوندو آھي انھي ڪري انھن کي مردانِ حق، مردانِ طريقت ۽ مردانِ راہ ڪوٺيو ويندو آھي .جئين چيو ويو آھي تہ ”طالب الدنيا مؤ نث. طالب

العقبي مخنث. وطالب المولٰي مذکر (يعني دنيا جو طالب مؤ نث (عورت) آهي آخرت جو طلبگار مخنث (نامرد) آهي ۽ الله جو طالب مذکر (مرد) آهي)."

## (۱۸۹) مست شراب عشق جي کي همت وڏي گھرجي

همت بلند بايد عشاقِ مست مي را، مردِ خسيس همت در عاشقان نہ گنجد

نثر : عشقِ الهي واري شراب جي مدوي(مست) کي تہ وڏي همت ۽ حوصلو گھرجي جئين کنهن چيوآهي تہ " شرابِ حق جي مست عاشقن لاءِ وڏي همت ۽ حوصلي جي ضرورت آهي ۽ پاڙي يا گھٽ همت وارو ماڻهو سرويچ عاشقن جي صف ۾ ويهڻ جي لائق ئي نہ آهي."

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح جو هي شعر رسالہ سلوڪ جي انهن شعرن مان آهي جيڪي عام شاعرن جي پوري ديوان کان وڌيڪ وزنائتا آهن .پاڻ فرمائن ٿا تہ عشق حقيقي يعني عشق ذات جي شراب مان پرپور مست ٿيل عاشق کي وڏي همت درڪار هوندي آهي. شراب الست جي هڪ سرڪي يا ڍُڪ جنهن بہ پيتو تہ ان جي دنيا ئي بدلجي ويندي آهي. سچل سرمست ڪيڏو نہ سهڻو فرمايو آهي تہ

جنهن دل پيتا عشق دا جام _ سادل مست ومست مدام

حضرت مالڪان رح هن مضمون جي وضاحت لاءِ فارسي جي نامور صوفي ۽ بزرگ شاعر حضرت محمد شيرين مغربي رح جو

هڪ بيت مثال ۾ پيش ڪيو آهي جنهن جي معنيٰ هي آهي تہ
"شرابِ حقيقت جي مست ڪي وڏي همت ۽ حوصلو درڪار آهي
جو تہ گهٽ حوصلي وارو گهٽيا ذهنيت وارو ۽ ڪمينو مرد تہ
سچي عاشقن جي صف ۾ بيهڻ جي لائق ئي نہ هوندو آهي."
حضرت مغربي جو نالو محمد شيرين ۽ تخلص مغربي آهي .
فارسي جي وحدت الوجودي شاعرن مان سندن مرتبو تمام اوچو
۽ بلند ترين آهي . حضرت مالڪان رح جو هي هڪ وڏو علمي
ادبي ۽ شاعرانہ ڪمال آهي جو هن پوري فارسي بيت جو سهڻو ،
وڻدڙ ۽ سليس سنڌي ترجمون پنهنجي هڪ مصرع ۾ سموئي ڇڏيو
اٿن يعني تہ . ع

مست شراب عشق جي ڪي همت وڏي گهرجي

**(۱۹۰) ۽ جي آهن وچڙا منجهہ ڪوشش ۽ همت**

**هر هري سعيو ڪري منجهہ عمر جي مدت**

نثر : ۽ جيڪي طالب ۽ سالڪ وچٿري (وچولي) طبيعت ۽
درمياني درجي واري ڪوشش ۽ همت رکندڙ آهن انهن ڪي
گهرجي تہ هر وقت يا هوري هوري ، گهٽ همت جي ڪري (ساهي
پٽي) وقفي وقفي سان پنهجي ڪوشش ۽ همت جاري رکن پنهجي
فاني عمر جي پوري مدت ۾ هو سعيو ۽ محنت ڪندا رهن تہ
جئين پنهجي محنت ۽ همت جي صدقي وجي منزل مقصود ڪي
رسن .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ حضرت مالڪان رح طالب سلوڪ جي ٽئين قسم بيان فرمائي آهي پهرين قسم مردانِ بلند همت ۽ اُچي حوصلي وارن جي هئي ٻئين قسم گهٽ حوصلي واري ٻي همت طالبن جي هئي هاڻ هن بيت ۾ اوسط درجي يا وچولي (وچٿري) طبيعت وارن طالبن جو ذڪر فرمايو اٿن پاڻ فرمائن ٿا تہ وچولي يا وچٿري قسم جا طالبانِ سلوڪ اُهي آهن جيڪي مانيٽي طبيعت ۽ گهٽ همت وارا هوندي بہ ڪوشش ۽ همٿ ڪي لڳا پيا هوندا آهن اهڙن طالبن کي گهرجي تہ ڪوشش ۽ همت جي ميدان ۾ لڳا رهن ۽ هوريان هوريان وقفي وقفي سان ساهي پٽي پنهجي روحاني شغلن، پنهنجي ذڪر اذڪار جي شغلن، فڪرن ۽ مراقبن جي شغلن ۽ لطيفن جي صفائي ۾ سڄي عمر لڳاتار محنت ڪندا رهن تہ جئين محنت ۽ مجاهدن جي صدقي ۾ وڃي ڪمال کي رسن ۽ اولياءَ جي صف ۾ ويهڻ جو شرف حاصل ڪري سگهن .

## (١٩١) ذڪر کي لطائفن جي رساٽين ساڻ نهايت ۽ گهرجي طالب کي تہ ان ذڪر ۾ ڪري مداومت

نثر : (ڇهن) لطيفن جي ذڪر کي توڙ تائين رسائن ۽ طالب کي گهرجي تہ اِن ذڪر ۾ هميشگي اختيار ڪري (مطلب تہ ذڪر جي شغل ۾ گهاري نہ وجهي بلڪ لڳاتار ڪندو رهي) .

سمجهاڻي : جئين اڳ ۾ پڙهي چڪا آهيو تہ حضرت مالڪان رح

پنهنجي رسالي جوآغاز پنهجي قادري راشدي جيلاني طريقي جي ذڪر سان فرمايو آهي . هن ڪان پوء ذڪر جي فضيلتن ۽ لطائف ستہ (ڇهن لطيفن) جي ذڪر اذڪار ۽ سندن ماڳ مڪان ۽ مقامات بيان ڪيا آهن وري انهن لطيفن ۾ مراقبو ڪري چوڏهن فڪرن جوتفصيلي بيان ڪندي اچي طالبن جي آخري منزل عروج ۽ ڪمال روحانيت جي سفر تي اچي پنهتا هئا. هاڻ پنهنجي قلم جي واڳ وري ڇهن لطيفن جي ذڪر ڏانهن ڦيرائي ٻيهر تلقين ٿا فرمائن تہ طالب سلوڪ جي ڪي گهرجي جو انهن ڇهن لطيفن جي ذڪر کي سلسلۂ عاليہ قادريہ، نقشبنديہ، راشديہ، جيلانيہ، صديقيہ جي طريقي موجب ڪمال ۽ انتهاتائين پنهچائي ڇو تہ هن بابرڪت شغل کي وچ ۾ ڇڏڻ سان طالب تي شيطان ۽ نفس غالب ٿي ويندا ۽ طالب جي ڪيل ڪمائي غرق ٿي وڃڻ جو خطرو آهي، تنهن ڪري طالب کي هن ڳالهہ جو خيال رهي ۽ ڪيس گهرجي تہ هو سڄي عمر ذڪر تي مداومت ڪري . ڪا بہ گهڙي الله تعاليٰ جي ياد کان غافل نہ رهي. ذڪر طالب جو وڏو مال ومتاع آهي. ذڪر زندگي جو ثمر ۽ حاصلات آهي. بزرگن جو چوڻ آهي تہ

## جودم غافل سودم ڪافر

## (١٩٢) جانسين نہ ٿي سين ۾ غلبو ۽ حرارت
## تانسين ٻي شغل ۾ مشغول ڪين ٿئي

نثر : جيستائين سين لطيفن ۾ ذڪر جو غلبو ، شوق، محبت ۽ عشقِ الهي جي حرارت (ذڪر جي گرمي سان لطيفن ۾ ظهور ڪرڻ واري چر پر ، تپش ۽ تڙپ ) پيدا نہ ٿئي اوتري تائين ڪنهن ٻي شغل (ذڪر) ۾ مشغول نہ ٿئي.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ هر لطيفي جي شغل ۽ ذڪرکي سندس ڪمال تائين پنهچائڻ طالب لاءِ تمام ضروري آهي. پر افسوس جهڙي ڳالهہ آهي تہ ڪي مشائخي ۽ پيري مريدي جا شوقين طالب انهن شغلن کي ويڙهي سيڙهي انهن مان جلد جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. جيئن اڳ ۾ بہ اهڙن ٻي همت ۽ گهٽ حوصلي واري طالبن جو تفصيلي ذڪر بيان ٿي چڪو آهي ، هاڻ وري حضرت مالڪان رح هدايت فرمائن ٿا تہ هر لطيفي لاءِ گهربل ذڪر فڪر ۽ شغل مرشدن جي ٻڌايل طريقي مطابق توڙ تائين رسائجي تہ جيئن سالڪ جلد روحانيت جي اوچي ۽ بهتر مقام تي وڃي پنهچي . جڏهن ڪنهن هڪ لطيفي جي صفائي لاءِ شغل ذڪر ۽ فڪر جو ڪم پورو ٿئي تنهن کانپوءِ ٻي لطيفي جو شغل شروع ڪجي وچ ڌاري ڪنهن بہ شغل کي ڇڏڻ سالڪ جي ترقي ، عروج ۽ ڪماليت لاءِ هاڃيڪار آهي.

(۱۹۳) ۽ سڀ قوت ۽ همت پانهجي اِن ۾ خرچ ڪري
تان رِيءَ ذڪر جي سيني لطائفن ۾ ذڪر زور ڪري

نثر : پنهنجي سموري قوت ۽ همت ان ذڪر (شغل) ۾ خرچ ڪري ته جيئن بنان شغل ذڪر جي به سيني لطيفن ۾ ذڪر پنهجو زور ڏيکاري .

سمجهاڻي : سالڪ کي گهرجي ته هن مقام تي پهچي ڪري پنهنجي سموري روحاني قوت ۽ همت لطيفن جي صفائي ۽ ڪين اُجارڻ ۽ جاڳائڻ ۾ خرچ ڪري. لطيفن کي پاڪ ۽ اُجرو ڪرڻ لاءِ مرشد جيڪي مجاهدا ڪيس ٻڌائي انهن کي پورو ڪري. جڏهن لطيفن کي آئيني وانگر هر ميراڻ ۽ ڪثافت کان پاڪ صاف ڪندو ته چوڏهن (14) فڪرن ۽ سندن مراقبن کان بغير به لطيفن ۾ اسم ذات جو ذڪر هر دم جاري ۽ روان دوان ٿي پوندو. جئين ڪتاب "رشيدالتوحيد" جي فاضل مصنف حضرت مسيح الدين ميان مسڪين راشدي رح لکيو آهي ته "آن ڪسان ڪه به صفائيءِ اينان مشرف اند اوشان را حاجت به ذڪر ومراقبه نمي ماند"
( بحوالہ ڪتاب رشيدالتوحيدصفحہ11.)

ترجمو : جن ماڻهن کي انهن لطيفن جي صفائي ، ستڙائي ۽ اُجرائي حاصل آهي .انهن کي وڌيڪ ذڪر ۽ مراقبن جي ضرورت نه رهندي آهي.

## (١٩٤) ۽ مرشد کنان شغل سلطاني ذکر وٺي

## شغل پنجوئي ذکر سلطاني سندو

نثر : ۽ طالب جڏهن هن مقام تي پهچي ته پنهجي مرشد کان ذکر سلطاني جو شغل وٺي جو ته پنجون شغل سلوڪ ۾ ذکر سلطاني ئي آهي .

سمجهاڻي : طريقهءِ قادريه نقشبنديه راشديه جيلانيه صديقيه ۾ ستن ذکرن جو بيان آيل آهي. (1) پهريون ذکر زباني جهري (اوچي آواز ۾ ذکر ڪرڻ ) (2) ٻيون ذکر خفي قادريه (3) ٽيون ذکر پاس انفاس نقشبنديه (4) چوٿون ذکر لطائف سته (ڇهن لطيفن جو ذکر) (5) پنجون ذکر سلطاني نقشبنديه (6) ڇهون ذکر نفي اثبات نقشبنديه (7) ستون ذکر صداءِ مطلق يا سلطان الاذکار .حضرت مالڪان رح هن بيت ۾ پنجين ذکر "ذکر سلطاني نقشبنديه" بابت فرمائن ٿا ته طالب جڏهن لطيفن جي صفائي جي شغلن مان فارغ ٿئي ته پوءِ پنهنجي مرشد کي احوال ٻڌائي ۽ انهي کان پوءِ ڪانئس ذکر سلطاني جي اجازت وٺي. ڇو ته طالب هاڻ هن ذکر جو اهل ٿي چڪو آهي. وڌيڪ فرمائن ٿا ته پنجون شغل ذکر سلطاني ئي آهي .

(١٩٥) ۽ ترتيب اُن جي هن طرح پڙهي پروڙيو
ته منجهه لطيفي نفسي جو ٻه آڱر دُن ڪنان هيٺ آهي سو

نثر : ۽ شغل (ذڪر سلطاني) جي ترتيب هن ريت پڙهي ڄاڻيو ته هي شغل لطيفي نفسيءَ منجهه اي ادا ڪرڻو آهي جنهن جو مقام دُن (ناف ) ڪان ٻه آڱر هيٺ آهي .

سمجهاڻي : اڳ ۾ بيان ٿي چڪو آهي ته لطيفهٔ نفسي جو مڪان يا جاءِ ناف (دُن) ڪان ٻه آڱر هيٺ آهي ۽ سندس وجود چٽي جي تمام ننڍي داڻي جيترو آهي ۽ سندس نور جو رنگ هيڊو (زرد) آهي .هن لطيفي کي عطارد ستاري سان نسبت آهي .

حضرت مالڪان رح جو فرمائڻ آهي ته طريقهٔ قادريه نقشبنديه راشديه جيلانيه صديقيه مطابق ذڪر سلطاني کي لطيفي نفسي منجهه ئي ڪمائڻو آهي جنهن جي جاءِ ۽ مڪان ناف (دُن) ڪان ٻه آڱر هيٺ هڪ اونداهي گفا ۾ آهي .

(١٩٦) بند ڪري پساه کي ۽ اسم الله جلشانه سندو
ڪجي خيال سين سري ۽ خفي ڪنان مغز کي رساڻبو

نثر : پنهنجا پساهه بند ڪري (ساه جهڻي) اسم الله (جيڪو اسم ذات آهي) کي زبان چورڻ سان نه بلڪ خيال ذريعي ادا ڪري لطيفي سري ۽ خفي ڪان لنگهائيندي مغز تائين وڃي رسائي .

سمجهاڻي : امام السالڪين حضرت روضي ڌڻي رحمت الله عليہ جي ملفوظات شريف ۾ ۽ ڪتاب رشيدالتوحيد (حضرت ميان مسڪين راشدي) ۾ ذڪر سلطاني بابت لکيل آهي تہ " پس وقتي خلاصہ نشستہ حبسِ دم گرفتہ بہ خيال واضح اسم الله از لطيفۂ نفسي چون تير از ڪمان ڪشيده از لطيفۂ اخفيٰ گزرانيده بطرفِ غير متناهي برد "

ترجمون : پوءِ ڪنهن مقرر وقت اندر اڪيلائي ۾ وهي پنهنجو پساه بند ڪري (جهٽي) بالڪل چٽي ۽ واضح خيال سان اسم ذات الله کي لطيفي نفسي منجهان ائين ٻاهر ڇڪي ڪڍي جئين تير ڪمان مان زور سان ڇڪي ڪري ڇوڙبو يا هٽبو آهي ۽ هن کي لطيفۂ سري ۽ اخفيٰ کان گذاريندي غير متناهي (اڻ ڪٽ) مقام ڏانهن ڪٺي وڃي (يعني نيئي) .

حضرت مالڪان رح وٽ انهي اڻ ڪٽ يا غير متناهي مقام کان مراد دماغ آهي پاڻ فرمائن ٿا تہ خيال جي ذريعي اسم ذات "الله " کي لطيفي سري ۽ خفي کان پار ٽپائي مغز ڏانهن پساه کي ڇڪي پنهچائي مالڪان جي هن بيت مان صاف واضح آهي تہ سالڪ پنهنجو پساه (دم) لطيفي نفسي کان ڇڪي ٻاهر ڪڍندو ۽ پوءِ ٻن لطيفن کان پار ڪندو يعني سري ۽ خفي کان . جڏهن تہ رشيدالتوحيد جي فاضل مصنف ميان مسڪين راشدي رح لکيو آهي تہ طالب دم کي رڳو هڪ لطيفي اخفيٰ کان گذاريندي هڪ لا

هتناهي مڪان ڏانهن وني ويندو سلسلهء نقشبنديه راشديه جي بزرگن جي ڪتابن مان حضرت مالڪان رح جي خيال جي تائيد ملي ٿي يعني هڪ لطيفي مان نه بلڪه ٻن لطيفن مان پساه کي مغز ڏانهن مٿي ڇڪي نيئڻو آهي.

(۱۹۷) مغز ڪنان اسم کي ان خيال سان موٽي هيٺ نيندو
مثل گهڙي پاڻي جي جٿي تي تنهن کي پلٽائيندو

نثر : ان اسم مبارڪ کي مغز کان خيال جي طاقت سان موٽائي وري هيٺ آڻيندو ۽ ڪيس اهڙي نموني هيٺ آڻي پاڻيء جي گهڙي (دلي يا مٽ) وانگر پنهنجي جٿي تي پلٽائيندو .

سمجهاڻي : امام السالڪين حضرت روضي ڌڻي جي ملفوظات مبارڪ ۽ ڪتاب رشيد التوحيد ۾ آهي ته

" بعدهُ بروجودِ خود دلو پر آب را بريزد تاڪه از هر تارِ موء ذڪرِ اسمِ الله جاري گردد."

ترجمون : سالڪ اسم ذات جوذڪر ڪندي پنهنجي پساه کي جڏهن مغز کان موٽائي هيٺ آڻيندو ته هن کي پنهنجي جٿي (وجود) تي ائين هٽندو جئين ڪو ماڻهوپاڻي جو ڀريل گهڙو يا مٽ جسم تي هاري ٿو. طالب جيڪر اهو عمل ڪندو ته سندس هروار مان اسم ذات الله جو ذڪر جاري ٿي پوندو.
مطلب ته ذڪر سلطاني نقشبنديه قادريه راشديه جيلانيه جي ذريعي سالڪ پنهنجي لطيفهء نفسي سان گڏ لطيفهء سري ۽ لطيفهء

اخفيٰ بلڪ ساري وجود جي اعليٰ اشرف ۽ اوچي مقام مغز کي
بہ ذڪر جي طاقت سان نوراني بنائي ڇڏيندو ۽ اسم ذات جي
خيال جي طاقت سان پنهجي سڀ لطيفن جو تزڪيو ڪندو ۽
خاص طور تي لطيفۂ نفس جي ميراڻ ۽ ڪثافتن کي ڌوئي ڪيس
صاف سٿرو ۽ اُجرو ڪري سگهندو تہ جيئن سندس لطيفا ذڪرِ
الهيٰ جامقام (مڪان) ماڳ ۽ منزلون بڻجي وڃن .

## (١٩٨) ۽ وجود سڄي ۾ اسم ذات جو انتظار ڪندو
## ڪا مدت ان شغل ۾ جڏهين ڪندو سعيو

نثر : پوءِ پنهنجي ساري وجود ۾ اسم ذات جي اثرات جو
انتظار ڪندو رهندو پر هن شغل ۾ ڪيس گهڻو سعيو ۽ وڏي مدت
درڪار ٿيندي .

سمجهاڻي : گذريل بيت ۾ ٻڌايل طريقي مطابق جڏهن طالب
ذڪرِ اسمِ ذات جو شغل نفسي لطيفي ۾ ڪندي پنهنجا پساه بند
ڪري خيال جي وسيلي لطيفہ سري ۽ خفي کان گذاري مغز تي
ائين وجي هٽندو جئين ڪو ماڻهو پاڻي جو ڀريل مٽ(ڏِلو) پنهجي
وجود تي پلٽي ٿو تہ اهو عمل ۽ شغل جاري رکندو هن کان پوءِ
اسم ذات جي اثرات جو انتظار ڪندو رهندو اهو شغل سالڪ
کي هڪ ڊگهي عرصي تائين ڪرڻو پوندو جيستري تائين جو سندس
ساري وجود ۾ اسم ذات جي تجليات جو ظهورو ٿئي ڇو تہ انهن
ذڪرن فڪرن مراقبن ۽ مجاهدن جو اصل مقصود تجليءِ ذات جو

طالب جي وجود تي نزول ٿيڻ آهي .جڏهن سالڪ الله تعالىٰ جي ذاتي صفاتي ۽ فعلي تجليات جي نزول ۽ حصول واري منزل تي وڃي رسندو ته پوءِ ائين سمجهبو ڇڻ هوءَ پنهنجي منزل مقصود تي وڃي پهتو آهي .

## (۱۹۹) تڏهين ذڪر سڄي جٿي ۾ موجود کي گهيري وٺندو جئين وار وار سنڌ سيڪو ذڪر، پيو چوندو

نثر : تڏهن (مٿئين مقام تي پهچڻ کانپوءِ) وڃي اسم ذات جو هي ذڪر (سلطاني ذڪر) ساري جٿي ۽ بدن ۾ موجود طالب جي هر شي کي گهيري وٺندو ۽ طالب جو وار وار ۽ سنڌ سنڌ (عضوا، جوڙ، پنا ۽ هڏ وغيره) ذڪر پيا چوندا .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته ذڪر سلطاني نقشبنديه راشديه جيلانيه کي جڏهن طالب پوري محنت ۽ ڪوشش سان ڪمال تي رسائيندو ته اهو ذڪر (اسم ذات الله جو ذڪر) طالب جي هر سنڌ ۽ عضوي مان بلڪ وار وار ۽ سنڌ سنڌ مان ٻڌڻ ۾ پيو ايندو ايتري قدر جو ڪائنات جي هر شي ۽ تمام مخلوقات جي وجود مان طالب کي ذڪر اسم ذات "الله" جي آواز ٻڌڻ ۾ پئي ايندي هن نڪتي کي حضرت مسيح الدين ميان مسڪين (پير جهنڊا شريف ) پنهنجي فاضلا نه ڪتاب رشيدا لتوحيد ۾ هن ريت لکيو آهي ته
"ڪماليت آنست ڪه در موجودات و جمادات ونباتات ذڪر اسم

الله جاري بيند ."

ترجمون : هن شغل ۾ ڪماليت جي نشاني هي آهي تہ طالب کي تمام موجودات ۾ ايتري قدر جو جمادات (پٿر، پهڻ ۽ پٿر وغيره) ۽ نباتات (وڻ، ٽڻ ۽ ٻوٽن) ۾ بہ ذڪر اسم ذات الله جو ٻڌڻ ۾ پيو اچي .

(۲۰۰) ۽ نهايت سلطاني ذڪر جي آهي ان طرحا
تہ مڙئي ماڻهو ۽ حيوان ۽ وحشي پڻ طيورا

نثر : سلطاني ذڪر (شغل پنجون ذڪر سلطاني نقشبنديہ راشديہ جيلانيہ) جي نهايت (پڇاڙي) يا خاتمو هن ريت آهي تہ طالب کي جملي ماڻهو ڍور، جهنگلي جيوت وارا وحشي جانور ۽ پکي پرندا ذڪر اسم ذات ۾ مشغول نظر پيا اچن بلڪ سندن ذڪر ڪيس ٻڌڻ ۾ بہ پيو اچي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ جو ارشاد آهي تہ ذڪر سلطاني جو ڪمال هي آهي جو سالڪ جي ڪنن ۾ جملي مخلوق جي وجود مان ذڪر اسم ذات ٻڌڻ ۾ پيو اچي نہ رڳو ماڻهن جي وجود مان بلڪ هؤ حيوانات (ڍورن، ڏنگرن) وحشي درندن پکين ۽ چرندن پرندن مان مطلب تہ ساري مخلوق جي وجود مان ذڪر اسم ذات پيو ٻڌي ۽ لطف حاصل پيو ڪري .

(٢٠١) ۽ پڻ چرڻ وڻن ۽ تن جو آوازا
۽ چرڻ سڀ ڪنهن موجودات جو ۽ پانهڻ ۽ درختا

نثر : ۽ ٻيو ھي تہ وڻن جي چرڻ پرڻ (هوا ۾ لڏڻ ۽ لهرائڻ) مان ۽ سندن چرپر جي آواز مان بلڪ سموري موجودات جئين تہ پهڻن جبلن ۽ درختن يا ٻوٽن جي حرڪت ۽ چرپر مان نڪرندڙ آوازن مان بہ طالب ۽ سالڪ کي ذڪر اسم ذات الله جي صدا معلوم پي ٿئي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هن نڪتي جي وڌيڪ تفصيل بيان ڪندي فرمائن ٿا تہ شغل پنجين ذڪر سلطاني نقشبنديہ راشديہ جيلانيہ جو ڪمال ۽ عروج ھي آهي تہ سالڪ ڪائنات جي هر شي ۽ هر موجود جي وجود ۽ سندس حرڪت (چرپر) مان ذڪر اسم ذات "الله" جون صدائون (آوازون) ٻيو ٻڌي جئين تہ عارف شيرازي حضرت شيخ سعدي رح فرمايو آهي تہ

برگِ درختانِ سبز در نظرِ هوشيار
هر ورق دفتري است معرفتِ ڪردگار

ترجمون : سبز ۽ سائي وڻن جاپن سالڪ جي نظر ۾ ائين آهن جڻ تہ هر پن (پتو) معرفتِ الهي (الله جي سڃاڻ) جو هڪ ڪامل ڪتاب يا پورو دفتر آهي .

(۲۰۲) اڇن ذاڪر تنهنجي فهم ته ذڪر ڪن ٿا
بلڪ ڪنان غلبي ذڪرجي ڪنان ڪمالا تا

نثر : ذڪر سلطاني ڪندڙ طالب کي ڪائنات جون سڀ شيون ذڪر ڪندڙ معلوم پيون ٿين بلڪ ذڪر سلطاني جي غلبي ۽ سندس ڪمال تي پنهچڻ جي ڪري سالڪ جو وجود به هن ذڪر ۾ فنا ٿيو پوي .

سمجهاڻي : هي بيت به گذريل بيتن سان لاڳاپيل ۽ ذڪر سلطاني جي مزيد تشريح تي مشتمل آهي حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته هن شغل جو ذاڪر شغل جي ڪمال تي رسڻ ڪانپوءِ ائين پيو سمجهندو ته ڄڻ ساري ڪائنات هن سان گڏ ذڪر اسم ذات "الله" جي شغل ۾ شريڪ ۽ شامل آهي ۽ ڪائنات ۾ موجود وجود جي هر حرڪت، عمل ۽ چرپر جي آواز ۽ صدا کي هو اسم ذات الله جو ذڪر پيو خيال ڪندو. حضرت مالڪان رح ان بيت ۾ ڄاڻايو آهي ته ذاڪر عارف هر مخلوق جي تسبيح ۽ ذڪر کي نه رڳو ٻڌندو سمجهندو آهي بلڪ ان مان لذت ذوق و شوق ۽ روحاني لطف به حاصل ڪندو آهي . جئين ته مولانا رومرح فرمايو آهي ته

خاڪ و باد و آب و آتش بنده اند
بامن و تو مرده با حق زنده اند

ترجمون : متي ۽ باه ، پاڻي ۽ هوا بہ اسان وانگر الله جا فرمانبردار ٻانهان آهن اهي چارئي عناصر اسان لاءِ مزده شيون آهن پر الله تعالىٰ جي ذات لاءِ جئيريون ۽ زنده آهن ۽ رب جي تسبيح پڙهنديون آهن . جڏهن الله تعالي جي لطف ۽ ڪرم سان طالب جا سڀ لطيفا کلي ويندا آهن يعني تہ منجهن ذڪر جاري ٿي ويندو آهي تہ هو گيان ڌيان جو مالڪ بڻجي ويندو آهي ۽ پوءِ حضرت خواجہ غلام فريد رح وانگر جانورن ۽ پکين پرندن جي ذڪر ۽ تسبيح کي بہ سمجهڻ لڳندو آهي .

لطف ازل دا ويلها آيا  فخر جهان گر گيان سجهايا .

طبع سليم فريد دي پايا  فهمِ لغاتِ طيوري نون

حضرت مالڪان رح جي هن بيت نمبر ٢٠٢ جو پيون مصرعو

بلڪہ ڪنان غلبي ذڪر جي ڪنا ڪمالاتا

ايندڙ بيت سان لاڳاپيل آهي ايندڙ بيت سان ڳنڍجي هيٰ مصرعو پنهنجي معنيٰ پوري ڪندو . جيڪو هيٺ اچي ٿو .

(٢٠٣) وجود سالڪ جو محو ٿي ڪنان حصول لطافتا

ٿئي لائق جذبي حق جو ، جو ياري بي مثلا

نثر : ذڪر اذڪار جي غلبي ۽ روحاني لطافت جا ڪمالات حاصل ٿيڻ جي ڪري طالب جي جسماني گناهن ڌوهن ۽ پاپن واري ميراڻ ۽ ڪثافت(گند ۽ ڪارنهن) جڏهن ختم ٿي ويندي ۽ سندس وجود کي روحاني لطافت ۽ پاڪيزگي حاصل ٿيندي تہ هن

جي نتيجي ۾ سندس ظاهري وجود منجهي محو ٿي ويندو ۽ سندس وجود ۾ ذاتِ حق جي وصال لاءِ جذب ۽ ڪشش يا ڇڪ جون صفتون ۽ خوبيون پيدا ٿي ويندون اُن ذات بي مثال ڏانهن ڪشش ۽ جذب جون صفتون پيدا ٿينديون جنهن ذات کي ذاتِ باري ۽ ذاتِ بي مثال چيو ويندو آهي .

سمجهاڻي : گذريل بيت جي ٻئين مصرعي ۾ هن پوري بيت ۾ حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ جڏهن طالب جي وجود تي ذڪر اسم ذات يا شغل سلطاني جو غلبو ٿيندو تڏهن ڪيس هن شغل ۾ ڪمال حاصل ٿيندو ۽ ٻيو تہ جڏهن سالڪ جو ظاهري وجود (جسم ۽ جثو) ذاتِ حق ۾ محو ۽ فنا تي ويندو ۽ ذڪر سلطاني جي شغل جي برڪت سان طالب جي گناهن غفلتن، پاپن ميراين ۽ منداين جي سموري ميراڻ ،گند، ڪارنهن ۽ ڪثافت ڌوپجي صاف ٿي ويندي تہ سندس جسم روح وانگر لطيف هلڪو هوائي ۽ بالڪل صاف شفاف ٿي پوندو پوء سندس اهو پاڪيزه ۽ لطيف جسم حق ڏانهن ڪشش (ڇڪ) ۽ جذب جي لائق تي پوندو توڙي جو ذات باري تعالىٰ بي مثل بي مثال آهي . پر طالب محنت ڪري پنهنجي ظلماني ۽ ميري ، ڪثيف وجود کي ايترو لطيف بڻائي سگهي ٿو جو هو ذات حق ۾ فنا ٿيڻ جهڙو ٿي پوي . حضرت مولانا رومي رح انهي مقام لاء فرمايو آهي تہ .

تو مباش اصلا کمال این است وبس

تو درو گم شو وصال این است وبس

ترجمون : تون پنهنجي وجود کي ذات حق ۾ بالڪل مٽائي ڇڏين ته انهي جو نالو ڪمال آهي . ۽ جيڪرتون ذات حق ۾ فنا ٿي وڃين ته پوءِ تو لاءِ وصال ئي وصال آهي .

(٢٠٤) نه چکي سرکي شخص جو سو نه لهي ساءِ

من لم يذق لم يدر اهنج انهيءَ آ(ه)

نثر : جيڪو ماڻهو ڪنهن شي جي سرکي (ننڍڙو ڍڪ يا ذرڙو) نه چکي ڏسندو ته ڪيس هن شي جي مزي جي ڪا به خبر نه پوندي (چوته عربي زبان جي چواڻي آهي ته) "جنهن نه چکيو اُهو نه ڄاڻيندو مزو " ڪنهن شي جي حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ ڪيس چکڻ هڪ لازمي شرط آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هڪ عجيب علمي ۽ تحقيقي بلڪه حڪمت جو سائنٽيفڪ اصول ۽ نسخو ٻڌائن ٿا ته ڪنهن شي جو مزو (سندس ڪوڙاڻ مناڻ يا ڦڪاڻ) معلوم ڪرڻ لاءِ هن کي چکڻو پوندو آهي ڇو ته جيستائين ڪنهن شي کي چکيو نه وڃي سندس مزو معلوم نه ٿي سگهندو .پوءِ فرمائن ٿا ته ڪنهن مزيدار شئي جو مزو ماڻڻ خاطر هر ماڻهو لاءِ اهنج (تڪليف يا مشڪل) کي منهن ڏيڻ ضروري ٿي پوندو آهي جئين ته خود ارشاد باري تعالٰي آهي

ان مع العسر يسرا

بيشڪ اهنج سان اي سهنج آهي

## (٢٠٥) ڳڙ نہ سڄاپي ڳالهين جان جان ڳڙ نہ کا
## شغل ڇهون نفي اثبات جو وٺي ان طرحا

نثر : ڳڙ جي مناڻ ۽ سندس مزي جو پتو رڳو ڳالهين مان نہ پئجي سگهي ٿو جيستائين ڪيس کاڌو نہ وڃي . هاڻ طالب کي گهرجي تہ ڇهين شغل نفي اثبات کي جاري ڪرڻ لاء هي طريقو اختيار ڪري .

سمجهاڻي : هن بيت جو پهريون مصرعو مٿئين بيت سان لاڳاپيل آهي ۽ هن جي ٻئين مصرع جي معنيٰ جي تڪميل وري ايندڙ بيت ڪندو. حضرت مالڪان رح هن بيت جي پهرين مصرعي ۾ گذريل نڪتي جي تشريح ڪندي فرمائن ٿا تہ جئين ڳڙ کي کاڌي بنان سندس مزو ۽ سواد معلوم نہ ٿي سگهي ٿو بالڪل اهڙي ريت جيستائين سالڪ حق جي تجلي کي پاڻ نہ ڏسندو ۽ ذات حق ۾ فنا ٿي ڪري پنهنجي وجود کي مٽائي وصالِ حق جا مزا خود نہ ماڻيندو تيستائين هن کي وصل، وصال، مشاهدي ۽ تجليات رباني جون حقيقتون معلوم نہ ٿي سگهنديون .

پنجين شغل ذڪر سلطاني نقشبنديہ جو طريقو ۽ سندس احوال آثار ڪيفيات ۽ تاثيرات جي بيان کي هن بيت جي پهرين

مصرعي تائين مڪمل ڪري هاڻ حضرت مالڪان رح هن بيت
جي ٻي مصرعي کان ڇهين شغل "ذڪر نفي اثبات" جو آغاز
فرمائن ٿا. فرمائن ٿا ته ذڪر نفي اثبات جي ونڻ لاءِطالب ڪي هي
طريقو استعمال ڪرڻو پوندو (انهي طريقي جي تفصيل ايندڙ بيت
۾ آهي) هاڻ اسان کي اهو معلوم ڪرڻو پوندو ته اهو شغل ڇهون
ذڪر نفي اثبات ڇا آهي ؟ دراصل پنهنجي وجود کي ڪلي طور
تي فنا ڪري مٽائي حق جي وجود کي ثابت ڪرڻ جو نالو شغل
نفي اثبات آهي . سلسلهء عاليه قادريه راشديه جيلانيه صديقيه ۾
ذڪر نفي اثبات نقشبنديه مجدديه آدميه (حضرت آدم بنوري رح
جي سلسلي) طريقي سان به ڪمائيندا آهن ۽ پنهنجي اصلي
قادري طريقي سان به جنهن جي تفصيل اڳتي هلي بيان ڪندا سون.

(٢٠٦) **حاصل ڪري حق اُن جو پچائي تها**
**جئين به آگر هيٺ ناف ڪنان بند ڪري پساها**

نثر : شغل ڇهين (ذڪر نفي اثبات) کي ائين حاصل ڪري جئين
حاصل ڪرڻ جو حق آهي ۽ هن کي سبق وانگر پچائي پڪو ڪري
پنهجي ڪمال تائين وڃي پنهچائيس هن ذڪر جو طريقو هي آهي
ته ناف (دُن ) کان به آگر هيٺ واري جاء ۾ پنهنجا پساه بند ڪري.

سمجهاڻي : هن بيت ۾ سلسلهء عاليه قادريه راشديه جيلانيه
جي ڇهين شغل ذڪرنفي اثبات جو سبق ڏنل آهي حضرت

مالڪان رح فرمائن ٿا تہ هن ذڪر جي سبق کي طالب ايتري قدر پچائي ياد ڪري ۽ هن شغل ۾ ايتري قدر مشغوليت ڏيکاري جو هن جو حق ادا ڪري ڇڏي ۽ هن کي وڏ ۾ وڏ ڪمائي ڪيس ڪمال تي رسائي . وري فرمائن ٿا تہ هن ذڪر کي جاري ڪرڻ جومقام ناف (ڌُن) کان ہے آگر هيٺ آهي جنهن جو لطيفي نفسي ۾ اڳ بيان تي چڪو آهي . ناف (ڌُن) کان هيٺ موجود انهي مقام (جاء) ۾ طالب سلوڪ جو پنهنجا پساه بند ڪري يعني پنهجي دم ۽ ساه کي اندر ئي اندر هن جاءِ ۾ بند ڪري جهٽي وهي . امام السالڪين حضرت روضي ڌڻي رحمتہ الله عليہ جي ملفوظات شريف ۽ ميان مسڪين راشدي قادري جي ڪتاب رشيدالتوحيد ۾ لکيل آهي تہ ” طالب کي گهرجي تہ ڪنهن هڪ مقرر وقت ۾ قبلي منهن خلاصو ٿي وهي ۽ پنهنجي زبان کي تارون سان لڳائي (ڇهتائي يا چنباڙي ) پساه جهٽي (پساه بند ڪري) لاالہ جي ڪلمي کي ناف (ڌُن )کان شروع ڪري ۽ مٿي دماغ ڏا نهن ڇڪي نيئي وري اتان ساڄي ڪلهي تي آڻي پوء الا الله کي شروع ڪندي لطيفي روحي ۽ سري کان گذاريندي وڃي قلب (دل ) تي ضرب ڪري . تصور ۽ خيال ۾ ائين سمجهي تہ ڄڻ سندو وجود جيڪو حقيقت ۾ نہ هجڻ جهڙو آهي . هن فنا حاصل ڪري ورتي آهي ۽ سندس هستي جي وهم و گمان ۽ ذات حق سان ٻيائي وارو نقاب ڦاٽجي پيو آهي ۽ وجود جو حجاب ( پردو) ذاڪر ۽ خدا جي ذات

جي وچ مان هنجي ويو آهي ۽ هاڻ ذاڪر جي خيال ۽ تصور ۾
سواء ذات حق جي ٻي ڪا بہ شي نہ رهي آهي . ذاڪر کي هن
شغل نفي اثبات ۾ پنهجا پساه بند ڪري ڪيس ذڪر لا الہٰ الا الله
مٿين طريقي موجب ڪرڻو آهي مطلب تہ اڪي جي انگ کان
شروع ڪري يعني هڪڙي پساه ۾ ٽي يا پنج ڀيرا ست يا نو ڀيرا
يارنهن يا تيرنهن ڀيرا اهوعمل ڪري .ايتري قدرجو هي انگ
وڃي پنجويهن ڀيرن تي پهچائي مطلب تہ هڪ پساه بند ڪرڻ ۾
"لا الہٰ" جو مٿي ٻڌايل سارو عمل ٽي ، پنج ، ست، نو، يارنهن
وغيره اڪي عددن ۾ ڪندو رهي ۽ هن عمل جي مشق ڪندي
ڪندي هن کي پنجويهن تائين وڃي پهچائي يعني هڪ پساه بند
ڪرڻ ۾ پنجويهہ دفعا "لا الہ" جو ذڪر پورو ڪري ۽ وري اهڙي
ريت پنجويهہ دفعا الا الله جي ذڪر جو عمل پورو ڪري ايتري
قدر جو امام السالڪين حضرت روضي ڌڻي رح جي ارشاد
موجب پنج سو دفعا بہ هڪ پساهہ ۾ اهو ذڪر ڪري سگهجي ٿو.
سبحان الله اهي هئا ميدان نفي ۽ اثبات جا شهسوار (مٿن الله
جون ڪروڙين رحمتون هجن) پر اهو انگ وڏا ڪامل ۽ باهمت طالب
پورو ڪري سگهن ٿا هر ڪنهن طالب ۽ سالڪ جي اها مجال
ناهي . ڪنهن اردو جي قديم شاعر ڪيڏو نہ سهڻو چيو آهي تہ .

ڪامل اس فرقۂ زُهاد سي اٺا نہ ڪوئي
ڪچ هوئي تو يهي رندانِ قدح خوار هوئي

(۲۰۷) ۽ حواس مڙئي خيالن کنان خيال جي ڪوڙا
بند ڪري سين قوتِ خيال، حرف لا جي ڪا

نثر : ۽ پنهجا پنجئي حواس خيال ۽ تصور جي طاقت سان تمام خيالن کان جيڪي خيال آهن ئي ڪوڙا (ڇو تہ خيال حق کان سواءِ سالڪ لاءِ هر خيال ڪوڙو آهي) آزاد ۽ آجو ڪري پوءِ خيال جي قوت سان ذڪر جو آغاز ڪندي حرف لا کان ڪلمي کي ڇڪي وڃي مغز تي رسائي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ طالب کي گهرجي تہ هوءَ ڇهين شغل جي ذڪر جو آغاز ڪرڻ مهل پنهنجا تمام حواس يعني حواس خمسہ (اک، ڪن، نڪ، زبان) خيال ۽ تصور جي طاقت سان برن ۽ ڪوڙن خيالن کان ۽ خاص طور تي غير حق جي خيالن کان بالڪل آجو خالي ۽ صاف ڪري پوءِ پنهنجي پساه کي بند ڪري يعني حبس دم (ساه جهلڻ) ڪري پنهنجي پاڪيزه خيال جي طاقت سان پساه کي ڪلمہ توحيد (لا الہٰ الا الله) جي پهرين حرف لا کان ڇڪي وڃي مغز تي پنهچائي (وڌيڪ تفصيل اڳين بيت ۾ اچي ٿي )

(۲۰۸) ڇڪي رساڻي مغز کا، ۽ لفظ سندو الہٰ
آڻي ڪلهي جئيڏي تي ۽ لفظ سندو الا الله

نثر : حرف " لا " کي ناف (دُن) کان ڇڪي مغز تائين پهچائي پوءِ

لفظ "الہ" ساڃي ڪلهي تائين آڻي ۽ انهي ڪلمي جي اڳئين لفظ يعني "الا الله" کي وري ساڄي جاء (ساڄي ڪلهي) کان ڪڻي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح شغل چهين ذڪر نفي اثبات جو طريقو بيت نمبر ٢٠٥ کان سمجهائيندا اچن ٿا جيڪو اجان سوڏوهلي پيو. گذريل بيت ۾ فرمايو هئائون تہ "خيال جي قوت سان سالڪ حرف "لا" کان شغل نفي اثبات شروع ڪري هاڻ "لا" جو باقي بيان ٻڌائيندي هن بيت جي پهرين مصرع جي اڌ ۾ فرمائن ٿا تہ حرف "لا" کي ناف (ڌُن) کان ڇڪي پنهجي تصور (خيال) ۾ سموري ڪائنات جي نفي ڪري . " لا " جو آواز خيال ئي خيال ۾ ڇڪي وجي مغز تائين پنهچائي . واضح هجڻ گهرجي تہ پهرئين مصرع جو اڌ گذريل بيت سان لاڳاپيل آهي "لا" جي عمل کان گذرڻ بعد حرف " الہ " کي مغز کان ڇڪي هيٺ لاهي اچي ساڄي ڪلهي تي پنهچائي ۽ وري ساڄي ڪلهي کان اڳئين لفظ "الا الله " کي شروع ڪري . هن بيت ۾ ڪلمہء طيب جي پهرين جز " لا الہ الا الله" جي ذڪر جي ترتيب ٻڌائي وئي آهي . مالڪان رح ٻڌائن ٿا تہ نفي اثبات جو ذڪر ڪندي " لا " کي ڪٿان ڪٿي ڪٿي پنهچائجي ۽ وري "الہ" کي ڪٿان شروع ڪري ڪٿي وجي پورو ڪجي . ۽ "الا الله " کي ڪهڙي طرح ادا ڪجي . الا الله جي استعمال جو صحيح طريقو ايندڙ بيت ۾ بيان ڪيو ويو آهي .

(۲۰۹) ڪري شروع ڪلهي جئيٽي ڪان اهڙي ترتيبا
جئين لفظ الا روحي تائين لام ٻه ٻئي سندا

نثر : جيٽي (ساڄي) ڪلهي ڪان اهڙي ترتيب سان شروع ڪري ته جئين لفظ "الا" جي لام ۽ هن ڪان پوءِ ايندڙ اسم "الله" جي لام هڪٻئي سان ڳنڍجي وڃن ۽ انهي مان لفظ الله جي "ه" واري اُچار نڪري وڃي باقي صرف الاالا وڃي رهي پوءِ هن لفظ "الاالا" کي لطيفهءِ روحي تائين پڄائي ۽ اُتان ڇڪي لطيفهءِ سري ڪان گذاريندي وڃي اُم الدماغ (دماغ يا مغز جي پاڙ ۽ جڙ) تائين پنهچائي . پوءِ اُتان لفظ "الاالا " کي وري لطيفهءِ سري ڏانهن هيٺ لاهيندي "الا الله " واري باقي رهيل حرف ها (ه) کي (جيڪو اڳ پڙهيو نه ويو هو ۽ "الاالله " بدران رڳو "الالا " اُچاريو ويو هو) کي قلب (دل) تي ضرب واري طريقي تي هڻي . پر اهو طريقو (انهن ٻن بيتن ۾ ٻڌايل طريقو) طريقهءِ قادريه راشديه جيلانيه موجب آهي هن ذڪر جو نقشبندي طريقو هن ڪان اڳ ۾ ٻڌايو ويو هو .

(۲۱۰) اسم " اللهُ " لنگهائي سري ڪنا
۽ "ه" سندي اسم الله آٽي هڻي قلب تي اي ترتيبا

نثر : پوءِ اسم اللهُ کي لطيفي سري ڪان اهڙي ريت لنگهائي ته جئين اسم "اللهُ " جي آخري حرف "هُ" کي قلب (دل) تي وڃي هڻي

." الا اللّٰهُ " جي ذڪر جي اهائي ترتيب آهي جنهن مطابق طالب
ڪي عمل ڪرڻو آهي .

سمجهاڻي : انهي بيت جي سمجهاڻي ذري گهٽ گذريل بيت ۾
اچي وئي آهي مطلب تہ سالڪ شغل نفي اثبات جو ذڪر ڪندي
ٻڌايل ترتيب مطابق ڪلمہِ طيب جي هر حرف جي ابتدا سندس
مقرر ڪيل مقام ڪان ڪري ۽ وري هنڪي بند ڪيل پساه ذريعي
ڇڪي وڃي ٻڌايل مقام تي رسائي ۽ اتان ڪيس ٻي لطيفي مان
گذاريندي ايندڙ مقام تائين نيئي ۽ پوءِ سندس مقرر مقام تي
پنهچي پساه بند ڪري ۽ خيال جي طاقت سان بنان چپ چورڻ ۽
آواز ڪڍڻ جي ڪلمي جي انهن لفظن جو ذڪر ختم ڪري. ڪلمہِ
طيب جي لفظن جو اهو سمورو عمل انهن ٻن بيتن ۾ بيان ڪيو
ويو آهي جنهن مان واضح طور معلوم ٿيو تہ " لا الہٰ الا اللّٰهُ " جو
ذڪر نفي اثبات ڪهڙي طريقي سان ڪرڻ گهرجي لفظ " لا" کي
ادا ڪرڻ جو طريقو ۽ مڪان الڳ ٻڌايو ويو آهي ۽ لفظ " الہٰ "
جي ادا ڪرڻ جو طريقو سندس مقام سوڌو الڳ بيان ڪيو ويو
آهي ۽ وري "الاالا " ( بنان حرف هُ ڳنڍڻ جي) لاءِ الڳ طريقو
سمجهايو ويو ۽ اسم "اللّٰه " جي آخري حرف " هُ " کي آخر ۾ قلب
(دل) تي ڪئين ضرب ڪري هڻجي . انهي جي تفصيل وري هن
بيت جي ٻيئڻ مصرعي ۾ بيان ڪئي وئي آهي تہ

هُ " سندي اسم اللّٰهُ آڻي هڻي قلب تي اي ترتيبا

(٢١١) ڪٽي پڙهي ساه هيڪڙو مرتبو سري جي ترتيبا
ڪين پنج ڪين ست ڪ نون يا يارهن ڀيرا

نثر : ذڪر اسم ذات کي خيال جي طاقت سان لطيفي نفسي کان سري تائين مٿي ٻڌايل ترتيب مطابق هڪئي ساهه ۾ هڪ ڀيرو ڪٽي پڙهي ته به سنڌس مرضي پر جيڪڏهن پنج ڪ ست يا نو ڪ يارهن دفعا به ڪٽي پڙهي ته سنڌس مرضي، البت جيترا مرتبه به هڪ پساه ۾ اهو شغل ڪمائي هن جو عدد اڪي جي انگ تي هجڻ گهرجي مثلا هڪ يا ٽي يا پنج يا ست يا نون يا يارنهن ڀيرا وغيره، ٻڌي جو انگ مثلا ٻه يا چار يا ڇهه يا اٺ يا ڏهه يا ٻارنهن نه هجڻ کپي . حضرت مالڪان رح جي ارشاد موجب حضرت روضي ڌڻي رح کان نقل آهي ته ڪي بلند همت ۽ وڏي حوصلي وارا طالب هڪڙي پساه ه ۾ پنج سو دفعه به اهو ذڪر هڪئي ساه ۾ پورو ڪندا آهن .

(نوٽ: هن بيت نمبر 211 ۾ "ڪين" ۾ نون غنون آهي ۽ سنڌس معنيٰ آهي "ڪ" يا "جا" ات "ڪين" "نه" جي معنيٰ ۾ ناهي .

(٢١٢) ان طرح رساڻين اڪويهن مرتبن تائين منجهه هيڪڙي ساها
۽ جنهن وقت بند ڪرڻ ساه جي ڪان ٿئي عاجزا

نثر : اهڙي ريت هڪ ساه ۾ هن ذڪر کي ايڪويهن مرتبن تائين پهچائين پر جيڪر پساه بند ڪرڻ سبب طالب تنگ ۽ عاجز ٿي پوي (ته پو ايندڙ بيت موجب عمل ڪري) .

سمجهاڻي : جئين اڳ ٻڌايو ويو آهي تہ شغل ذکر نفي اثبات
کي نقشبندي يا قادري راشدي طريقي موجب جڏهن پساه بند
ڪري عمل ۾ آندو وڃي تہ سندس انگ اکي تي ٻڌل هجڻ گهرجي
ٻڌي تي نہ هجي هن بيت ۾ حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ طالب
پنهنجي طاقت آهر هڪ پساه ۾ هڪ کان وٺي اکويهن تائين هن
ذکر کي پنهنجي خيال جي قوت سان لطيفي نفسي کان لطيفي
سري تائين پنهچائي سگهي ٿو پر جنهن مهل پساه بند ڪرڻ جي
سببان طالب پنهجي پساهن ۾ تنگي محسوس ڪري يا پساه
گهٽجڻ جي ڪري عاجز ٿيو پوي تہ پوءِ ايندڙ بيت موجب پنهنجي
پساهن کي آزاد ڪري يعني ٻاهر ڇڏي ڏي تہ جئين کيس آساني
فرحت ۽ آزادي محسوس ٿئي .

(٢١٣) تڏهين ڇڏي دم کي اِکي جي عددا
ڪنان ڦوٽي نڪ جي وقت ڇڏڻ پساها

نثر : (جڏهن پساه بند ڪرڻ سببان طالب کي تنگي محسوس
ٿئي) تڏهن طالب اکي جي عدد تي پنهچي ڪري پنهجي دم يعني
پساه کي نڪ جي ڦوٽي (ٻيني جي سوراخ ) مان ٻاهر ڪڍي ڇڏي.
سمجهاڻي : گذريل بيتن ۾ ڇهين شغل ذکر نفي اثبات جي
پوري وضاحت ڪئي وئي آهي جنهن جو باقي رهيل بيان وري هن
بيت ۾ آندو ويو آهي چنانچہ حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ

جڏهن طالب ذڪر نفي اثبات کي لطيفي نفسي مان ڪٽي سري،
خفي ۽ اخفيٰ تي وجي رسائيندو تہ لازمي طور هوءَ پنهجي پساهن
۾ تنگي ۽ ڪمزوري محسوس ڪندو اهڙي صورت ۾ حضرت
مالڪان رح طالب جي تنگي ۽ عاجزي کي دفع ڪرڻ جو طريقو
بيان فرمائن ٿا تہ طالب پساه ۾ سوڙهہ ۽ تنگي محسوس ڪرڻ
مهل پنهنجي بند ٿيل پساه کي نڪ جي سوراخ (ڦوٽي) مان خارج
ڪري فرحت وني پر نڪ مان پساه ڪڍڻ جو اهو عمل بہ اڪي جي
انگ تي ٻڌل هجي وڌيڪ فرمائن ٿا تہ جڏهن نڪ جي ڦوٽي مان
طالب پنهنجا پساه ٻاهر ڇڏي تہ ڪلمي پاڪ جو ٻيون ڀاڱو يعني
"محمد رسول الله" پڙهي ڪري ڪلمي پاڪ کي پورو ڪري يعني
"لا الہٰ الا الله محمد رسول الله" پڙهي ذڪر ختم ڪري.

## (٢١٤) ۽ چوي خيال سين محمد رسول الله
## ۽ لحاظ معنيٰ جو پڻ ڪري فڪر سين مضبوطا

نثر : ۽ پوءِ خيال جي قوت سان (زبان چورڻ کان بنان) "محمد
رسول الله" چوي پر "محمد رسول الله" چوڻ کانپوءِ پوري ڪلمہ
پاڪ جي معنيٰ جو لحاظ (خيال) بہ پڻ پوري غور وفڪر سان ڪري.

سمجهاڻي : مالڪان رح جي هن بيت جو مطلب واضح آهي تہ
طالب جڏهن ذڪر نفي اثبات "لا الہٰ الا الله" پورو ڪري ۽ پنهجي
بند پساهن کي نڪ جي سوراخن کان ٻاهر ڇڏي ڪري فرحت
حاصل ڪرڻ گهري تہ ذڪر جي پڇاڙي تي خيال ذريعي ڪلمي

پاڪ جي ٻئين جز "محمد رسول الله" جو ورد بہ ضرور ڪري پر رڳو ڪلمي پاڪ جي لفظن ڪي خيال ۾ نہ آڻي بلڪہ سندس معنيٰ تي بہ چڱي طرح غور ۽ فڪر ڪري تہ جيئن ڪيس هن پاڪ شغل جون برڪتون ۽ نفعا حاصل ٿين .

(٢١٥) **جئين وقت چوڻ لا الہ جي ڄاڻي هن طرحا**
**تہ ڪونهي الله ڪو ٻيو ۽ وقت چوڻ الا الله**

نثر : جئين تہ " لا الہ " چوڻ مهل ائين ڄاڻي تہ الله کانسواءِ ٻيو ڪو بہ معبود ۽ خدا ڪونهي ۽ "الا الله" چوڻ وقت ( ذات حق جو اثبات ڪري) .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح جو فرمائڻ آهي تہ طالب ڪلمي جي معنيٰ تي هن طرح غور ڪري جو جڏهن لفظ " لا الہ " کي خيال ۾ آڻي تہ ائين سمجهي جو زمين جي بالڪل هيٺين طبقي ڪان وني لامڪان تائين الله تعالي جي ذات کانسواءِ ٻيو ڪو بہ خدا يا الله ڪونهي ۽ "الا الله " جي خيال ۽ تصور مهل ڄاڻي تہ (الله تعالي جي ذات ئي ازلي ، ابدي ۽ حي وقيوم آهي ٻي سموري ڪائنات ۽ مخلوقات فاني عارضي ۽ زوال پذير آهي.)

(٢١٦) **جي ، ڄاڻي تہ مگر الله جلشانہ جو آهي ٻي مثلا**
**۽ وقت چوڻ محمد رسول الله جي ڄاڻي هن طرحا**

نثر : (الا الله چوڻ وقت) طالب هي ڳالهہ چڱي طرح ڄاڻي تہ

ڪائنات ۾ باقي رهندڙ محض الله جلشانہ جي بي مثل ذات آهي ٻيو ڪو بہ حقيقت ۾ باقي ۽ موجود ڪونهي . وري " محمد رسول الله " چوڻ مهل هن طرح چاٽي ۽ سوچي (تہ حضرت محمد الله جو سچو رسول آهي )

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ جڏهن ذڪر نفي اثبات ڪندي طالب سلوڪ جو " لا الٰہ " ۽ پوءِ وري "الا الله " جي شغل ڪي ڪمائي تہ انهن لفظن جي معنيٰ ۽ مطلب ڪي بہ ڌيان ۾ رکي نہ تہ ڪامل فائدونہ رسندس پوءِ وري فرمائن ٿا تہ " الا الله " جو خيال ڪرڻ مهل اهو چاٽي تہ الله تعاليٰ جي ذات کانسوا ٻيو ڪو بہ "الله " " خدا " يا معبود ڪونهي اهڙي طرح ذڪر نفي اثبات کان فارغ ٿيڻ بعد آخر ۾ جڏهن " محمد رسول الله " جي ڪلمي کي خيال ۾ آڻي تہ ائين چاٽي تہ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم الله تعاليٰ جو سچو ۽ برحق رسول آهي .

( ٢١٧ ) تہ حضرت محمد رسول الله جو آهي اُن جو رُسولا
پچاڻان فارغ ٿيڻ شغل جي پڙهي هي دُعا

نثر : تہ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم "الله" جو سچو رسول آهي ۽ هن شغل ۽ ذڪر کان فارغ ٿيڻ بعد سندس پچاڙي تي هي دعا گهري .

سمجهاڻي : جڏهن نفي اثبات جي ذڪر کان طالب سلوڪ جو

باالڪل فارغ ٿي وڃي ۽ ذڪر جي ڪلمي جي معنيٰ بہ پنهنجي خيال ۾ پچائي پڪو ڪري ڇڏي مطلب تہ شغل نفي اثبات ڪان چڱي طرح فراغت حاصل ڪري وٺي تہ پوءِ الله تعاليٰ جي بارگاه ۾ هي دعا عرض رکي .

(٢١٨) **اللهم انت مقصودي و رضاڪ مطلوبي**

گهرجي طالب کي تہ سمجهي هن مقدمي کي خاصي هن طرحا

نثر : ”اي منهنجا الله تون ئي منهنجو مقصود آهين ۽ تنهنجي خوشنودي ۽ رضا مندي مونکي گهربي آهي“ .طالب کي گهرجي تہ هن ڳالهہ ۽ مقصد کي جيڪي هن دعا ۾ بطور هڪ مقدمي يا مهاڳ جي بيان ٿي آهي يا ايندڙ بيت ۾ اچي ٿي خاص طور تي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ طالب نفي اثبات جوذڪر مڪمل طرح سان پورو ڪرڻ ڪان پوءِ هن بيت ۾ ٻڌايل دُعا کي وڏي عاجزي ۽ خلوصِ دل سان پڙهي چو تہ انهن تمام ذڪرن ۽ شغلن جو اصل مقصد الله تعاليٰجي رضا ۽ خوشنودي حاصل ڪرڻ آهي تنهنڪري هو پنهجي مالڪ ۽ مولا ” الله “ کي ٻاڏائيندي عرض ڪري تہ اي منهنجا معبود! تنهنجي ذات ئي منهنجو مقصود آهي ۽ تنهنجي رضامندي ۽ خوشنودي حاصل ڪرڻ ئي منهنجي هن ذڪر فڪر شغل . اشغال ۽ ورد وظيفن جو بلڪہ پوري زندگي جو اصل مطلوب آهي . هن دُعا ڪان جئين

فارغ ٿئي تہ هن ڳالهہ کي بہ ضرور پيش نظر رکي جو ايندڙ بيت ۾ ٻڌايل حقيقت ، طريقي ۽ مقصد کي پوروڪرڻ ئي سندس ذکر فکر ۽ مجاهدي جو اصل مقصد آهي .

## ( ۲۱۹ ) ۽ گهٽو ڪري هن ۾ سعيو نفي جو جيڪي آ
## ۽ نفي ڪري تنهن وجود کي ۽ اثبات باقي ڪا

نثر : ۽ هن شغل ۾ گهٽو ڪري پنهجي وجود جي نفي جي ڪوشش وني ڇو تہ نفي جوحاصل ڪرڻ ئي هن ذکر ۽ شغل جواصل مقصد آهي . يعني طالب کي گهرجي تہ پنهنجي وجود جي نفي ڪري ۽ ذات حقيقي کي باقي ۽ ثابت ڪري .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ طريقۂ قادريہ راشديہ جيلانيہ صديقيہ جي ذکر ڇهين نفي اثبات جو حقيقي مقصد ۽ روحاني فلسفو ٻڌايو ويو آهي . حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ ذکر نفي اثبات جي حقيقت ۽ اصل مدعا طالب جو پنهجي وجود کي فنا ڪري ذات حق سان بقا حاصل ڪرڻ آهي . جڏهن سلوڪ جو طالب ذکر نفي اثبات ڪندي ڪائنات جي هر شي کي بلڪہ سندي وجود کي بہ " لا" جي ترار سان فنا ڪري ڇڏيندو تہ هن جو قدم بقا جي اڻ کٽ ۽ لاحد مقام تي وڃي پنهچندو . وجود جي نفي ڪرڻ جو مطلب آهي ذاتِ حق جي بقا کي ثابت ڪرڻ ۽ سندس ديموميت ، دائميت ، سرمديت ، ازليت ۽ ابديت جو اعلان ڪرڻ . طالب فنا کان پو ۽ بقا حاصل ڪري ازلي ابدي جلون ۾ پنهنجي

پاڻ کي گم ڪري ڇڏيندو آهي بقول مولانا روم رح

تو دروگم شو وصال اين است وبس

ترجمون : اي طالب ! تون ذات حق ۾ فنا ۽ محو ٿي وڃ ته انهي ڪي ئي وصال چئبو آهي .

(۲۲۰) ۽ جي نه پروڙيائين ان ۾ ته منجهه پين شغلن باقي ڪا

۽ لهي نفي اثبات ۾ خاصي اي طرحا

نثر : ۽ جيڪر طالب ۽ سالڪ ان ذڪر (نفي اثبات) ۾ ب پنهنجي فاني، ميري ۽ ڪثيف وجود جي نفي ڪري هن ڪان آزادي حاصل نه ڪري سگهيو ته باقي رهيل ٻين شغلن ۾ انهي مقام(فنا) جو حاصل ڪرڻ مشڪل بلڪ نا ممڪن ٿي پوندس . جو ته مقام فنا طالب کي خاص طور تي نفي اثبات جي هن شغل مان ئي ملڻ جو امڪان هوندو آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هن بيت ۾ سلوڪ جي طالبن ۽ صادق مريدن کي تصوف، روحانيت ۽ سلوڪ جو هڪ تمام ضروري ۽ خاص نڪتو سمجهايو آهي پاڻ فرمائن ٿا ته سالڪ جي اصل ۽ آخري منزل پنهنجي وجود جي فنا ۽ ذاتِ حق جي بقا آهي ۽ پنهنجي وجود جي فنا مان ئي بقا حاصل ٿيندي آهي جڏهن طالب سلوڪ جو هن بابرڪت طريقي قادريه نقشبديه راشديه جيلانيه صديقيه جي شغلن مطابق ڇهون شغل نفي اثبات جو ڪمائڻ شروع ڪندو ته ڪيس پنهنجي وجود ڪان فناءِ ڪلي حاصل

ٿيندي . جيئن اڳ ۾ گذري چڪو آهي ته طالب "الا الله" جي
ڪلمي ڪي خيال جي طاقت سان جڏهن ڪلهي (مونڍي) کان شروع
ڪري لطيفهء روحي ۽سري کان لنگهائي سندس ضرب قلب تي
هٽي ته هن مهل ڪيس تصور ۽ خيال ۾ ائين سمجهڻ گهرجي ته
جڻ سندس وجود هڪ وهم ، گمان ۽ خيال کان وڌيڪ ٻيو ڪجهه
به ناهي ۽ ٻيو ته هن ڪي مقام نفي حاصل ٿي ويو آهي يعني ته
ذاڪر (طالب) جو سندو وجود ختم ٿي چڪو آهي هاڻ هو وڃي
ذات حق سان واصل ٿيو آهي جنهن ذات ڪي باقي ۽ حيُ و قيوم
چيو ويندو آهي . حضرت ميان مسڪين قادري راشدي (جهنڊي
وارا ) رشيد التوحيد ۾ لکن ٿا ته
ڪماليت آنست ڪه در بحر رضائي مطلوب مستغرق گردد و وجود
بشري را منفي گرداند .

ترجمون : ذڪر نفي اثبات جي آخري منزل (درجهء ڪمال) هي
آهي ته طالب رضائي حق جي سمنڊ ۾ غرق ٿي وڃي ۽ پنهنجي
بشري وجود کي ختم ڪري ڇڏي .

(٢٢١) ۽ جي نه پروڙيائين ان ماڳ ۾ ته منجهه ٻين شغلنئا
مور نه پروڙيندو ان ڪي جئين اي شغلا

نثر : ۽ جيڪر ان ماڳ (ذڪر نفي اثبات جي مقام) ۾ پنهنجي
وجود جي نفي ۽ ذات حق جي اثبات کي نه پروڙي سگهيو ته پوء
ٻين شغلن (جهڙوڪ ذڪر پاس انفاس ، ذڪر لطائف سته ، ذڪر

سلطاني وغيره) ۾ مقامِ فنا ۽ بقا کي هرگزهرگز اهڙي ريت آساني سان حاصل نہ ڪري سگهندو جهڙي ريت هن شغل (نفي اثبات) ۾ ڪري سگهي ٿو.

**سمجهاڻي** : ڳنڍيل بيت جي وڌيڪ وضاحت ڪندي حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ طالبِ سلوڪ جي اصل منزل جئين تہ فنافي الله جورتبو حاصل ڪري بقا باالله جي مقام تي رسڻ آهي ۽ اهو رتبو ڇهين شغل "ذڪر نفي اثبات" ذريعي ئي حاصل ٿي سگهي ٿو تنهنڪري جڏهن طالب هن شغل ۾ مشغول ٿئي تہ پوري ڪوشش ۽ جدوجهد سان پنهنجي ظاهري ۽ فاني وجود جي تمام ميراين گندگين ۽ ڪثافتن کي هن ذڪر جي برڪت سان ڌوئي صاف ڪري ۽ پوءِ هن ذڪر لاءِ ٻڌايل طريقي موجب " لا" جي ترار ۽ نفي جي ڪهاڙي سان نہ صرف پنهنجي وجود ۽ خيال کي بلڪ ساري ڪائنات جي وجود کي ڪپي ٽڪرٽڪر ۽ پرزا پرزا ڪري ختم ڪري ڇڏي ۽ پوءِ فنا جي منزل کان لنگهي ڪري وڃي ملڪ بقا جو رهواسي ٿئي تہ جئين حضرت عارف شيرازي شيخ سعدي عليہ الرحمت جي چوڻ مطابق بحر عرفان ۾ غرق ٿيڻ کانپوءِ ڪنهن کي سندس خبر ئي نہ پئجي سگهي تہ الاءِ ڪيڏانهن ويو

ڇو تہ سندس نانءُ نشان بہ باقي نہ رهيو آهي .

ڪا نرا ڪہ خبر شد خبرش باز نيامد

**ترجمون** : جنهن طالب کي هن ذات جي حقيقت جي خبر ملي (۽

ذات سان وڃي واصل ٿيو) تہ وري هن طالب جي دنيا وارن کي
ڪا خبر نہ پئجي سگهي تہ الاء ڪٿي آهي)

## (٢٢٢) آهي تماميت ذڪر جي ۽ منجهہ ان شغل لازم آہ
## جئين پيدا ڪري جذبو جو مهل لطافت آہ

نثر : هي ذڪر (نفي اثبات) تمام ذڪرن جي پڇاڙي، ڪماليت ۽
تڪميل جو ذڪر آهي ۽ هن شغل (ذڪر نفي اثبات) ۾ هي ڳالهہ
بہ لازمي آهي تہ طالب ۾ عشقِ الهي جو جذبو پيدا ٿئي ۽ ذات
حق لاءِ سندس ذوق، شوق ۽ ڪشش وڌي ڇو تہ طالب جي ظاهري
وجود جي فنا ڪانپوءِ سندس وجود لطيف ۽ روحاني ٿيءِ وڃي ٿو .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ هن ذڪر ۽ شغل جي ڪماليت،
تماميت ۽ فضيلت بيان ڪئي وئي آهي حضرت مالڪان رح
فرمائن ٿا تہ شغل ذڪر نفي اثبات قادري نقشبندي راشدي
جيلاني طريقي جي تمام ذڪرن جو تتمو، تڪملو ۽ پڇاڙي آهي
هن ۾ تمام ذڪرن ۽ فڪرن جو ڪمال ڪلي طرح سان موجود
آهي . هن شغل ۾ طالب ۽ سالڪ جي وجود ۾ ذات حق لاءِ هڪ
جذبو ۽ ڪشش پيدا ٿئي ٿي ۽ هن ذڪر ڪرڻ مهل طالب جو
ظاهري وجود بہ روحانيت ۽ لطافت ۾ تبديل ٿي ڪري پنهجي
لطافت سببان مقامِ بقا جي سفر تي روانو ٿيڻ لاءَ تيار
بيٺو هوندو آهي . ڇو تہ روحاني ۽ لطيف وجود ۾ شوق الهي ۽
عالم بالا جي ڪشش تمام گهڻي قدر هوندي آهي .

(۲۲۳) ۽ ڪشش برگزيدي ڪي حق جي طرفا
جي معشوق نہ گھري تہ عاشق ڪي اصلا

نثر : اهڙي چونديل ۽ پسنديده طالب ڪي هن ذڪر جي برڪت سان ذات حق ڏانهن ڪشش ٿيندي آهي پر جيستائين معشوق (محبوب) نہ گهري تہ ويچاري عاشق ۾ اها ڪشش ڪٿان پيدا ٿي سگهي ٿي؟

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ ذڪر نفي اثبات جي ذريعي جڏهن طالب پنهنجي وجود کي ختم ڪري ذاتِ حق ۾ فنا ڪري ڇڏي ٿو تہ سندس ظاهري جسم جي روحانيت ۽ لطافت جي ڪري هن جي وجود ۾ ذات حق لاءِ ڪشش ۽ جذبو وڌي وڃي ٿو پر اها نعمت طالب کي اوستائين حاصل نہ ٿي سگهي ٿي جيستائين ذات حق جو فضل ۽ ڪرم سندس شامل حال نہ ٿيندو. جئين ڪنهن قديم فارسي شاعر چيو آهي تہ

عشق اول در دلِ معشوق پيدا مي شود
تانہ سوزد شمعِ پروانہ ڪي شيدا شود

ترجمون : عشق پهريان خود معشوق جي دل ۾ پيدا ٿيندو آهي (ڇو تہ) جيڪر پهرين شمع (چراغ يا ڏيو) نہ ٻري ۽ نہ جلي تہ پروانو مٿس قربان ٿيڻ لاءِ ڪئين اچي سگهي ٿو ؟

( ٢٢٤ ) سعيو عاشق ويچاري جو ڪٿهين نہ پنهچا
اگر از جانبِ معشوق نباشد ڪششي

نثر : جيڪر معشوق (محبوب) جي دل نہ گهري تہ ويچاري مسڪين عاشق جي ڪوشش ۽ جاکوڙ ڪنهن منزل تي نہ رسندي (يعني سندس فنا واري محنت توڙ نہ پنهچي سگهندي) جيستائين محبوب جي طرف کان ڇڪ ۽ ڪشش نہ ٿيندي .

سمجهاڻي : هن بيت ۾ پهريون مصرعو حضرت مالڪانؒ جو آهي ۽ ٻيون مصرعو فارسي جي هڪ مشهور بيت جو پهريون مصرعو آهي فارسي بيت جو ٻيون مصرعو وري حضرت مالڪانؒ ايندڙ بيت ۾ استعمال فرمايو آهي گذريل بيتن ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ جڏهن طالب ڇهين ذڪر نفي اثبات ۾ شروع ٿيندو آهي تہ هن ذڪر کي ڪمال تائين پنهچائيندي پنهچائيندي هو مقامِ فنا جي ميدان ۾ وڃي لهندو آهي جتي نہ طالب جو سندو وجود باقي رهندو آهي ۽ نہ وري ڪائنات جي ڪنهن شي جو وجود سندس نظرن ۾ باقي رهندو آهي انهي منز ل تي پنهچڻ کان پوءِ طالب جي دل ، جگر ۽ دماغ ۾ محبوب حقيقي لاءِ ڪشش پيدا ٿيندي آهي جنهن کي عام طور تي ”عشق “ سڏيو وڃي ٿو انهي عشق جي جذبي ۽ ڪشش جي سببان طالب جي اندر هڪ اضطراب ، بيقراري ، شوق ۽ ولولو پيدا ٿئي ٿو جيڪو ڪيس هن

ناسوتي جهان مان ڪڍي ڪري وڃي عالم لاهوت جي ازلي ابدي جلون ۾ مستغرق ڪندو آهي مالڪان رح جي هن ارشاد جو مطلب هي نڪري ٿو ته عاشق جي هر ڪوشش ان مهل ڪاميابي ماڻيندي جڏهن ذات حق(محبوب حقيقي) جي طرفان قبوليت جو اشارو ملندو نه ته سڄي عمر وتو رُلندو ڀٽڪندو ۽ هر وقت عالم حيرت ۾ غرق رهندو.

(۲۲۵) ڪوشش عاشقِ بيچاره بجائي نرسد
ڪک نه اَڏي آسمان ڏانهن منجهائي جهنگلا

نثر : (جيستائين معشوق طرفان ڇڪ نه ٿيندي) تيستائين ويچاري مسڪين عاشق جي ڪُوشش منزل تي نه رسي سگهندي جئين ته جهنگ منجهان ڪک پاڻهي پاڻ آسمان ڏانهن نه اُڏامندو آهي .

وضاحت : هن بيت ۾ فارسي جو پهريون مصرعو گذريل بيت جو ٻيون مصرعو آهي مطلب ته فارسي جو پورو شعر هن ريت آهي

اگراز جانبِ معشوقِ نه باشد ڪششي
ڪوششِ عاشقِ بيچاره بجائي نه رسد

ترجمون : جيڪڏهن معشوق ۽ محبوب پاران ڇڪ ۽ ڪشش نه هجي ته عاشق ويچاري جي ڪا به ڪوشش ڪاميابي نه ماڻي

سگهندي.

**سمجهاڻي** : هن بيت جي پهرين سٽ جي مصرع ۾ حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا ته جهنگل (جهر) منجهان ڪک يا پن بنا ڪنهن هوا وغيره جي طاقت ۽ ڪشش جي پاڻهي پاڻ اڏامي آسمان ڏانهن نه ويندو آهي مطلب ته جيستائين محبوب طرفان اشارو نه ملندو عاشق جي ڪاميابي ممڪن نه آهي سالڪ به هن ذڪر ۽ شغل دوران ذاتِ حق جي لطف و ڪرم جي هوا (نفحات رحمن) جو منتظر رهي ٿو ته جئين محبوب حقيقي پاران هوا (جنهن کي نفسِ رحماني به چيو ويو آهي) اچي ڪري هنڪي رحمت ۽ شفقت جي پرن تي ڪٽي ذرتيءَ کان آسمان ڏانهن اُڏاري وڃي .

(٢٢٦) جانسين واچوڙو نه ڪٽي ان ڪک کا
ان مڪان ۾ سالڪ چئي تو بار هستي ڪا(ن)

**نثر** : جيستائين واجهلوڙو (واچوڙو) هن ڪک کي ڪٽي مٿي نه اڏاريندو اِهو پاڻمرادو نه اُڏامي سگهندو چو ته هي اُهو مقام آهي جتي سالڪ پنهنجي هستي وجود ۽ پنهجي هجڻ جي بار کان بالڪل آجو ۽ آزاد ٿي وڃي ٿو.

**وضاحت** : هن بيت جو پهريون مصرعو گذريل بيت سان لاڳاپيل آهي هن کي پورو ڪري هن ريت پڙهي سگهون ٿا

ڪک نه اُڏي آسمان ڏانهن منجها ئي جهنگلا
جانسين واچوڙو نه ڪٽي ان ڪک کا

سمجهاڻي : مطلب تہ جيستائين هوا يا واجهلوڙو ڪک کي اڏاري آسمان ڏانهن نہ کڻي ويندو ڪک ويچارو پنهنجي پاڻ اُڏامي آسمانن جي سير نہ ڪري سگهندو. طالب سلوڪ جوبہ اهڙي نموني عشق الهي جي ڪشش ۽ جذبي سان مقامِ بقا ۾ پهچي لامڪان جي سير ڪري سگهي ٿو ۽ جڏهن طالب سلوڪ جو فنا جي هن منزل يا نفي اثبات جي هن مقام تي رسندو تہ پنهجي فاني وجود ۽ بي بقا هستي جي بارڪان هميشہ هميشہ لاءِ ڇٽي پوندو ۽ پوءِ سندس وجود کي بقا جي روحانيت پنهنجي گهيري (قبضي ۽ تصرف) ۾ آڻي ڇڏيندي ۽ سالڪ جو فاني وجود وڃي عالم بقا ۾ قرب جي منزل ماڻيندو .

**(٢٢٧) جا هستي موهوم سنديس ، بنياد جنهن جو ناه**
**۽ وڃي سو مٿانهين کي جو قرب رب جو آه**

نثر : ان هستي کان سندس وجود آزاد ٿي پوندو جيڪا هستي رڳو هڪ وهم ۽ گمان آهي ۽ جنهن جو ڪو بہ بڻ بنياد ڪونهي ۽ اها هستي پنهجي بي بنياد وجود کان آزاد ٿيڻ بعد رب جي قرب جي منزل ڏانهن عالم بالا طرف هلي وڃي ٿي .

سمجهاڻي : طالب سلوڪ جو ذڪر نفي اثبات جي ڪماليت پنيان فنا جو مقام ماڻيندي پنهنجي فاني هستي ۽ بي اعتبار وجود کان آزادي حاصل ڪري وٺندو آهي دراصل هي اهو مقام

آهي جتي طالب قربِ رباني جي مقام کي تمام ويجهو وڃي ٿيندو آهي بلڪ پنهنجي جسمِ ڪثيف ۽ ميري وجود جي فنا ٿي وڃڻ ڪري هو مقامِ قرب ۾ پهچي ڪري پنهجا ديرا لائيندو آهي .

## (٢٢٨) ۽ قبوليت ان شغل جي طالع ڪري مددا ٿئي پيدا وقت تہ جڏهين رساڻين اڪويهن ڪا

نثر : جيڪر طالب جو ستارو يا مقدر ، نصيب سندس مدد ڪري تہ ڪيس انهن شغل جي قبوليت جو شرف ملي سگهي ٿو ۽ پوءِ اهڙو وقت بہ اچي ويندو آهي جو توفيقِ الهي سان طالب هن شغل کي ايڪويهن جي عدد تائين وڃي رسائيندو آهي .

سمجهاڻي : طريقہ قادريہ راشديہ جيلانيہ صديقيہ جي ذڪر ڇهين (نفي اثبات) جي باري ۾ هن کان اڳ گهڻو تفصيل ٻڌايو ويو آهي هاڻ مالڪان رح فرمائن ٿا تہ جيڪر طالب جو اهو شغل (ذڪر نفي اثبات جو) بارگاه احديت ۾ قبوليت جو شرف حاصل ڪري وٺي ۽ سندس ستارو بہ بختاور ۽ مددگار هجي تہ پوءِ ڪيس گهرجي جو پنهجي مشغوليتن مان وقت ڪڍي هڪئي پساه ۾ اهو ذڪراڪويهن جي انگ تائين پهچائي پر هن طريقي سان جو پهرين " لاالہ " کي ۽ پوءِ "الا الله" کي لطيفي نفسي کان آغاز ڪري سري ، خفي ۽ اخفىٰ کان لنگهائيندي وڃي مغز ۽ دماغ تائين پهچائي پوءِ دم (پساه) کي نڪ جي سوراخ مان ڇڏي ۽ ياد

رکڻ گھرجي ته اها منزل صرف طالب جي محنت ۽ ڪوشش سان نه بلڪ فضل ربي سان حاصل ٿيندي آهي .

ذلک فضل الله يؤتيہ من يشاءُ

ترجمون : اهو ته الله جو فضل آهي هو جنهن کي چاهي عطا فرمائي .

(۲۲۹) گھٽو ساه پنهنجو وڏائي ٿو عددا

ٽوٽي ڪٽي دم منان ته فڪر نہ آ(ه)

نثر : طالب پنهنجي ساه جهٽڻ جي مشق ۾ ڪسرت کي گھٽو وڌائيندي وڌائيندي اسم "الله" جوعدد به وڌائيندو رهي جيڪر ساه بند ڪرڻ مهل پورو دم (ساه) نہ ڪٽي سگھي ۾ مني دم تي پيو اسم کي ٻاهر ڪڍي ته به ڪا فڪر جي ڳالهہ ناهي .

سمجھاڻي : ساه کي ڍگھو ڪرڻ جي ڪسرت ۾ محنت ڪندو رهندو ته سندس ساه بند ڪرڻ جو عمل ويندو وڌندو ۾ جئين جئين ساه ڍگھو ٿيندو ۾ وڌندو وجي تئين تئين ذڪر لاالہٰ الاالله جو انگ به وڌائيندو وجي . ساه ڍگھو ڪڍي جيڪر ڪنهن ڪنهن مهل پورو ساه ڪڍڻ بدران منو ساه پيو ڪٽي ته به هن ڳالهہ جي پرواه نہ ڪري ۾ پنهنجي ذڪر ۾ شغل ۾ مصروف رهي .

(۲۳۰) جانسين جذبو پيدا نہ ٿئي تانسين تائين گهرجي
تہ ڏينهن رات اِن شغل سان مشغولي ڪري ڇهنب ڪري

نثر : جيستائين ان شغل جي نتيجي ۾ طالب جي وجود ۾ عشق الهي جو جذبو پيدا نہ ٿئي تيستائين طالب کي گهرجي تہ رات ڏينهن ان شغل ۾ مشغول رهي ۽ ننڊ ڪرڻ بدران اک ڇهنب تي پيو گذارو ڪري .

سمجهاڻي : جيستائين طالب جي اندر ۾ عشق الهي جو جذبو ، اڪير ۽ ڪشش پيدا نہ ٿئي تيستائين ڪيس ڏينهن رات هن شغل ۾ مشغول رهڻ گهرجي ۽ ديدارِ خداوندي ۽ الهي جلون جي جوت ڏسڻ لاء پنهنجون ننڊون حرام ڪري ڇڏي جنهن مهل ٿڪاوت ۽ ننڊ جو غلبو محسوس ٿيس تہ پوءِ وينئين وينئين اک ڇهنب جيتري ننڊ ڪري وٺي ۽ وري ساڳي طرح ذڪر ۽ فڪر ۾ مشغول ٿي وڃي . هن مقام تي حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي ڪيڏو نہ سهڻو سخن الاٽو آهي .

ستا اُٿي جاڳ ننڊ نہ ڪجي ايتري
سلطاني سهاڳ ننڊ ڪندي نہ ٿئي

(۲۳۱) ۽ پشيمان ٿي ، ڪري زاري ۽ بيقراري ، راتيان ڏينهن روئي
۽ مشغولي اِن شغل جي موران ڪيم ڇڏي

نثر : پنهنجي گناهن ۽ نفس پليد جي غلامي کي آڏو رکي پنهنجي

رب کان دوري تي پشيمان ٿي ڪري زاري ڪري ۽ بيقرار ٿي ڪري رات ڏينهن روئي ۽ ان شغل جي مشغولي کي هر گز هرگز نہ ڇڏي.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ اِها منزل اُها آهي جتي طالب کي پنهنجي گناهن تي پشيمان ۽ شرمندو ٿي ڪري وڏي بيقراري ۽ تڙپ جو اظهار ڪرڻو ۽ توبہ زاري ۾ مشغول رهڻو آهي، ڏينهن رات روئي پنهنجي ڏٽي کي ٻاڏائڻو اٿس ان بابت حضرت مولانا رومي ڪيڏو نہ سهڻو فرمايو آهي .

چون خدا خواهد بہ مایاري ڪند

ميل مارا جانبِ زاري ڪند

ترجمون : جڏهن خدا پنهنجي ٻانهي سان دوستي رکڻ ۽ محبت ڪرڻ چاهي ٿو تہ سندس دل جو ميلان روئڻ، زاري ۽ عاجزي ڪرڻ ڏانهن ڦيرائي ڇڏيندو آهي.

توبہ ۽ زاري جي موضوع تي شهنشاهِ عشق حريق المحبت حضرت خواجہ غلام فريد رح جي هي استغفاريہ سرائيڪي ڪافي پڙهڻ جي لائق آهي بلڪ روزاني ورد ۽ دعا ۾ رکڻ جهڙي آهي .

چوريون چاريون استغفار ، بخشم شالا رب غفار

گندڙي عادت گندڙي فعلون توبہ توبہ لک لک وار

ڪر ڪر سخت گناه پرتاپيم تون هين خاوند بخشڻهار

پير پيغمبر تيڏي ٻانهي تون مالڪ تون ڪل مختار

مين بد عملي تي ڪر رحمت جنهن ڏينهن يار وي يارنہ بار

اوگڻ هاري نہ ڪنهن ڪم دي ڪوجهي ڪملي بد ڪردار
تيڏا شان هي فضل ڪرم دا مين وچ ڏوهہ تي عيب هزار
آنون ياد گناه پراڻي پٽ پٽ رووان زارو زار
رات قبر دي ڏينهن حشر دا سر تي ڪڙڪم باري بار
مين مسڪين فريد هان تيڏا تئون بن ڪون اُتارم پار

حضرت مالڪانؒ هن بيت جي پهرين مصرعي ۾ فرمائن ٿا تہ منزل جڏهن بہ ملي پر هن ذڪر (نفي اثبات) جي مشغولي ڪي هر گز نہ ڇڏي چو تہ قرب ۽ وصال جي ڏاڪڻ اهو ذڪر ۽ شغل ئي آهي جنهن جي ذريعي طالب وڃي منزل مقصود تي رسندو .

**(۲۳۲) ڇاڻ تہ مقصد ان جو ايهوئي آهي**
**۽ اُپنجڻ دروازو رحمت جو آهي انهيءَ تي**

نثر : اي طالب توکي ڇاڻ گهرجي تہ هن شغل نفي اثبات جو اصل مقصد توبہ، گريہ ۽ زاري سان پنهجي رب جو قرب حاصل ڪرڻ آهي ۽ رحمت جي دروازي جو کلڻ بہ انهيءَ ذڪر ۽ شغل تي موقوف آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ ڇهين ذڪر (نفي اثبات) ڪمايڻ مان هر طالب ۽ سالڪ جو اصل مقصود ذات رباني جو قرب حاصل ڪرڻ جمال الهي جي جلون جو پسڻ ۽ وصال حق جو مزو ماڻڻ آهي پر جيئن تہ ذاتِ حق جو قرب توبہ زاري ڪرڻ ۽ سندس بارگاه بي نياز ۾ رويڻ رڙڻ سان ئي حاصل

تي سگھي ٿو تنهن ڪري مرشدانِ سلوڪ هميشہ طالب کي انهي مقام تي پنهچڻ لاءِ توبہ زاري ۽ خلوت ۾ گريہ ڪرڻ جو سبق سيکاريندا آهن رحمت ربي جو دروازو کڙڪائڻ لاءِ توبہ زاري ڪرڻ ضروري آهي آڌي رات جو اٿي جاڳي ڪري جيڪر گريہ زاري ڪئي وڃي تہ آسمان رحمت جادروازا پاڻهين پاڻ کلي ويندا آهن جئين تہ هن باري ۾ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي فرمايو آهي .

ستا اُٿي جاڳ ننڊ نہ ڪجي ايتري
سلطاني سهاڳ ننڊ ڪندي نہ ٿئي

ڪنهن فارسي شاعر جي رباعي آهي تہ

باز هرآنچہ هستي باز آ گر تو گبرو بت پرستي باز آ
اين در گہِ مادرگہِ نوميدي نيست، صد بار اگر تو بہ شکستي باز آ

(منهجي در تي موٽي اچ! تون ڪير بہ آهين موٽي اچ . جيڪر تون باني ۽ بت پرست آهين تہ بہ موٽي اچ . ڇو تہ اسانجي هي بارگاه مايوس ڪرڻ واري بارگاه ناهي . جيڪر تون سو(100) دفعہ بہ توبہ ٽوڙي چڪو آهين تہ بہ موٽي اچ (مان وري بہ تنهجي توبہ قبول ڪري وٺندس ) .

(٢٣٣) جي اُپٽجي تہ سگورو ٿئي نہ تہ ووءِ واءِ ڪري
۽ سوا وڃاڻ وجود جي ۽ خطرن ان جي

نثر : جيڪر الله جي رحمت جو در ٻانهي تي هن شغل ذريعي

ڪلي پوي تہ سڳورو ٿيو پوي جي نہ تہ سڄي عمر ووءِ ووءِ واءِ واءِ ۽
رڙيون وتو ڪري ۽ هي ڳالهہ بہ ياد رکڻ گهرجي تہ پنهنجي وجود
کي مٽائڻ ۽ دل ۾ ايندڙ شيطاني ۽ نفساني خطرن ۽ ڪٽڪن کي
دفع ڪرڻ کانسواءِ دروازو کلڻ نا ممڪن آهي.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان فرمائن ٿا تہ جيڪر ذڪر ۽ شغل
نفي اثبات جي صدقي ۾ رحمت جو دروازو طالب تي کليو پوي تہ
هوءَ سڳورو ٿي پوندو نہ تہ ٻي صورت ۾ ساري عمر رڳو ووءِ ،ووءِ ۽
وو وو ،وو ۽ رڙيون وتو ڪري . عشق جو ڪنل ۽ وڇوڙي جو
ماريل عاشق جڏهن الاپ ڪندو آهي تہ سندس زبان مان وڇوڙي
جون لوليون ۽ درد جون ڪافيون جهونگاريندڙ مجنون وانگر
ووءِ ،ووءِ ۽ واءِ واءِ جا الاپ ۽ رڙيون نڪرنديون آهن ڪيس ڪڏهن
بہ آرام قرار ۽ سڪون حاصل نہ ٿيندو آهي . حضرت مالڪان رح
ٻي مصرعي ۾ فرمائن ٿا تہ مقام قرب يا مقام وصال اوستائين نہ
ملي سگهندو جيستائين طالب پنهنجي وجود کي مٽائيندو نہ ۽
سندس دل ، نفس ۽ خيال ۾ جيڪي بہ وهم ، خيال ۽ ڪٽڪا آهن
انهن کي جيتري تائين ساڙي نہ ڇڏيندو. جئين پٽائي سائين
فرمايو آهي

هيڪر هڻڻ ڇڏ تہ اوڏي ٿئين عجيب کي
مارئيت شيئا الا ورائيت الله نيئي اجها اوڏانهين اڏ
تہ هوت توهين کان هڏ پرين پاسي نہ ٿئي

(٢٣٤) ۽ ري ڇڏڻ ماسوي حق جي جذبو ڪين ٿئي

ڇو تہ هي هستي جا آهي ماڻهون ڪي

نثر : ۽ حق کانسواء ڪائنات ۾ جيڪي ڪجهہ بہ آهي هن کي ڇڏڻ کان بنان طالب کي عشق جو جذبو حاصل نہ ٿي سگهندو ڇو تہ ماڻهو کي جيڪا اها هستي وجود جي مليل آهي......!

سمجهاڻي : هن بيت جوپورو مطلب سمجهڻ لاء گذريل بيت جو ٻيون مصرعو ۽ ايندڙ بيت جي معنيٰ ذهن ۾ رکڻ گهرجي حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ طالب جيستائين غير الله يا ماسوا (يعني الله جي ذات کان سواء جيڪي ڪجهہ بہ ڪائنات ۾ آهي) کي نہ ڇڏيندو ڪيس حق جو جذبو ۽ ڪشش حاصل نہ ٿيندي يعني ذات حق ڪيس پاڻ ڏانهن ڪشش نہ ڪندي يا نہ گهرائيندي . ٻئين مصرع ۾ هن جو سبب ڄاڻائيندي فرمائن ٿا تہ ماڻهو کي جيڪا هستي ۽ وجود مليل آهي هن جي ڪابہ مستقبل بنياد ڪونهي.

(٢٣٥) ڪنان ابتدا حضرت آدم جي ڪنان متي

۽ پاڻي سا اسان جو پوکيا اڄ توڙي خيال ڪاتي جو بہ آٽي

نثر : حضرت آدم عليہ السلام جي پيدائش واري زماني کان وٺي يا سندس زماني کان بہ اڳ عالم ارواح واري زماني کان يا وري اسان (اولاد آدم) اڄتائين جيڪي ڪجهہ پوکيو آهي

(مخلوق پيدا ڪئي آهي) بهرحال تخليق انسان کي انهن ٽنهن دورن مان جنهن دور کان به خيال ۾ آڻيو (سندس وجود جي ڪا به حقيقت ڪونهي بلڪ رڳو هڪ خيال، عڪس ۽ پاڇو آهي .

سمجهاڻي : تخليق آدم ۽ ارتقاءِ انساني جي تاريخ تهذيب ۽ حقيقت کي جتان کان به آغاز ڪري خيال ۾ آڻجي ته معلوم ٿيندو جو انسان جو وجود ۽ هستي محض هڪ خيال آهي جنهن کي ڪو به بقا ڪونهي تخليق آدم ۽ تخليق ڪائنات جي هن فلسفي ۽ حڪمت تي جيتري قدر به غور ڪبو خيال جي واڳ جتي کان به ڦيرائبي ته معلوم ائين ٿيندو جو انسان جو اهو موهوم ۽ بي بنياد وجود هڪ خيالي ۽ موهوم هستي هجڻ جي باوجود ساري ڪائنات جو اصل ۽ مرڪز آهي . پر جيستائين هن خيالي وجود جي وڻ جي پاڙ پٽي هن کي فنا جي گهات تي چوٽي کان ڪپي ڪيرائي هيٺ نه آڻبو تيستائين وصال حق ۽ قرب الهي جو مزو ماڻڻ ڏاڍو مشڪل بلڪ نا ممڪن آهي.

(٢٣٦) ۽ ان وڻ هستي خيال ، اهڙي محڪم پاڙ ڪئي
جا تحت الثري کان پار لنگهي هيٺ ٿي

نثر : ۽ انسان جي خيالي هستي جي ان وڻ پنهنجون پاڙون ايڏيون ته مضبوط ۽ ڏگهيون ڪيون جو اهي تحت الثري (زمين جي هيٺيانهين ۽ آخري طبقي) کان به پار لنگهي ڪري ان کان به هيٺ وڃي پهتيون .

سمجهاڻي : انسان جي هستي وحدت الوجودي صوفياء جي نزديڪ هڪ خيال ۽ وهم کان وڌ ڪجهہ ناهي سو انهيءَ خيالي هستي جو فنا ڪرڻ منزل مقصود جي سفر جو پهريون قدم آهي حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا تہ انساني وجود ۽ هستيءَ جو خيالي وڻ رڳو وهم جي طاقت سان وڌي ڪري ايڏو تہ مضبوط ٿي ويندو آهي جو سندس پاڙون پاتال تائين ڪتل هونديون آهن انهن پاڙن کي منڍون پٽي ناس ڪرڻ لاءِ طالب کي وڏي همت ۽ حوصلي جي ضرورت هوندي آهي ۽ هي اڏول ۽ اڙانگي واٽ مرشد ڪامل جي رهبري کان سواءِ طي ڪرڻ ڏاڍو مشڪل بلڪہ نا ممڪن آهي .

(٢٣٧) ۽ ڏارون ۽ پن ان جا آسمان کان لنگهي
مهد ٿيا جانسين پاڙ ان وڻ جي موران ڪين پٽي

نثر : ۽ انسان جي خيالي ۽ موهوم هستي جي هن وڻ جون شاخون (لامون) ۽ پن وري آسمان کان بہ مٿي لنگهي ڦهلجي ڪري وڃي پنگهوڙي (پينگهي ، تخت يا آرام گاه) جي شڪل اختيار ڪياؤن . هاڻي اهڙي مضبوط وڻ (انسان جي خيالي ۽ موهوم هستي واري وڻ) جي جيستائين منڍون پاڙ نہ پٽبي تيستائين طالب ڪمال جي منزل تي نہ پهچي سگهندو .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ انسان جي فاني، موهوم ۽ خيالي هستي جي وڻ بابت ٻڌائن ٿا تہ انسان جي هن خيالي

هستي جي مثال هڪ اهڙي وڻ جهڙي آهي جنهن جون پاڙون تحت الثريٰ (زمين جي هيٺيانهين ستين طبقي) کان به هيٺ تائين ڪتل آهن ۽ سندس پن ۽ شاخون (لامون) آسمان کان به مٿي لنگهي ويل آهن پوءِ انساني وجود جي خيالي ۽ موهوم هستيءَ جي اهڙي مضبوط وڻ ڪي جيستائين پاڙئن نه پٽبو تيستائين سالڪ ۽ طالب کي روحاني عروج ۽ ڪمال حاصل نه ٿي سگهندو .

(۲۳۸) تانسين ڪماليت اِن جي هرگز هٿ نه اچي
ٻ ٻهاري سين لا جي واٽ ڪي جيسين نه ٻهاري

نثر : اوستائين روحاني ڪمال جو مقام هر گز هٿ نه اچي سگهندو جيستائين لا (نفي) جي ٻهاري (جهاڙو) سان هن واٽ کي ٻهاري صاف نه ڪندو .

سمجهاڻي : هن بيت جو پهريون مصرعو گذريل ٽن بيتن (۲۳۵، ۲۳۶، ۲۳۷) سان لاڳاپيل آهي جنهن ۾ انساني هستي جي فنا جو سبق سيکاريو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته انسان جي خيالي هستي ۽ وهمي وجود رڳو قوت متخيلہ يا خيال جي طاقت تي ٻڌل آهي جئين ته خود سندس پيدائش واري پوک به والدين جي پاڻي تي سندن خيال جي قوت سان پوکيل آهي . نه ته هن جو ڪو حقيقي وجود ڪونهي بلڪ محض پاڻي تي ليڪ جي مثال آهي . ڪائنات ۾ وجود محض يا وجود خالص رڳو هڪ ئي آهي جنهن کي واجب الوجود ۽ وجودِ حق به چئي سگهون ٿا ۽

اهو آهي الله تعالیٰ جي ذات جو وجود .

طالب سلوڪ جو جيستائين پنهنجي موهوم ۽ خيالي وجود بلڪ سموري ڪائنات جي وهمي ۽ خيالي وجود جي وڻ ڪي پاڙؤن نہ پٽيندو مقام بقاجي منزل تي قدم نہ رکي سگهندو مقام فنا جي هن نُڪتي کي چڱي طرح سمجهاڻ کان پوء حضرت مالڪان رح هن بيت جي ٻئين مصرع کان هاڻ منزل بقاء جو بيان شروع ڪن ٿا پاڻ فرمائن ٿا تہ طالبِ سلوڪ جڏهن بقا جي ڏاڪڻ تي قدم رکڻ لڳي تہ سڀ کان پهريان ڪلمہ طيبہ واري " لا" نفي جي ٻهاري (جهاڙُو) سان هن منزل جي واٽ کي صاف ڪري تہ جئين سندس خيالي ۽ وهمي وجود ۽ هن فاني ڪائنات جي خيال جا ڪک ڪندا پٿر ۽ روڙا سڀ صاف ٿي وڃن.

**(۲۳۹) حويلي ۾ الا الله جي تانسين ڪين اچي**
**۽ ان مقام ۾ طالب کي گهرجي ٿو ان پر**

نثر : تيستائين الا الله( بقا) جي حويلي ۾ داخل نہ ٿي سگهندو ۽ ان مقام ۾ طالب کي هن طريقي سان ڪم وٺڻ گهرجي (تہ)...!

سمجهاڻي : مطلب تہ جيستائين پنهنجي خيالي وجود ۽ ساري ڪائنات جي موجود هجڻ جي ناڪاري (نفي) نہ ڪندو تيستائين "الا الله" جي محل ۽ بقاء جي باغ ۾ طالب کي سير ڪرڻ جو حق نہ هوندو جڏهن هوُ الاالله جي حويليء ۾ داخل ٿي وڃي تہ پوءِ هن کي هن طريقي تي هلڻ گهرجي يعني تہ ايندڙ بيت مطابق توبہ

زاري عاجزي، نهٺائي، پنهنجي گناهن تي پشيماني ۽ دعائن يا عبادتن جي قبوليت يا نامقبوليت جي خوف کان پريشائي ۽ خوف خدا جون حالتون طالب تي طاري ٿيڻ لڳن.

(٢٤٠) تہ ڏوئي پشيماني ۽ حيراني گهڻو ۽ هوءِ مضطر
تہ آهي ايها دولت موڙي ۽ بخت مندي

نثر : تہ پشيماني ۽ حيراني جي ڪثرت ۽ شوق ديدار الهي لاءِ طالب جي بيقراري گهڻو ڪري سندس گناهن ڪوتاهين ۽ غفلتن جي زنگ کي ڌوئي ڇڏيندي آهي ۽ جيڪر طالب پنهنجي گناهن تي پشيمان ٿي ڪري پريشان حيران ۽ بي قرار ٿئي ٿو تہ سمجهبو جو هو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي ڇو تہ روئڻ ڌوئڻ حيراني ۽ پريشاني سالڪ لاءِ هڪ وڏي دولت، موڙي (مايو)، سعادت ۽ بختاوري آهي.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هن بيت ۾ تصوف سلوڪ ۽ روحانيت جو هڪ اعليٰ نڪتو بيان ڪرڻ فرمايو آهي فرمائن ٿا تہ مقام بقاء جي حصول لاءِ طالب کي پنهنجي اندر ۾ گناهن تي پشيماني ۽ شرمندگي پيدا ڪرڻ گهرجي ۽ ذات الهي جي وصال ۽ سندس رضامندي لاءِ مقام حيرت تي قدم رکڻ گهرجي يعني گهلن، بودلن ۽ ديوانن وانگر پنهنجي مالڪ کي راضي ڪرڻ جون ڪوششون ڪري، هر وقت مالڪ کي راضي ڪرڻ جي خيال ۾ حيران ۽ پريشان نظر پيو اچي ڇو تہ پشيماني حيراني ۽ اضطراب

يا شوق ئي تہ سلوڪ جي دنيا ۾ سالڪ لاءِ هڪ وڏي دولت، بخت مندي ۽ فقر جي اصل موڙي آهي .

مولانا رومؒ فرمائن ٿا تہ

زيرڪي بفروش وحيراني بہ خر
زير ڪي ظن است وحيراني نظر

ترجمون : سياڻپ يا ڏاهپ کي ويچي ڇڏ ۽ حيراني (حيرت، جنون، ديوانگي) کي خريد ڪر! ڇو تہ ڏاهپ رڳو گمان ۽ وهم آهي جڏهن تہ حيراني ۽ حيرت يا جنون ۽ ديوانگي در اصل نظر، ديد ۽ شعور جو نالو آهي .

(٢٤١) جي ڏينهان ڏينهن شوق ۽ طلب جي وک وڃي وڌندي
موجب هن بيت جي گهر جي عمل ڪيو

نثر : جيڪر پشيماني حيراني ۽ پريشاني جي نعمت ملڻ ڪانپوءِ سالڪ ۽ طالب جي شوق ۽ طلب واري وک هر ڏينهن وڌندي وڃي تہ پوءِ کيس گهرجي جو هن بيت تي عمل ڪري !

سمجهاڻي : هن بيت ۾ سالڪ کي ٻڌايو ويو آهي تہ جڏهن هو پنهجي گناهن تي پشيماني ۽ وصالِ ذات حق لاءِ حيراني ۽ پريشاني جي مقام تي وڃي رسندو تہ سندس شوق ۽ ذوق جي وک بہ هن واٽ ۾ وڌندي رهندي پوءِ هن کي فارسي جي هن بيت تي عمل ڪرڻ گهرجي تہ جئين سالڪ جي منزل ڪوتي نہ ٿئي ۽ هو حوصلو نہ هاري وهي .

(٢٤٢) جو فارسي واري هن باب ۾ چيو

دست از طلب ندارم تاکام من برآيد

نثر : جيڪو بيت فارسي جي هڪ شاعر هن باري (شوق ۽ طلب جي وک وڌائڻ جي باري) ۾ چيو آهي ته "جيستائين منهنجو مقصد پورو نه ٿيندو . مان تلاش ۽ طلب کان پنهنجو هٿ يا قدم پوئتي نه هٽائيندس" .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا ته فارسي جي هڪ شاعر سلوڪ ۽ عشق جي منزل ۾ شوق ۽ طلب بابت چيوآهي ته جيستائين مان پنهنجي منزل تي نه پنهچندس پنهنجي ڪوشش ، ڊڪ ڊوڙ ، جدوجهد ۽ طلب کي هر گز نه ڇڏيندس تنهڪري سلوڪ جي طالب کي به گهرجي ته جيستائين "الا الله" واري بقا جي حويلي ۾ داخل نه ٿئي ۽ پنهنجو وجود ذات حقيقي ۾ فنا نه ڪري تيستائين هو پنهنجا قدم هن واٽ کان ٻاهر نه ڪڍي.

(٢٤٣) يا جان رسد به جانان يا جان زتن برآيد

جان به جانان ده وگر نه از تو بستاند اجل

نثر : يا ته منهنجي روح پنهجي محبوب سان وڃي ملي يا وري منهجي جان بدن کان ٻاهر نڪري پوي ، پنهنجي جان پنهجي محبوب تي قربان ڪري ڇڏ نه ته موت جو فرشتو توکان اها زوري ڇني ويندو .

سمجهاڻي : هن بيت جو پهريون مصرعو گذريل بيت جي فارسي مصرع جو حصو آهي ۽ ٻيون مصرعو وري الڳ آهي جنهن جو باقي حصو ايندڙ ٻيڻ سان لاڳاپيل آهي جيڪر اهي چارئي مصرعا پاڻ ۾ گڏائجن ته هينيان ٻه بيت ٿهي پوندا .

دست از طلب ندارم تا کام من برآيد
ياجان رسد به جانان يا جان ز تن برآيد

جان به جانان ده وگرنه از تو بستاند اجل
خود تو منصف باش حافظ آن نکو يا اين نکو

بهرحال حضرت مالڪان رح جو فرمايڻ آهي ته فارسي شاعر چون ٿا جو محبت جي وات ۾ سچا طالب ڪوشش ڪندي يا ته محبوب جو وصال حاصل ڪندا آهن يا وري انهيءَ وات ۾ پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏيندا آهن .

انهن فارسي بيتن مان ٻيون فارسي بيت خاڪسار ترجمه نگار جي راءِ ۾ خود مالڪان رح جو پنهجو بيت آهي . هن بيت ۾ "حافظ" تخلص ڪتب آندو ويو آهي ۽ حافظ جو نالو يا تخلص ڏسي ڪري عام طور تي هر پڙهندڙ جو ذهن حضرت خواجه حافظ شيرازي ڏانهن وڃي ٿو ڇو ته فارسي زبان ۾ گهڻو ڪري حافظ تخلص سان ٻيو ڪو به شاعر ڪونهي پر خاڪسار حافظ شيرازي جي ديوان جا چار پنج نسخا ڏٺا آهن ليڪن اهو بيت يا هن بحر

جي ڪا غزل حافظ شيرازي جي ديوان ۾ ڪونہ ملي آهي
تنهڪري خاڪسار هي بيت مالڪان رح جو ڄاڻائي ٿو . وڌيڪ
بحث هن ڪتاب جي مقدمي (مهاڳ) ۾ ڪئي وئي آهي.

هن پڇين بيت ۾ حضرت حافظ الملت (مالڪان رح) فرمائن ٿا تہ
اي عاشق پنهجي جان پاڻ محبوب جي حوالي ڪر نہ تہ اها اجل
جو فرشتو توکان هڪ ڏينهن زوري کسي ويندو جڏهن توکي خبر
آهي تہ ايها جان هڪ ڏينهن اجل جي شينهن جي حوالي ٿيڻي
آهي تہ پوءِ اي حافظ ! تون پاڻ انصاف سان چئو تہ محبت جي
جذبي ۽ شوق منجهان پنهنجي جان محبوب حقيقي تي قربان ڪري
شهادت جو رتبو ماڻڻ بهتر آهي يا فرشتہءِ اجل جي زوراڳيان
جند ڏيڻ سٺو آهي ؟

(٢٤٤) خود تو منصف باش حافظ آن نڪو ياآين نڪو
جانسين ڇيرو طلب جو مچ نہ ٻاري

نثر : اي حافظ! تون پاڻ انصاف ڪر تہ هيءَ ڳالهہ (پنهنجي جان
پاڻ محبوب جي قدمن تي قربان ڪرڻ ) چڱي آهي يا هوءَ ڳالهہ
(فرشتہءِ اجل جو زوري جان ڇني وٺڻ ) بهتر آهي . جيستائين
طلب ۽ شوق جو جيرو (جگر) عشق ۽ طلب جي باه جو مچ نہ
ٻاري اوستائين...!

سمجهاڻي : حافظ الملت (مالڪان رح) عليہ الرحمت جي چوڻ
موجب زوري موت جي منهن ۾ وڃڻ ڪان بهتر آهي تہ عاشق

پنهنجي جان خوشي سان پنهنجي محبوب جي قدمن تي قربان
ڪري ته جيئن هوءَ سرهو ٿي ڪري ڇٽي سگهي ته

سر در قدمِ يار فدا شد چه بجا شد

( منهنجو سر يار جي قدمن تي قربان ٿي ويو ڪيڏو نه درست ٿيو)
حضرت مالڪان رح پوءِ فرمائن ٿا ته عُاشق صادق ۽ طالب سلوڪ
جي جيري ۾ جيستائين عشق جي باه جو مچ ۽ پانيڙ نه ٻري
اوستائين طالب جي وجود ۽ هستيءَ جا ڪک ڪنڊا سڙي رک نه
ٿيندا ۽ هو منزل فنا نه ماڻي سگهندو.

(٢٤٥) تانسين ڪنڊا ڪک هستي جا ڪو نڪو ساڙي
جڏهين ٿي اها ڳالهه اُهڙي طرح جو ندا ڪري ٿي

نثر : (هن بيت جو پهريون مصرعو پوئين بيت جي ٻئين مصرع
سان ۽ ٻيون مصرعو وري ايندڙ بيت سان لاڳاپيل آهي) تيستائين
طالب پنهجي هستي ۽ وجود جا ڪک ۽ ڪنڊا ٻي ڪنهن به شيءِ
سان نه ساڙي سگهندو. (۽ ياد رکڻ گهرجي ته) جڏهن اها ڳالهه
هن نموني آهي ته پوءِ هي به مڪن آهي جو جڏهن طالب جيري
جي مچ سان پنهجي هستي کي ساڙي رک ڪندو ته ڪيس آوازون
۽ سڏ اچڻ لڳندا ۽ هو ائين پيو پانئيدو ڄڻ ڪا غيبي هستي هن
کي پاڻ ڏانهن سڏي ٿي ۽ ندا ڪري (قرب لاءِ) گهرائي ٿي .
سمجهاڻي: جڏهن طالب سلوڪ جو پنهنجي جذبي شوق ۽ محبت

جي ذريعي پنهنجي فاني وجود کي ساڙي رک ڪري ڇڏي ٿو تہ
ڪيس عالم بالا جون آوازون صداؤن ۽ سڏ پاڻ ڏانهن نہ رڳو
ڇڪن ٿا بلڪ ڪيس ائين معلوم پيو ٿيندو تہ ڪا هستي ڪا
ذات پنهنجي الستي آواز ۾ ڪجهہ جهونگاري ٿي تہ جئين طالب
سندس سرمدي نغما ۽ لاهوتي آواز ٻڌي ڪري ديدار ۽ وصال جي
شوق ۽ جذبي کي اڃان بہ تيز ڪري . گويا بقول علامہ اقبال

**حدي را تيز تر ميخوان چون محمل را گران بيني**

ترجمون : جڏهن ڪچاوي (اٺ جي چال) کي سست ڏسين تہ پوءِ
انن کي مست ڪري تيز هلائڻ وارو نغمو (حدي) وڏي ۽ اُچي آواز
۾ ڳائجي تہ جئين اُٺ ڊوڙڻ لڳي .

**(٢٤٦) تڏهين ڪنان جذبن حق جي ڇڪي تهين کي**
**ڪم ڪار تهنجو اُت سيوئي پٽجي !**

نثر : تڏهن طالب کي اها ندا ۽ حق جي جذبي جو اهو سڏ ۽ ندا
پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺي ٿي ۽ ان مقام تي پهنچي ڪري طالب جو
سارو ڪاروبار (شغل ۽ اوراد سوڌو) پٽجي ۽ ختم ٿي وڃي ٿو .

سمجهاڻي : جڏهن اهڙي ندا ۽ الستي نغمو طالب ٻڌندو آهي تہ
حق جو جذبو هن کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ شروع ڪندو آهي ڇو تہ
اهي سڏ ۽ نداؤن ذات حق طرفان طالب جي شوق وصال کي حدي
وانگر تيز ڪرڻ لاءِ هونديون آهن ۽ اهڙي صورت حال پيدا ٿيڻ

ڪانئوءِ طالب هن دنيا جو تارڪ ٿي ويندو آهي هن جا خيال دنيا جي ڪم ڪار کان ڇنجي ويندا آهن ۽ ذڪر حق ۽ ياد الهي ۾ استغراق ۽ حيرت ڪانسواءِ طالب کي ٻيو ڪجهه به ياد نه رهندو آهي .

## (٢٤٧) اي يار بهادر! اي شغل سوئي آهي
## جنهن کي ڇڏيو نه آهي مشائخن طريقت جي

نثر : اي منهجا بهادر دوست ! هي شغل اهو آهي جنهن کي مشائخن ۽ طريقت جي بزرگن ڪنهن حالت ۾ ڪين ڇڏيو آهي.

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح هن رسالي جي هر هڪ پڙهندڙ يا ميدان فنا ۽ بقا ۾ وڏي جرات ۽ بهادري سان پنهجي وجود ۽ هستي کي مٽائيندڙ سالڪ (يا وري ڪن وڏن ۽ جهونن فقيرن جي چوڻ مطابق بهادر نالي پنهجي هڪ تمام ويجهي دوست ۽ مخلص فقير) کي فرمائن ٿا ته! اي منهنجا بهادر دوست ! جيڪر تون هن مقام تي پنهجي روحاني طاقت جي بهادري ڏيکاري ۽ فنا جي ميدان ۾ گهڙڻ ۽ لهڻ کان قدم پوئتي نه هٽايا ته تو جهڙو ٻيو ڪو به بهادر نه هوندو ڇو ته پنهنجي نفس کي مارڻ ۽ وجود کي فنا ڪري حق جي ذات کي ثابت ڪرڻ کان وڏ ٻي ڪا به بهادري نه آهي . فنا ۽ بقا جو هي مقام سلوڪ جي آخري منزل ۽ روحاني ڪماليت جو انتهائي مقام آهي اهو شغل هڪ اهڙو شغل آهي جنهن کي تمام مشائخ ۽ بزرگن ڪمايو آهي هن شغل کي ڪنهن به

طريقي ۽ سلسلي جي بزرگن ڇڏيو ڪين آهي .

## (٢٤٨) جي ڪامل مڪمل سي پڻ پڇاڙان صبح ۽ سانجهي جي

نثر : جيڪي طالب ۽ سالڪ سلوڪ جون سڀ منزلون طئي ڪري ڪامل ۽ مڪمل ٿي چڪا هئا سي صبح جو نور حضور جي ويلهي ۽ سانجهي جي پڇاڙي تي يعني ته ٻنهي نمازن ڪان فارغ ٿي ڪري هيءُ شغل هميشه ڪندا هئا .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته جيڪي سالڪ ۽ طالب سلوڪ جون تمام منزلون طئي ڪري ڪامل مڪمل ٿي چڪا هوندا هئا اُهي الله جا مقرب ٻانها ۽ ولي هميشه هن شغل (ذڪر فنا ۽ بقا) کي صبح جي نماز ڪانپوءِ آخري وقت ۾ ۽ سانجهيءَ (عشاء) جي نماز ڪانپوءِ آخري وقت ۾ هميشه ڪندا هئا.

## (٢٤٩) تڪرار ڪندا هوا ان شغل سڀوري کي

ءِ حضرت مرشد اسانجي "رحمت ڪريس خدا" منجهه آخر عمر جي

نثر : ۽ اسانجو مرشد (سيد حسن الجيلاني الله تعاليٰ مٿس رحمت ڪري) آخري عمر ۾ (مراقبي ۾ وهي هن بابرڪت شغل جو تڪرار ڪندا هئا ) .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته ڪامل مشائخ ۽ سلوڪ جي آخري منزل جا بزرگ هن شغل جو تڪرار صبح جي

نماز ڪانپوءِ ۽ عشاء جي نماز ڪانپوءِ بلا ناغہ ڪندا هئا فرمائن ٿا تہ مان پاڻ ڏٺو آهي جو اسانجو مرشد سيد السادات حضرت سيد حسن شاه جيلاني المعروف تنبو ڏٽي بادشاه رح (بانيءِ خانقاه عاليہ سوئي شريف) مٿس الله جي رحمت هجي، پنهجي عمر مبارڪ جي آخري ڏينهن ۾ اهو شغل ضعيفي جي باوجود بہ ايندڙ بيت موجب روزاني ادا ڪندا هئا.

## (٢٥٠) پڇاڙان صبح جي مونن تي رکي مٿي کا ويهي طرح مراقبہ جي ،مٿي تي چادر هوا وجهندا

نثر : روزاني صبح (جي نماز) ختم ٿيڻ تي پنهنجو مٿو مبارڪ پنهنجن مونن (گوڏن) تي رکي ڪري مراقبي جي شڪل ۾ وهي سر تي چادر وجهي ان شغل ۾ مشغول ٿي ويندا هئا .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا تہ اسانجو مرشد ڪريم حضرت سيد حسن شاه جيلاني صبح جي نماز ڪانپوءِ پنهنجو مٿو مبارڪ پنهجن مونن(گوڏن) تي رکي مراقبي جي طرح وهندا هئا ۽ پنهجي مٿي مبارڪ تي چادر وجهندا هئا تہ جئين هيڏانهن هوڏانهن جون آوازون ٻڌڻ ۾ نہ اچن ۽ خيال هڪ جاءِ تي ٻڌل، ٽڪيل ۽ بيٺل رهي . حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح هن مراقبي لاءِ ڪيڏو نہ سهڻو چيو آهي

(1) مونان جن محراب جسو جامع تن جو
قبلہ نما قلب ڪري تن کي ڪياؤن طواف
تحقيق جي تڪبير چئي جسمون ڪياؤن جواب
تن ڪھڙو ڏوھہ ثواب ، ھادي جنين حال ٿيو

(2) منھن محراب پريںءَ جو جامع سپ جھان
ڦرھي تان فرقان جي ڪاٽياؤن قرآن
اُڏامي اُت ويو عقل ۽ عرفان
سپوئي سبحان ڪيڏانھن ڪري نيتان

(۲۵۱) ۽ مشغولي ڪندا ھوا ان شغل سين تائين اشراقا
۽ اثر ان شغل سڳوري جا آھن عظيما

نثر : پاڻ ڪريم جن اشراق جي نماز جو وقت ٿيڻ تائين ان شغل ۾ مشغول رھندا ھئا ۽ ياد رکڻ کپي تہ ھن مبارڪ شغل جا اثربرڪتون ۽ فائدا تمام گھڻا آھن .

سمجھاڻي : گذريل بيت ۾ ٻڌايل طريقي موجب مرشد ڪريم حضرت جيلاني رح بادشاه مراقبي اندر وھي ھن شغل ۾ مشغول ٿي ويندا ھئا اھو عمل صبح واري نماز جي دعا مان فراغت کان پوءِ اشراق جي وقت تائين جاري رھندو ھين . حضرت مالڪان رح وڏيڪ فرمائن ٿا تہ پيري ۽ ضعيفي جي باوجود حضرت مرشد ڪريم جن اھو شغل انھيءَ ڪري ڪندا ھئا جو ان شغل سڳوري ۾ عجيب وغريب ۽ وڏا اثر آھن ۽ ھن جون برڪتون ، پلايون ۽

فائدا تمام گهٽا آهن .

## (٢٥٢) مشغوليءَ ۾ مراقبي ان جي نفس سرڪش کا
## ڪري مطيع فرمان جو واري ونگايا

نثر : هن مراقبي جي شغل ۾ انسان (سالڪ) پنهجي نافرمان ۽ سرڪش نفس کي فرمانبردار بنائي سگهي ٿو ڇو تہ اهو مراقبو نفس جي لاءِ ائين آهي جئين ڪنهن ڪتر ڳئون يا مينهن لاءِ تنگن (ڇنگهن) ۾ ٻڌڻ وارو (ونگ يا رسو) .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ هن مشغولي (ذڪر، فنا ۽ بقا) جا اثرات ۽ برڪتون ٻڌائيندي فرمائن ٿا تہ هن مراقبي جي مشغولي جي ڪري طالب جو سرڪش ۽ نافرمان نفس سندس تابع ۽ فرمانبردار بڻجي ويندو آهي جئين ڪنهن ڪتر ۽ ڪير ڏوهڻ مهل لت هٽدڙ ڳئون، مينهن کي ونگ وجهي تابع ڪيو ويندو آهي اهو مراقبو بہ نفس لاءِ ونگ جو ڪم ڏئي ٿو.

## (٢٥٣) ۽ جثو خاڪي، جو ڪثيف آهي ڪارو ڪورونيارا
## سو ڪرڻ هميشگي ان شغل جي ٿئي لطيفا

نثر : ۽ سالڪ جو بدن جسم يا خاڪي جثو جيڪو گناهن جي ميراڻ ۽ غفلت جي زنگ کان زنگجي (ڪٽجي) ڪثيف ۽ ڪارو ڪارونيار (اونداهو ۽ خطرناڪ) ٿي ويندو آهي سو هن شغل جي هميشہ ڪرڻ سان تمام لطيف، پاڪيزه ۽ نوراني بڻجي ويندو آهي.

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا ته انسان جو ظلماني جسم ڪاري ڪارونڀار (سياه ڪاري جبل) وانگر گناهن جي ميراڻ کان گدلو ميرو ۽ سياه ٿي ويندوآهي تنهڪري حضرات مشائخ طالب جي ظلماني وجودکي پاڪيزه ،لطيف ۽ نوراني بنائڻ لاء اهو شغل ڪرائيندا آهن پوء هن شغل جي برڪت سان طالب جو سياه وجود به لطيف ۽ نوراني بڻجي ويندو آهي.

(۲۵٤) جئين ٿئي قلب روشن تهين ڇٽي ڪارايا
ڇٽي طالب ان وقت نامراديء ۽ پريشاني کا

نثر : سالڪ جو قلب (دل) جئين جئين روشن ٿيندو ويندو تئين تنهن کان ڪارانهن ڇٽندي ۽ ميراڻ لهندي ويندي ۽ طالب پاڻ به نامرادي ۽ پريشاني کان نجات حاصل ڪندو .

سمجهاڻي : هن مراقبي ۾ مشغولي جي برڪت سان آهستي آهستي طالب جي قلب (دل) مان ڪارانهن ، ميراڻ ۽ گندگي صاف ٿيندي ويندي ۽ سندس قلب ذڪر جي مشغولي ۽ مراقبي جي برڪت سان جڳمڳ جڳمڳ، روشن ۽ نوراني ٿيندو ويندو.

(۲۵۵) محبوب حقيقي پرتوو سٽي پانهجي نور کنا
شعلو پانهجي مشعل عشق جو چمڪائيس منجهہ قلبا

نثر : محبوب حقيقي (الله جي ذات) پنهنجي نور مان طالب جي قلب تي پرتوو (عڪس) وجهي ٿو ۽ پنهجي عشق جي مشعل جي هڪ چنگاري يا چڻنگ به سالڪ جي قلب اندر چمڪائي ٿو.

سمجهاڻي : محبوب حقيقي (ذاتِ حق) ان مراقبي جي برڪت ۽ ذڪر جي ان شغل سبب پنهنجي نور جو عڪس ذاڪر، سالڪ جي قلب تي وجهندو آهي . جڏهن ذات حق پنهنجي مشعل عشق جو شعلو سالڪ جي قلب اندر پنهجائي ڪيس روشن ڪري ٿي ته هاڻ طالب کي به گهرجي جو پنهجي همت ۽ محنت کي پهرين کان گهڻو وڌائي ڇڏي مطلب ته نور لم يزلي جي شعلن ۽ ذات حق جي جلون جي چمڪار ۽ جهرمر (چڪا چوند) ۾ مست ۽ محو ٿي ڪري پنهجي مشغولي ۽ مراقبي ۽ ذڪر فڪر وارن شغلن کي نه گهٽائي ۽ نه ختم ڪري بلڪ الله تعالىٰ جي عطا ڪيل مشعلِ عشق کي هميشه روشن رکڻ جي ڪوشش ۾ لڳو رهي .

ٿڏي تتي ڪاه ناهي ويلهه وهڻ جي

متان ٿئي اونداه پيبر نه لهي پريںءِ جو

(٢٥٦) اِت گهرجي طالب کي ته پهنجي همت ۽ طلبا

وڌ ڪري ڏه (١٠) حصا اڳين طلب ڪنا(ن)

نثر : هن مقام تي پنهچڻ کانپوءِ طالب (سالڪ) کي گهرجي ته پنهجي محنت، همت، طلب ۽ ڪوشش کي پهرين کان به ڏهوڻ تي ڪري ۽ طلب جي قدم کي وڌائي ڇڏي .

سمجهاڻي : روحاني دنيا هجي يا ظاهري جهان (عالمِ اسباب) ترقي حاصل ڪرڻ لاءِ هر ڪنهن کي پنهجا قدم تڪا ۽ تڪڙا کڻڻ ڪاميابي جي علامت آهي حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا ته جڏهن طالب سلوڪ جو هن منزل تي اچي پهچي ته هو پنهجي طلب تلاش ۽ شوق کي اڳ کان اڳرو ڏهوڻ تي وڃي پڄائي ته جئين محبوب حقيقي کي جلد اچي ويجهو ٿئي ڇو ته حديث قدسي مطابق جيڪو ٻانهون الله تعاليٰ جو قرب حاصل ڪرڻ لاءِ سندس ذات ڏانهن هڪ قدم کڻندو ته هو پاڪ ذات هڪ بدران ڏهه قدم کڻي ٻانهي کي قرب بخشيندي ۽ جيڪر ٻانهو الله تعاليٰ ڏانهن تکو ۽ تکڙو هلي ايندو ته هوءَ ذات پاڪ ڏانهس ڊوڙندي ايندي . (الي آخره)

هل هنئين سين هوت ڏي پيرين پنڌ وسار
قاصداڻي ڪار ، ڪين رسندئين ڪيچ کي

(٢٥٧) ته مدد ٿئي تنهکي ترقي منجهه ترقيا
ته جان رسي وڃي مقصود کي طلبي ٿو جهن کا

نثر : ته جئين هن کي ترقيءَ تي ترقي ڪرڻ جي غيبي (الهي) مدد ۽ طاقت عطا ٿئي ۽ هو پنهنجي هن مقصود (وصال ذات الهي) کي وڃي جلدي رسي جنهن جي طلب تلاش ۽ ڳولا ۾ هن اهي سڀ ڪشالا ڪاٽيا ۽ مجاهدا ڪيا آهن .

سمجهاڻي : حضرت مالڪانؒ فرمائن ٿا ته جڏهن طالب

پنهنجي طلب ۽ تلاش ۾ اضافو (واڌ) ڪندو ته ڪيس غيبي (الهي) مدد حاصل ٿيندي . ۽ هو روحاني درجات حاصل ڪرڻ ۾ ترقي مٿان ترقي ماڻيندو . ۽ آخر هڪ ڏينهن وجي پنهجي منزل مقصود تي رسندو ۽ پنهجي اصل منزل تي وجي پنهچندو جنهن جي هن ڪي سلوڪ جي ميدان ۾ قدم رکڻ جي ابتدا کان ئي تلاش ۽ طلب هئي يعني وصال الهي ۽ ديدار حق .

نه گندا نه گودڙي نه لانگوٽي لنگ
پونگا جنين پنگ صاحب تن سامهون

## (۲۵۸) ۽ سيڪا مشڪل تهنجي اَت ٿئي آسانا
## جئين سين مشائخن ڪي مقدمو وَلايت ايهوئيٰ آ

نثر : ۽ تنهن جي (سالڪ جي) هر مشڪل هن مقا م تي رسڻ شرط ئي آسان ٿيڻ شروع ٿي ويندي آهي ائين معلوم ٿئي ٿو ته مشائخن ڪي ولايت جي منزل تي پنهچڻ لاءِ اهو آخري مراقبو يعني فنا جو مراقبو هڪ لحاظ کان ولايت جو مقدمو (منڍ، مهاڳ، پيش خيمون، تنبوءَ جي اڳاڙي يا دروازو ) آهي .

سمجهاڻي : حضرت مالڪان رح فرمائن ٿا ته هن مقام تي پنهچي ڪري نفس ۽ شيطان جي تمام حيلن مڪرن ڦندن فريبن ۽ روحاني راه ۾ ايندڙ هر قسم جي رڪاوٽن ۽ مشڪلاتن کان طالب کي نجات، آزادي ۽ آساني ملي وڃي ٿي . ڪيس هر روحاني تڪليف بندش ۽ قبض مان نجات حاصل ٿئي ٿي وڏيڪ

فرمائن ٿا تہ مشائخن وٽ هن مشغولي ۽ مراقبي جي اهميت کي ڏسندي ائين معلوم ٿئي ٿو ته چڻ ولايت ۽ بزرگي جو سارو ڪمال انهيء تي ئي رکيل آهي .

(٢٥٩) مڙئي شغل ۽ فڪر ان تي ٿين تماما
پورو ٿيو هي نسخو ساڻ قادر جي ڪرما
لا الہ الا الله محمد رسول الله

نثر : سلوڪ ۽ روحانيت جا سمورا شغل، ذڪر ۽ فڪر هن آخري شغل (مراقبہ ۽ فنا بقا) تي اچي ختم ٿين ٿا . ۽ (اسانجي رسالي سلوڪ جو) هي نسخو بہ قادر جي ڪرم سان هت اچي پورو ٿيو .

سمجهاڻي : سلسلہء عاليہ قادريہ نقشبنديہ راشديہ جيلانيہ جا تمام روحاني شغل (ذڪر فڪر جا شغل ۽ لطائف جو جاري ٿيڻ وغيره) هن مقدس شغل (فنا و بقا) تي اچي ختم ٿين ٿا . هن شغل جو درجو ولايت جي جهان ۾ اهو آهي جيڪو ڪنهن ڪتاب جي مقدمي (مهاڳ) کي حاصل هوندو آهي ڇو تہ هر مصنف پنهجي ڪتاب جي تمام اهم ۽ خاص مضمون کي خلاصي جي طور تي ڪتاب جي مقدمي (مهاڳ) ۾ بيان ڪندو آهي جئين سوره الفاتحہ کي قرآن مجيد فرقان حميد جو مقدمو (مهاڳ) چيو ويو آهي . ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ سموري قرآن

مجيد جا بنيادي ۽ اهم موضوعات ۽ مضامين مجمل ۽ خلاصي طور سوره فاتحه شريف ۾ اچي ويا آهن . مالڪان رح هن بيت ۾ فرمائن ٿا تہ شغل فنا و بقا بہ چوڻ تہ ڪتاب ولايت جو مقدمو (مهاڳ) آهي جنهن ان کي ڪمايو ڪيس ولايت جا تمام ڪمالات حاصل ٿي ويندا. ولايت جي مقدمي جو بيان ختم ڪرڻ کانپوءِ پنهجي رسالي جي خاتمہ بابت فرمائن ٿا تہ جئين سلسلہ عاليہ قادريہ جا مڙئي شغل مراقبہ اسم ذات يا مراقبہ فنا و بقا تي ختم ٿين ٿا باالڪل ائين هي نسخو (رسالو سلوڪ جو) بہ قادر پاڪ جي ڪرم سان اچي پورو ٿيو آهي.

هن آخري بيت مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت مالڪان رح "رسالہ سلوڪ" جي هن آخري بيت ۾ سلسلہ عاليہ قادريہ جي سرواڻ ۽ پيران پير دستگير غوث الاعظم محي الدين حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني عليہ الرحمت جي نالي مبارڪ جي رعايت سامهون رکندي الله تعاليٰ جي نٺانوي پاڪ اسمن بلڪہ هزارن اسمن مان اسم "قادر" کي استعمال فرمائيندي رسالي جي پڄاڻي تي

پورو ٿيو هي نسخو ساڻ قادر جي ڪرما

چوڻ سان واضح اشارو فرمايو اٿن تہ هو پاڻ قادريہ سلسلي سان واسطو رکندڙ آهن تنهڪري سلسلہ عاليہ قادريہ ۽ نقشبنديہ جي ذڪرن فڪرن مراقبن ۽ جملي شغلن جهڙي اهم ۽ مشڪل

موضوع تي اٽڪل ٻہ سو اٺهٺ (٢٥٩) بيتن تي مشتمل هڪ طويل نظم جو هي رسالو قادر پاڪ جي ڪرم ۽ سيدنا حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني جي نظرِ لطف سان پورو ڪيو ويو .

الله بس باقي هوس

(لا الہ الا الله محمد رسول الله)



بسم الله الرحمن الرحیم وتمم بالخیر

الحمد لله الذی نور قلوب العارفین بنور الایمان وشرح صدور الصادقین بالتوحید

والایقان والصلوة والسلام علی رسوله محمد الذی ارسله بالهدی و دین الحق وعلی آله

واصحابه نجوم الهدی اما بعد فیقول العبد الضعیف من عباد الله تعالی راجی الی رحمة الله

فقیر عبید الله چون قلوب فرقه فقراء جماعت حضرت پیر دستگیر روشن ضمیر

منبع انوار الحقائق مصباح رموز الدقائق قدوة المحققین عمدة المدققین امام السالکین

شیخ الشیوخ [illegible] بسبب صحبت آنحضرت قدس الله سره العزیز از عوائق و علائق

زنگار ناپسند و خواطر ردیه نفس نابکار در رتبه جمعیت و طمانینت بودند و آنحضرت

[illegible] فقراء مانند ابر بهار آبدار از دریای عرفان بیچون و بیچگون غوطه

خورده قطرهای اسرار لدنیه و انوار غیبیه در صدفهای قلوب صادقین می ریخت

[illegible] صدفان از سبب پرورش خود لیاقت ساختن لؤلؤ شاهوار

[illegible] توحید و حقائق دانسته در رتبه سکونت و جمعیت در آمدند بعضی شاغل

باشغال سلوک شدند و بعضی فقط بلذت صحبت بی غم ماندند و برفتن ابر بهاری

[illegible] اتفاقاً آن ابر خود بمشیت حق سبحانه و تعالی از بالای بحر توحید برده

در بحر [illegible] محو [illegible] ساخت و [illegible] آن ابر از ظهور بطون

در [illegible] کنایه از توصل نور بالنور است عند الفقراء

[illegible] باز صدفان [illegible] گرفتن بهره بکناره در آمدند ابر [illegible]

ملفوظات مالڪانؒ جي پهرين صفحي جو عڪس جنهن ۾ ملفوظات جي ڪاتبَ ۽ جامع مولوي عبيدالله فقير جي مهر جو نشان آهي ۽ لکيل آهي تہ هي نسخو مهر واري جي ملڪيت آهي.

هي ڪتاب جيڪو اوهانجي هٿن ۾ آهي پرچوندي شريف جي خانقاه جي باني ۽ جنيد وقت حافظ الملت حضرت حافظ محمد صديقؒ جي بابرڪت لکيت آهي جيڪا سلوڪ جي طالبن لاءِ سوجهري جو منارو آهي هن عظيم روحاني درگاه جي گادي نشين ۽ حافظ الملت اڪيڊمي جي سرپرست سائين پير عبدالخالق قادري جن جي فرمائش تي رسالهء سلوڪ جي شعرن جي سليس نثر ۽ صوفيانه مقامات جي سمجهاڻي اڪيڊمي جي صدر سائين مير حسان الحيدري سهروردي جن لکي آهي . مير صاحب سرائيڪي، سنڌي، اردو زبانن ۾ لکڻ کانسواءِ عربي ۽ فارسي زبانن جي گهري ڄاڻ رکندڙ آهن . سرائيڪي ادب ۽ تاريخ تي انهن جو ڪم 1971ع ۾ پنجاب يونيورسٽي لاهور طرفان تاريخ ادبيات پاڪستان جي چوڏهين جلد ۾ ڇپيو . 62 _ 1957ع تائين جي زماني ۾ ملتان مان غوث العالم حضرت بهاءالدين زڪريا ملتانيؒ جي خانقاه تان ماهوار رسالو "آستانهء زڪريا" شائع ڪندا رهيا ۽ انهيءَ ڪانپوءِ هفتيوار "طوفان" جا چيف ايڊيٽر ٿي رهيا . آستانهء زڪريا جو هڪ سنڌي ايڊيشن به ڇپندو رهيو جيڪو مير صاحب جي پنهجي ڳوٺ اباوڙي موٽي اچڻ بعد بند ٿي ويو . سنڌ کان ٻاهر پنجاب يا سرائيڪي وسيب ۾ هي سنڌي جو پهريون ۽ آخري رسالو هيو . انهيءَ دور ۾ مير صاحب ملتاني، بهاولپوري، ديري والي سڏجڻ واري ٻولي کي پهريون دفعو متفقه طور تي سرائيڪي جو نالو ڏئي ڪري "سرائيڪي اڪيڊمي" قائم ڪئي . سنڌي ۽ سرائيڪي ٻولين جي صوفيانه شاعري خاص ڪر خواجه فريد جي صوفيانه شاعري تي انهن اهم ڪم ڪيو آهي . خانقاه عاليه پرچوندي شريف سان انهن جي روحاني عقيدت سبب "حافظ الملت اڪيڊمي" قائم ٿي ۽ هن اڪيڊمي هن وقت تائين انهن جي رهنمائي ۽ حضرت پير عبدالخالق قادري سائين جي سرپرستي ۾ سيمينار ۽ ڪانفرنس ڪرائڻ کانسواءِ تمام اهم ڪتاب به ڇپرايا آهن .

## حافظ الملت اڪيڊمي

خانقاه عاليه پرچوندي شريف ڏهرڪي (سنڌ)